لوڪ ادب سلسلي جو ائون ڪتاب

# جنگناما

مرتب:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

2007ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1984ع | تعداد ٻه هزار |
| ڇاپو ٻيو | سال 2007ع | تعداد هڪ هزار |

قيمت: ٻه سؤ ٽيهه رپيا
[Price Rs. 230 -00]

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب ذڪي سنز پرنٽرز ڪراچيءَ ۾ ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

## عنوانن جي فهرست

---

ڏسڻي



---

# مهاڳ

سنڌ جي ”لوڪ ادب“ جي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز. سن1955ع ۾ ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي سامهون رکي ويئي، جا 1956ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بندي جي حوالي ڪئي.

ان تجويز مطابق، جنوري 1957ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو، انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته ڏنل هدايتن موجب، ٻهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ”سنڌي لغت آفيس“ سان گڏ ”لوڪ ادب“ جي مرڪزي آفيس ۾ قائم ڪئي ويئي، ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته مقامي طور گڏ ڪيل توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، ڇنڊي صاف ڪري، ڇپائڻ لائق بنائين.

پهريان ٻه سال 1957ع ۽ 1958ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا. انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، ڳوٺن ۾ گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون. مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اتاريو ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر ڀاڱي جو گشت ڪري، سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلوءَ کي سمجهڻ ۽ ان جي خاص ذخيري کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو جو ان جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر ڀاڱي بابت، نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال 1959ع کان شروع ڪيو ويو.

هت ٻه ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون ته هن تجويز موجب، سنڌي ٻولي جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ جي عوام ۾ عام مقبول ۽ مروج آهن، تن کي ”لوڪ ادب“ جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهي ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون ٻڻ شامل آهن. مثلاً: مداحون، مولود، ٿيهه اکريون، ڪافيون وغيره. مگر حيثن ته اهي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي ٻڻ ”لوڪ ادب“ جي دائري ۾ شمار ڪيو

ويو آهي. انهيءَ لحاظ سان، هن تجويز هيٺ گڏ ڪيل "لوڪ ادب" کي بعينه "فوڪ لور" (Folklore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اڃا ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نہ ڪئي آهي، جو اها عام ملڪي تمدن جو يا "معياري ادب" جو سرچشمو بڻجي. سنڌي زندگي جو مرڪزي دائرو اڃا تائين ڳوٺ آهي ۽ سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي، جيڪو عوام جي زندگي جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻولي جي "لوڪ ادب" ۽ "معياري ادب" جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

بيو تہ هن تجويز ذريعي "لوڪ ادب" جو سمورو مواد گڏ نہ ٿي سگهيو آهي. ان کي سهيڙڻ لاءِ وڏي ڪشالي ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سچو ذخيرو گڏ ڪرڻ جڻ اٿاهہ سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي ميڙڻ برابر ٿيندو، جو ٿوري وقت اندر ناممڪن آهي. البت جو ڪجهہ گڏ ٿي سگهيو آهي، سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن تجويز هيٺ تاليف ڪيل ڪتاب اميد تہ آئنده ڪوشش لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندا.

"لوڪ ادب" تجويز جيتوڻيڪ بنده جي طرفان پيش ٿي، مگر ان جي عملي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبرن کي جس جڳائي، جن هن تجويز کي سن1956ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد مواد گولي هٿ ڪرڻ، سهيڙيل مواد کي صاف ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسودا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ ۽ آخر ۾ ڪتاب ڇپائڻ ۾ ڪيترائي ساٿي پانهن پيلي تي بيٺا. هن تجويز کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن ۽ خاص طور انهن مڙني دوستن جو حصو آهي، جن بنده لاءِ سگهڙن کي گولي هٿ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهريون ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي.

هيءَ ڪتاب "لوڪ ادب" سلسلي جو اٺون ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو مواد راقم سنڌ بابت تاريخي تحقيق جي ذوق سان 1950ع کان گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن کي پوءِ لوڪ ادب تجويز هيٺ مرتب ڪري ڪتابي صورت ڏني وئي. ۽ ان بعد وڌيڪ مواد جو اضافو ڪري، پريس ڪاپي تيار ڪئي وئي آهي.

هيءَ ڪتاب هن ڪان گهڻو اڳ تيار ٿي ڇپجي وڃي ها. مگر بدقسمتيءَ سان لوڪ ادب جي تجويز جي تڪميل ۾ وقت بوقت ڪي نه ڪي رنڊڪون پئي پيون آهن، جن جو ذڪر هن کان اڳ ڇپيل مهاڳن ۾ اچي چڪو آهي. هن کان اڳيون ڪتاب "رسمون رواج ۽ سون سانڻ" پنج سال اڳ سنه 1978ع ۾ ڇپيو. ۽ اهڙي طرح باقي رهيل پنجن ڪتابن مان ٻه جيڪڏهن هرهڪ ڪتاب ايتري وقفي بعد ڇپيو ته راقم جي حياتيءَ ۾ اهو ڪم پورو ٿي نه سگهندو. جڏهن محترم غلام رباني آگري سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري جو عهدو سنڀاليو. تڏهن ڪيس يادگيري ڏياريم ته بنده باوجود تڪليف جي، لوڪ ادب تجويز جي تڪميل جو ڳرو بار پنهنجي ذمي ڪيو هو. انهيءَ لاءِ ته سنڌي لوڪ ادب جي قيمتي سرمايي کي، جيترو ٿي سگهي اوترو سهيڙي ان کي ضايع ٿيڻ کان بچائجي ۽ رٿيل پروگرام موجب "لوڪ ادب" جي چاليهن جلدن کان مڪمل ڪجي. اهو ڪم رات ڏينهن محنت سان پورو ڪيو ويو. پر جيڪڏهن ڇپائيءَ ۾ دير ٿي ته حياتي پوري ٿي ويندي ۽ ڪم رهجي ويندو.

هن وقت تائين لوڪ ادب تجويز هيٺ رٿيل ڪتابن مان جملي ڇٽيهه جلد ڇپجي چڪا آهن ۽ هيءَ ستٽيهون جلد آهي، جيڪو شايع ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي ته باقي رهيل ڪتابن جي ڇپائي مڪمل ڪرائي ڪم از ڪم چاليهن جلدن جي هن تحقيقي ڪارنامي کي توڙ تائين پهچايو ويندو.

هن ڪتاب جي مواد کي سهيڙڻ ۾ ڪيترن ئي دوستن پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي ۽ ڪيترن ئي سڄاڻ سگهڙن پنهنجي سيني ٻه سيني سانديل روايتن جو ذخيرو مهيا ڪيو. انهن مان گهڻا هن وقت تائين ڏٺيءَ کي پيارا ٿي چڪا آهن. سندن نالا هر واقعي جي بيان هيٺ آندا ويا آهن ته جيئن سندن مدد جو حق ادا ٿي سگهي. ان سلسلي ۾ گهڻي ۾ گهڻيون خبرون ساڪري جي سڄاڻ سگهڙ حاجي محمد سوڍي ٻگهاڙ کان مليون. جنهن سان اسان جون گڏجاڻيون ٻنجٽيهن سالن کان وٺي قرب ڀريون ڪچهريون پئي ٿيون آهن.

مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم محمد اسماعيل شيخ ۽ محترم ممتاز مرزا هن ڪتاب جي مواد کي اُتاري يڪجا

ڪرڻ ۽ دوباره صاف ڪري لکڻ ۾ تحسين جوڳو ڪم ڪيو. محترم محمد اسماعيل شيخ پروفن جي نگراني ڪئي. سنڌي ادبي بورڊ پريس جي مئنيجر محترم الله بچائي يوسف زئي هن ڪتاب جي ڇپائي جي جوڙي سڳوري ڪئي. ڪتاب جي رٿا ۽ آخري سٽاءَ توڙي ترتيب ۽ تاليف لاءِ بنده خود ذميوار آهي.

حادم العلم

**نبي بخش**

اسلام آباد

8- ڊسمبر 1983ع

ام للانسان ما تمنيٰ فـللّٰه الاخرة والاوليٰ

# مقدمه

هن ڪتاب جو موضوع 'جنگناما' آهي- يعني جنگين، معرڪن ۽ مقابلن جا احوال بيان، جن ۾ ڳاهون، بيت، نظم ۽ شعر هجن. ڪنهن جنگ جو خالي احوال "جنگنامو" ناهي. پر جي اهو احوال سچو منظوم آهي، يا ان ۾ بيان جي سهڻائي لاءِ ڪي ٿورا گهڻا شعر آهن تہ اهو هن ڪتاب جي موضوع مطابق 'جنگامو' آهي. ٻيو تہ 'جنگنامي' جي اصطلاح ۾ 'جنگ' جي معنيٰ فقط حاڪمن ۽ حڪمرانن واري 'جنگ' ناهي، پر ان جو مفهوم وڏيڪ وسيع آهي، يعني ڪن بہ ٻن ڌرين. قبيلن، راڄن، راڄدارن، سردارن، حاڪمن ۽ حڪمرانن جي وچ ۾ جيڪي مرڻ مارڻ وارا جهيڙا جهڳڙا، معرڪا مقابلا، حملا ۽ لڙايون ٿيون، سي سڀ عام اصطلاح ۾ 'جنگيون' آهن. انهيءَ وسيع معنيٰ ۾ 'جنگ' جي برابر ٻيو لفظ 'ڪيڏارو' آهي، پر ڪيڏاري ۾ ٻيون معنائون پڻ سمايل آهن. جنگين ۾ جن سورهين سرسي ڪٽي با سر ڏنا، تن ڪي ساراهڻ ۽ نازائڻ خاطر ڳاهون ۽ بيت چيا ويا ۽ پوءِ انهن ڪي سُر سان آلاپيو يا ڳايو ويو: انهيءَ ڪي جنگ جو سُر' يا 'ڪيڏارو' سڏيو ويو. وقت گذرڻ سان انهيءَ 'ڪيڏاري سر' مان 'سنڌي راڳ ڪيڏارو' اُسريو. اهڙيءَ طرح 'ڪيڏارو' ٽن معنائن ۾ استعمال ٿيو: يعني 'جنگ'. 'جنگ جو سر' ۽ 'راڳ ڪيڏارو'. 'جنگ نامو' معني جنگ جو سچو منظوم بيان، يا اهڙو بيان، جنهن ۾ ڪي ڳاهون، بيت ۽ شعر هجن. 'جنگنامو' ڪنهن بہ راڳ ۾ ڳائي سگهجي ٿو، يعني تہ نہ فقط 'جنگ جي سُر' ۾ يا 'ڪيڏاري' راڳ ۾، پر ٻئي ڪنهن راڳ ۾ بہ ڳائي سگهجي ٿو.

سنڌي 'جنگنامن' جي روايت ۾ دودي- چنيسر جي ڳالهہ سڀ کان پهريون ۽ وڏو 'جنگنامو' يا 'جنگ- ڪيڏارو' آهي، جنهن کي هن کان اڳ ٻن وڏن جلدن ۾ تفصيل سان شايع ڪيو ويو آهي.[1] هن ڪتاب ۾ سومرن جي دور کان وٺي، ويندي انگريزن جي دور تائين 'جنگناما' شامل آهن ۽ انهن جي

[1] 'دودو- چنيسر'. جلد 1، سن1976ع ۾، ۽ جلد 2 سن1977ع ۾ شايع ٿيو.

اشاعت سان سنڌي 'جنگنامن' جي موضوع بابت بنيادي تحقيق جي ڪنهن حد تائين تڪميل ٿئي ٿي. لس ٻيلي جي جنگين جي بيانن کي جيڪي ساڳئي وقت 'جنگناما' به آهن. ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' ۾ تحقيق سان شايع ڪيو ويو آهي،[1] ۽ اتي اسان چئي آيا آهيون ته ٻيلي جي شاعريءَ جو جوهر 'جنگنامو' آهي. 'ٻيلاين جا ٻول' جي اشاعت کان پوءِ اسان کي ٻـڌي- ٻائي گـهٽ واري جنگ[2] جا ڪي وڌيڪ بيت مليا. جن کي اسان هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي.[3] انهن بيتن کي 'ٻيلاين جا ٻول' جي باب ستين هيٺ ڏنل تفصيل سان ملائي پڙهڻ گهرجي. لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب "واقعاتي بيت"[4] ۾ حرن جون انگريزن سان جنگيون ۽ پڻ ڪن ٻين مقابلن وارا بيان 'جنگنامن' جي دفعي ۾ شامل آهن. حرن جي مقابلي جا ڪي وڌيڪ بيت باب نائين هيٺ شامل ڪيا ويا آهن.

موضوع توڙي مواد جي لحاظ سان هيءُ ڪتاب 'جنگناما' هڪ مثالي ڪتاب آهي، جنهن جي مطالعي سان سنڌ جا تاريخي ادوار، سماجي اقدار ۽ جنگ جا جنسار سامهون اچن ٿا. جنگنامن وارو مواد سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. بلڪ ڪنهن حد تائين وسريل باب. جيڪو لکت ۾ محفوظ ناهي، پر جنهن جا ڪي ناتا ۽ اهڃاڻ سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن جي سيني به سيني روايتن ذريعي اسان تائين پهتا آهن. جنگ جي سببن اسبابن، صلح جي شرطن شروطن، مخالف ڌرين جي وعدن انجامن، مڙسن جي قولن ڪلامن، سورهين جي ساراهن، ڪائرن جي ڪـوارن، ويرن ۽ ويڻن، مهڻن ۽ ميارن ۾ سنڌ جي سماجي قدرن جو عڪس نمايان طور نظر اچي ٿو. مقابلي لاءِ ڌرين جي تيارين ۽ هٿيارن، ميدان ۾ صفن ۽ حملن، سورهين جي سٽن ۽ جـلهن مان جنگ جا سمان چٽا پڌرا ٿين ٿا. 'جنگناما' سنڌي ادب ۾ پڻ خاص اهميت رکن ٿا. ڇاڪاڻ جو اهي جنگنامي جي رزميہ شاعري توڙي لغت جو پڻ قيمتي سرمايو آهن. هيٺ اسان هن ڪتاب ۾ شامل مواد جي تاريخي آثارن، جنگنامن ۾ سمايل سماجي قدرن ۽ جنگنامي جي جنسارن تي مختصر طور روشني وجهنداسون.

---

(1) ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' (ٻيو ڇاپو. زيب ادبي مرڪز. حيدرآباد سنڌ 1970ع) باب ستين هيٺ ڏهن جنگن بابت بيتن سان شامل بيان ڪيا ويا آهن.

(2) ڏسو 'ٻيلاين جا ٻول' صفحا 166-170

(3) ڏسو صفحو 109.

(4) 'واقعاتي بيت' لوڪ ادب سلسلي جو نائون ڪتاب. سنڌي ادبي بورڊ. حيدرآباد سنڌ 1961ع

# جنگنامن ۾ تاريخي مواد

هن ڪتاب ۾ شامل مواد تاريخي لحاظ سان نهايت قيمتي آهي، ڇاڪاڻ جو اهو سنڌ جي تاريخ جي ڪن وسريل ورقن کي وڌيڪ روشن ڪري ٿو. سومرن، سمن جي دؤر کان وٺي انگريزن جي دور تائين، ذري گهٽ ڇهن صدين واري مدت جا ڪي اهڃا تاريخي ٿاٺا ۽ اهڃاڻ هنن جنگنامن جي روايتن ۾ ملن ٿا. جيڪي يا ته تاريخ جي ڪتابن ۾ ڏنل ناهن ۽ جي آهن ته به ايترو تفصيل سان بيان ٿيل ناهن. هن مواد جي مطالعي مان، سومرن جي دؤر کان وٺي هر دور جي ڪن تاريخي واقعن سان گڏ، سنڌ جي ڪن مقامي رياستن، ڪن خاص قومن قبيلن ۽ سندن بودوباش ۽ باهمي تعلقات تي روشني پوي ٿي.

**پهريان به تاريخي شعر:**

جنگنامن جي تاريخي موضوع جي اهميت محسوس ڪندي، اسان شروع ۾ مهاڳ طور سنڌ جي سگهڙ حسين چارڻ ۽ لس بيلي جي ناميارين نم فقير لنگهي جا تاريخي شعر ڏنا آهن. نم جو شعر صاف ۽ سمجهڻ ۾ سولو آهي. جنهن ۾ هن لس بيلي جي حاڪمن جي مختلف گهراڻن جو سلسليوار ذڪر ڪيو آهي، جن تي اسان ڪتاب "بيلاين جا ٻول" ۾ تفصيلي روشني وڌي آهي. سگهڙ حسين چارڻ جو تاريخي شعر ڪن نون حوالن جي لحاظ سان جيترو اهم آهي، اوترو ئي پيچيدو آهي ۽ جيتوڻيڪ اسان ان شعر کي چارڻ فقيرن جي ٻن قلمي نسخن تان پيش ڪيو آهي، تنهن هوندي به متن ۾ آيل ڪن ماڳن ۽ ماڻهن جي نالن کي صحيح طور پڙهڻ مشڪل آهي. بيو ته حسين فقير چارڻ سنڌ جي مکيه حڪمران گهراڻن توڙي ننڍين رياستن يا سردارين جي حڪمرانن کي گڏي بيان ڪيو آهي. تيون ته ڪي بيت ۽ سٽون هيٺ مٿي ٿيل آهن.[1] ۽ انهيءَ ڪري دور- وار سلسلو ثابت نه رهيو آهي. بهرحال شعر جي موجوده متن مطابق، مکيه حڪمران گهراڻن توڙي ننڍين رياستن ۽ سردارين جو

---

[1] بيت نمبر (8) کان نمبر (12) تائين بيتن جو سلسلو هيٺ مٿي ٿيل آهي ۽ ٻن وچ ۾ ڪافي ڪي بيت ڪٽل آهن. بيت نمبر (9) هيٺ "ذل ملهايا درهه خان" واري سٽ ۽ بيت نمبر (11) هيٺ به سٽون جيڪي "درهه دودو" ۽ "هن هن" سان شروع ٿين ٿيون. سي مٿي سمن واري دؤر بابت ڪنهن بيت جون آهن. ڇاڪاڻ جو انهن ۾ "دريا خان" (درهه خان) جو نالو آيل ٿو. بيت نمبر (11) ۽ بيت نمبر (12) جون سٽون هڪ ٻئي سان گڏجي ويون آهن: انهن مان هڪ بيت غيبي خان بابت آهي ۽ ٻيو سراين (ڪلهوڙن) جي زور ۽ غيبي خان کي مارڻ بابت.

سلسلو هيٺين ريت بيهي ٿو. سندس پنهنجي بيان موجب اهو احوال ڪو اڻ- ٻــڌو ڪونهي، پر ٻڌل روايتن مطابق آهي:

- ناريجن جي حڪومت: آمري ڪان قنڌار ناٿين.
- سومرن جي حڪومت: روپاهه، لاڙ پنهار ۾
- سمن جي حڪومت: سمن، سومرن کي ماريو.
- چنن جي حڪومت: ڪڏهن تہ سڄي سنڌ چنن جي هئي. ڪاڇي جي بنهي ڪنڌين سان سندن ڪوٽ هئا. زالن جي چور تي پاڻ ۾ وڙهيا ۽ مزار مارجي ويو. سبڙ اُن کي مارائي ويچار ۾ پيو. هن 'هند' مان وڃي فوجون آنديون هيون ۽ پاڻ بادشاهه ٿي وينو.[1]
- ڪوئريجن جي سرداري: چنا ۽ ڪوئريجا ڄام پاڙيسري هئا. سڱ تان تڪرار ٿيو ۽ چگي نالي چني سردار، ڪوئريجي ڄام کي مارايو. ڪوئريجا پوءِ ماڇي سردار جيسر راوَ وٽ دانهين ويا.
- ماڇي جي سرداري: ڪوئريجن پاران جيسر راو چنن تي ڪاهه ڪئي ۽ چنا گهڻا سڀ مارجي ويا ۽ باقي ڪي ٿورڙا وڃي بچيا ۽ سندن ملڪ تي ماڇي جي سرداري قائم ٿي.
- ارغونن جي حڪومت: حسين ارغون (شاهه حسن ارغون) ڪاهه ڪري سمن ڪان حڪومت هٿ ڪئي.
- ترخانن جي حڪومت: سما بہ ترخانن جا سلامي هئا.
- ڪوراين جي چڙهائي: چنن ۽ ڪوئريجن جي سرداري هئي جو ڪورائن (بلوچن)، چنن تي چڙهائي ڪئي. شريف خان وڃان پيو ۽ اعظم بہ ان سان گڏ آيو ۽ فتح خان ابڙي سردار کي ماريائون.

[هن بيان ۾ مٿي ڪوئريجن جي سرداري جي بيان واريون سٽون هڪ جاءِ هجڻ بدران هيٺ مٿي ٿيون آهن.]

- ابڙا ڄام: انهن جي بہ ڄامائي هئي ۽ سندن نوبت نغارا وڳا.

---

[1] بيان صاف ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ جيڪو حڪمران ماريو. تنهن کي صفاتي طور 'مزار' (= شينهن) سڏيو ويو هجي. ۽ اگئين نالي واري سٽ ضايع ٿي وئي هئي. اهو بہ ممڪن آهي تہ 'مزار' صفت آهي 'سبڙ' جي. ۽ سبڙ کي مارائي ويچار ۾ پيا. انهيءَ حالت ۾. سبڙ واري سٽ کان پوءِ ٻي سٽ ڪٽل آهي. جنهن ۾ شايد ان شخص جو نالو هجي. جنهن وڃي 'هند' مان فوجون آنديون.

- درِيا خان ۽ ڄام ننڍو: درِيا خان، ڄام ننڍي جو ناماچار وڏايو.

اِهن بيان واريون سٽون، مٿي 'سمن جي ڏوڙ' واري ڪنهن بيت جون آهن، ۽ هيٺ مٿي ڏنيون آهن.]

- چانڊين جي ڪاڇي ۾ سرداري: ميان (ڪلهوڙن) جا مريد ٿيا. وار وڏا ڇڏيائون، ۽ 'سرايَن' (ڪلهوڙن) پاران چڙهايون ڪيائون. سندن سردار غيبي خان وڏا ڪارناما ڪيا.
- 'سراين' (ڪلهوڙن) جو زور ۽ حڪومت: سراين اِرڇتو حملو ڪري، چانڊئي سردار غيبي خان کي ان وقت ماريو، جڏهن هو سُتل هو. سراين مان ميان نصير محمد 'پير' هو.
- مير پنهوار جي سرداري: سندس رياست سيوهڻ سان ڏنگئي هئي. بڪر ڪوٽ سندس گادي جو هنڌ هو. هن ميان نصير محمد جي آڻ نه مڃي.
- محمدوئي پنيار جي سرداري: هن سِراين خلاف اورنگزيب وٽ دانهيو، پر 'پير' (ميان نصير محمد) پنهنجي پاران قاسم کي وڪيل ڪري موڪليو، جنهن لک رپيا ڏيئا ڪري صلح جو معاهدو ڪيو.
- اورنگزيب جي سپهه سالار شيخ جهان جي چڙهائي: اورنگزيب دکن مان 'شيخ جهان' کي سنڌ تي چاڙهي موڪليو. اهو آيو نه ڪيس مرزا خان جو پٽ مليو. فتح خان ابڙو فوجدار به آيو. 'الهيار' آيو. 'قنبر' به اتي هو (جنهن کي الهيار چيو ته تون مغلن جي لشڪر کي سامهون ٿي؟) مرزا خان جي پٽ دغا ڪري 'محمد جان' کي ماريو.

مٿين ٽاڻن مان محمدوئي پنهيار (؟) ۽ شيخ جهان جي چڙهائي وارا بيان پورا صاف ناهن. پيو ته ناريجن جي قومي سرداري معلوم آهي، پر ناريجن جي حڪومت جو ذڪر ڪنهن به تاريخ يا روايت ۾ ڪونهي. بهرحال باوجود ڪوتاهين جي، هن شعر ۾ ڏنل احوال نهايت اهم آهن ۽ انهن کي تاريخي حوالن جي روشنيءَ ۾ توري تڪي سگهجي ٿو.

انهن ٻن 'تاريخي شعرن' کان پوءِ اسان اندر متن ۾ جملي مواد کي تاريخي دورن' مطابق ورهائي رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر جيئن ته اڪثر جنگنامن ۾ ڪي به تاريخون موجود ناهن، انهيءَ ڪري انهن جي ورهاست گماني اندازن تي ڪئي ويئي آهي. متن ۾ هر جنگنامي جي مهاڳ ۾ ان جي تاريخي

پس منظر کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هيٺ اسان (الف) ڀھريائين ڪن جنگنامن جي تاريخي پس منظر جي دور- وار وضاحت ڪنداسون. (ب) پوءِ ڪن قومن قبيلن جي تاريخي رياستن تي روشني وجھنداسون. ۽ (ج) ان بعد سنڌ جي ڏکڻ- الهندي ڀاڱي ۾ ڪوهستان، حب، ملير ۽ ساڪري جي ڪن مکيہ قبيلن ۽ سندن قبائلي راجدارين جو ذڪر ڪنداسون.

## (الف) دور- وار وضاحت

**سومرن جو دؤر:**

حسين فقير چارڻ جي شعر ۾ سومرن جي حڪومت، لاڙ طرف روپاهہ ۽ ٻنگار ۾ ڄاڻايل آهي. اهو سومرن جي حڪومت جو مرڪزي پرڳڻو هو. دودي- چنيسر جي ڳالهہ ۽ ٻين روايتن مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ غالباً سيوهڻ کان سمنڊ تائين سڄو لاڙ ۽ مٿي اتر ڏانهن سنڌو نديءَ جي اوڀر واري پاسو ويندي بھاولپور تائين- يعني پراڻ، ناري ۽ هاڪڙي جي آبادين وارا پرڳڻا سڌو سنئون سومرن جي حڪمراني هيٺ هئا. سيوهڻ کان مٿي سڄي ڪاڇي تي اتر ۾ ويندي ڪڇي ۽ مولهہ جي ڀاڱي تائين، اتان جي قبائلي برادري جي حڪمراني هئي، جنهن جو تفصيلي ذڪر هيٺ ايندو:

**سمن جو دؤر**

**سومرن جو خاتمو ۽ سمن جي حڪومت:** ڄام هالي ۽ همير سومري جي جنگ' وارين روايتن مان اها حقيقت واضح ٿئي ٿي تہ سومرن جو آخري حاڪم 'همير' هو، جيڪو ڄام هالي ۽ سندس پٽن جي اڳوائي هيٺ ڪيل حملي ۾ مارجي ويو. تاريخي ماخذن مان اها تصديق ٿئي ٿي تہ همير پٽ دودي جو سومرون جو آخري حڪمران هو ۽ سندس مارجڻ تي سلطان فيروز شاھ سمن تي چڙهائي ڪئي. پر غالباً ملتان جي بزرگن جي وچان پوڻ سبب صلح ٿيو. جنهن موجب سمن جي حڪومت قائم ٿي ۽ همير جي ٻن پٽن کي سلطان فيروز شاھ خانديش طرف جاگيرون ڏنيون ۽ هو سنڌ ڇڏي ويا.[1] تاريخن ۾ البت اهو ذڪر ڪونهي تہ ڄام هالي ۽ سندس پٽن. جن جنگ ڪئي هئي ۽ جيڪي حڪومت جا حقدار هئا. تن جي بدران ڪيئن ڄام انڙ ۽

---

[1] تفصيل لاءِ ڏسو ٽماهي رسالي مهراڻ (سنڌي ادبي بورڊ) نمبر 3، سال 1981ع ۾ هن موضوع تي راقم جو مضمون.

ڄام جوڻي حڪومت تي قبضو ڪيو! سمن جي نسبنامي[1] مان تصديق ٿئي ٿي تہ هالو ساندائي (يعني هالو پٽ ساند جو) سمن جو ڄام (پڳدار) هو ۽ هن پنهنجي پٽ هوٺي کي پڳ ٻڌائي. پاڳ جو ڏٺي هوٺي هو، پر هن واڳ ڏني سوٽائي انڙ کي، جيڪو پوءِ بادشاهہ ٿيو. اڳ ڄامائي قوم پڳ سان هئي، پر انڙ کان وٺي ڄامائي حاڪم جي حوالي ٿي. نسبنامي جي هن روايت مان ظاهر آهي تہ هالي ۽ سندس پٽن جي پيٺ ۾ انڙ ۽ جوڻو طاقت ۾ زور تي ويا. اهو سهندن همت ۽ حڪمت عملي جو نتيجو هو. جو ملتان جا بزرگ جيڪي وچان پيا، تن غالباً سندن ئي فائدي ۾ راءِ ڏني. ان بعد ڄام هالي جي اولاد (هاليپوٽن) جو اثر رسوخ گهٽيو، ۽ کين پاسي تي (تر يا ڪچ ڏانهن) رکيو ويو. اتان پهاڪو مشهور ٿيو تہ "ڪٿي هڪڙن، ڪاڏي پين."

## ارغونن- ترخانن جو دؤر:

مريد خان بلوچ جو مرزا محمد صالح ترخان کي مارڻ وارو واقعو تاريخي آهي. ۽ مهيني شعبان سن970هہ (1563ع) ۾ ٿيو. مريد خان جا ڪيل قول اجا تائين مشهور آهن: هڪ قول اثين ڪيائين تہ:

"پيٽيان پير پنو ڪانيا ننگر نٿو"

مرزا صالح کي ماٿس چيو تہ: پڌان پٽي تہ ڪڪو ڪيهر شينهن چڙهيو اچي. ڏيان ڪجانءِ. تڏهن مغرور مرزا صالح چيو تہ:

"آءٌ زميني، آءٌ ظلمي، مون کي ماري ڪير!"

مريد خان جي ڪيل قولن ۽ سنڌ جي حڪمران کي مارڻ واري قصد ۽ ڪاميابي مان ظاهر آهي تہ هو وڏي حوصلي وارو قومي سربراهہ هو. هو رجيرا قبيلي جي پاروائي پاڙي مان هو. رجيرا قبيلو هوت بلوچن جي نسلن مان هو. ساڳئي نسل جي ڪن ٻين قبيلن وانگر هيءُ قبيلو بہ اصل مڪران ۾ هوتن جي ڪلمت رياست جو رهندڙ هو ۽ انهيءَ ڪري رجيرا بہ ڪلمتي (ڪلمت جا) هئا ۽ سنڌ ۾ اهي ڪرمتي سڏجڻ لڳا. ڪرمتين مان رجيرا غالباً سڀ کان اول سنڌ ۾ آيا. پاروائي وڏو پاڙو هو ۽ ان جو اهو نالو بلوچي بدران سنڌي ٻولي جو آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ رجيرا

---

[1] نسبناما هڪ اهم تاريخي ماخذ آهي. راقم ڪجھ عرصي کان وٺي سنڌ جي نسبنامن جو مطالعو پئي ڪيو آهي. ۽ جي حياتي وفا ڪئي تہ ان بابت ڪيل تحقيق کي پورو ڪري شايع ڪيو ويندو.

سنڌ ۾ آڪاتو آيا. غالباً اهي سلطان ڄام نظام الدين جي وقت ۾ لاشارين سان پيڙا ۽ سگيتا ٿيا، جيڪي ان وقت حب ۽ ملير جا سربراهه هئا. ان جي تصديق نسبنامي جي روايتن مان ٿئي ٿي، جنهن موجب لاسارن سردار رامبيخ خان جو پٽ اسحاق رجيرن مان پرڻيو. جنهن جو اولاد ٿهراڻي لاشارين آهي. اسحاق حب ۽ ملير جو والي هو ۽ کيس سلطان ڄام نظام الدين جي طرفان 'ملڪ' جو خطاب مليل هو ۽ ان خطاب سان ٿي هو ملڪ اسحاق جي نالي سان مشهور آهي. حب ۽ ملير وارا لاشاري ۽ رجيرا سمن کي ويجهو هئا ۽ طاقتور قبيلا هئا. سمن سلطانن جي دور کان وٺي لاشاري ۽ پيا ساٿن پيڙا قبيلا ارغون- ترخانن خلاف وڙهيا هئا. انهيءَ ڪري ترخانن جي دور ۾ مرزا محمد صالح ترخان طرفان انهن قبيلن تي سختي ٿي. ان دور جي معاصرانه روايت جيڪا مرزا محمد صالح جي ڀائٽي مرزا مظفر جي زباني تاريخ طاهري ۾ بيان ٿيل آهي، ان مان صاف ظاهر آهي ته مرزا محمد صالح رجيرا قبيلي وارن کي ماريو هو ۽ مريد خان به پنهنجن قبيلن وارن عزيزن جي بدلي ۾ ٿي مرزا محمد صالح کي ماريو.

**مغلن جو دؤر:**

هن دور وارن جنگنامن جي مهاڳن ۾ اسان مختلف واقعن تي روشني وڌي آهي. ڪن واقعن بابت ڪجهه وڌيڪ وضاحت جي ضرورت آهي.

**مغلن ۽ چنن جي جنگ:** ڪاڇي ۽ ڪڇي (سيوهڻ کان وٺي گنداوا) ۾ چنن ۽ بين هم نسل قبيلن جي اڳاٽي حڪومت ۽ رياست هئي. 'مغلن' مان مراد شايد ارغون هجي. هي جنگنامو تاريخي لحاظ سان توڙي ٻاهن جي ٻولي ۽ قدامت جي لحاظ سان اهم آهي. هيٺ اڳئين هلي، اسان هن جنگنامي جي روشني ۾ چنن ۽ ٻين شريڪ قبيلن جي سنڌ ۾ حڪومت ۽ رياست جو وڌيڪ تفصيل سان ذڪر ڪنداسون.

**لاشارين ڪرمتين ۽ ٻرڙجن جي جنگ:** لاشاري ملير ۽ حب جي اتر- اوڀر پاڱي ۽ گڏاب واري اراضي ۾ آباد هئا. ۽ ٻرڙج حب ۽ ملير جي هيٺين ڏکڻ الهندين اراضي ۾. مغلن جي دور ۾ ڪرمتين جي طاقت وڌڻ لڳي. ۽ ڪرمتين ۽ ٻرڙجن جو ٽڪر شروع ٿيو. جنهن ۾ لاشارين ڪرمتين جي مدد ڪئي. هيٺ اسان انهن ٽنهي قومن بابت وڌيڪ تفصيل سان ذڪر ڪنداسون.

**برفتن، گانئچن ۽ ڇچرن جو وير**: هيءُ اهو وقت هو، جڏهن حب- ملير ۾ ڪرمتي طاقتور ٿي چڪا هئا. ۽ برفت بہ ڪوهستان مان اتر- اوڀر طرف وڌي رهيا هئا. هن موقعي تي ڪرمتين ۽ برفتن جو پاڻ ۾ اتفاق هو. ۽ ڪرمتين جي ملڪ، برفتن جي سردار 'دائيد' جي مدد ڪئي، جنهن ڪري بارڻ جي اتر- اولهہ طرف گانئيچن ۽ ڇچرن جو زور ٽٽي ويو. ۽ بارڻ سڄي برفتن جي قبضي ۾ اچي وئي.

**جهوڪ ۾ صوفي شاهہ عنايت الله جي شهادت**: هيءُ مشهور تاريخي واقعو آهي. جنهن جا ڪي ٽانڊا صوفي اسوارن جي ڇيل ٻيٽن ۾ وڏيڪ روشن ٿين ٿا.

**ڪلهوڙن جو دؤر**:

مغلن جي زوال ۽ ڪلهوڙن جي دور وارن جنگنامن ۾ جيڪي 'باب چوٿين' ۽ 'باب پنجين' ۾ ڏنل آهن، ڪافي تاريخي مواد موجود آهي، جنهن مان خاص طور تي سنڌ جي اتر- الهندي پرڳڻن (موجوده ضلعي دادو ڪان وٺي جيڪب آباد ۽ ڪڇي ضلعن تائين) توڙي ڏکڻ الهندي علائقن (دادو ضلعي جو ڏکڻ ڪوهستان ۽ بارڻ کان وٺي حب، ملير ۽ ڪراچي تائين) ۾ رهندڙ قومن، قبيلن، راڄن ۽ راڄدارن جي طاقت ۽ باهمي تعلقات توڙي سنڌ ۽ قلات جي حاڪمن ۽ لس ٻيلي جي خانن طرفان انهن قومن ۽ قبيلن جي حاڪمن ڏانهن اختيار ڪيل رخ تي روشني پوي ٿي.

ڪلهوڙن جي قوت ۽ طاقت جو بنياد ميان نصير محمد ڪلهوڙي وڌو. سنڌن طاقت جو مرڪز موجوده دادو ضلعي جي اترئين پاڱي ۾ هو، ۽ بالآخر سنڌن پهريون گاديءَ جو شهر 'خدا آباد' بہ انهيءَ علائقي جي ڏاکڻي پاڱي (موجوده دادو تعلقي) ۾ قائم ٿيو. انهيءَ ڪري اتي جي ٻاڙيسري قومن قبيلن تي سنڌن دٻاءُ پيو. خاص طرح پنهورن تي. جن جي مقامي طور رياست ۽ سرداري هئي.

انهيءَ ساڳئي دور ۾ سن1115هہ ۾ برفتن جي سردار ٻاهڙ خان لس ٻيلي تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي هئي. ۽ مٿي دادو جي اتر کان هيٺ ويندي ٿاٽي ٻولا خان کان اڳتي دريجي تائين، سڄي ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي سرحد لس ٻيلي سان ملندڙ هئي. سوءِ انهيءَ سڄي ايراضي ۾ برفتن ۽ ساڻن ٻين شريڪ قبيلن جو زور

وڏن لڳو. ميان يار محمد ڪلهوڙي سن1117ھ ۾ پاهڙ خان کي شڪست ڏني. ان کان پوءِ غالباً ڪو معاهدو ٿيو. جنهن موجب ڪلهوڙا حڪمران ۽ پاهڙ خان متي حب ۽ ملير طرف ڪرمتي ملڪن جي خلاف هم صلاح رهيا

پاهڙ خان جي وفات کان پوءِ سن1155ھ ۾ لس بيلي جي حڪومت ڪوئريجن جامن جي هٿ ۾ آئي، جن برفتن جي مخالف قبيلن مان جوکين جي پنيرائي ڪئي. ڪلهوڙن به ائين ڪيو. جنهن ڪري ڪوهستان، حب ۽ ملير طرف جوکين جي طاقت وڌي ۽ برفتن ۽ ڪرمتين جي طاقت گهٽي. جنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪنداسون.

هن دؤر ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ مير عبدالله خان جي جنگ، سنڌ ۽ بلوچستان جي حڪمرانن جي وچ ۾ هڪ وڏي طاقت آزمائي هئي. فتح سنڌ جي لشڪر جي ٿي، پر قلات جو خان مير عبدالله خان جو هن جنگ ۾ پاڻ سپهه سالار هو ۽ وڏو سورهيه ۽ بهادر هو، تنهن جو جنگ جي ميدان ۾ لاش نه ملڻ ۽ پوءِ به ڪو پتو نه پوڻ، هڪ معمو بڻجي ويو. اينري قدر جو ان دور ۾ سنڌ جي ٻن ناميارن شاعرن جلال ڪتي ۽ جمن چارڻ انهي، ٻاري ۾ هڪ ٻئي سان ڏي وٺ ڪئي. هن جنگ بابت جمن چارڻ جو چيل جنگناموُ هڪ تاريخي ۽ ادبي شاهڪار آهي.

مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وفات جي تاريخ ذرا شڪ شبهي سان هن طرح لکي آهي:

روز دو شنبه يا سه شنبه پانزدهم
ذي قعده سال هزار و صد و سي و يک

(يعني ته "آچر يا سومر ڏينهن تاريخ پندرهين ذوالقعده سن1131ھ")

مگر پندرهين تاريخ جمعي جو ڏينهن هو ۽ نه آچر يا سومر. آچر تاريخ ڏهين هو ۽ سومر تاريخ يارهين. انهن ٻن مان ئي ڪا صحيح تاريخ ٿي سگهي ٿي. متن ۾ ڏنل جمن چارڻ جي بيت مان اهو تصديق سان معلوم ٿئي ٿو ته ميان يار محمد 11- تاريخ ذوالقعده سن1131ھ تي وفات ڪئي

"سان ڪارهين سا ذوالقعد سنه ڪارهن سؤ ايڪتيهه ورهيه
تنهن راتي رحلت ڪئي جو هو ٻانڪو بخت بنياد"

(ص 120)

ٻن تاريخي ڪتابن 'دولت عباسيه' ۽ 'جواهر عباسيه' ۾ بہ صحيح تاريخ 'يارهين ذيقعد' ڏنل آهي.

## ٽالپرن جو دؤر:

هن دؤر جون جنگيون ۽ جنگناما 'باب ستين' ۽ 'باب اٺين' هيٺ بيان ٿيل آهن ۽ هر هڪ جي ٿاٽن ۽ اهڃاڻن تي اڳ ۾ مهاڳ ۾ روشني وڌي وئي آهي. ڪي وڌيڪ وضاحتون هيٺ ڏجن ٿيون:

**أتمين واريون جنگيون:** 'أتمين' يا 'اتومين' بابت هڪ عام روايت اها آهي تہ اهي ساموندي قورو يا ڌاڙيل هئا. جيڪي اوچتو حملو ڪري 'أتئون' يا 'متاان' اچي پوندا هئا. ۽ انهيءَ ڪري 'اتومي' سڏيا ويا. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب 'يادگيريون' (ص81) ۾ لکيو آهي تہ: 'عطوفي' يا 'عطوبي' عربن جو هڪ قبيلو هو. جن 1779ع يا 1784ع ۾ بحرين جا ٻيٽ يا موتين جون ڪاريون فتح ڪيو هيون. هو مسقط ۽ ايران جا خراج بردار هئا. ٽائون مل جي ياداشت (ڊائري) ۾ بہ 1828ع ۾ "عطوفي" نالي ساموندي ڌاڙيلن جو نالو اچي ٿو. غالباً اهي ساڳيا ٿي 'عطوفي' يا 'عطوبي' هئا. جن کي سنڌ وارين روايتن ۾ 'أتومي' (عطومي) سڏيو ويو. سنڌ ۾ بهرحال 'اتومي' نالو مشهور ٿيو. جو حمل خان پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو آهي تہ:

"مزگان دي مرجي مارڻ آون.
جيوين الٿن أزد أتويان ڏي."

ٿي سگهي ٿو. تہ اصل صحيح نالو 'عطومي' هجي. لس ٻيلي جي جام مير خان اول جي دؤر (1776ع-1784ع) ۾ مسقط جي 'راسل چشم' جي رهنڌڙ ساموندي ڌاڙيلن سون مياڻي تي حملو ڪيو هو. ٻين حوالن مطابق 1808ع ۾ 'جواسمي' عرب قورن سونمياڻي بندر تي حملو ڪيو ۽ ان کي ساڙي ڇڏيو. ٿي سگهي ٿو تہ 'جواسمي' اصل ۾ 'جواشمي' ('چشم وارن' جو جمع) هجي. پر سنڌ جي روايت ۾ انهن کي 'جيشمي' يا 'جاشمي' سڏيو ويو آهي:

"جر ۾ جيشمين جا ڊونڊ ڪيائين ڊير
مر سٽي جيسر مير. تہ ڪرمتين ڪيڏي ڪي."

ڪن سگهڙن ٻهرين سٽ ائين ٻڌائي تہ "جر ۾ جاشمين جا". البت ٻيءَ سٽ ۾ 'جيسر مير' وارو لفظ صحيح ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ 'چشم' يا 'جواسمي' جي لحاظ سان. اهو نالو اصل ۾ 'جواسمير' يا 'چاشمير' هجي.

**كرڙي جي جنگ**: هن جنگ بابت ضروري معلومات جنگ جي مهاڳ وارن صفحن (278-280) ۾ ڏنا ويا آهن. وڌيڪ تفصيل حليفي نبي بخش صاحب جي رسالي ۾ (صفحن 274-280 تي) آندل اهي. 7- مارچ 1969ع تي ميرپور ماٿيلي ۾ کيل ڪچهري ۾ اسان کي سگهڙ محمد خان گڏاڻي سندس پٽ ناني مرزي خان گڏاڻي جو ڪرڙي واري جنگ بابت بلوچڪي ۾ چيل شعر ٻڌايو. مرزو خان وڏو شاعر هو ۽ ان جنگ واري دؤر ۾ به وڏو هو. هن شعر ۾ مير سهراب خان، مير رستم خان ۽ مير نصير خان جا نالا آندل آهن. ٻين اڳواڻن مان مير مبارڪ خان، گولي شاهه، نور شاهه ۽ بهادر خان ڪوڪر جا نالا آيل اهن. جنگ جي سپهه سالارن ۽ ٻين سپاهين ۽ بهادرن جن ميدان ملهايو ۽ سر ڏنا، تن مان هي نالا اچن ٿا: غلام علي (جنهن چيو ته. جيڪو موت قبول ڪري سو نڪري اچي)، سيد قاسم شاهه، دوس محمد، لقمان ۽ ٻيا. لاشارين ۽ مرين جا لشڪر تن وڏا مقابلا ڪيا. ٻارنهن پهلوان لاشاري پڙ جهلي بيٺا ۽ مري ويا ۽ پوئتي نه هٽيا. نَوَ ويهون پهلوان مرين مان مئا، جن مان عيسفاڻي ۽ ڏاهياڻي پاڙن جا گهڻا جوان هئا. مرين جي لشڪر جو سپهه سالار جهان خان هو. سندس ٻه پٽ احمد ۽ محمد حسن، ۽ براهم، سوڀو، گل حسن ۽ ٻيا ميدان جهلي بيٺا ۽ ميدان ۾ مئا. مرزي خان گڏاڻي جو چيل هي تاريخي شعر ڪافي ڏگهو آهي ۽ سگهڙ محمد خان کي ياد آهي. شروع واريون سٽون هن طرح آهن:

هـر صواحـان يـاد ڪـاران منـوي پيغمبـرا
دلدلـي رازي زواران چهـار يـاران جـختگان

آخوند محمد عالم خيرپوري پڻ پنهنجي مختصر 'مثنوي شاهنامه' (فارسي) ۾ 'ڪرڙي جي جنگ' بابت ڪي شعر ڏنا آهن. جيڪي هيٺين طرح آهن:

سـپاس اسـت مـر حضـرت ذوالجـلال
ڪريـم الرحيـم اسـت قـادر ڪمـال[1]
عجـب بيـن ڪـه ان بادشـاه شـجاع
ڪـه از ملـڪ آواره بـود از نـزاع
بيـامد[2] فقـري شـده بادشـاه

[1] هن کان پوءِ 53 بيت ثنا ۽ تعريف جا آهن. ۽ ان بعد ٻيا هيٺيان بيت.
[2] بيامد. يعني شاهه شجاع آيو.

رســـيده تهـــي دســـت بادســـتگاهہ
قشـــون فرســـتاد آنكـــ آتـــش فشـــان
سمنـــدر صفـــت بـــا سمنـــدر نشـــان
تفنـــگ افگنـــان لشـــكر فـــوج فـــوج
بلكـــ روي دريـــا شـــده مـــوج مـــوج
چـــو روئيـــن تنـــان قـــوم روهيلهـــا
فـــرود آمدنـــد از جبـــل خليهـــا
كميـــن گـــاه كردنـــد از پشـــت كـــوه
ز تـــوب افگنـــان هـــم شـــدند آن ستـــوه

**جتن ۽ چانگن جي چاٽيءَ واري جنگ:** جتن مان راڏن جو سردار شير خان هو ۽ ٿـٽيارن[1] جو سردار ان وقت لاکو هو. شير خان چانگ جو ڳوٺ 'وڏا چانگ' ۽ پيروز شاهہ ٻوڙي جو ڳوٺ 'مزاراٽي چانگ' (تعلقو بدين) هو. هن جنگ ۾ جيڪي چانگ مئا، تن کي 'رحمان ٻارهي' (رام ٻاراهي) جي مقام ۾ دفن ڪيائون. اهو مقام اسان وڃي ڏٺو. شير خان چانگ جي قبر ڏکڻ طرف ۽ پيروز خان ٻوڙي جي قبر اتر طرف آهي. وچين ايراضي ۾ پڪين سرن جو چورس نل آهي، جنهن ۾ باقي سڀ چانگ ۽ ٻيا سندن طرفدار جيڪي مئا، تن کي گڏي دفن ڪيائون. هن مقام ۾ هڪ پڪي پٽرائين قبر آهي، جنهن تي هيٺين عبارت لکيل آهي:

لشكر خان ولد شير
خان بن شهك قوم
چانگ تولد شد در سن 1103 رحلت
كرده در تاريخ پنجم ماه جمادي الاول سن1187 در
ايام حاكم ملك شد امير صاحب فتح علي تالپر

شير خان چانگ جيڪو جتن ۽ چانگن واري جنگ ۾ ماريو، سو غالباً هن لشڪر خان جو پٽ هو ۽ مٿس سندس ڏاڏي شير خان جو نالو هو.

---

[1] يعني ٿـٽي وارا (ڳائي مال وارا)

## سنڌ جي سورهين جون انگريزن سان جنگيون:

آزادي جي جدوجهد وارا اهي جنگناما 'باب نائين' هيٺ بيان ٿيل آهن. سنڌ جي سورهين پنهنجي ملڪي آزادي برقرار رکڻ خاطر انگريزن سان جيڪي مقابلا ڪيا، تن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. انگريزن پنهنجا ڪيل عهد ناما ٽوڙيا، ۽ سر چارلس نيپيئر فريب ۽ ڏوڪي سان مياڻي جي ميدان ۾ ڪامياب ٿيو. پر سنڌ جي سرويچ سورهين انگريزن جي غلامي نہ قبولي. سال 1843ع کان وٺي اينڊڙ هڪ سؤ سالن تائين انگريزن سان وري وري مقابلا ٿيندا رهيا ۽ آخري مقابلو ٻي حُر تحريڪ دوران 1942-1943ع ٿيو ۽ پير پاڳاري صبغت الله شاھ جي اڳواڻي هيٺ سوين سورهيہ سر ڏيئي سرها ٿيا، پر انگريزن خلاف جنگ جاري رکيائون. تان جو 1947ع ۾ انگريزن پنهنجا ٽپڙ ٻڌا ۽ ملڪ خُالي ڪيائون. آزادي جي جدوجهد وارن انهن جنگنامن مان هرهڪ جي مهاڳ ۾ وضاحتون ڪيل آهن.

## (ب) سنڌ اندر ڪن قومن قبيلن جون تاريخي رياستون

سنڌ ۾ ڪن قومن ۽ قبيلن، پنهنجن سربراهن جي اڳواڻي هيٺ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ ٿوري يا گهڻي عرصي لاءِ پنهنجيون حڪومتون، رياستون، سرداريون يا راڄداريون قائم ڪيون، ۽ سنڌ جي تاريخ جي لاهن چاڙهن ۾ ڪافي اهم ڪردار ادا ڪيو. هنن 'جنگنامن' ۾ انهن قومن قبيلن جي رياستن ۽ سردارين بابت ڪي اهڙا تفصيل ملن ٿا، جيڪي تاريخي ڪتابن ۾ ناهن ۽ جي آهن تہ بہ رڳو ڪن نالن ۽ جملن تائين محدود آهن. انهن قومن قبيلن جي پنهنجن ماڳن تي طاقت ۽ توانائي، سنڌ جي مجموعي طاقت جو سرچشمو هئي. جڏهن سنڌ جي ڪن مدبر ۽ دور انديش حڪمرانن، باوجود پنهنجي وڏي طاقت جي، انهن قومن قبيلن ۽ سنڌن رياستن ۽ راڄدارين کي سنڌ جو ۽ پنهنجو ڪري سمجهيو تہ سنڌ جي سياسي ۽ فوجي طاقت بہ اوج کي پهتي. پر جڏهن حڪمرانن پنهنجي طاقت جي نشي ۾ اڳرائي ڪري يا پنهنجي هيٺائي سببان خوفزده ٿي، انهن تي حملا ڪيا ۽ انهن کي هيسائي ختم ڪيو. تہ سنڌن پنهنجي حڪومت ۽ طاقت جا بنياد بہ ڪمزور ٿي ويا. ڪن تاريخي حوالن. هن ڪتاب جي مواد ۾ سمايل تاريخي اهڃاڻن. ۽ لوڪ ادب جي روايتن جي روشني ۾ چئي سگهبجي ٿو تہ اڳئين دور ۾ سلطان ڄام نظام الدين ۽ پوئين دور ۾ مير فتح علي خان، اهڙا عالي دماغ. وڏي دل وارا دور انديش ۽ عادل

حڪمران هئا، جن سنڌ جي قومن ۽ قبيلن کي ملائي هڪ ڪيو. هنن باوجود پنهنجي وڏي طاقت جي ڪنهن بہ قوم ۽ قبيلي کي ڪونہ هيسايو. هنن پنهنجي ملڪ جي لائق سربراهن، راڄن ۽ راڄدارن کي عزت ڏني ۽ سندن همت افزائي ڪئي، جنهن ڪري سنڌ جي طاقت اوج کي پهتي.

جنگنامن جي اهڃاڻن، تاريخي حوالن ۽ ٻين روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جي هينين قومن قبيلن جون پنهنجون ننڍيون مقامي رياستون يا سرداريون قائم هيون: ٻُڌن، ڪاڪن، چنن ۽ ٻين هم-شريڪ قبيلن جي رياست، سوڍن جي رياست، نگامڙن جي رياست، پٺهيارن جي سرداري، پنهورن جي رياست، ڪيهرن جي رياست، پڙجن جي سرداري، لاشارين جي سرداري، ڪرمتين جي سرداري، برفتن جي سرداري ۽ آخر ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ جوکين جي چامائي. انهن مقامي رياستن ۽ سردارين کان سواءِ سنڌ اندر مختلف تاريخي دورن ۾ ٻيون بہ کي اهڙيون رياستون يا سرداريون هيون- جيئن تہ گُجرن جي رياست، آگرن جي رياست، سهتن جي رياست، پٺهيارن جي سرداري- پر جيئن تہ جنگنامن جي موجوده مواد ۾ انهن جو ڪو خاص ذڪر نہ آيو آهي، انهيءَ ڪري في الحال فقط مٿي ڄاڻايل قبائلي رياستن ۽ سردارين جو مختصر طور روايتي انداز ۾ ذڪر ڪنداسون، ۽ وڌيڪ مواد ملڻ بعد انهن تي آئنده تحقيقي بحث ڪنداسون.

**ٻُڌن، ڪاڪن، چنن جي رياست:**

اسلام کان اڳ واري دور ۾ سيوهڻ کان ونني گنداوا تائين ٻُڌيا جو مُلڪ هو. غالباً ڪنهن وقت 'ٻُڌ' قوم اتي گهڻائي ۾ هئي ۽ پڻ طاقتور هئي، انهيءَ ڪري ان ملڪ تي 'ٻڌيا' نالو پيو. جيئن کي ٻيا پرڳڻا بہ قومن قبيلن پويان لوهاڻا، لاکا، سما يا سهتا سڏبا هئا. اهي سڀ قومون ۽ قبيلا ڪن صدين کان ونني ٻڌمت جا پوئلڳ هئا، ۽ انهيءَ ڪري ملڪ تي چچ برهمڻ جي قبضي جي خلاف هئا. پوءِ چچ حملا ڪري طاقت جي زور سان انهن سڀني کي مڃايو. 'ٻڌيا' طرف هن پهريائين ملڪ جي ڏاکڻي پاڳي 'سيوستان- ڪاڪا راڄ' (ڪڪڙ) تي حملو ڪيو ۽ بعد ۾ اترئين 'ڪيچي- گنداوا' واري پاڳي تي ڪاهيو. برهمڻ حڪومت جي خاتمي خاطر سنڌ جي مڪيہ قومن قبيلن محمد بن قاسم جي آجيان ڪئي ۽ مدد ڪئي. ان وقت 'ٻُڌيا' جي ڏاکڻي پاڳي (سيوستان ۽ ڪاڪا راڄ) ۾ ڪاڪا ۽ چنا مکيہ

قبيلا هئا، جن محمد بن قاسم سان صلح ۽ معاهدا ڪيا ۽ پڻ اسلام قبوليو.[1] نسل جي اعتبار سان، ڪاڪا ۽ چنا ساڳي برادري جا پاڙا هئا. اڄ ڪان ٻه سؤ سال اڳ نسبنامي جي اهڙي ڪا روايت موجود هئي، جو مير علي شير قانع 'تحفة الڪرام' ۾ ڄاڻايو ته محمد بن قاسم جي وقت جو سربراهه، جنهن جو نالو 'ڪاڪو' هو، سو به چنو هو. محمد بن قاسم پوءِ 'ٻڌيا' جي اُترئين پاڳي تائين ويو، جتي گنداوا (قندابيل) ۾ سندس دؤر کان اڳ، عرب فوج پهچي چڪي هئي. جڏهن 'ٻڌيا' جو سڄو ملڪ، سنڌ جي نئين عرب- اسلامي حڪومت ۾ اچي ويو ۽ سڀ قبيلا پڻ اسلام ۾ داخل ٿيا، ته به انتظامي لحاظ سان 'ٻڌيا' جي سڄي الهندي پاڳي تي، جيڪو جبلن سان لاڳو هو، 'ٻڌيا' جي قبيلن جي رياست قائم رهي. عرب- اسلامي حڪومت جي زوال ۽ پوءِ سومرن واري دؤر ۾ اها رياست غالباً هڪ جدا حڪومت بنجي وئي. سمن جي دؤر ۾، خاص طرح ڄام نظام الدين جي وقت ۾، سنڌ حڪومت جي مرڪزي طاقت 'ٻڌيا' طرف وڌي ۽ پڻ بلوچ قبيلن جو ان طرف غلبو ٿيو، جنهن ڪري ٻُڌيا جي قبيلن واري 'حڪومت' گهٽجي، هڪ ماتحت رياست بنجي وئي. سمن جي دؤر کان پوءِ اهي قبيلا ويتر وڌيڪ ڪمزور ٿيا.

تاريخي اعتبار سان، انهن قبيلن ۾ 'ٻُڌ' قبيلو وڌيڪ اڳاٽو ۽ وڌيڪ طاقتور هو. ڪڇي ضلعي (بلوچستان) جي ناڙي واري ملڪ تي، سندس سرداري قائم رهي. هن وقت پڻ اُتي 'مَٿُ' ٻُڌن جو مرڪزي شهر آهي. ڪجهه اڳ هيٺ 'هاشم ٻُڌ جي ڳوٺ' تائين ٻُڌن جي زمين هئي، پر ٻُڌن ۽ ٻُرڙن واريءَ جنگ ۾، جڏهن هاشم ٻُڌ ماريو ته ٻُرڙن اتي قبضو ڪيو. محمد بن قاسم جي وقت ۾ ڪاڪا ۽ چنا قبيلا، هيٺ سنڌ ۾، سيوستان ۽ ڪاڪا راڄ طرف مکيه قبيلا هئا. ان ساڳئي دؤر ۾ ۽ پڻ پوءِ، سومرن جي دؤر تائين، متي ڪَڇي جي ناڙي واري پرڳڻي ۾ گنداوا ۽ مُولهه (موره) جي پاڻيءَ وارو علائقو چنا برادريءَ جي چنن، وَڏن ۽ ماڇڪن قبيلن جي حڪمراني ۾ هو. اڳاٽي هڪ ڳاهه آهي ته:

چنا، وَڏا، ماڇڪا، مُوره مَڱ ڏئي[2]

---

[1] فتح نامي (چچ نامي) ۾ اهو ذڪر آهي، پر اڳے لفظ 'چنان' کي 'جنان' پڙهيو ويندو هو. قلمي نسخن جي پيٽ مان 'چنان' نالو صحيح ثابت ٿيو آهي. (ڏسو راقم جي تحقيق سان 'فتح نامي' جو نئون متن، ص91 (تاريخي تحقيقي ادارو، اسلام آباد 1983ع)

[2] هڪ روايت موجب چنن جو 'ماڇڪا' قبيلو سردار گهر هو ۽ ٻين سڀني کان وڏو هو.

سمن بعد، انهن جي حڪمراني ختم ٿي، پر سرداريون غالباً قائم رهيون. سمن کان پوءِ ارغونن- ترخانن ۽ مغلن جي حڪومت ٿي. ارغون بولان مان لنگهي، سبي ۽ ڪڇي وارن پرڳڻن مان ۽ پوءِ سنڌ جي ڪاڇي (جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جو الهندو ڀاڱو، جيڪو جبل سان لڳو آهي) مان ٿيندا، هيٺ سيوهڻ ڏانهن آيا، جنهن ڪري ارغونن ۽ چنا برادريءَ وارن قبيلن جو هڪ ٻئي سان منهن مقابل ٿيڻ، قرين قياس نظر اچي ٿو. 'بداماڻي پنري واري ڳالهه'[1] توڙي "چنن ۽ مغلن جي جنگ"[2] ۾ 'مغلن' جو ذڪر اچي ٿو، جن مان مراد 'ارغون' ٿي سگهن ٿا. چنا ۽ ٻيا جيڪي قديم 'ٻُڏيا' جا قبيلا هئا، سي سنڌ جي سمن کان الڳ هئا. سمن جي حڪومت ۾ سندن زور ڀڳو هو. ارغونن سنڌ جي سمن جي حڪومت تي ڪاهيو، انهيءَ ڪري ڪڇي ۽ ڪاڇي جي قبيلن ۽ ارغونن جي وچ ۾ صلح ۽ عهدناما ٿيڻ ممڪن هو. ان وقت جا مکيه برادر قبيلا پنج هئا: چنا، مورڙا، بدوا، ليبا ۽ بڊام[3] سورهيه پُنري جي پيءُ جو نالو 'بڊام' هو ۽ سندس نڪاح ۾ هڪ 'مغلياڻي' به هئي، جيڪا پنري جي ماٽيجي ماءُ هئي، يعني ته مغلن سان هتان جي سردار گهر جو رشتو هو. اهو سرداري گهر 'راءِ ڪنوچ' جو هو ۽ ارحڻ ان وقت گاديءَ تي هو. ٻئي گهراڻي جو وڏو حيدر هو. اهو وقت شاهه حسن ارغون جي دؤر وارو ٿو ڀانئجي، جڏهن ارغونن جي سنڌ ۾ حڪومت قائم ٿي چڪي هئي ۽ هو هتي وسي رسي چڪا هئا. ڳاهن ۾ البت دهليءَ جي بادشاهه جي چڙهائيءَ جو ٿاٽو ڏنل آهي، جيڪو پڻ غور طلب آهي. سنڌ جي روايتن ۾، مغلن کان اڳ، دهليءَ جي ترڪ سلطانن کي پڻ 'مغل' سڏيو ويو آهي. راءِ ڪنوچ واري وقت ۾ يا ان کان پوءِ چنا برادريءَ وارن قبيلن جا پاڻ ۾ وڏا نفاق ٿيا. ڪاڇي ۾ سندن ڪوٽ، ڳڙهه ۽ ڳڙهيون هيون، پر جڏهن پاڻ ۾ ڦِٽا، تڏهن مغلن جي ترارين جو ڪاچ ٿيا.[4]

---

[1] هيءَ ڳالهه اسان لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب "ڳاهن سان ڳالهيون" (سنڌي لوڪ ڪهاڻيون- 7، مطبوعه 1964ع، صفحا 122-128) ۾ قلمبند ڪئي آهي.

[2] ڏسو اندر صفحا (ص 97، ص 106)

[3] 'بڊوا' ساڳيو لفظ 'وڏوا' آهي ۽ موجوده 'وڏا' قبيلو اصل ۾ 'وڏوا' يا 'بڊوا' آهي.

[4] 'چنن ۽ مغلن جي جنگ' واريون ڳاهون ڪافي اڳاٽيون آهن، پر انهن جي اٿپوري روايت سببان، انهن ۾ ڏنل ٿاٽا ۽ اهڃاڻ، سمجهڻ ۾ ڏکيا آهن. هي مختصر بيان انهن ٿاٽن مطابق آهي، پر گهڻي حد تائين گماني آهي.

چنن چوراسي ورهئين ڪيو اوچل راڄ
جڏهن پيين پاڻ ۾، تڏهن ٿيا ٿهارين ڪاڄ

ٻيءَ روايت موجب:

چنا چوراسي راڄ، هئا ڪاچي ڪنڌيين،
جڏهن پيين پاڻ ۾، تڏهن ٿيا ترارين ڪاڄ.

متين ٻنهي ڳاهن مان 'چوراسي راڄ' واري روايت وڌيڪ وزندار آهي ۽ اسان ڪڇهرين ۾ سگهڙن کان اڪثر ائين ئي ٻڌو آهي. قبيلن جي گهڻائي وارو اهڃاڻ، شروع وارين ڳاهن ۾ بہ موجود آهي، جتي چڱن قبيلن جا نالا ڳڻيل آهن. ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ پوئين دؤر جي قبائلي برادري واري رياست، جنهن جو سربراه 'راءِ ڪنوڄ' جو گهراڻو هو، چوراسي سال هلي هجي ۽ 'چوراسي' وارو اشارو ان ڏانهن هجي، پر مجموعي طور سان اڳوڻي 'ٻُڌيا' ملڪ جي قبيلن يعني ٻُڌن، ڪاڪن، چنن جي حڪومت ۽ رياست اسلام واري دؤر کان اڳ شروع ٿي ۽ عرب اسلامي دور ۾، اها رياست طور قائم رهي. سومرن جو ان طرف تسلط قائم ڪونہ ٿيو ۽ اها رياست خود مختار رهي. البت سمن جي دور ۾، ڄام نظام الدين جي وقت، سنڌ جي حڪومت نهايت مضبوط ٿي، جنهن ڪري ڪَڇي- ڪاڇي واري قبائلي رياست جو اڳوڻو اوڄ ختم ٿيو. ان بعد چنا برادري وارن قبيلن (چنن، ٻـَدون، ليبن، ماڇڪن ۽ بدامن) جي زمينداريءَ ۽ سرداريءَ وارو دور شروع ٿيو، جيڪو ارغونن- ترخانن- مغلن وارو دور هو.

چنن ۽ ڪوٺريجن سردارن جو نزاع، جنهن جو ذڪر حسين چارڻ واري تاريخي بيت ۾ آهي، سو غالباً انهيءَ پوئين دور ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڪوٺريجن، جيسر راؤ ماڇي سردار کان مدد گهري، جنهن اچي چنن جي ملڪ تي قبضو ڪيو. انهن واقعن جو تاريخي توڙي جغرافيائي پس منظر پيچيدو آهي، پر غالباً حسين فقير سنڌ جي سِري واري اراضي جو ذڪر ڪيو آهي. جيسر راؤ ماڇي جي سرداري تعلقي ڪشمور ۽ تعلقي صادق آباد واري پاڳي ۾ هئي، جتي (تعلقي صادق آباد ۾) هن پوئين دور ٿائين. ماڇي جي سرداريءَ جو مرڪز رهيو آهي. ڪوٺريجا موجوده جيڪب آباد تعلقي ۽ ان سان لاڳو پاڳي ۾ آباد هئا، جتي ويندي هن وقت تائين ڪوٺريجن جو راڄ ۽ شهر موجود آهي. چنا اتر طرف، ناڙي ۽ ان سان لاڳو پاڳن ۾ آباد هئا. انهيءَ پاڳي کان اتر،

متيون گنداوا وارو ملڪ توڙي ڪڇي جو مولهہ وارو پاڳو اڳ ئي لاشاري قبيلن جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو. پر هيٺ ڪڇي ۽ ناڙي وارو ملڪ اڃان چنا قبيلن جي هٿ ۾ هو. جيڪو پوءِ اچي ماڇي سردار جيسر راؤ هٿ ڪيو ۽ اتي پوءِ ماڇي قبيلا آباد ٿيا. ان جا آثار اهي آهن، جو موجوده نصير آباد ضلعي جي ناتال ۽ ديري مراد جماليءَ کان ڏکڻ- اولهہ طرف 'ميرپور بي بي واري' تائين، ماڇين جا چار- پنج شهر (مروڙ، لانڊي وغيره) آباد آهن. اڃان بہ اڳتي مولوي سعد الله ماڇي نئون شهر ٻڌايو، جيڪو اڄ تائين 'مولوي' سڏجي ۽ آباد آهي. شهر 'مولوي' کان اتران 'پنج وهڻ' واري اراضي آهي، جنهن تي اهو نالو 'پنجن برساتي واهن' (مولوي سعد الله واهہ، صابري واهہ، رونگها واهہ، خان واهہ ۽ راڄ واهہ) تان پيو، جن مان هڪ مولوي سعد الله کٽايو. اسان هن سلسلي ۾ تحقيق ڪندي، شهر 'مولوي' ۾ قلات جي خان نصير خان جي سن14- محرم 1104هہ تي ڏنل هڪ سَنَد ڏٺي، جنهن ۾ 'مولوي' شهر واري سڄي ديهہ ماڇين سربراهن مان ملا آدم، طاهر، خضر، طيب، قبول ڪرم ۽ صالح کي پڪي ڪري ڏنل هئي،[1] جنهن جي معنيٰ تہ 1104هہ (1692ع) کان گهڻو اڳ جيسر راؤ ماڇي اهو ملڪ چنن قبيلن کان هٿ ڪيو.

## سوڍن راڻن جي رياست:

سنڌ جي ڏکڻ- اپرنڊين تر واري پاڳي ۾ ڪنهن آڳاٽي دور کان وٺي سوڍن جي حڪمراني ۽ رياست قائم هئي. اصل نسل جي لحاظ سان هي پرمار هئا. پر سنڌ ۾ هي سوڍا سڏجڻ ۾ آيا. سنڌن مُک اڳواڻ 'نڪر' ۽ راڻا ٿيا. 'فتح نامي' ۾ نڪرن اڳواڻن جو ذڪر آهي. عرب اسلامي دور کان وٺي سوڍا سنڌ جي مرڪزي حڪومت ۽ سنڌ جي حڪمرانن سان پيڙا ۽ شامل رهيا، ۽ مقامي طور سنڌن رياست قائم رهي. سومرن جي دور ۾، سوڍو راڻو مينڌرو، همير سومري جو وزير هو. پوين تاريخي دورن ۾ سوڍن جو ذڪر مسلسل طور اچي ٿو. پر ارغونن- ترخانن- مغلن واري دور ۾ هنن ۾ قبائلي نفاق وڌيو.

---

[1] جناب مير شاهنواز خان شاهلياڻي جمالي (محراب پور جمالي) جي محبت ۽ مدد سان اسان 'ناڙي' ملڪ جي اثارن جو مطالعو ڪيو ۽ اتي جو لوڪ ادب سهيڙيو. 6- جنوري 1977ع تي اسان شهر 'مولوي' ۾ منزل ڪئي ۽ اتي فارسي ۾ لکيل اها اصل سَنَد ڏٺي، جيڪا ان وقت ارباب غلام قادر جويي وٽ هئي. اها زمين پوءِ ماڇين کان جوين ۽ ٻين مقامي ماڻهن خريد ڪئي.

'ويسي ۽ ويرسين' وارو وير پيو.[2] سنڌ جي حڪمرانن بہ طرفداري ڪري سندن اختلافن کي وڌايو، جنهن جي ڪري آخرڪار هنن جي جدا جدا نــکن جون جدا جدا 'راڻپون' قائم ٿيون. ٽالپورن جي دور ۾ مقامي نظام ۽ انتظام جي مضبوطي جو مدار راڄن جي رضا ۽ راڄن سان اتفاق تي رکيل هو. حڪومت طرفان هر مکيہ قوم ۽ قبيلي کي سَنَدون، زمينون ۽ مقامي اختيار مليا. خاص طرح سرحدن تي وينل قومن ۽ قبيلن کي اندروني طور مڪمل آزادي ڏيئي سرحدن جو محافظ بنايو ويو. ڏاڪٽي سرحد تي راڻپور جي راڻن کي پڻ اندروني طور هڪ رياست وارا اختيار ڏنا ويا. ڪين سند ڏني وئي، جنهن موجب هو راڻپور ۽ سوراچند جي ڳوٺن، اڌ شهر جي واپاري محصول ۽ سنڌ مان ڪڇ ۽ گجرات طرف ويندڙ مال ۽ واپار جي چونگي ۾ پاڳي پائيوار ٿيا. اهڙيءَ طرح ويرا واهہ جي راڻي کي مقامي اراضي معافي ۾ ڏني وئي ۽ هو ويرا واهہ جي اڌ شهري محصول جو حقدار ٿيو. سڄي علائقي جي ڊل جو چوٿون حصو بہ کيس مليو ۽ موکئي ڊنڊ جي سڄي پيدائش سندس حوالي ٿي. انهيءَ رواداري ۽ فياضي جي ڪري هو سرحد جي حفاظت ۾ سنڌ جي حڪومت سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا.

سنڌ تي انگريزن جي غاصبانہ قبضي بعد، سنڌ جي خيرخواهہ قومن، قبيلن، سردارن ۽ سربراهن تي سختيون شروع ٿيون. انگريزن، ٻين سردارن وانگر راڻن کي مليل رعايتن کي پڻ ڪٽيو، ۽ 1859ع ۾ پارڪر جي راڻي ۽ مک اڳواڻ توڙي ويرا واه جي نڪر جا حق ضبط ڪيا. چاڪاڻ جو انگريزن جي ڌاري حڪومت سان هنن تعاون نہ ڪيو. اُن سال انگريزن ڏيئو مل کي ننگرپارڪر جو ڪاردار (مختيارڪار) مقرر ڪيو هو تہ اتي جي راڻن ۽ نڪرن' جو زور پڃي. ڏيئو مل جي زبردستين سببان، راڻن جا انگريزن سان مقابلا شروع ٿيا، جن جو ذڪر باب ٽائين هيٺ "راڻپور ۽ ويرا واهہ جي سوڍن جون انگريزن سان جنگيون" واري 'جنگنامي' ۾ بيان ٿيل آهن.

15- اپريل 1859ع تي راڻپور جي راڻي ڪرنجي ۽ سندس پاءُ پوپٽ سنگ، ويرا واهہ جي راڻي لاڌي سنگ، ڀهراڻي جي نڪر ۽ ٻين راجدارن گڏجي انگريزن خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. انگريزن جو پوليس ٿاڻو ڀــڃي

[2] ڪتاب 'بيگلار- نامي' مان ڏهين صدي هجري (سورهين عيسوي) ۾ سنڌ جي سوڍن جي اندروني اختلافن تي روشني پوي ٿي.

اچلايائون ۽ ڪاردار جي آفيس ڪي ساڙي ڇڏيائون. پوءِ انگريزن جون فوجون حيدرآباد توڙي ڪڇ مان چڙهي آيون. 3- مئي تي مقابلو ٿيو. انگريزم جي فوجي طاقت گهٽي هئي، انهيءَ ڪري راڻو ڪرڻجي ۽ لاڌو سنگ ۽ ٻيا گرفتار ٿيا. اهڙي طرح انگريزن جي دور ۾ سنڌ ۾ سوڍن جي انهن سرحدي رياستن ۽ راڻن جو خاتمو ٿيو.[1]

## نگامڙن جي رياست:

نگامڙن يا نگامرن جي قوم سامونڊي ڪناري لڳ آباد هئي ۽ هو اڪثر ٻيڙياتا ۽ سامونڊي ناڪئا هئا. ماهيگيري ۽ ساحلي واپار سندن خاص پيشو هو ۽ انهيءَ ڪري هو سکيا ستابا ٿيا. ستين صدي هجري (تيرهين صدي عيسوي) ۾ هو ڪاري لڳ ڪناري وارن علائقن ۾ طاقتور هئا. جو فتح نامي (چچ نامي) جي فارسي ترجمي ۾ علي ڪوفي سندن نالو ڪنيو آهي ۽ پنهنجي گمان موجب ائين ڀانيو آهي ته حن 'ميدن' (سامونڊي سرڪشن) مسلمانن جي ٻيڙين کي ڦُريو هو، سي نگامرا هئا. سومرن جي آخري دور جي "اُڍو ۽ هوتل پري" واري مشهور عاشقاڻه داستان جي 'هوتل پري' حقيقت ۾ نگامري شهزادي هئي ۽ اُڍو ڪڪرالي جو ڪيهر چام هو.[2] اسلام جي اچڻ کان پوءِ نگامرا اسلام ۾ داخل ٿيا. ۽ اهي سامونڊي ناڪئا ۽ واپاري جن جو ذڪر شاهه جي رسالي جي 'سر سامونڊي' ۾ آهي، تن مان غالباً گهڻا نگامرن مان ئي هئا. مغلن جي دور ۾ 'نگامرن جي رياستن' جو حڪمران راڻو عبيد هو. مغلن جي آخري دور ۾ راڻو اجمال ٿيو ۽ ان بعد ويندي ڪلهوڙن جي دور تائين هن رياست جي حڪمراني راڻي اجمال جي پوين يعني 'اِجمالين' جي هٿ ۾ رهي. اجمالي گهراڻي جي راڻن جي گادي پهريائين 'ڪُتي ڪوٽ' ۾ هئي، پوءِ 'ڪُڏي' واري ڪاري تي (رتي ڪوٽ ۾؟) تي، ۽ آخر ۾ سندن گادي ڏاراجا ۾ تي:

اول هئا 'ڪتي ڪوٽ' تي، پوءِ وئا 'ڪُڏيءَ' پاس ڪٺي
الله! اجمالين جي اوچي ڪچ آٺي
ڏاراجي ڏٺي، ڏسي مچ نه مونيا.

---

[1] ويرا واهه جي پونجاڻي نڪرن بابت وڌيڪ احوال آنجهاني رائچند جي "تاريخ ريگستان" ۾ ڏسڻ گهرجي.
[2] لوڪ ادبب جي ڪتاب "مشهور سنڌي قصا: عشقيه داستان - 1" ۾ اسان هن افساني جي روايتن کي سهيڙي مرتب ڪيو آهي ۽ پڻ مقدمي ۾ نگامڙن جي راڻن ۽ سندن رياست تي روشني وڌي آهي جنهن جو تفصيل اُتي ڏسڻ گهرجي.

ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهه جي دور ۾ 'نگامرن جي رياست' ايڏي وڏي ڪانه هئي، تہ بہ هڪ مضبوط ننڍي رياست هئي ۽ راڻو ارجن ان جو حڪمران هو. ميان نور محمد محض پنهنجي طاقت ڄمائڻ ۽ پنهنجي حڪومت جي حدن وڌائڻ خاطر راڻي ارجن کي حملن ذريعي هيسائڻ شروع ڪيو. ميان غلام شاهه پوءِ بجار جوکئي کي ڀيجي راڻي ارجن کي بيدردي سان مارايو. اهڙيءَ طرح نگامڙن جي هي آڳاٽي تاريخي رياست ڪلهوڙن جي دور ۾ ختم ٿي. اهو واقعو باب پنجين هيٺ 'بجار جوکئي ۽ راڻي ارجن جي جنگ' بابت جنگنامي ۾ بيان ٿيل آهي، جنهن جو تاريخي پس منظر هيٺين ريت آهي:

بجار جوکيو اڄا جوکين جو چام ڪونہ هو، پر وڏو ڏاڍو مڙس هو. ميان غلام شاهه جي اشاري تي بجار ۽ سندس ساٿين راڻي ارجن تي اوچتو حملو ڪيو، جنهن ۾ راڻو ارجن مارجي ويو. ان وقت ڪي ٿورا مڙس اُتي راڻي وٽ هئا، جن سامهون بجار تي حملو ڪيو. انهن مان ٽن جا نالا بيتن ۾ اچن ٿا. ٻيا جيڪي وڙهيا ۽ جن جو ذڪر ٻين بيتن ۾ آهي، سي غالباً تڏهن جڏهن ان ڪان اڳ ڪلهوڙن جي لشڪر راڻي جيِ ڪوٽ تي حملو ڪيو هو.

تحفة الڪرام جي هڪ بيان موجب 1156هہ ۾ ڪجهہ وقت لاءِ ٺٽي جو انتظام مغلن جي شاهي وڪيل، ڏاراجه جي راڻي ۽ 'ارباب ساجن رانيه' جي حوالي ڪيو ويو هو.[1] انهيءَ ڪري راڻي جي ماڻهن جو ٺٽي طرف اچڻ ڪا نئين ڳالهه ڪانہ هئي، مگر تحفة الڪرام ۾ اڳتي ڄاڻايل آهي تہ سن1160هہ ۾ ڏاراجه جي راڻي جي چور تي جبل جي جنگجو ماڻهن مان ڪي بہ چار سؤ شهر ٺٽي جي پسگردائي تي چڙهي آيا. ان وقت مَسُو فقير، ميان نور محمد جي پاران ٺٽي جو حاڪم هو. سندس لشڪر مڪلي جي قبرستان جون قبرون لتاڙي حملي ڪندڙن کي سامهون ٿيو، پر باوجود گهڻائي جي شڪست کاڌائون. پوءِ ميان نور محمد جو پٽ محمد خداداد خان وڏي لشڪر سان چڙهي آيو ۽ مسو فقير کي معزول ڪري بلاول فقير نائج کي ٺٽي تي مقرر ڪيائين. راڻو پنهنجو لشڪر قلعي جي بچاءَ لاءِ ڇڏي پاڻ درياءَ (بگهاڙ) ٽپي ٻئي طرف هليو ويو. راڻي جي انهيءَ ٿوري لشڪر اهڙو تہ مقابلو ڪيو جو لاچار ٿي

---

[1] مير علي شير قانع: تحفة الڪرام، فارسي متن، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1971ع، صفحا 456-458.

خدا داد خان هڪ ڪوڙو جعلي دستاويز ڏيکاري قلعي تي قبضو ڪيو. شاعر محسن ٺٽوي ان واقعي جي تاريخ هن طرح ڪڍي:

دلــم ازبهر سالــش فکرمي کرد
خرد گفتا "بحق فتح مبين" است

1161

ان واقعي کان ڪجھ پوءِ، ٺٽي جي نائب شيخ شڪر الله، بجار جوکئي کي سڏائي راڻي کي مارڻ جو تاڪيد ڪيو. منصوبو رٿيل هو تہ راڻي کي صلح جي بهاني سان گهرائي، پوءِ حملو ڪري مارجي. پر ان بعد سن 1164هـ ۾ شيخ شڪر الله سمنڊ ذريعي مسقط ڏانهن محمد مرادياب خان کي ونئي اچڻ لاءِ روزانو ٿيو. جو واٽ تي بيڙي ۾ ئي وفات ڪيائين. انهيءَ ڪري اهو منصوبو رهجي ويو، جيڪو پوءِ ميان غلام شاھ جي دور (1170-1186هـ) ۾ پورو ٿيو.[1] بهرحال هن حملي ۾ راڻي جي مارجڻ جو جيترو تفصيلي بيان هن واقعي بابت جنگنامي جي روايتن ۾ آهي، اوترو ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ ڪونهي.

## پنهوارن جي رياست:

سنڌ جي نسبنامن جي عام روايت مطابق "پنهوارن" جا وڏا اصل ۾ هڪ عرب قبيلي مان هئا ۽ محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيا. "فتح نامي جي بيانن توڙي بين اڳين معتبر تاريخن مان اهو ثابت آهي تہ محمد بن قاسم پنهنجي فوج مان، جدا جدا قبيلن جي ڪن چونڊ ماڻهن کي جدا جدا جاين تي رهايو، ۽ بعد ۾ خليفي سليمان هڪ عام حڪم نامو ڪڍيو تہ جيڪي بہ سپاهي سنڌ ۾ آهن، سي اتي ئي رهن، محنت ڪن ۽ زمينون آباد ڪري پنهنجو گذران ڪن. پنهورن جا وڏا، پنهنجي اصل بدوي زندگيءَ کي ترجيح ڏيندي، شهرن کان ٻاهر وڃي رهيا ۽ رڍن ٻڪرين جا ڌڻ ڌاري گذران ڪيائون، جنهن ڪري وقت گذرڻ سان هو "پنهوار" (پهون = ٻڪريون. پهون + وار = ٻڪرين وارا) يا "پنهور" سڏجڻ لڳا. سنڌ جو وڏو عالم ۽ محقق مخدوم محمد هاشم ٺٽوي "پنهور" هو. پر ونس کي اهڙيون لکيتون يا پڪيون روايتون هيون، جو پاڻ کي پنهنجي نسبنامي جي اصليت جي لحاظ سان "اسدي قريشي" ڪري

[1] سن 1888ع ۾ انگريزن جي وقت جي جاگيردارن، ڪاتيدارن، پٽي- دارن جي يادداشت ۾ پڻ بجار جو حملو ۽ راڻي ارجن جو مارجڻ ميان غلام شاھ جي دور ۾ ڄاڻايل آهي.

لکيو اٿس.[1] انهيءَ عرب قبيلي وارا (جيڪي پوءِ "پنهوار" سڏيا ويا) غالباً محمد بن قاسم جي دؤر ۾ "سيوهڻ" يا "ڪاڪا راڄ" (ڪڪڙ) طرف رهايا ويا ۽ انهيءَ علائقي ۾ سندن پوين (پنهوارن) جي مکيه مرڪزي آبادي قائم رهي. اندازاً سمن جي پوئين دؤر ۾، جڏهن ڪان ڪاڪن - ڇنن واري قبائلي برادريءَ جو زوال شروع ٿيو ته دادو ۽ ڇني جي ڏکڻ - الهندي ڀاڱي تي پنهوارن جو ۽ دادو - سيوهڻ جي اپرندين علائقي تي ڪوٺريجن جو قبضو ٿيو. ميرزا قليچ بيگ جي گمان موجب: "1725ع ڌاري يا ان کان اڳ ڪاهري واري ڀاڱي ۾ پنهورن ۽ ڇنن جي حڪومت هئي. ڪاهري، سامتاڻي، پرڳڻي جو صدر مقام هو." (يادگيريون، ص 50). مگر غالباً اها ڳالهه 1725ع کان گهڻو اڳ جي آهي.

حسين چارڻ جي تاريخي شعر ۾ مير پنهوار جي سرداري ۽ سندس رياست جو ذڪر آهي، جيڪا سيوهڻ واري علائقي سان دنگئي هئي. اهو مغلن جو آخري دؤر هو، جو دادو طرف ميان نصير محمد جي طاقت وڌي رهي هئي ۽ ڪلهوڙن طرفان مقامي قومن قبيلن جي رياستن تي دٻاءُ پوڻ شروع ٿيو. پر حسين چارڻ جي شعر جي شاهديءَ موجب مير پنهوار، ميان نصير محمد جي آڻ نه مڃي. غالباً اُهوئي سبب هو، جو ميان نصير محمد پنهوارن جي طاقت کي ٽوڙڻ جو پڪو پهه ڪيو. سن 1103هه ۾ ميان دين محمد پنهورن تي حملو ڪيو ۽ مير پنهوار شڪست کاڌي، پر وري لشڪر گڏ ڪري لڙائيءَ جي تياري ڪيائين. مرڪپور وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ پنهورن هارايو ۽ ميان جي حڪم سان، پنهورن جي زمين تي قبضو ڪري ڪين پوريءَ طرح آڻ مڃائي وئي.

ميان نصير محمد جي فقيري ۽ فيض سان، گهڻا بلوچ قبيلا "ميانوال طريقي" ۾ داخل ٿي چڪا هئا. دادو ۽ جوهي وارن علائقن (تعلقن) ۾ رهندڙ جمالي، شاهاڻي، رند ۽ ڪوسا سندس سڳي ۾ هئا، جن مان ڪوسا، جيڪي ارڏا ۽ ڏاڍا هئا، سي ڇني سان لاڳو ڏکڻ طرف رهندڙ هئا. ڪوسن، پنهوارن جي حد ۾ لوڙهيون هڻڻ شروع ڪيون. مير پنهوار کان پوءِ پنهوارن ۾ ٻه شايد ٻه سرداريون ٿي ويون هيون: اصل مرڪز "سامتاڻي" ۾ قيصر پنهوار سردار هو، ۽ مٿي اتر طرف "اراڙي" ۾ حيدر پنهوار سردار هو. باوجود انهيءَ جي، مقابلي ۾

[1] راقم، مخدوم صاحب جي ڪنهن ڪتاب ۾ سندس پنهنجن هٿن اکرين لکيل اهڙي عبارت ڏٺي آهي، پر هي سٽون لکندي ڇنيءَ طرح ياد نٿو اچي، ته اها عبارت ڪهڙي ڪتاب ۾ هئي.

پنهوارن، کوسن جي سربراهه گولي کوسي کي ماريو، پر هنن جا بہ گھڻا ماڻهو مئا ۽ پنهوار وڏيڪ هيڻا ٿي ويا. جڏهن تہ منجهن وڏيڪ مقابلي جي طاقت نہ رهي، انهيءَ ڪري هنن لاچار ميان نصير محمد جو فيصلو قبول ڪيو، جنهن موجب اولهہ طرف جبل کان وٺي اوپر طرف "ناري" تائين، پنهوارن جو سجو علائقو سردار گولي کوسي جي قتل جي عيوض کوسن کي ڏنو ويو[1]. انهيءَ فيصلي کان پوءِ پنهوارن جو زور ٽٽي ويو ۽ هو ميان جا مڪمل طور مطيع ٿي ويا. باوجود انهيءَ جي پنهورن کي بالڪل ئي بي دخل ڪرڻ ۽ ٽڙي ڪڍڻ خاطر ميان يار محمد مٿن حملو ڪيو. پنهورن پيغام موڪليو تہ اسين ڪين وڙهنداسون ۽ سامهون ترار نہ ڪڍنداسون. تڏهن ميان يار محمد چيو تہ: مٿن ڏنڊن ۽ لٺين سان حملو ڪريو." اهين ڏنڊن ۽ لٺين سان پنهورن کي مار ڏي، ڪاهري تي قبضو ڪيائون[2]. انهيءَ تان ميان يار محمد عام طرح "يارو ڏنڊئي" مشهور ٿيو، ۽ اهو ڏنڊو جيڪو ڪاهري تي ڪيل حملي ۾ ... هٿ ۾ هو، سو پوءِ سندس قبي ۾ سنڀالي رکيو ويو. جنهن جي ... سان وجي ڏنو. ميان يار محمد، ڪاهري لڳ پنهنجو ڪاديءَ جو نئون شهر "خدا اباد" بڌايو. "پنهوارن جي سامتاڻي رياست" ائين ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ختم ٿي.

## ڪکرالي جي ڪيهرن جي رياست:

سنڌ ۾ سمن جي حڪومت کان اڳ سنڌ جي سمن جي ڪڇ ۾ پنهنجي حڪومت قائم هئي، جنهن جو مرڪزي علائقو "ابڙاسيو" هو. اتان پوءِ جام مهڙ سنڌ جي ڪکرالي پرڳڻي ۾ پنهنجي رياست قائم ڪئي، جيڪا سمن جي دور ۾ قائم رهي[3]. هيءَ رياست "اوڃتي" درياءَ جي ڏکڻ، ڪيٽي بندر کان اوپر

---

[1] ڏسو باب پنجون، "ميان نور محمد جو کوسن کي هڪالي ڪڍڻ". کوسا اڳئي زبردست هئا ۽ مٿان ڪري ويهڻ وارا ڪين هئا. جڏهن پاڙيسري قبيلن شاهاڻين ۽ جمالين سان وڙهيا، تڏهن ميان نور محمد خود کوسن تي لشڪر چاڙهي، ڪين ڇني ۽ ڳنيڙاڄ واري علائقي مان بي دخل ڪيو.

[2] پنهورن جا سربراهه پوءِ سامتاڻي ڇڏي ويا. ڪي درياءَ جي ڪڇي ۾ وڃي ويٺا، ڪي درياءَ ٽپي، اوپر طرف ويا ۽ ڪي دادو ۽ لاڙڪاڻي جون حدون ٽپي، جيڪب آباد طرف هليا ويا. وڏيرو عمر پنهور ۽ وڏيرو قنبر پنهور ٽالپورن جي دؤر ۾ ساماڻا. جن جو ذڪر "باب ڇهين" هيٺ "رندن جو مگسين تي حملو" واري جنگنامي ۾ آيل آهي.

[3] جام مهڙ ۽ ڪکرالي جي ڄامن بابت اسان ڪجهہ تفصيل لوڪ ادب سلسلي جي اٺيهين ڪتاب (مشهور سنڌي قصا: سنڌ جا عشقيہ داستان-1. سنڌي ادبي بورڊ 1964ع. مقدمو صفحا 6-5) ۾ ڏنو آهي، جتي ڏسڻ گهرجي.

سچي ساموندي ڪناري لاڳو علائقي ۾ ويندي، "بستا بندر" تائين پکڙيل هئي. شاهه بندر تعلقي (موجوده "لاڏيون") واري اراضي هن رياست جو مرڪز هئي ۽ جاتي تعلقي جو اولهندو پاڱو به هن ۾ شامل هو. سمن جي حڪومت کان پوءِ ڏهين صدي ۾ ڪڪرالي جو حڪمران ڄام ڄراڙ هو ۽ بوءِ ڄام ڏيسر ٿيو. جنهن کان پوءِ ڄام هالو ٿيو. ترخانن جي دور کان وٺي هن رياست تي سنڌ جي حاڪمن جا حملا شروع ٿيا. جو اها نهايت آباد هئي، پر ڪيهرن به آڏو مقابلا ڪيا. مرزا عيسيٰ جي وقت ۾ "هالو" ڪڪرالي جو ڄام هو. 979هه /1571ع ۾ مرزا محمد باقي ڪڪرالي تي حملو ڪري خان (ڄام ويسر) پٽ ڄام ڏيسر کي، جيڪو ان وقت ڄام هو، کي شڪست ڏني ۽ هو مارجي ويو. پر اتان جي راڄدارن جن ۾ "ڪوڙ" قبيلي وارا طاقت ۾ هئا، مقابلا جاري رکيا. 980هه ۾ وري مرزا محمد باقي پنهنجو لشڪر چاڙهي موڪليو. جيڪو ڪڪرالي جي قبيلن جي گڏيل طاقت سان پڄي نه سگهيو ۽ حڪومت وري ڄام ويسر جو پيءُ ڄام ڏيسر جي حوالي ٿي. مغلن جي دؤر ۾ شهزادو خرم (شاهه جهان) جڏهن دهلي مان پيءُ سان ڪاوڙجي سنڌ ۾ آيو ته ٺٽي جي مغل صوبيدار ۽ ڪڪرالي جي ڄام سندس مخالفت نه ڪئي، جنهن جي معنيٰ ته مغلن جي حڪومت سان ڪڪرالي جي ڄام جا صلح وارا معاهدا ٿيل هئا. ڪڪرالي جي گاديءَ جو هنڌ "ديرو" هو، جيڪو ڏهين صدي هجريءَ ۾ اوج تي هو. ٻيو مکيه شهر "ميليو" (ابن شاهه جا ٽڪر) هو. غالباً يارهين صدي ۾ "ڳڙهه آباد" ٻڌايائون، ۽ اتي پنهنجي گادي ڪيائون.

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ڪڪرالي جي ڄامن خلاف وڏيڪ ڪاروايون شروع ٿيون، پر ميان نور محمد جي حڪومت جي آخري دؤر ۾ ڪڪرالي جي ڄام ڏيسر (ثاني) سان صلح جا معاهدا ٿيا. ڄام ڏيسر (ثاني) جو نالائق پٽ، پيءُ جي خلاف ميان محمد مرادياب وٽ پهتو ته جي مون کي "ڄام" بنايو ته ٽيون حصو ملڪ يا آمدني ڏيندس. ميان محمد مرادياب پئسي جي لالچ واري هوس ۾ حڪم ڏنو ته ڄام ڏيسر (ثاني) تي لشڪر چڙهائي ڪري. وڏن اميرن ۽ صلاحڪارن مان مير بهرام خان ۽ مراد خان ڪيلري ميان کي سمجهايو پر هن مال ملڪيت جي لالچ ۾ ڄام ڏيسر (ثاني) تي حملي جو حڪم بحال رکيو. ميان جي انهيءَ روش ۽ پئسي جي هوس جو بيان ميرزا محمد علي

"ڪڪرالي" جي جنگ بابت پنهنجي مثنوي ۾ ڪيو آهي. محمد مرادياب جي ڪم ظرفي بابت لکي ٿو ته:

نه از ملک و از لشکرش آگهي
چنين باشد آن روزگارِ تهي
شدي گر بسويش کسي داد خواه
نمودي ز بيداد کارش تباه
نبودش بجز شغل کين پيشهٔ
نه جُز فکرِ بيداد انديشهٔ

1167هه کان حملا شروع ڪري ڄام ڏيسر (ثاني) کي پنهنجي گادي (ڳڙهه آباد؟) ڇڏائي "ديره" ۾ وهاريائون. مگر محمد مرادياب پوءِ جلدئي معزول ٿيو ۽ ڄام ڏيسر (ثاني) پنهنجي رياست بدستور سنڀالي. 1173هه ۾ وري ميان غلام شاهه، ڄام خلاف لشڪر چاڙهيو، ڇاڪاڻ جو ميان غلام شاهه جڏهن حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش پئي ڪئي، تڏهن ڄام ڏيسر (ثاني) سندس پوري مدد نه ڪئي هئي. بالآخر 7- صفر سن 1174هه /1760ع ۾ ڄام ڏيسر (ثاني) جي گادي جي شهر "آباد" تي ميان جي لشڪر قبضو ڪيو ۽ ڄام پڇي وڃي ڪڇ ۾ پناهه ورتي. ڄام جو پٽ بدستور پنهنجي پيءُ جي خلاف ميان صاحب جي نوڪري ۾ رهيو. اهڙيءَ طرح ڪلهوڙن جي دور ۾ ميان غلام شاهه هٿان ڪيهر سمن جي قديم رياست ڪڪرالي جو خاتمو ٿيو.

## (ج) ڪوهستان، حب، ملير ۽ ساڪري جا مکيه قبيلا

سنڌ جي ڏکڻ - الهندي ڀاڱن ۾ نئن بارڻ کان اولهه - ڏکڻ واري ڪوهستاني علائقي نئن حب ۽ نئن ملير جي وادين، ڏکڻ - اوڀر طرف نئن گهگهر جي وادي، وٽيجي، دابيجي ۽ اگتي سڄي ساڪري تائين برفت - نومڙيا، لاشاري، ڪرمتي (بلوچ) ۽ جوکيا مکيه ۽ طاقتور قبيلا رهيا آهن. جن جو ذکر ڪيترن ئي جنگنامن ۾ اچي ٿو. مختلف وقتن تي، ڪڏهن ڪن قبيلن جو پاڻ ۾ صلح ۽ دوستي وارو ناتو، ته ڪڏهن مخالفت ۽ جنگ وارو سلسلو رهيو. آثارن ۽ روايتن کي مد نظر رکندي ائين معلوم ٿئي ٿو. ته سمن جي دور کان وٺي مغلن جي اوائلي دور تائين، لکي کان وٺي حب ندي جي ڪوهستان

تائين برفت ۽ نومڙيا قبيلا طاقتور رهيا، حب، ملير ۽ ساڪري واري پاڳي ۾ لاشاري ۽ ڪرمتي قبيلا طاقتور رهيا، ۽ آخر ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ جوکيا طاقت ۾ آيا. بين ننڍن قبيلن مان پڙج، جاڪرا، سورا، پالاري، ڇڇر ۽ گانئچا پنهنجن پنهنجن ماڳن تي ٿوري گهڻي عرصي لاءِ مضبوط رهيا. هيٺ اسان ڪن مکيه قبيلن جي طاقت ۾ اچڻ جي تاريخوار سلسلي ۽ سندن هڪٻئي سان تعلقات تي مختصر طور روشني وجهنداسون.

**لاشاري قبيلا:**

نائين صدي هجري (پندرهين عيسوي) ۾ بلوچن جي رند ۽ لاشاري قبيلن جي وڏي جنگ سالن جا سال هلي. رندن جو سردار مير چاڪر هو، جنهن جي حڪومت سبي ۽ فتحپور ۾ هئي ۽ لاشارين جو سردار مير گهرام هو، جنهن جي حڪومت گنداوا ۾ هئي. دريا خان لاشاري قبيلي جو هڪ ذهين ۽ بهادر نوجوان هو، جنهن ٺٽي ۾ اچي نوڪري ڪئي هئي، جتي هو بالآخر سلطان ڄام نظام الدين جو وڏو وزير ۽ سپه سالار ٿيو ۽ "مبارڪ خان" جي لقب سان مشهور ٿيو.[1] دريا خان جي صلاح مشوري سان ئي سنڌ جي حڪومت لاشارين ۽ ساڻن شامل قبيلن جي پنيرائي ڪئي، ٻئي طرف رندن ۽ ساڻن شامل قبيلن ارغونن کان مدد ورتي. سن 898هه (1492ع) ۾ دريا خان جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ جي لشڪر، جنهن ۾ لاشاري، چانڊيا، مگسي ۽ ٻيا قبيلا شامل هئا، ارغونن جي لشڪر کي شڪست ڏني. جنهن ۾ شاهه بيگ ارغون جو ڀاءُ محمد بيگ مارجي ويو. ان کان پوءِ سلطان ڄام نظام الدين جي باقي دور (898- 914ع) ۾ لاشارين، چانڊين، مگسين ۽ ٻين قبلين کي، جن ارغونن کي شڪست ڏني هئي ۽ جيڪي پوءِ به سنڌ جي فوجي طاقت جا مکيه سرواڻ رهيا، سلطان ڄام نظام الدين طرفان جاگيرون ۽ انعام اڪرام مليا. لاشاري قبيلي جي سربراهن کي گاديءَ جي شهر ٺٽي جي آسپاس وارن علائقن ۾ جاگيرون مليون. نسبنامي جي روايتن، تاريخي اهڃاڻن، آثارن (قبرستانن) ۽ جنگنامن جي ڪن روايتن مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته لاشاري سردار سونڊا، حب - ملير ۽ پير پٺي وارن ماڳن تي آباد ٿيا. سردار مير گهرام لاشاري جو پوٽو مير اسحاق (وڏو) غالباً دريا خان جي لشڪر سان گڏ

---

[1] دريا خان جي حسب نسب بابت تفصيل لاءِ ڏسو اسان جو (ليکڪ جو) مضمون ص 99. سماهي مهراڻ، نمبر 1-2، 1980ع، سنڌي ادبي بورڊ.

سنڌ ۾ آيو ۽ سلطان ڄام نظام الدين طرفان کيس "ملڪ" جو خطاب مليو. هن رجيرن ڪرمتين مان شادي ڪئي ۽ حب - ملير ۾ رهيو. ڄام نظام الدين جي وفات بعد، ڄام فيروز جي دور ۾ سمن جي حڪومت جو زوال شروع ٿيو ۽ 927هه (1520ع) ۾ دريا خان جي شهادت بعد ارغونن جو سنڌ تي غلبو ٿيو ۽ ان سان گڏ لاشارين ۽ ٻين ساڻن شامل قبيلن تي ارغونن جي لشڪر چڙهايون ڪيون. ان وقت مير گهرام جو پٽ مير راميڻ سنڌ ۾ هو. پير پٺي وٽ ارغونن جي لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿيو ۽ پير پٺي تي دفن ٿيو.[1] ٻيءَ روايت موجب انهن حملن کان اڳ هو گجرات طرف هليو ويو هو. ۽ لاشارين سندس پٽ ملڪ اسحاق جي اڳواڻي هيٺ سونڊن وٽ ارغونن جي لشڪر جو مقابلو ڪيو، جنهن ۾ ملڪ اسحاق ۽ ٻيا وڏا سربراهه شهيد ٿيا. جن جون چٽسالي ۽ تصويرن سان اُڪريل وڏيون شاهي قبرون سونڊن جي مقام ۾ موجود آهن. حب ۽ ملير ۾ لاشاري قبيلن مان ڪي بچي ويا. جن مان مغلن جي اوائلي دور ۾ مير عالي سردار هو، جنهن جو اولاد موجوده "عالياڻي" لاشاري آهن. ٻئي مکيہ قبيلي "سلطاناڻي" بابت هڪ روايت ائين آهي تہ سندن وڏا دريا خان جي دور ۾ "سلطان" ڄام نظام الدين جي محافظ دستي جا خاص ماڻهو هئا ۽ انهيءَ ڪري "سلطاناڻي" سڏيا ويا. مير عالي جي وقت ۾ ڪرمتي قبيلا هيٺين ملير واري اراضي ۾ پهتا، ۽ مير عالي سندن مدد ڪئي. "سلطاناڻي" ۽ "عالياڻي" لاشارين جا رئيس پاڙا ٿيا. اهي توڙي ٻيا لاشاري پاڙا جن جو سلسلو مٿان سمن جي دور کان شروع ٿيو، سي پوءِ مقامي عرف عام ۾ "منڌير" سڏجڻ لڳا. جڏهن پڙجن جي ڪرمتين ۽ لاشارين سان جنگ ٿي، تڏهن لاشاري اُتر طرف ملير، حب ۽ گڏاپ ۾ سوئنگل واري علائقي ۾ آباد هئا. ۽ عمرخان سندن سردار هو. مغلن جي زوال واري دور ۾ لاشارين جو سردار "عالياڻي" پاڙي مان بنگي خان هو، جنهن سان ٻجار جي سربراهيءَ هيٺ جوکين جو راڄ پيڙو ٿيو، ۽ بنگي خان انهن جي حب واري علائقي ۾ آباد ٿيڻ ۾ مدد ڪئي.

**پڙج قبيلا:**

پڙجن جي هڪ ننڍي قوم غالباً سومرن جي دؤر کان ونئي حب ملير کان هيٺ گهاري تائين ۽ گهاري کان ڏکڻ اولهہ کيراڻي واري علائقي ۾ آباد هئي. ان

---

[1] هڪ ٻي روايت موجب هو ڪلان ڪوٽ تي ماريو. پر اها روايت صحيح نٿي لڳي. (ليکڪ)

وقت سنڌو نديءَ جو هڪ هينيون چوڙ ڦٽو درياءُ هو. جيڪو گهاري کان ڏکڻ اولهه طرف وهندو هو. موجوده "ڪيراٽي ديهه" پڙجن جو ٻيلو هو. "ماڙي مورڙو" جنهن جا ڪنڊر ڪيراٽي ديهه ۾ آهن ۽ ٻيو ٽنين واري مسجد جي شهر جا ڪنڊر پڙجن جي وقت جا يادگار آهن. مٿان درياءُ جي رخ بدلڻ ۽ پاڻيءَ جي کوٽ سببان پڙجن وارو اهو علائقو ويران ٿيو. انهيءَ ڪري ڪي قبيلا هيٺ ساڪري ۽ گهوڙا ٻاري طرف ويا ۽ ٻيا سندن مٿئين حب ۽ ملير واري ماڳ ڏانهن ويا. جتي هو پنهنجي لاءِ وڏيڪ علائقو هٿ ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڪري پڙجن جو، اتي جي لاشارين ۽ ڪرمتين قبيلن سان ٽڪر ٿيو، جنهن ۾ سندن زور ٽٽو ۽ ڪين حب ۽ ملير واري علائقي مان ٻي دخل ٿيڻو پيو. اهو مغلن وارو اوائلي دؤر هو. ان وقت ڪرمتين جو سردار ملڪ حاجي هو، جنهن پڙجن کان ملير وارو علائقو هٿ ڪيو. ڪي هڪ ٻه راڄ پڙجن جا حب واري پاسي رهيا. ۽ جڏهن جوکيا راڄ "ڪنگوري" واري پاسي کان سندن سربراهه ٻجار جي اڳواڻيءَ هيٺ حب واري علائقي ۾ آيا ته پڙجن جي راڄدارن ۾ اجا ايتري همت هئي، جو جوکين کي پنهنجي اراضي طرف وڌڻ نه ڏنائون ۽ پٽر (روهي) کوڙي دنگ ڪديائون ته جٿن جوکيا اڳتي نه وڌن. هڪ راويت موجب تڏهن ٻنگي خان جوکين جي مدد ڪئي.

**ڪرمتي قبيلا:**

"ڪرمتي" هوت بلوچ آهن، جيڪي ڪنهن آڳاٽي وقت کان مڪران ۾ ساموندي ڪناري لڳ "ڪلمت" واري علائقي ۾ آباد ٿيا. "ڪلماتي" يا "ڪلمتي" سڏجڻ لڳا. سنڌ ۾ آيا ته (سنڌي اچارموجب) "ڪرمتي" مشهور ٿيا. نائين ڏهين صدي هجري (15-16 عيسوي) ۾ هوت قبيلن جي ڪلمت ۾ پنهنجي خود مختيار رياست قائم هئي. ڏهين صدي هجري (16- صدي عيسوي) ۾ هن رياست جو حڪمران حمل خان پٽ جيئند هو، جنهن پورچوگيزن جي ساموندي حملن جو بهادريءَ سان مقابلو ڪيو هو. ان کان الڳ غالباً 9- صدي هجريءَ ۾ ڪي ڪرمتي قبيلا هنگلاج ۽ هگور نديءَ واري واٽ سان سنڌ ڏانهن وڌيا ۽ پهرياڻين هو لس ٻيلي جي ڪارڙي ۽ ٻواني وارن علائقن ۾ رهيا، جتي سندن قديم قبرستان موجود آهن پوءِ حب ندي ڏانهن وڌيا. سندن سردار تڏهن "راڏا" گهراڻي مان هئا. راڏي سردار حاجي (بن نوتڪ بن عالي بن عمر بن ٻجار بن هوت بن جلال خان) پهرياڻين حب وارو علائقو ٻرن کان هٿ ڪيو

۽ پوءِ ملير پڙجن کان هٽ ڪيو. پڻ مغلن کان وڏيڪ وڏي اراضي مال لاءِ مقاطعي تي ورتائين، جنهن ۾ ڪارڙي جو لڪ، پبوٽي، لوهار جو لنگهه، سورينگ، بولاڙي (ڪوئنڪر وٽ). جرندو ۽ گوربان شامل هئا. حاجي غالباً مغلن جي اوائلي دؤر ۾ تيو. مَلڪ حاجي کاِن پوءِ ملڪ براهم، ملڪ اسحاق، ملڪ طوطا، ملڪ حسن ۽ ملڪ زردار سردار ٿيا. راڌن جو اثر رسوخ حب ۽ ملير کان اڳتي گهگهر نئن تائين وڌيو. سندن آخري پڊ 'وٺيجي' کان چار ميل کن اولهه طرف هو، جو سندن سرداري ختم ٿي. ان بعد پڳ راڌن مان قري ٻئي قبيلي ۾ ائي، جن مان ملڪ براهم (بن شيهڪ بن ڊگار بن براهم بن ببر بن نوت) ٿيو. ملڪ حاجي جا ٻه ٻيا پائر: نوز بندغ ۽ بلوچ هئا. نوز بندغ ڪي ٻه پٽ ٿيا، هڪ نوت ۽ ٻيو گياندار. نوت جا پٽ هديه ۽ ببر، جيڪي سردار ٿيا. گياندار جو اولاد "پوا" ٿيا[1]

سنڌ جي ساڪري واري علائقي ۾ سمن جن دؤر کان وٺي "نگامڙن جي رياست" قائم هئي. نگامڙا ٻيڙياتا يا ناکئا هئا ۽ متي مڪران تائين ايندڙ ويندڙ هئا. ڪلمتي ٻه ساموندي ٻيڙن وارا هئا ۽ غالباً انهيءَ وقت کان وٺي ڪي ڪلمتي ساڪري ۽ نگامڙن جي راڻي جي رياست ۾ آباد ٿيا. بعد ۾ جڏهن ڪي ڪرمتي قبيلا حب ۽ ملير کان سڌا ساڪري ۾ آيا تہ انهن جو ٻه راڻي سان رس رهيو، بلڪ هو راڻي جي لشڪر جا سپهہ سالار ٿيا، ۽ رياست سان لاڳيتو بگهياڙ جي پاڻيءَ تي پنهنجون آباديون وڌايائون ۽ بستيون قائم ڪيائون، جنهن ڪري "بگهياڙ" سڏجڻ لڳا.

اورنگزيب بادشاهہ جي دؤر ۾ ڪرمتي قبيلا ميرپورساڪري ۽ بگهياڙ وارن علائقن ۾ طاقتور هئا، ۽ سندن سردارن ببر (ٻبر) ۽ بجار ڪي، جيڪي ٻئي سوٽ هئا. اورنگزيب بادشاهہ کان 14- رجب 1103هہ (1691ع) تي شاهي سند ۽ ساڪري واري اراضي انعام ۽ معاوضي طور ملي، جنهن جي عيوض هنن ساڪري کان پوڏيسر ڏانهن ويندڙ قافلن جي سلامتي جي ذميداري پاڻ تي ڪئي. ملير ۽ حب وارن ڪرمتين جو سردار ان وقت يا ان کان اڳ ملڪ

---

[1] هي: نسبنامو راقم ڪي 1950ع ۾ ملير جي "لٽينگ" (بلوچن جي) پاڙي جي پير مرد (ان وقت عمر 72 سال) حاجي شاهہ علي وٽان مليو. راڌا ڪرمتي ملڪ. تن جون قبرون ملير ۾ ٿڌي جي نئن لڳ ملڪ طوطا واري مقام ۾ هڪ چني هيٺ هيون. جيڪا اجا بينل هئي. جڏهن اسان ڏٺي ۽ قبرن تي اڪريل نالا قلمبند ڪيا.

طوطا (وڏو) هو. جنهن جي نالي سان داپيجي کان بہ ميل اتر طرف ”ملڪ طوطا جو تلاءُ“ آهي. ملڪ طوطا جو شاهي قبرستان، جنهن ۾ وڏي چٽسالي سان قبرون آهن، سو تڏي جي نشن لڳ آهي[1]

ارغونن ۽ ترخانن واري دؤر ۾ لاشارين سان گڏ ڪرمتين تي بہ چڙهايون ٿيون، خاص طرح رجيرن جي قبيلي تي، جنهن مان ملڪ اسحاق لاشاري شادي ڪي هئي. مرزا محمد صالح، رجيرن ڪي ئي مارايو هو، جيڪي مريد خان جا عزيز هئا، جنهن پوءِ مرزا محمد صالح کي ماريو. هڪ روايت موجب مرزا محمد صالح، مائي گوئي جو سگ گهريو هو، جيڪا ڪرمتي ملڪ طوطا جي ڌيءُ هئي. ملڪ طوطا رجيرو (ڪرمتي) هو ۽ هو ان وقت فوت ٿي ويو هو. ارغون - ترخان ۽ مغل هڪبئي جا مخالف هئا ۽ انهيءَ ڪري سن 1000هه /1591ع کان پوءِ مغلن واري دؤر ۾ ڪرمتي قبيلا ملير ۽ حب کان ونی ساڪري تائين طاقتور ٿيا. ان وقت برفت - نومڙين قبيلن جي گائيچن - ڇڇرن خلاف مدد ڪيائون[2]. مغلن جي زوال واري دؤر ۾ برفت - نومڙيا قبيلا نئن بارڻ کان اولهہ طرف سڄي ڪوهستان ۾ طاقتور ٿيا. سن 1115هه ۾ هنن قبيلن جي سرواڻ پاهڙ خان لس ٻيلي جي حڪومت هٿ ڪئي، ۽ نومڙيا محال ڪوهستان مان حب تائين وڏي اڄي ڪرمتين سان منهن مقابل ٿيا.

پوءِ ڪرمتين جوابي حملا ڪيا ۽ سورهيہ گندٻي منداڻي وجي لس ٻيلي جي حد ۾ نومڙين جون لوڙهيون هنيون[3]. مغلن جي زوال وقت سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي طاقت اوڀري رهي هئي. ميان يار محمد ڪلهوڙي سن 1117هه ۾ پاهڙ خان کي شڪست ڏني پر ان بعد سندن صلح ٿيو. نومڙيا جڏهن ڪرمتين سان پڄي نہ سگهيا، تہ پاهڙ خان، ميان نور محمد کي ڪرمتين خلاف لشڪر چاڙهڻ جي صلاح ڏني. پر ميان نور محمد پهريائين ڌاراجہ جي راڻي تي حملي ڪرڻ لاءِ پنهنجي پٽ خداداد خان کي چاڙهي موڪليو، جنهن حرفت سان ان علائقي تي قبضو ڪيو، جيتوڻيڪ سامهون لشڪر ۽ ڪرمتين وڏو مقابلو ڪيو. ڪرمتين کي راءِ کان ڇني ڌار ڪرڻ خاطر، ميان نور محمد جي حڪم

[1] اسان 1962ع ڌاري ان شاهي قبرستان جو معائنو ڪيو. ان وقت ملڪ طوطا ۽ ٻين ملڪن جي مٿان وڏي شاهي ڇٽي (قبي) هئي. جيڪا هاڻي ڊهي وئي آهي.

[2] باب چوٿون: برفتن جو گانئچن ۽ ڇڇرن کان وير وٺڻ.

[3] باب پنجون: گندٻي منداڻي ۽ نومڙين جا مقابلا.

موجب مير محمد عرف الهيار خان كلهوڙي 27 - ربيع الاول 1162هه ۾ ملڪ مريد پٽ ملڪ ابراهم کي جاگير پڪي ڪري ڏني. انهيءَ ڪري جڏهن ميان غلام شاهه، جوکين جي سربراهه بجار کي راڻي جي مارڻ لاءِ موڪليو تہ ملڪ مريد، راڻي جي ڪاب مدد ڪانہ ڪئي. راڻي ۽ سندس رياست جي خاتمي کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪرمتين خلاف خدا آباد مان وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو، جنهنڪري ڪرمتين کي وڏو نقصان پهتو[1] ميان غلام شاهه کان پوءِ جوکين جي سربراهه بجار کي زور ورتارايو، جنهن ڪرمتين خلاف جنگيون جوٽيون، جنهن ۾ ملير حب واري پاسي کان ڪڙمين توڙي لاشارين کي بي دخل ڪيائين ۽ ساڪري وارن ڪرمتين تي بہ سوڙهہ ڪيائين.

بلوچڪي ۽ هڪ شعر جي روايت موجب ملير واري ڪرمتي قبيلا جڏهن اتان نڪتا تہ اچي پناڻي واري پٽ تي ويٺا. پناڻو، وتيجي کان ڏکڻ، گهاري واري درياءَ کان اُتر، ۽ "شاهه حسن اولياءَ" جي لڪ ڏکڻ طرف آهي. ان وقت سندن سربراهه ملڪ عثمان هو. طوطا ۽ اسحاق بہ سندس ويجها عزيز هئا.

هن ڪتاب ۾ شامل ستن جنگنامن[2] ۾ جوکين ۽ ڪرمتين جي مقابلن ۽ جنگين بابت ڪافي تفصيلي ناٺا ۽ اهڃاڻ ڏنل آهن. مڪلي واري ٻي جنگ سن 1203هه ۾ ٽالپورن جي اوائلي دور ۾ لڳي، جنهن ۾ ڪرمتين جي هار ٿي ۽ سندن سورهيہ سپہ سالار مير مزار ميدان ۾ ماريو. مير فتح علي خان جي وقت ۾ ساڪري جي ڪرمتين جي سردار ملڪ مريد هو ۽ سندس پيٽر: الله بندو، فتح خان ۽ مزار هئا، جن مان مزار مڪلي تي ماريو. جڏهن مير فتح علي خان جو ملڪ تي پورو قبضو ٿي ويو، تہ جوکين ۽ ڪرمتين ۽ برفتن جي سردارن مان هر هڪ کي وڏي عزت ۽ آبرو ڏنائين، ۽ سندن وچ ۾ پڪو صلح ڪرائي کين هڪٻئي سان وڙهڻ کان هميشہ لاءِ روڪي ڇڏيائين.

**برفت - نومڙيا:**

برفت ۽ نومڙيا قبيلا آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ جي ڪوهستان ۾ طاقتور رهيا. اوائلي دور ۾ هنن جو بلوچستان - لس ٻيلي وارن قومن قبيلن

---

[1] باب پنجون: ڪلهوڙن جي لشڪر جي ڪرمتين تي چڙهائي.

[2] باب پنجون: ڪرين واري جنگ. ٿڏي واري جنگ. مڪلي جي پهرين جنگ، بجار ۽ راڻي ارجن جي جنگ. گهگهي واري جنگ، قدمن واري جنگ ۽ مڪلي واري ٻي جنگ.

سان وڏيڪ تعلق رهيو ۽ منجهن بلوچي رسم رواج رائج رهيو. انهيءَ ڪري ڪن آڳاٽين تاريخن ۾ انهن کي "بلوچي قبائل" ڪري ڄاڻايو ويو آهي. نسبنامي جي روايتن موجب، آڳاٽي (سومرن يا سمن واري) دور ۾ سندن قبائلي سردار ابوالفتح بلوچ هو،[1] جنهن جي نالي ٻيويان پوءِ انهي قبيلي وارا ۽ ٻيا جيڪي ساڻن راهه، رواج ۽ لٺ ۾ شريڪ ٿيا سي "بلفت" (= ابوالفتح) يا (سنڌي اچار جي لحاظ سان) "برفت" سڏجڻ لڳا. ڪن روايتن موجب برفت مڪران ۽ بلوچستان کان آيا. بهرحال ڪوهستان ۾ منڍ کان ئي "برفتن" ۽ "نومڙين" قبيلن جو راڄداري ۾ شراڪت وارو ناتو ٿيو، جنهن ڪري برفت - نومڙيا قبيلا ڪوهستان جي هڪ يڪمشت قبائلي طاقت بنجي ويا. مغلن جي دور ۾ هي الهندين ڪوهستان کان هيٺ لٿا ۽ اتر ۾ لڪي کان وٺي ڏکڻ ۾ نئن بارڻ تائين سڄي ڪاڇي ۾ هنن پنهنجو ڏاڪو ڄمايو. پر مغلن جي پوئين ۽ زوال واري دور ۾ انهيءَ اراضي ۾ ڪوسن، گانئچن ۽ ڇڇرن جي زور وٺڻ سان هي قبيلا بارڻ تائين هٽي ويا. گانئچن، ڇڇرن ۽ سورن گڏجي اڃا بہ ڪين پوئتي هٽايو ۽ بارڻ ٽپي ڪجهه ڏاکڻي علائقي تي بہ قبضو ڪيو. برفت قبيلن پوءِ حب ۽ ملير جي ڪرمتين کان مدد وٺي، گانئچن ۽ ڇڇرن کي بارڻ وارن علائقن مان بي دخل ڪيو[2]

ٻارهين صدي هجري جي شروع ۾ برفتن بارڻ وارن علائقن ۾ گڏجي زور ورتو، ۽ سردار ڀاهڙ خان جي اڳوائي هيٺ هنن قبيلن سن 1115هه ۾ سڄي ڪوهستان ۽ اڳتي لس ٻيلي واري ملڪ تي قبضو ڪري ٻيلي ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ڀاهڙ خان پوءِ غالباً سڄي ڪاڇي ۾، پنهنجي قبائلي طاقت کي قائم ڪرڻ تي چاهيو ۽ لس ٻيلي مان شايد سيوهڻ - دادو - جوهي واري پاسي کان چڙهائي ڪئي، پر ميان يار محمد ڪلهوڙي ڪيس 1117هه ۾ شڪست ڏني. ان بعد هن قبائلي طاقت جو رخ ڦري هيٺ ڏکڻ - اولهه طرف بارڻ کان وٺي حب واري علائقي طرف ٿيو ۽ انهي سڄي ملڪ ۾ هنن پنهنجا قدم ڄمايا. گڏاپ ۽ حب واري مٿئين علاقي ۾ هنن لاشارين تي دٻاءُ وڌو، جنهنڪري لاشارين ٻاڻ سان جوکين کي پيڙو ڪيو. لسٻيلي واري طرف کان

---

(1) ملڪ بولا خان نومڙيي جي اوائلي شجره ۾ بلوچڪا نالا "حمل" ۽ "آري" اچن ٿا.

(2) ڏسو باب چوٿون: "برفتن جو گانئچن ۽ ڇڇرن کان وير وٺڻ".

ٻرن جو ملير جي ڪرمتين تي دٻاءُ پيو. ۽ ڪرمتين جوابي حملا ڪيا جن ۾ ٻرا ڪرمتين سان پڄي نہ سگهيا.

مياں نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾، پاهڙ خان سنڌ جي ڪاڇي جو سانگو پليو. خاص طرح جڏهن ميان نور محمد قلات جي خان عبدالله خان کي شڪست ڏني. شايد پاهڙ خان جو ميان نور محمد سان ڪو عهد نامو ٿيو. ۽ پاهڙ خان، ميان نور محمد کي ڪرمتين خلاف چڙهائي جي صلاح ڏني. اها صلاح اڳتي هلي برفتن - نومڙين قبيلن کي مهانگي پئي. ڪرمتين سان سندن کُلي مخالفت سببان، برفتن - نومڙين ۽ ڪرمتين جي وچ ۾ آڳاٽي وقت کان وني، جيڪو اتفاق هو سو ختم ٿي ويو ۽ هاڻي هو اڪيلا رهجي ويا. مگر جيئن تہ سندن قبائلي طاقت قائم هئي، انهيءَ ڪري ميان نور محمد پنهنجي سياسي دور انديشي سان ساڻن صلح جا ناتا قائم رکيا ۽ ڪوشش ڪئي تہ سنڌ جي ڪوهستاني علائقن وارن برفت - نومڙين قبيلن جي سردارن کي پنهنجي طرفان جاگيرن جا پروانا ڏيئي، کين لس ٻيلي وارن قبيلن کان جدا ڪري. اهڙي طرح سن 1741ع/ 1154هہ ۾ ميان نور محمد محال ڪوهستان وارن سردارن کي جاگير ڏني، ۽ ان بعد محمد مراد ياب کين 1753/1167هہ ۾ ٻي جاگير ڏني تہ جيئن هو ميان غلام شاهہ جي خلاف سندس مدد ڪن.

ملڪ پاهڙ خان جي وفات کان پوءِ برفتن - نومڙين جي طاقت گهٽجڻ لڳي. ڪجهہ وقت لاءِ پاهڙ خان جي بيدار مغز ۽ با همت بيگم مائي چاڳلي حڪومت سنڀالي، پر ڪوئريجن ڄامن جي گهراڻي مان ڄام عالي ڪٽوربي سن 1742/1155ع ۾ ملڪه چاڳلي[1] کي بيدخل ڪري لس ٻيلي جي حڪومت تي قبضو ڪيو. لس ٻيلي ۽ سنڌ جي حڪمرانن جي وچ ۾ اڳ عهدنامو ٿي چڪو هو، جيڪو لس ٻيلي جي ڄامن بہ قبوليو. پوءِ ٻنهي حڪومتن يڪ صلاح ٿي هڪ طرف برفتن - نومڙين قبيلن جي تہ ٻئي طرف ڪرمتين قبيلن جي زور پڇڻ جو ارادو ڪيو. ان جي تصديق "سيري يا اوُنگر واري جنگ" (باب پنجون) مان ٿئي ٿي، جنهن ۾ جڏهن ڄام ٻجار جوکيي برفتن تي چڙهائي ڪئي تہ لس ٻيلي مان ڄام عالي ڪٽوريو بہ سندس مدد ۾ لشڪر وني چڙهي آيو. هيءَ جنگ

---

[1] پوءِ مائي چاڳلي پنهنجي صغير پٽ عزت خان کي وني ڪونڙيءَ ۾ آئي ۽ اتي سن 1214هہ/1799ع ۾ وفات ڪيائين.

جيتوڻيڪ سنڌ جي حد اندر جهرڪن جي ويجهو اوڱگر ۾ لڳي، تہ بہ ڪلهوڙن طرفان برفتن ملڪن جي ڪابہ مدد ڪانہ تي، بلڪ ميان غلام شاهہ طرفان مخالفن ڪي اهڙي مار مليل هئي تہ پل برفتن تي حملو ڪن:

هڪڙو نوازيا نصير خان تي، بيو ميان ڏنن مار

---

تڏ "ميان" ڪي مشاهدو ٿيو، ٻئين پڻ پاتارن

ڇام بجار ان ڪان اڳ برفتن - نومڙين ڪي متئين حب واري علائقي مان بيدخل ڪيو هو. انهيءَ جنگ ڪان پوءِ برفتن - نومڙين قبلين جي اڳين طاقت ٽٽي ويئي.

**جوکيا:**

ڪن بين قومن وانگر جوکين ڪي بہ انگريزن جي دور وارين سرڪاري لکيتن ۾ بنا ڪنهن بہ سبب ۽ ثبوت جي "راجپوت" ڪري ڄاڻايو ويو، مگر جوکيا خالص سنڌ جو هڪ قبيلو هو جيڪو ڪنهن آڳاٽي وقت ڪان وني، سنڌ ۽ لس بيلي جي سرحد تي، شاهہ بلاول واري لڪ ڪان متي اتر طرف "ڪنگوري" واري ڪوهستان ۾ رهندڙ هو. جڏهن ڪان وني سندن وڏا نتي جي ولي ۽ بزرگ سيد ميين علي شيرازي (وفات 981هہ) جا مريد ٿيا، تہ هيٺ سنڌ طرف سندن اچڻ وڃڻ ٿيو، ۽ پڻ حب ۽ ملير جي لاشارين سربراهن ۽ ڪرمتي ملڪن سان سندن لاڳاپو ٿيو. شاهہ جهان بادشاهہ جي دور ۾ جڏهن شهزادو اورنگزيب سنڌ جو صوبدار هو (1051 - 1062هہ) تڏهن وڏيرو مريد جوکين جو ڄام ٿيو. ڄام مريد همت وارو ۽ راڄائتو هو. لاشارين ۽ ڪرمتين سردارن سان سندس دوستي جو ناتو هو، جنهن ڪري اُتر طرف حب واري علائقي ۾ بہ رهيو. ڪانئس پوءِ سؤ ڪن سالن تائين پيڙهي بہ پيڙهي ڄام مريد جي اولاد مان "مريدائي ڄام" ٿيندا آيا. هن گهراڻي مان ڄام ڪريمداد (پٽ ڄام مريد) آخري ڄام ٿيو. جنهن سن 1188هہ ۾ وفات ڪئي. سندس قبر مڪليءَ تي ميين سيد علي شيرازي جي قبي ويجهو اُتر طرفان آهي.

سنڌ جي هيٺين حب - ملير واري آباد علائقي ۾ جوکين جي طاقت تڏهن وڌي جڏهن جوکين جي نک ٽيپرن مان بجار (ميرڻ پوٽو) ساماڻو. جنهن جي حرفت ۽ همت سان پوءِ جوکين جا راڄ طاقت ۾ آيا. جئن تہ هو ڪيترن ئي

جنگنامن جو مرڪزي ڪردار آهي ۽ جوکين جي تاريخ بہ ڄام ٻجار جي سوانح جو هڪ باب آهي، انهيءَ ڪري ان جو تفصيلي بيان ضروري آهي.

ڄام ٻجار جو ڪٽنب ڪنگوريءَ طرف رهندڙ هيو. حتي هو 1125هـ ڌاري ڄائو ۽ ويهن پنجويهن ورهين جي عمر ۾ وڏو ڏاڍو مڙس ۽ هاٺو ٿيو. حب ۽ گڏاپ ۾ ان وقت بنگي خان لاشاري سردار هو ۽ جنهن تہ جوکين جو ڄام مريد واري وقت ڪان وٺي لاشارين ۽ ڪرمتين سان لاڳاپو هو. بنگي خان پڻ نوجوان ٻجار تي هٿ رکيو ۽ هو ڪنگوري مان حب واري علائقي ۾ آيو. ان وقت جوکين جو ڄام مريد (نندو) هو. لس ٻيلي جي ملڪ پاهڙ خان جي وفات بعد سنڌ ۽ لس ٻيلي واري علائقي ۾ ڪنهن جو بہ حڪم ڪونہ ٿي هليو، ۽ راڄن ۽ راڄدارن پنهنجون پنهنجون حدون جهليون. ٻجار پنهنجن ڏاڍن مڙسن واري ٽولي سان گڏ ٻين ڪي بہ ساڻ ڪري ڀهريائين پڙجن سان مقابلا ڪري ڪين ٻي دخل ڪيو ۽ پوءِ برفتن سان هٿ ڳنڍيا. انهن لاهن چاڙهن ۾ بنگي خان ٻجار جو طرف ڪنيو ۽ سندس پنيرائي ڪئي. بنگي خان جي وفات بعد، ڪجھ عرصو ٻجار تي ڏکيو گذريو، برفت راڄيدارن ڪيس سوڙهو ڪيو، جو هو پنهنجن ماڻهن سان ڪجھ وقت لس ٻيلي واري طرف ۽ ڪجھ وقت بني ۽ حب جي وچ واري علائقي ۾ رهيو، جتي جهل جي ٻج ۽ ٻئي ڏت تي گذران ڪيائون. پر پوءِ "الله بني واري جنگ" ۾ حرفت حيلي سان گهٽ جهلي، برفتن نومڙين ڪي ماريائين ۽ انهن کي ٻي دخل ڪري، حب ڪان وٺي ڪاري جبل تائين سندن علائقي تي قبضو ڪيائين.

هاڻي ٻجار قبائلي طاقت جا ڌڻي ٿيو. "پاڳ" مريداڻين ڄامن وٽ هئي پر "واڳ" ٻجار جي هٿ ۾ اچي وئي. سندس نالو نروار ٿيو، ۽ سنڌ جي ڪلهوڙن توڙي لس ٻيلي جي ڄامن ڪيس برفتن - نومڙين توڙي ڏاراجہ جي راڻي ۽ ڪرمتين جي زور پڄڻ لاءِ ميدان ۾ آڻڻ جو ارادو ڪيو تہ ٻجار بہ پنهنجي طاقت وڌائڻ واري حرص ۾ وقت جي حاڪمن جو رخ صحيح ڪري، ان مان پوري فائدي حاصل ڪرڻ جي سٽ سٽي. ميان نور محمد جي وقت ۾ ڏاراجہ جي راڻي خلاف حملا شروع ڪيا ويا هئا. انهيءَ ڪري ڪرمتي قبيلا ڪلهوڙن جي برخلاف ٿيا. ميان محمد مراد ياب برفتن - نومڙين جي ملڪن کي جاگير ڏيئي پنهنجي پاسي مائل ڪيو هو. انهيءَ ڪري جيئن ميان غلام شاهہ

حڪومت هٿ ڪئي تہ هن برفتن- نومڙين توڙي ڪرمتين جي طاقت ٽوڙڻ جو پڪو پهہ ڪيو. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هن سوچي سمجهي بجار ڪي پنهنجي هٿ جو باز بنايو. پهريائين ڏاراجہ جي راڻي ڪي مارڻ جي ذميداري ڪيس سونپي وئي، ۽ جڏهن حيلي حرفت سان بجار، رتي ڪوٽ ۾ راڻي ڪي قتل ڪيو تہ ميان غلام شاهہ ڪيس جوکين جو ڄام مقرر ڪيو. چاڪاڻ جو ڄام ڪريم داد مريداڻي راڄداري ۽ دوستيءَ جو لحاظ ڪندي، ڪرمتين سربراهن توڙي راڻي ڏانهن پيغام موڪليا هئا، تہ بجار اوچتو حملو ڪندو. راڻي جي قتل کان پوءِ ڪرمتي پڻ "ڄام بجار" جا مخالف ٿي ويا. برفت - نومڙيا اڳ ۾ ئي سندس خلاف هئا. ڄام بجار پاڻ ڪي وڏيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪي قدم کنيا، جيڪي سندس سياڻپ ۽ سياسي شعور تي شاهد آهن. پهريائين سيني جوکين قبيلن ڪي پنهنجو ڪيائين. هنن بہ حڪومت ۾ سندس زور ڏسي ڄام ڪريمداد مريداڻي هوندي، بجار ڪي ڄامائي جي پڳ ٻڌائي. ان بعد ڄام بجار، لس ٻيلي جي ڄام عالي ڪتوريي سان سڱابندي جو رشتو ڳنڍي ڪيس پنهنجو ڪري ڇڏيو. ميان غلام شاهہ جي اڳئي ڪيس پوري پنيرائي حاصل هئي. هاڻي انهن ٽنهي طاقتن جي زور تي ڄام بجار هڪ طرف برفتن نومڙين سان تہ ٻئي طرف ڪرمتين سان ڪڏي وجي جنگيون جوٽيون.

پهريائين ڪاري جبل کان اتر طرف ويندي بارڻ تائين سڄي علائقي مان برفتن - نومڙين کي بيدخل ڪرڻ جي سٽ سٽيائين. اتي جي جاکرن، شورن ۽ ٻين ننڍن قبيلن کي بہ برفتن - نومڙين خلاف پڙڪايائين. بالآخر ميان غلام شاهہ جي اشاري تي وڏي اڄي برفتن ملڪن جي "گهگهي واري سيري تي قبضو ڪيائين، جنهن تان "سيري يا اوئنگر واري جنگ" لڳي[1]. جنهن ۾ لس ٻيلي جو ڄام عالي پاڻ پنهنجي سر لشڪر سوڌو ڄام بجار جي مدد ۾ چڙهي آيو. انهيءَ جنگ ۾ برفتن - نومڙين قبيلن جا گهڻا ماڻهو مارجي ويا ۽ سندن طاقت کي وڏو ڌڪ لڳو. ملڪن پوءِ بہ همت ڪئي ۽ ڪجهہ عرصي کان پوءِ 1182هہ / 1868ع ۾ ڏهن ٻارهن هزارن جو وڏو لشڪر وٺي بارڻ کان ڪاري جبل تائين جوکين کي بي دخل ڪري قبضا ڇڏايا ۽ پوءِ سڌو سنئون ڄام بجار جي

[1] ڏسو باب پنجون. ص 118.

مقابلي لاءِ اوڏانهن رخ ڪيائيون. چاڪر بجار وڏي سياڻپ سان ميان غلام شاهه کي ذهن نشين ڪرايو، تہ جي منهنجي هار ٿي، تہ پوءِ نومڙيا نٿي تي قبضو ڪندا. انهيءَ تي ميان غلام شاهه جا ٻہ هزار سپاهي نٿي جي حفاظت لاءِ موڪليا ۽ ڇهہ هزار سپاهين تي مشتمل هڪ لشڪر چاڪر بجار جي مدد لاءِ روانو ڪيو، ساڳئي وقت ملڪن ڏانهن صلح جو پيغام موڪليائين تہ جيڪڏهن هو مڙندا تہ اڳتي لاءِ چاڪر بجار مٿن حملو نہ ڪندو ۽ پڻ سندن جاگيرون بحال رهنديون. انهيءَ حڪمت عملي سان اها خوفناڪ جنگ ٽري ويئي.

برفتن - نومڙين ڪان مطمئن ٿي چاڪر بجار، لاشارين ۽ ڪرمتين خلاف جنگيون جوٽيون. سردار بنگي خان لاشاري فوت ٿي چڪو هو، ۽ باقي جيڪي لاشاري حب ۽ گڏاپ واري علائقي ۾ هئا، تن مان گهڻن سيني کي بي دخل ڪري، انهن جي علائقي تي قبضو ڪيائين. ساڳيءَ طرح ڪرمتين کي ملير مان بي دخل ڪيائين، ۽ ملير ڪان وٺي گهاري تائين سڄي علائقي تي قبضو ڪيائين. البت گهاري ڪان هيٺ ساڪري طرف ڪرمتي قبيلا طاقتور هئا، ۽ انهن کي مهڻ مجائڻ مشڪل هو. چاڪر بجار جي عمر جا سٺ سال پورا ٿيڻ وارا هئا پر سندس طبيعت ۾ جو تندي ۽ ارهہ زورائي هئي، سو گهاري ڪان اڳتي ڏکڻ اوله طرف ڳڃ آباد علائقي تي قبضو ڪيائين. پوءِ ميان غلام شاهه سگهوئي سن 1186هہ ۾ وفات ڪئي ۽ ان بعد چاڪر بجار ڪرمتين سان وڙهڻ نٿي چاهيو جو هو ٻہ وڏي طاقت رڪندڙ هئا، پر هاڻي هو بيوس ٿي پيو جو سندس پٽ چاڪر اڃي جوان ٿيو هو ۽ هو جيترو بهادر هو اوترو ئي ڏنگو ۽ ارڏو هو. هن اڳرائي ڪري پٺي جهيڙيا ڳنديا ۽ چاڪر بجار ٻہ ڪيس روڪي نٿي سگهيو. هاڻي "قدمن واري مقام" ۾ چاڪر، ڪرمتين ۽ لاشارين جا ڪانڌي ماري وير وڌو، تہ مٿان سندس والد ۽ ڪرمتي ملڪن جي وچ ۾ صلح ٿي وڃي. جوڪين ۽ ڪرمتين جون جنگيون هليون پئي جو مير فتح علي خان سنڌ جي حڪومت هٿ ڪئي، ۽ هن فوري طور سنڌ اندر مخالف قبيلن ۾ دشمنيون ختم ڪرائڻ ۽ صلح ۽ دوستي جا ناتا قائم ڪرڻ طرف توجهہ ڏنو. برفتن - نومڙين ملڪن، ڪرمتي ملڪن، ۽ چاڪر بجار ڏانهن هدايتون ويون تہ پاڻ ۾ گڏجي ويهي فيصلا ڪن. چاڪر کي گهرائي حيدرآباد ۾ ويهاري ڇڏيائون تہ جئن ڪو وڌيڪ فتنو نہ جاڳائي. پوءِ چاڪر جي امڙ ميڙ تي آئي ۽ چاڪر کي شاديءَ لاءِ

ونئي تي وئي جو لهاراڻي قبيلن جي برفتن وات جهلي چاڪر کي ماريو. جو ان کان اڳ "الله بني ۽ جهل واري جنگ" ۾ جوکين لک جهلي لهاراڻين جا گهڻا ماڻهو ماريا هئا. ميرن جي حڪمنامي پهچڻ کان اڳ ڪرمتين ۽ جوکين مڪلي تي جنگ ڪرڻ جا ٻول ٻڌي ڇڏيا هئا. انهيءَ ڪري باوجود مير مزار ڪرمتي جي ڪوشش جي ته جنگ نه ٽَئي (جو مير صاحب طرفان اهڙو حڪم هو)، اها جنگ ٽري نه سگهي ۽ سن 1203ھ ۾ مڪلي تي لڳي. ڄام ٻڄار جي عمر ان وقت پنجهتر سال کن هئي. کيس چاڪر جي مارجڻ جو غم هو ۽ پڻ پنهنجين کيل ارهه زوراين تي افسوس هو. مڪلي جي جنگ لاءِ لشڪر تيار ٿيو. ۽ ڄام ٻڄار کي چيائون ته: ڄام! اُٿي ته چڙهون! تڏهن

ڏٻي ڏٻي اٿيو پوندا ڏيئي پون:
ماءُ مرادون ٻنيون، مٿان آئي مون.

يعني ته چاڪر جي ماءُ جون مرادون پنيون. هاڻي منهنجي وار آهي. انهيءَ لڙائيءَ ۾ ڄام ٻڄار هيٺ جنگ جي ميدان ۾ ڪونه لٿو. باقي سيد ميين عالي جي درگاهه جي پر ونيو بيٺو هو ۽ دعائون پئي گهريائين. اها سنڌس آخري جنگ هئي جيڪا ڄام ٻڄار ڪٽي ۽ آڏو ڪرمتين جي لشڪر جو سپه سالار مير مزار مارجي ويو. ٻنهي طرفن جي لشڪر جا گهڻا ماڻهو هن جنگ ۾ مئا.

ان جنگ کان پوءِ ڄام ٻڄار ٻنا ڪنهن يارو مددگار جي اڪيلو رهجي ويو جو سيني پاڙيسري قبيلن سان ڦٽايو هئائين. مير فتح علي خان ٻه کيس پاڻ وٽ ڪونه سڏيو، پر سنڌس فرزند مراد علي کي گهرائي ڄامائي واري عزت ڏنائين. ٻين قبيلن جي سربراهن کي گهرائي صلح ڪرايائين ۽ کين پاڻ ۾ صلح سان رهڻ جو حڪم ڪيائين. ڄام ٻڄار پنجاسي - ڇهاسي کن سالن جي عمر ۾ سن 1211ھ ۾ وفات ڪئي ۽ کيس چوکنڊي واري مقام (دابيجي کان ويندڙ شاهي رستي جي سڄي طرف، نئين جي ويجهو) جي ويجهو اوڀر طرف دفن ڪيائون. ننئي جي مشهور شاعر مير غلام علي مائل فارسي ۾ سنڌس وفات جي تاريخ ڪدي ته:

"دادند جام رضوان با جام" هاتفم گفت

1211

چام بجار سنڌ جي اولهہ - ڏکڻ پاڳا وارن قبيلن ۽ راڄدارن جي تعلقات تي اڌ صدي کن ڇانيل رهيو. انهي دور جو هو هڪ وڏو واڇوڙو هو جنهن وڏا وڻ لوڏي ڇڏيا. هو جڏهن ويو تڏهن وجي ملڪ نريو. جيڪڏهن راڄڻ سان رس رهائڻ وارو رخ اختيار ڪري ها تہ سندس وڏي نيڪي ۽ ناموس تئي ها. ڇاڪاڻ جو منجهس خامين سان گڏ وڏيون خوبيون بہ هيون: هو وڏو منتظم ۽ موقعي شناس، سياڻو سچ سمجهندڙ ۽ سچ چوندڙ هو. ان سان گڏ هو وڏو سگهڙ شاعر هو.

## سماجي اقدار، سورهين جا ڪردار ۽ جنگ جا جنسار

"جنگناما" سنڌ جي سورهين جي قولن ڪلامن ۽ مردانہ وار مقابلن جا داستان آهن. جنگ بابت اهي سنڌ جي سماجي قدرن قانونن ۽ ريتن رسمن جا دستاويز آهن، ۽ پڻ جنگ جي تيارين، هٿيارن، جنگ جي جنسارن جا باب بيان آهن.

## جنگين بابت نظريو:

انساني سماج ۾ جنگين جهيڙن بابت سنڌ جي دانائن جو نظريو آفاقي آهي: يعني تہ انسان جهڳڙالو پيدا ٿيو آهي، ۽ جهيڙا جنگيون آدمزاد جي سرشت ۾ سمايل آهن. اهو اصل قدرتي فيصلو آهي:

"جنگيون جهيڙا جهڳڙا آهن الاهي اختيار"

---

"جنگيون جهيڙا جهڳڙا اصل الله جي آچار"

(شاعر نم)

انهيءَ ڪري متان ڪو ائين چئي تہ جنگيون جهيڙا رڳو سنڌ جي سربراهن يا راڄدارن ۾ هئا. اهي جتي ڪٿي تيا آهن. پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اهي وڏا هاڃيڪار آهن:

"جنگيون جهيڙا جهڳڙا آهن درخت ۽ دوفان"

جنگ هڪ وڏو طوفان آهي، جيڪو وڏا وڻ پاڙئون پٽي ڇڏي، جنگ هڪ وڏي باهہ ۽ ڏنءُ آهي، جيڪو جهر جهنگ ساڙي ڇڏي، آڙاهہ آهي، جيڪو وڏا ڪاٺ باري ڇڏي. پهلوان بہ پورا ڪري ڇڏي تہ پيا نندا وڏا بہ ماري ڇڏي. انهيءَ ڪري چڱن جو ڪم آهي تہ پاڻ ۾ نہ جهيڙين ۽ يڪراءِ تي جهيڙو تارين، پر جي وڙهيا تہ پوءِ چڱا نہ چئبا:

پـر چگـا چگـا نـہ ٿيـا، جـو پـاڻ ۾ جهڙپيـا
جي هجن هيڪي ڳالهہ تي تہ سرهي ٿئي سيڪا

گهڻو ڪري هر جاءِ جهيڙو جنگ، مڙيئي ڪنهن نہ ڪنهن لالچ ۽ طمع تان آهي. شاعر نم جي ويچار موجب:

"ڪوئنس مڙيئي ڪاڄ تي، جان ڪيم نرت نگاهہ

پر جنگ بي پروسي آهي ۽ ڏاڍن جو بہ ان ني بـانور اجايو اهي، ائين ڪو م َچئي تہ سوپ ضرور منهنجي ئي ٿيندي:

ڪـو م مـرکي مست تـي، آهـن الله جـا اچـار
سيڪو لوچي سوپ کي، آهن سوپون هـٿ ستار.

پر جي سر تي اچي تہ پوءِ سورهين جو ڪم آهي ست ٻڌڻ:

ست ٻـڌڻ آهـي سـورهيان، آهـن سـويان هـٿ الله

---

آهن سوپون وس ستار جي، جنهـن کـي ڏاتـر ڏيـاري.

اهڙا بہ ڪئين مثال ٿيا، جو هيڻي مڙس ڏاڍي جوان کي ماريو. ۽ چڻ "چبو" ۽ "موزو" مٺ ٿيا. حماتي قبيلي جي هڪ هيڻي مڙس، همت واري جوان "حمر" کي ماريو، "آدم دکي" جنهن جو جنگ ڏانهن منهن ئي ڪونہ هو ۽ اڪن جو کير دکي ۾ گڏ ڪري چمارن کي وڪڻندو هو، تنهن نوزڪ خان احمدائي جهڙي مڙس کي ماريو. اهڙيءَ طرح راهيجي واري مڪان تي چاڪر جهڙي پهلوان کي "چگي" ماريو:

جڏهن جنـگ جـڙي، تـڏهن چبـو موجـود مـٺ ٿـئي
نـہ تـہ "حمـاتي" "حمـر" جـي تـوري ڪيئـن تـري
جيـنءَ اڳـي "آدم" مـاريو هـو "نـوزڪ" تـاڏ ڪـري
تيـن، "چگـي" جي "چارکر" تـان اچيـو قـڪ ڊري
قضـا ايئـن ڪـري، جيئـن "چگـي" چـاڪر مـاريو.[1]

سورهيتن تي بہ بعضي ڪا اهڙي سوڙهہ اچي تي ٿئي جو نہ ڪا پهر نہ ڪا واهر ۽ ائين ئي ويرين جي ور چڙهي وڃن ٿا:

"اڪيـن آما جهليا، تي قضا ايئن ڪري

---

[1] ڏسو صفحا 300 - 301.

## جنگيون ۽ سماجي قدر:

سنڌ جي راڄن ۽ راڄدارن، اڳاٽي وقت کان ونـي سندن سماجي قدرن جي روشني ۾ جهيڙن جنگين ۽ مرڻ مارڻ لاءِ به ڪي ڳالهيون ڳٽيون، ۽ "ريت" "ڪريت" جو سنڌو ڪيو. چيائون ته، نه وڙهجي، پر جي وڙهجي ته ڪنهن ڳالهه تان وڙهجي، ۽ مرجي ته به ڪنهن ڳالهه لاءِ مرجي. وڙهجي ته ٻولائي وڙهجي ۽ سامهون ڏر ڪي جنگ جو چاڻ ڏجي، جنگ جي ڏاهي ڏجي. ويري ٽجي تـه بـه سرهو ويري ٽجي، ساڃاهه ڪجي، ڪريت نه ڪجي. ساڪري ۽ ملير طرف "ڪرمتيءَ ۽ جوکيا سرها ويري هئا" جو پاڻ ۾ وڙهيا ته به شانائتا وڙهيا. رڳو هڪڙي ڪچي چام ٻجار جي پٺ چاڪر کان ٽي جو مخالف ڌر جا ڪانڌي ماري وير وڌائين. پر اهو به انهيءَ ڪري، جو ڀند ڀاڙي جي هڪ جوکيئي ڪيس پلائي انهيءَ ڳالهه تي آندو. باوجود انهيءَ جي، راڄن ۽ چگن چاڪر تي ميار رکي ۽ چيائون ته:

"جک ماري جوکيي، ته به چوندو سيڪو چاڪر کي"

اهو ميار وارو اکر پوءِ پهاڪو بنجي ويو. بدين ۽ جاتي طرف جتن ۽ چانگن واري جنگ ۾ چانگن تي ميار آئي، جو هنن لڄن جي ساڃاهه نه ڪئي. سرها ويري اهي، جي لوءِ نـه لڇيـن ۽ گهر ٻار نـه ڦرين. انهيءَ جنگ ۾ جڏهن چانگن جا چگا ۽ اڳواڻ مارجي پيا، ته ٻين کي پوءِ اها ساڃاهه نه رهي جو جتن جي مارجڻ کان پوءِ لڄون نه لٽين:

"ڪپر ڪيائون، جو نيائون پڙچ پندا پاڻ سان"

ٻـ سورهيه بـه جڏهن هڪ ٻئي کي سامهان تين تـه هڪ ٻئي سان وارو ٻولائين تـه کهڙو اڳ ۾ وارو وٺندو ۽ ڏک هڻندو. ڏک سان مڙس ڪري تـه وري ٻيو وار نـه ڪجي. ڪن سورهين اها ساڃاه رکي جو اڳيـن دوستي ۽ نـاتي جو ننگ سڃاتائون، ننڍ وڏائي جو لحاظ رکيائون. هاڙهي احمدائي (ڪرمتي) ۽ ميراڻ جاڪري پر پٺ هڪ ٻئي جي ياري مڃي هئي. مقابلي ۾ جڏهن مڙس هڪ ٻئي کي سامهون ٿيا ۽ هاڙهي ميراڻ تـي تـرار واري تـه قنبر گدي. ميراڻ کي سڃاتو ۽ هاڙهي کي هڪل ڪيائين تـه: متان هڻيـن جو سـامهون ميراڻ اٿئي. اهو ٻڌي هاڙهي ڪٿي ترار جهلي، پر آڏو ميراڻ جو ترار واري سو هاڙهي جو نـالو ٻڌائين تـه بـه جهليائين ڪانه. ميراڻ سـرهو نـه ٿيو پر ملامي ٿيو:

"متان هاڙها هٿين، مهندان ميراڻ اٿئي" اي قنبر! هاڪ هنئي تنهن واسينگ واري جهلي، اڪر ايءُ لهي.

پر ملامي ميراڻ ٿيو، جنهن هاڙهي کي هنئي[1]

سنڌ جي سماجي قدرن موجب هيڻن ۽ بيواهن جي حمايت ۾ ڏاڍائي ڪندڙن سان جنگ ڪرڻ لائق پرين بهادرن جو ڪم آهي. جيڪي راڄدار هيڻن راڄن ڀاران وڙهي سر ڏين ۽ "راڄ - ڳهو" ٿين، سي وڏا لائق آهن. سامَ سَرڻ، اول يا بانئڻ کي مانُ ڏڻ لازمي آهي، جيڪي بانئڻ ٿي اچن، سرڻ ٿين ۽ سام پون تن کي پناهه ڏيڻ فرض آهي. سامون ۽ سرڻيون جهلڻ ۽ سر ڏيڻ سورهين جو شان آهي، ۽ ڏٽي طرفان سوڀ بہ انهن کي ملندي:

"ساراهيان سچو ڏٽي جو سرڻين جو سويار"

"سام جهلڻ" وارو نيڪ ارادو سماج ۾ ايترو تہ عام ۽ اٽل هو، جو وڏا ڇڏيو پر ٻارن جي دلين ۾ بہ ان جو پڪو يقين هو. ڪي جنگيون انهيءَ تان ٿيون جو هڪ ڌُر جي ٻارن ساندو يا ڪرئون ڊوڙايو جيڪو وڃي ٻيءَ ڌر جي پاسي ڪنهن ڪندي ڪرڙي يا لوڙهي ۾ پيو. اتان جي ٻارن چيو تہ ساندو ماڙڻ نہ ڏينداسون جو "بانئڻ" ٿي آيو آهي ۽ اچي سام پيو آهي. انهيءَ پناهہ واري جذبي تان بہ جنگيون لڳيون[2]، ۽ اهو پهاڪو مشهور ٿيو تہ "ڪرئين خان وڙهيا"، يعني ساندي تان مڙس وڙهيا. ظاهري طرح اها معمولي ڳالهہ هئي پر سماجي قدرن جي لحاظ سان اها هڪ وڏي ڳالهہ هئي.

جنگ ۾ پڇڻ مڙسن لاءِ عيب هو.

"الله اوءِ مَ پڇن، هوءِ پڙ ۾ پڇار جن جي."

جنگ هلندي، پنهنجي پاسي وارن کي ميدان ۾ ڇڏي، پڇڻ وڏو عيب هو. جتن ۽ چانگن جي "چاٽي واري جنگ" ۾ شير خان ۽ ٻين راڏن جتن جي راڄ کي وڙهندي ڇڏي، لاڪاٽي جتن جو اڳواڻ لاکو ڀڳو هو:

"اهو لائق نہ هو لاکي جو، ويو چاٽيءَ وير ڇڏي،
راڏا راڄ اڏي، جوان گهڙيا آهن جنگ ۾".

---

[1] ص 161 - 170.

[2] هڪ جنگ ميلر جي نئن کان ڪراچي - ٺٽي واري شاهي رستي لڳ نئين جيل کان ٿورو ڏکڻ - اولهہ تي لڳي جيڪا "باغاري واري جنگ" جي نالي سان سڏي وئي. "باغار" بلوچڪي ۾ ساندي کي چون. ٻي جنگ اتر طرف مٿي ملير جي نئن لڳ ڪوهستان ۾ لڳي، جنهن جو ذڪر متن (ص 152) ۾ موجود آهي. اها "ڪرئين واري جنگ" جي نالي سان سڏي وئي. ڪوهستان ۾ "ڪرئون" ساندي کي چون.

جنگ ۾ جنهن ڏر سان واسطو هجي ۽ جنهن سان مدد جو واعدو ڪيل هجي تنهن سان پچاڙي تائين بيهجي. "مڪلي واري پهرين جنگ" ۾ جيڪا ڪرمتين ۽ جوکين جي وچ ۾ لڳي، تنهن ۾ برفتن مان آري جو گهر، ڪرمتين سان لاڳاپيل هو ۽ جنگ ۾ مير مزار سان گڏجي وڙهڻ جا واعدا ڪيا هئائون، پر اهي ڪين پاڙيائون:

هين ڳالهيون پاڻ ۾، ڏنائون ڏاڙهيون ڪي مزار،
سي پرسن پاڙيون ڪينڪي، نه آيون منجهه نيسار.

پر حماتين مان قيصر خان حماتي قول پاڙيو ۽ جنگ ۾ ڪرمتين جي طرفان وڙهندي ماريو:

ڏيئي ٻول ٻروچ کي ٻڌا هئا حمايتي هتيار،
چئي: موتان لڳي ميهڻو، ٻنا مير مزار،
پٺئون ڊٺ پچار، هئي ڪڪي قيصر خان جي.

جنگ ۾ سامهون جي ڪنهن کو ويڻ ڪڍيو ۽ مهڻو ڏنو ته اهو مڙسن لاءِ تير ۽ ترار کان ٻه وڌيڪ تکو ۽ ڏکيو هوندو هو. ۽ پوءِ "ويڻ ورائي" (ويڻ جو زباني جواب ڏيئي) اچي مرڻ مارڻ لاءِ سامهان تيندا هئا. "ناڙا تر" واري جنگ ۾، عاقيل کي ڪنهن ويڻ ڏنو:

اُني منجهان عاقيل کي ڪنهن ڏنو ويڻ وڏو وانڌار،
ته ڳار ورائي گهڙي پيو، هوتي ڪئي هاڪار.

جمن چارڻ جي چيل "جنگنامي" مان معلوم ٿئي ٿو، ته ڪلهوڙن جي سپهه سالارن پنهنجن ماڻهن کي مخالف لشڪر تي ٻيجڻ ۽ وڏي زور سان ويڙهائڻ خاطر "ويڻن" کان ڪم ورتو هو. جمن چارڻ ٿو چوي (پر مراد ڪيلري جي زباني) ته:

ويڻ، وئنس، ونداه ۽ وڪا ويڻن ساڻ ويڙهايون،
سي هٿن هٿيار تڪار تتي ئي هلڪا هتين هلايون[1]

چوٽي هئي ته "جئن ويڻ وٺاه تئن وير وڌ."

---

[1] اصل روايت ائين.

## جنگ جون رتائون ۽ سٿائون:

"جنگنامن" جي بيتن ۽ بيانن مان. جنگ جي تيارين ۽ تجويزن. رتائن ۽ سٿائن بابت ڪي اهڃاڻ ملن ٿا. جن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته جنگ جي تياري، ميدان جهلڻ ۽ وڙهڻ. فتح ۽ شڪست يا صلح واري فيصلي بابت ڪي رواج ۽ اصول مقرر ٿيل ۽ مجيل هئا. مثلاً:

- - جڏهن صلح ۽ فيصلي کان ڳالهه مٿي چڙهي ويندي هئي يا پڪو وير پئجي ويندو هو ته جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪندا هئا. پوءِ هڪ ٻئي کي جتائيندا هئا. ۽ جنگ جي ڏاه يا ڏاهي ڏيندا هئا. يعني پيغام موڪلي خبردار ڪندا هئا. اڳواڻ هڪ ٻئي کي ٻولائي جنگ جي جاءِ ۽ تاريخ مقرر ڪندا هئا.
- - هر ڌر پنهنجن راڄن ۽ طرفدارن کي ڄاڻ ڏيئي مدد لاءِ سڏيندي هئي.
- - تياري وقت پيرون پيڪنديون هيون. چڙهي هلندا هئا ته دهل دماما. نفيلون نغارا وڄندا هئا.
- - بعضي جنگ جي ڏينهن ۽ وقت لاءِ يا ميدان جي رخ ۽ طرف جهلڻ لاءِ سوڻ ڪڍيندا هئا.
- - وڏا لشڪر "جنگ نماز" پڙهي چڙهندا هئا. (ص 125)
- - شروع واري تياري کان وٺي جنگ تيڻ تائين لشڪر کي سنو ڪاڏو ڪارائيندا هئا.
- - ڪي جنگ جا جهونجهار جن کي نشي جي هير هئي، سي جنگ ۾ گهڙڻ کان اڳ نسو پي پُر ٿيندا هئا. اڪثر آفيم جو ڪسونبو ڳاريندا يا ڪيندا هئا. يا آفيم جو ڪورو ڪشيندا هئا. پنهنجي ڌر وارا ڪين ڪير ۽ امل جو ڳاڙ پيارينداهئا. (335). ڪي ديسي دارون پيئندا هئا قرقل ۽ پان سوپاريون کائيندا هئا.
- - جيڪي فتح کان پوءِ مخالف ڌر جي مال جي ورهاڱي ۾ وڏيون پتيون ڪٽندا هئا. سي سورهيائي سان وڙهڻ ۽ ميدان ملهائڻ جا ذميوار هوندا هئا.

- - لشڪر هڪ ٻئي کي اچي ويجها ٿيندا هئا تہ دهل نغارا وڄائي ڄاڻ ڏيندا هئا (298).
- - مقرز ميدان بدران ڪٿي ڪا هڪ ڏر حملو ڪري ڪاهي ايندي هئي تہ ٻي ڏر وارا آڏو "آڙ" ڪري وهندا هئا. يعني مورچا ٺاهي وهندا هئا.
- - دشمن ڌر جي جنگ جي تياري يا لشڪر جي چڙهائي جي جانچ واسطي اڳواڻ "چاري" يا "واسو" يعني جاسوس اماڻيندا هئا. جيڪي پنهنجي فن ۾ نهايت هوشيار هوندا هئا.
- - جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ هر ڌر طرفان ڪو جوان اچي سامهون پنهنجي طرف جو "جنگ جو جهنڊو" کوڙيندو هو. اهو جڻ آخري ڄاڻ ۽ اعلان هو تہ هاڻي هن ڌر جو لشڪر جنگ لاءِ تيار آهي. اهو جهنڊو پوءِ ڪٿي وڃي لشڪر جي مهندار يا اڳواڻ وٽ لشڪر جو نشان ڪري جهليندا هئا.
- - جنگ جي ميدان ۾ ڪاميابي لاءِ ڪن خاص سٽائن، حيلن ۽ حرفتن کي وڏي اهميت هئي. مثلاً وچ لشڪر ۾ آڏو پهرين صف وارا ٻوڏو هڪ ٻئي تي حملو ڪن ۽ پوئين صف وارا درجي بدرجي پهرين صف جون وٿيون پريندا اچن. آٿي يا آڄ يعني لشڪر جي ڪنڊ، ۽ آٿين وارا اهي جيڪي آڙا ڪري بيهن ۽ آٿين (ڪنڊن) تان اُسري زوردار حملا ڪن. ٿيا آٿين تان حملن کي منهن ڏيڻ وارا. "اٿي پوش" جيڪي انهن حملن کي هٽائين يا پاڻ هلان ڪري وڃي "اڙن" تي ڪڙڪن. وچ لشڪر وارا ٽولا ٻڌي، ميچ تي "جُنبهہ" ڪري حملا ڪن. ميدان کان ٻاهر آمهون سامهون چڙهاين وقت هڪڙا "سامهان" يا "سمهلا" جيڪي آڏو منهن ڏين. ٻيا "آڏ" يا پاسي وارا، جيڪي آڏ جهلي حملا ڪن. جنگ جي سوڙهہ وقت، اڳواڻ جي حفاظت وارا پهلوان جيڪي آڏو وڙهن ۽ اڙجهل ڪن.
- - جنگ جا خاص نعرا اڳواڻ مقرر ٿيندا هئا. مياڻي جي جنگ جو نعرو مير شهداد خان ڪڍيو تہ:

"جنگ ڪريسون. سنڌ نہ ڏيسون"

دو - آبي واري جنگ جو نعرو مير شير محمد خان ڪڍيو تہ:

"مر ويسون، پر سنڌ نہ ڏيسون"

- راڄن جي ننڍن نفاقن ڪي راڄدارن ڪوشش ڪري جنگ ڪان اڳ نبيرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ ٻنهي ڌرين ڪي وهاري "گرڙو سڪ" ڪندا هئا، يعني گڏجي ويهي ڪسونبا ڳاريندا هئا ۽ پيالا پيئندا هئا.

## جنگنامي جا جنسار:

جنگنامن ۾ جنگ جي مختلف اسمن ۽ رسمن، لشڪر جي وصفن، هٿيارن جي قسمن، جنگ جي گهمسان ۽ سمان، سورهين جي صفتن، سندن قولن ڪلامن، ۽ سندن "چلتن" ۽ "چالين" جا جنسار سمايل آهن.

- "پِڙ"، "ميدان" ۽ "ڪلو" (قلعو) جنگ جي ماڳ جا نالا آهن.
- جهيڙو ۽ جهڳڙو جنگ جي بنيادي مرحلن وارا نالا آهن، پر "جهونجهارڪو جهڳڙو" معنيٰ جنگ جي وڏن پهلوانن جو مقابلو يا وڏي شاهي جنگ:

"ڳائيندا ڳاٿو، جهونجهارڪو جهڳڙو"

(ص 158)

- "لڙائي"، "ڪيڏارو" ۽ "جنگ" ٽيئي ساڳي ڳالهہ آهي. "جنگنامن" ۾ "ڪيڏاري" جو نالو ڪنيل آهي:

جئن ڪيهر شينهن ڪيڏارو ڪري، تئن ڪيا مانجي مير مزار

(ص 318)

---

تہ ڪو مرد چڙهي وجي قابل ڪيڏاري

(ص 321)

---

ڪهڳل ڪوڄ تيو ڪيڏارو، دارون ڏنڌ ڪيو ڏنڌڪارو

(ص 364)

- "پِڙ" غالباً جنگ جي پيڙ ۽ سختي، "رهاڻ" اصطلاحي طور سورهين جي ترارين جي وارو وار واري ڏي وٿ.

- "روئنسو" ۽ "مارو" ٻئي "مارڻ" واري مفهوم مان ورتل آهن. "روئنسڻ" يعني ماري وجهڻ:

روَلت روئنسي وڏائون، جنهن جي نڙي ناڏ ڪيا
(ص 325)

- "ماهو"، "مرڻ ۽ مارڻ" جي انتها وارو نالو آهي: مري ماهو ٿيڻ، يعني مرندي گهڙيءَ تائين وڙهڻ ۽ مارڻ، پر جنگ مان جئرو نہ بچڻ.

- "دوداڻي" (دودن واري) ۽ "جاڙيجي" (جاڙيجن واري)، معنيٰ وڏي جنگ اهڙي جهڙي دودن (سومرن سورهين) ڪئي يا جهڙي جاڙيجن ڪئي.

- "رڻ" ۽ "آرڻ" ٻئي نالا جنگ جي ڀيانڪ منظر جا آهن. "آرڻ" معنيٰ واڙي جنهن ۾ گدرا ميها هجن. جنگ کان پوءِ مڙسن جا مٿا بہ ميدان ۾ ائين پکڙيا پيا هوندا آهن جيئن "آرڻ" ۾ گدار ميها. "رڻ" معنيٰ صفا سڄ، ڪوبہ نہ بچي ۽ سڀ قتل ٿي وڃن.

- جنگ جي لشڪر جا بہ گهڻي يا ٿوري، پيادي ۽ سوار جي لحاظ سان جدا جدا نالا، جيئن تہ: گهلُون، چِلون، چِليون، چُلنگيون، ديميُون، نَئيگون.

- جنگ جي هٿيارن ۾ نيزا ۽ ڀالا، هاسا ۽ سڪيلا، ڪيڙي ۽ چڪر، ترارون ۽ بندوقون (جامڪيون، شش ڪانيون) اچي ٿي ويون. پر جيئن تہ سنڌ ۾ صدين کان وٺي جنگ ترار جي هئي، انهيءَ ڪري ترارين جو ذڪر وڌيڪ آهي، ۽ ان سان گڏ ترار جي مياڻ ۽ ٿهنار (ترار جو قبضو، منيو يا ڪرڙيو)، ترار جون "طرفون" (چوٽيون)، توڙي جن لوهارن تراريون ناهيون، تن مان ڪن جا نالا:

- "واهہ والينا لهار. جو تو گهڙيو شڪيلو شير خان جو."

باقي ترارن جا جدا جدا ڪيئي نالا، جيئن تہ کنا، کڙڳ، سيفون، تيغون، سانگيون، ڪرماٽيون، اصفهانيون، ڪوميون، سرواهيون، هميلون (؟)، اواريون، چڳاريون، رُپيريون ۽ سونهريون.

- جنگيون جوانن ۽ سورهين جا جدا جدا معنائن وارا ڪيئي صفاتي نالا جيڪي جنگ جي جنسار سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي لغت ۽ ان ۾ بيان جي وسعت تي شاهد آهن:

ارڏا ۽ اٿموت، ڪونڌ ۽ ڪونڌر، ونڪا ۽ بانڪا، طريل طرا، ڇڳير ڇڳيرا، انگيرا ۽ اٽيارا، اٽي پوش ۽ اٽي جهل، ڪوپا ۽ ڪنڌار، مانجهي ۽ نيهي، آيڌ ۽ سانهه، سيگر ۽ متير ڏڱ ۽ رڏ جهونجهار ۽ رؤنسيدار، ميلهي ڪار ۽ پرڏر، جوڌا ۽ ڏهيسر، "اڊائي ونگ ورنهه" ۽ چوڙي - پَٽ، پاوَنگ ۽ اٿگيل، ڪُڙها ۽ سارڏوُ، سائوُ ۽ ساهوُ، پنجاهيا ۽ احدي، ميراثي ۽ مهائين.

جوان بهادر جنگ جا، ارڏا ڪونڌ اموت

(ص 157)

---

ڪوپا وڙهن ڪاهه تي، ويري وير وريام

(ص 211)

انگيرا اهي، جيڪي تلوار جا انگ يا تلوار جي ڪيڏ ڄاڻن. اٽيارا اُهي جيڪي اٽين (ڪندن) تان اُسري حملا ڪن. ايڌ (زوراور گهوڙي جي صفت) ۽ رڏ يعني وڏي پهلوان. رؤنسيدار يعني جنگ جا جهونجهار. پرڏر ۽ ميلهيڪار يعني وڏا بهادر. اڊائي ونگ ورنهه يعني اهي سهڻا طاقتور جوان جيڪي پنهنجن مٽي جي وڏن وارن کي هٿ ۾ ونگي نپوڙي تيل ڪدن. چوڙي پٽ، اهي زوراور جيڪي ڪنل ٻهروءَ جي تنگ چڪي پٽي ڪدن. پاونگ اهي جي پيرن ۾ ونگ وجهي ماڳائتا تي مقابلو ڪن. اٿگيل يعني جنگ جا ڪوڏيا. ڪڙها ۽ سارڏو يعني شينهن. سائو اُهي جيڪي وڏي صبر سان بيهي وڙهن ۽ موت قبول ڪن، پر نه مڙن ۽ نه موٽن. ساهو يعني وڏا ڏوپار. پنجاهيا. جيڪي پنجاهه مڙسن جو اڪيلي سر مقابلو ڪن. احدي اهي جي هزار جو مٽ. ميراثي (ميراث وارا) يعني جنگ جا وارث. مهائين اُهي جيڪي مري ماهو تيڻ وارن ۾ به گو ڪٽن ۽ رڻ ملهائين.

- جنگ جا جھونجھار، جن کي موت جو ڊپ ئي ڪونہ ھوندو ھو سي پنھنجن پالن، ترارين ۽ بندوقن تي "ويڻ" يا "طلاق" لڪائي ڇڏيندا ھئا. ھڪ ارڏي اٿموڻ جي ترار تي ھيءُ ويڻ لکيل ھو تہ:

"لعنت انھيءَ تي، جو مون کي نہ ھٽي،
لعنــت مــون تــي جــي آءٌ نـــ وھــان".

فتح خان گبول جي بندوق تي طلاق لکيل ھئي تہ: "ھڪ نشان گتس تہ بيو نہ ھٽندس، بيو ھٽان تہ طلاق لازم". مڪليءَ واري جنگ ۾ پھريون ڪانُ ھنيائين، جيڪو ڄام بجار جو "ڪئينسريو" (دوشالي جي گھيري سان ڪيمخوابي ٽوپي) ڪٽي ويو، پر ڄام بچي ويو. وري بيو ڪان فتح خان نہ ھنيو، جو طلاق لکيل ھئي، بندوق ڪٽي ڦٽي ڪيائين ۽ ترار ڪڍي وڙھيو، تان جو مارجي ويو.

- سورھيہ مڙس جنگ جي ميدان ۾ پوشاڪون پائي، طُرن جا ڇُڳا ڇڏي، ڪَر ۾ فر سان ڪڏي ايندا ھئا، جو ڄڻ ڪين موت جي سيج ماڻڻي آھي. دشمنن تي دھشت وجھڻ لاءِ ڇيلھہ تي "شماري" (شينھن جي کل) ٻڌندا ھئا.

- مير فتح علي خان جي دؤر کان جڏھن ڪابلي افغان سان سنڌ جي سورھين جا مقابلا ٿيا ۽ پريان ڪن کي ڪڏندي ۽ پلٽو ڪندي ڏٺائون تہ سنڌ جا سورھيہ بہ ڌمڪن ڌماڪن واري ٺور ۽ ترار جي کيڏ ۾ اڳئين کان اڳرا ٿيا. جنگي جوان پھلوان، جنگ جي ٺور جا تماشا ڪندا ھئا، قدم قدم پريندا ھئا ۽ ٿلندا ۽ ٿيلو ڪندا ھئا. دھلن دمامن ۽ شرناين قرناين جو ھڪ خاص تار وڄندو ھو، جنھن تي "چلتو" ۽ "چالي" ڪندا ھئا. يعني قدم قدم ڌماڪي واري ٺور ۽ لوڏ. توڙي تاري تي ترار جي پلٽي بازي ڪندا ھئا.

مير فتح علي خان جي دؤر کان وٺي سنڌ جي جنگي جوانن جي "چالي" ۽ "چلتي" (پھلوانن جي پريڊ) جا سلسلا شروع ٿيا. مير صاحب پاڻ پھلوان ھو ۽ پھلوانن کي "نازاڻ" (ناز ڪرائڻ ۽ جس شابس ڏيڻ) لاءِ "چالي" ۽ "چلتي" جي ميدان ۾ اچي ويھندو ھو ۽ انعام اڪرام ڏيندو ھو. سگھڙن ۽ شاعرن پوءِ "چلتي" ۽ "چالي" لاءِ ٽڪي ٽڪڙي وزن وارا

ٻول منظوم ڪيا. جن جا ڪي مثال متن ۾ ٻيڙي فقير چارڻ واري نظم (ص 358) ۾ موجود آهن[1]. مثلاً:

واگهہ تہ بينا پاڻ تہ ونگي،
آيا سر آڙن جي انگي
مارن چوٽيان، وجهن چنبي
ڪن پتنگن وانگي پيل

(ٻيڙو چارڻ)

"واگهہ تہ بينا" واري فقري توڙي "پاڻ تي ونگي" واري فقري جي لئي ۾ جڻ وڄت وارا ٻول سمايل آهن.

دانهي دُرس هٺن دودستي
ڪوبو ڪپي ڪيهر ڪستي
هوڪ هنئي تنهن هاڙهي هستي
ماري مت مناون مستي

تائو تيز وڙهيو هو تايون

کهگل ڪوچ ٽيو ڪيڏارو
دارون ڏنڏ ڪيو ڏنڏڪارو
رڻ ۾ رڏ وڙهي ڪن وارو
سورهيہ سيفن سان سٽڪارو.

ڇهڪا ڇهڪ وجهن ڇهڪايون
(سهراب چارڻ)

ٽالپورن جي دور ۾ اندروني طور راڄن ۽ راڄدارن جي خود اعتمادي ۽ سنڌ جي لشڪر جي ڪاميابي پنيان ڪاميابي سببان سنڌ جي جوانن پهلوانن جا حوصلا وڌيا. ۽ "چلتي" ۽ "چالي" جا ميدان متا. ان دور جي سگهڙ شاعرن جنگي نظمن ۽ "چالي" ۽ "چلتي" جي ٻولن سان سنڌ جي سورهين کي ساراهيو ۽ نازايو. انهيءَ فن ۾ سهراب چارڻ پنهنجو مٽ پاڻ هو. پر عالم خان لنڊ ۽ ٻين بہ سهڻا ٻول ٻڌا. سهراب جا چيل "چلتا" ۽ "چاليون" جن ۾ پيرن ۽ پيڪن.

[1] صفحا 213، 358- 365.

دهلن دمامن جي دهڪن ڦهڪن، ۽ جنگي جوانن جي قدمن جي ڌمڪن واري لوڏ ۽ لئي سمايل آهي، سي سنڌي رزميہ شاعري جا نادر نمونا آهن- جئين تہ:

**"چلتو جوان مردن جو"**

جنگ وچ جوان، ڪرن جت جلوا، دل دلاور، سر دولهہ
مصريان مار، مناون مٿ ڪون، چپ چپاتي، ڇهڪن ڇهہ...
ٺڪن چٺڪن، سٽڪن سيفان، هفت هزاري، دهڪن دهہ
ڇهڪن ڦهڪن، چوٽ چلاون، زهمان مارن، زور زدهہ....

**"چالي" جوان مردن جي**

جنگي جوان ڪرن جت جلوا، ڪوپا ڪپن ڪرپ
ارڏا اٽ وجن سي اٽڪي، جوڌا جوان ڪرن جهڙپ
نهڪن ڦهڪن سيفان سٽڪن لڙن پڙن سي لال لڙپ
شرطئون سي شمشيرون شاهي، شير هٺي ڪن شپ شڙپ...

(سهراب چارڻ)

عالم خان لنڊ جو هڪ وڏو گني شاعر هو[1]، تنهن "چلتي" جي لئي سان گڏ سنڌ جي سورهين ڪي عجب انداز ۾ نازايو:

مل مٿ ستن، سر سٿ گهتن، تل گهٽ نہ گهوٽ گهٽاون
هر ذات سڪيلي، وات ڦٽوڙي، ذات ڪذات ڪنباون
مرد نہ تيندي زرد آهي، ڪم ڪڙد ڪدار ڪماون
چلڪن ڪلڪن تلڪن تڳيان، تيغ تڪيان ڪڙلاون
وچ وانگ وٿيان، اٿ تجل تنتيان، پل پلڪ پتيان چا پاون
جنز ڪر، گڙ ڪر، گوڙ گموڙ، گروڙ گجوڙ گنواون
فيل دڪفيل سفيلان دي اُت، دوڙ دَ هوڙ اهوڙ نهوڙ نهاون
پيل شڪيل طويل تونگر، مر ڪر ٻر نر نام رهاون
اڙڪن ڪڙڪن سڙڪن سيفان، تَوڙ وِلوڙ وچوڙ وجاون
هستي مستي دست د دستي، ڪستي ڪر ڪڙڪاون
اوٺ نہ گهنن گهوٽ ڪڙو رڪ روٺ چڪن چڪاون

[1] عالم خان ولد گنهور خان گنهوراڻي. لنڊ بلوچ، وينل ڳوٺ بني لڳ جوهي. ٽالپورن جي دؤر ۾ ڪاڇي جو مشهور شاعر هو. اندازاً 1850ع ڌاري وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين.

لٽــــن چٽــــن چمڪــــن ڏمڪــــن مــــار مــــزار منــــاون
عـالم خـان جوان ايماني، نيڪـي نـام رهـاون، بخـرا پـاون.

پڻ عالم خان سورهين کي نازائڻ سان گڏ، کين جسون ڏيئي جنگ لاءِ هتايو ۽ حرصايو، جيئن تہ:

ديــڪ بـــ ديــڪ مهانـــدي مٿـــن
چوتـــا چاڙهـــ وڙهـــڻ ڪـــاڻ وتـــن
ســـورهيہ ڪـــڙ ســـر واهيـــان ســـٽن
رت مســـت ميحـــان ســـر چٽـــن،
ســـر ڪـــون ســـٽين، ســـويان ڪٽـــن
بـــازو بـــازين وانگـــون جهٽـــن
ڦهڪـــي نـــال ڦقــڙ پئـــي ڦهڪـــن
ڪڙڪـــي نـــال ڪرايـــان لڙڪـــن
آڪـي عـالم خـان جوان سـي سـورهيہ مسـت نــ تيــون

آڪي: سي وٽ ڪٽان؟
آڪي: جٽان هوون نٽان.

آزاديءَ واري دور ۾ ”جنگ“ جوان مردن جو ناز هو. جنگ مانجهي مڙسن جو ڏاج هو، بلڪ ”جنگ“ بانڪن بهادرن جي راهي پوکي هئي، بني ۽ کيتي هئي:

ڪنـــو ڪيـــٽ ســـندون، آرڻ اپـــت ان جـــي
جين منهن مصريين ڪديا، فصل تيـر پڪـون
اهڙو ئي ڪيتون، جنهن جي راه وراهن رُڪ سين.

يعني تلوار سندن کيتي اهي، جنهن جي اُپت جنگ جي ميدان واري واڙي آهي (جنهن ۾ مڙسن جا متا گدرن ۽ هنداڻن وانگر پڪڙيل آهن). جيئن ئي تلوارون جنگ جي ميدان ۾ تيون اُپيون تين، تہ چڻ سورهين جو فصل پچي، لڻ جي لائق ٿو ٿئي. پهلوان پنهنجي اهڙي کيتيءَ جي راهہ بہ رڪ (ترارين) سان ئي تا وراهين.

ن . ب

---

## باب پهريون

# سنڌ جو تاريخي شعر

(ميان حسين چارڻ جو چيل)

شاعر ميان حسين چارڻ، سنڌ جي قومن، سنڌ جي حڪمرانن ۽ سردارن بابت جيڪي ڪجهه ٻڌو، سو هن شعر ۾ بيان ڪيو اٿس. سندس بيان موجب: اتر سنڌ تي آمري تائين پهريائين "ناريجن" جي سرداري هئي، جيڪا پيڙهين تائين هلي. انهن کان پوءِ "سومرا" سنڌ جا احڪام ٿيا ۽ سندن ويهه پيڙهيون سنڌ تي حڪومت ڪنديون رهيون. آخر ۾ جڏهن دودو سومرو سنڌ جو حاڪم ٿيو تہ چنيسر ڪاوڙجي علادين کي چاڙهي آيو. جنهن سان دودي سومري ۽ ابڙي سمي مقابلو ڪيو. ڪنهن وقت ڪاڇي واري علائقي ۾ "چنا" قبيلي جي حڪومت هئي. ڪاڇي جي پر واري علائقي تي وري "ڪوريجن" ڄامن جي حڪومت هئي. چنن ۽ ڪوريجي ڄام جو سڳ تان تڪرار ٿيو ۽ ڪوريجو ڄام مارجي ويو. جنهن تي ڪوريجن وڃي "ڪانهري ڪوٽ" جي ماڇي سردار جيسر راوَ کي دانهن ڏني، جيڪو ماڇين جو لشڪر وٺي ڪاهي آيو.چنن، جيسر راءِ سان مقابلو ڪيو، پر ماڇي زور ٿي ويا. اهڙيءَ ريت چنن واري علائقي تي ماڇين جي زمينداري قائم ٿي.

جڏهن سنڌ تي سما حاڪم هئا. تڏهن ارغونن جا ڪي ماڻهو سنڌ ۾ اچي رهيا ۽ هتي جون حالتون ڏسي ولايت ۾ وڃي ارغونن کي احوال ڪيائون. ارغون ۽ ترخان، حسين ارغون جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ تي ڪاهي آيا. سمن سنڌ جي سرحد وٽ ارغونن جو مقابلو ڪيو. پر هارايائون ۽ سنڌ ۾ ارغونن جي حڪومت قائم ٿي.

چنن ۽ ڪوريجن جي سرداريءَ وقت ڪوراين چڙهائي ڪئي. هڪ طرفان شريف خان لشڪر جي مهنداري ڪئي. سائس اعظم پڻ پنهنجي لشڪر سميت شامل هو. هنن دوکي ۽ فريب سان پنهنجي مقابل فتح خان کي مارايو.

سنڌ ۾ ڄامن. خانن ۾ ابڙن (سمن) جي حڪومت ٿي گذري. سمن جي حڪومت ۾ دريا خان وڏا ڪارناما ڪيا ۽ ڄام ننڍي کي ملهايو.

پوءِ (سِرائي) ڪلهوڙا ساماڻا. سندن مريدن ۾ بلوچ. مير ۽ چانديا شامل هئا. چاندين جو وڏو: 'غيبي خان' هو. هو پنهنجي وقت جو وڏيءَ همت وارو

"هرقل" هو ۽ پيرن ۾ عقيدت تمام گهڻي هئس. ايتريقدر جو جنگ ۾ سندس طرف جو جيڪو ماڻهو ماريو ٿي، تہ ان کي پير جي پار ۾ ٿي ليکيائين. جنگ ۾ مَلَڪَ غيبي خان چانڊئي ڪاڇي واري علائقي تي قبضو ڪيو. پر سرائين حملو ڪري ملڪ غيبي خان کي ماريو.

سيوهڻ جي پر واري علائقي ۾ "ساهان" جي هلندي پڄندي هئي. سندس گادي بکر ڪوٽ ۾ هئي.

ان وقت سپني قومن گڏجي شيخ نصير(ميان) کي اڳواڻ بنايو. هن پنهوار تي ڪاهيو. پر مير پنهوار وڏو مقابلوڪيو ۽ سندس آڻ ڪانہ مڃي.

مير پنهوار قلعا ڪوٽ اڏايا. ماڇي مخالف هئا. محمدوئو پٺيار (پنهيار) ديگن دمامن جو ڏٺي تيو. محمدوئي، اورنگزيب جي دربار ۾ وڃي سموري حقيقت ڪري ٻڌائي، تڏهن الهيار کي اڳواڻ بنائي، سرائين تي لشڪر چاڙهيائون. تڏهن "پير" (ميان نصير محمد يا دين محمد) قاسم تالي پنهنجو ڪمدار موڪليو تہ وڃي معافي وٺي. پوءِ اورنگزيب پنهنجي طرفان دکن مان شيخ جهان کي بکر ڪوٽ تي مقرر ڪيو. مرزا خان جو پٽ شيخ جهان سان وڃي مليو. ابڙو فتح خان فوجدار هو. مغلن جي لشڪر ڪاهيو. الهيار اڳواٽي ڪئي. مغلن جي لشڪر سان قنبر مقابلو ڪيو. مرزا خان جي پٽ دغا ڪري محمد خان کي مارائي ڇڏيو.

1. اُيان پُونئان جو ڏٺي، الله اپرئون پار
خالق خلقت پانهنجي ڏنُ آ خاوند خبردار
موليٰ پنهنجي ملڪ ڏنُ واحد ناهِ وسار
سهس اَنارهِ عالما، رزق رسائڻهار
جيڪي عالم عام خاص، سڀني ساڻ ستار
تنهن کي جاٽي ڪون ڪو جيڪي ڪري جبار
سو سيڪو صفاتيون ڏئي ڪري آئي هي اقرار
جو بيچون بيشڪ بي نمون، هر جائي هم ڪار
ڪوڏ محمد مصطفيٰ سنيائين سنسار
تنهن کي باري بالا بزرگي بخشي بيشمار
فهم، فراست، علم، حلم، گل ڪيو گلزار

نيڪي بدي نوم شد. حرص ڪنون هوشيار[1]
ڪلن ۾ ڪرهن جو آ خاڪين منجهه خمار[2]
چئو چارڻ ڏي شاهدي، سنڌ سندو سَئنچار!
اڻ بدي آءُ نه ڪريان، بڌ ڪيو بولاچار:
پسو پهريون ئي هُيو، هت ناريجو نامدار[3]
تنهن ڪئي بادشاهي سنڌ جي، تيهه پيڙهيون پرڪار[4]
پهريون لڳا ڏنبرين، تيا گل ۾ گار
دنگ ڪيائون آمري، هوڏنهن ڪهَنگ قنڌار
تهين پڇاڙيا سومرن، اچي ڪيو اُپڪار
تنهن پي ڪئي بادشاهي سنڌ جي ويهه پيڙهيون پرڪار[5]
تن طالع تخت وهاريو، سر دودو سردار
تان چئي چنيسر چاڙهيو، گڏ "گوري" گرنار[6]
سو آيو سومرن تي ڪري، عالادين آر
هيڏنهن پي اولَ وجي ڪئي ابڙي، دودي ڪيو دمدار
سوگجي گوروءَ ڪي گڏيو، ڏمرجي ڏاڙهيار
اتي انبارين چڙهي، ڪُنيائينس ڪاپار
جان جيئو تان جَس سان، متس ناهه ميار.
هاڻي ايلچي اگي تيو، ونئي هي واپار
اولَ نه ڏي ابڙو، سومرا سردار!
چئي: عالادين بادشاهه تنهن سان ڪيو قرار
تنهن ڪي چيو ابڙي، جو هو بادشاهي بار
ته اسان جن اڳين ڪي، وڏو آهه وقار
سمو سرٽيون ئي نه ڏئي، ويهون پاڳو وار

---

[1] چارڻ جي گهراڻي جي ٻن ذخيرن (ميان دين محمد ۽ ميان ڪمڻ) تان ورتل ۽ پيٽيل. (1) ڪمڻ فقير (= ڪ) جي ذخيري ۾: "حرف ڪندن"
[2] اصل. ائين.
[3] ڪ. پهريون ئي تيو.
[4] ڪ. پريون.
[5] ڪ. پريون.
[6] اصل. گڻ گوري.

جيڪي ڪري سو الله، مر اڇي اڇٽهار.
تڏهن چڙهيو عالادين بادشاهه، ڪري ڪارونيار
ڪرول ڪروليـن گـڏيا، سبڙ ۽ سالار
تڪي تيغُن ڪئون تي سانگين ڪيو سُڪار
هاڻي عالادين ان پر چڙهيو، ٻن ڪيو ٻولاچار
چَپ چپڪو جت ڪت، جيئن وڏڦڙو وٽڪار
هو نگر چڙهڻ جت ڪت، دهه دهه ڏو ڏوڪار
سج لهي سُڌ نه ڪا، چنڊ نه پسي چمڪار
نيهيءَ ڪٺي مناڙيو، ڪَڻ جئن ڪاتيدار[1]
هاڻي ابڙو تيو اوجار، سماواتن سڀ جو.
2. سو پاڻئون پلو پرجهلو، سو يارن وياءِ (وينجهار)
تنهن وانگي سوڍو رکيو، دودو دعويدار[2]
تنهن يي چليون آنديون چوهه مئون ٻيو پيرو ٻيهار
ڪر سهڄاڻي ڪوٽ تي، ڪيو مصرين ملار[3]
ڪري خيف خوار، دودي دعوي ڇڏي.[4]
3. سمن ۽ سومرن جو، آ مذڪور بسيار[5]
هاڻي حاصل هي ڪلام، سندن تيو شمار
جو هوڏنهن رُو پاهن چڙهيا، هوڏنهن لاڙ ٻنگار[6]
ڪن ڪيو ڪنراڙو، وهي اَرتو اڪين جار
چاڙهي ديس دَنوار، جو سمن ماريا سومرا
4. چارڻ چنن جي چوي، هئي سنڌ هيڪار
ڪاچي ٻنهي ڪنڌئين، ڪوتن ڪيو قطار[7]
چئي چناڻن پاڻ ۾، ماراءِئون مزار

---

[1] اصل. نيهن ڪٺي مناڙيو ڪڻ جي ڪاتيدار.
[2] اصل. سودر رکيو.
[3] اصل. ڪر سهه جاڻي.
[4] ميان دين محمد جو نسخو: دعوي دردي ڪنئي. ميان ڪمڻ جو نسخو: دعوي دردي ڇڏي.
[5] ڪ. وڏو آ وقار.
[6] رو ٻن چڙهيا = روپاهه تي آهن چڙهيا.
[7] اصل. ڪوتن ڪيو.

سبڙ مارائي ڪري، وڃ ٿيو ويچار
تنهن پيي چليون آنديون چوهہ مٿون، هند منجهئون هيڪار
اڇي پيو اوڇتو، مَرجُوڪن ميار[1]
ڪني لاهي خار، وڃي وڄ پيڙهي ٿيو بادشاه.

5. هاڻي ڄڃن ڪوريجن جو هيو گڏ گذار
سي همسايا هم وطني، ساٿي سيوڪار[2]
"وَتڻ" ڪاڻ وهانو جي، ڄام جوڙي وڏو جار
سو "مَرجوڪن" مڃيو سڱَ سندو ستڪار[3]
تان مَنَهن آيو "ڇگّي" جي ڪوريجو ڪلدار
تان مارايائينس مڏ ڪري، هو مٿي جنهن مدار
تڏهن دانهين هليو ڪاهيو ڪوٽ ڪوار
تنهن وڃي جيسر راوَ ڪي ڪاهي ڪرهو هار[4]
سوئي وني آئيو، ماڃي مهاندار
تني تلوارن سان، هٿي ڪيا هَوار
وڃي ٻچيو ٿورڙو، ڄڃن جو چوهار
ظاهر زميندار، اڃني مناڃي وينو ملڪ ۾.

6. اڇي ارغونن ڪيو، نڪري تيا نروار
تان هٿي سنڌ سمن ڪي، ملڪ منجهئون مختيار
چاڪاسيائون چند روز، رهي تيا نروار
تن وڃي ولايت ۾ ڪيو، گويو هي گفتار:
ت ڪي تتي تڪريا هيا، ڄامن سر جمار
جي پڙ پائي چار، هن ڪي وهڻ وتڻ سنرو.[5]

---

(1) يعني اها مرجوڪن تي ميار آهي.
(2) اصل. ثاني سيوڪار.
(3) مرجوڪ = "ڄنن" يا ڪوريجن جو پاڙو.
(4) ڪ. ڳاهي ڳرهو هار.
(5) دين محمد = تان ڪن ڪي وهڻ: ڪمڻ = تا هن ڪي.

7. هليا ڪري "حسين" سان ارغوني اختيار[1]
تن سان سمن سرحد تي ڪيو، مصرين ملار
ويري گڏيا وات ۾، نڪري تيا نروار
تکو تلوارن ڪيو، تلن ۾ ٺهڪار
سمن سلطانن ڪيو (مصرين) ميگهه ملار
ترخانن تيک نيار، جنهن جا سما سلامي تيا.[2]

8. هاٿي "چنن" ۽ "ڪوريجن" جو، وڏو هو وڏهار
چڙهيا ڪورائي ڄار لک چنن لک هزار
ٻي بادشاهي وچ ۾، ٿيون ٿيو ٺمڪار
جو سر ڏئي سر وچ ۾، ڏري ڪهين ڏار
ڪارڻ سر شريف خان، نسري ٿيو نروار
واهي تيو دربار ۾، ڪل ٻاري ڪوار
ان سان "اعظم" آئيو، نيازي ٻه نيار[3]
تنهن ماريو فتح خان کي، ڏيئي قول قرار
ان بيدادو ٻانئيو، جتن ڪيو جهار
انهئون پوءِ اعتبار، ڪري ڪونه زبان تي.

9. ٻڌي ڳالهه ٻڌاءِ، پر ڪر اکين ڏنو آچار
چامي خاني دائما، ابڙي ڪيو اپڪار
تن وڄايو وڏو ڪري، نوبت نت نغار
دل ملهايا دَرِهہَ خان، ندي ناماچار[4]

10. توڙي ميان جا مريد تي، وڏايائون وار
سو لئي سارا ين چڙهي، ات ٻڌائون ڪار
اهڙو ئي اعتبار، مير منجهون پيدا تيو.

(1) حسين = شاهه حسين ارغون.
(2) دين محمد. تک: کمڻ. تت. تيک = تلوار.
(3) ک. آدم آئيو.
(4) اصل. "دل ملايا". دل ناماچار ملهايا = گهڻا ملهايا. دَرِهہ خان = دريا خان. ندي ناماچار = ڄام ندي (نظام الدين) جا ناماچار. هن سٽ کان پوءِ نظم جو ڳچ حصو ڪٽل آهي.

11. هـاڻي گـامين كـوڏ كـري چڙهيـو، چانـديو چوڙيـار[1]
سـر ڏئـي سـر ركـي، "غيبـي" گهڻـا بـار
هيـڏنهن لكيـن لك سـوءِ، هوڏنهـن اڙو اپـار[2]
۽ وچ اپـائي نيـو، كنـدو اپكـار[3]
كـاڏائون كنـن سـان، سـنڌ كـاچو كينـار
منهـن مهمـاڻن سـان هـو، گـڏ سـتو پوتـار
سـو پـي سـرائن چڙهـي مـاريو مـگ متـار
دَرهـَ دودو منجهـ دار، رڻ كيـو رت هـار[4]
هـِن هـِن كي هي كار، جي دودي درهـ سان هئا.[5]
12. "غيبـي" تيـو گـلزار، كـاچي بـڌي ككـرا
تـان هرقـل هٽـي هنـڌ كيـو، ڏٽداٽـيءَ ڏيكـار[6]
كٿـائي كنـان هٽـي، كيـائون اوڏاٽـي اُپكـار
سـو اُو واٽـو اهـڙو، جـو ديرينـو دمـدار
تنيـن طـالب تهـڙا، آٽـن جـي اختيـار
سـي سـرائي سـرن كـوُن تـا بنهـ وتـن بيـزار
سي مرٽئـون مـڙن كينكـي نكـي مـڙن پـانئن موچـار[7]
جي كـو مـاريو تنهـن ائيـن چـون تـ: "هـي پيـو پيـر پنـار"
اهـڙو ئـي اعتبـار، آهـي پنجـاهين جـو پيـر ڏنهـن.
13. سـاهان هـو سـيوهڻ سـان دنگـو دنـگ دوار[8]
بـانكو "بكـر كـوت" جـا، تـو بـاغ كـائي بسـيار
كيـو شـيخ نصيـر كـي، ذات بـذات جـُهار[9]
مركـي ميـر پهنـوار، جنهـن كيهـر كنـڌ نـ نـائيو.

---

(1) اصل. كامي كوڏ كري.
(2) اصل. اجار.
(3) اصل. ائين.
(4) دين محمد وارو نسخو: "درهـ ڏوڏو منجهـ دار".
(5) ك. رڏ كيو.
(6) هي كار = هئيكار.
(7) اصل تان هن قل هن هنڌ كيو.
(8) ك. مڙڻ كن موجار.
(9) ك. سان هان.

14. سي قلعا ڪوٽ ڪچهريون، تو اڏائي اٿيار
تن ۾ دارون، تير، تماچا، بيو جوانن سان جنسار
سنڌ بکر سيوهاڻ ۾ ڪيو جماعتن جُهار
سي سپ ميڙو ماڻهو، پيادا ۽ سوار
ڏئي علوفا ان ڪي ۽ مرادون مٽيار[1]
مڙسن سندو مير وٽ، وڏو آ وقار
جو لک لٺائي لج تئون، ڪروڙن ڪاپار[2]
رکائي رقيب ڪوئن، ماڃي ملغذار
وٺندي ويهي پنج ڏينهن هو ڪندو دارمدار
سنڌ سگلي مئون ڪري، وڏي ڪئي واهار[3]
تان ديگن دمامن ڏٺي تيو پاڻ پٽيار
تڏهن ڪنيو سيوئي سنڌ تئون محمدوئي نہ مدار
جڏهن وجي اورنگزيب جي، ڏيهاڙي دربار
ملي هت مصحف جي، تڪو ڪري تيار
تڏهن ملڪ ڏٺي معلوم تيو ڪري ڳالهہ قرار
تڏهن سر مهيم سنياهيو ڪري آڻن الهيار
سو مقرر آيو مولهہ سان، ڪري ترت تيار
دهلي مئون ديرو ڪري، بڌي سرائن سار
تڏهن پير پانهنجو موڪليو، قاسم نسي ڪمدار
سو لک مجي، لکت ڪري، ايلاريون انتظار
توبهہ ڪئي تائب مج منهنجي اڄي اوهان پار
تان معلوم تيئي هت مير ڪي اها طرح تنوار
تنهن آندو تي بادشاه، پهس ڪيو پڪار
تہ ملتاني ميڙاڪيُون، تو تنگ ڪري تڪرار

[1] ڪ. جحار. د. مجار.
[2] اصل. ڏئي الوفا.
[3] اصل. ڪ بار.

ٽئي حضور جو ڪو ڪردوچي ڪمدار[1]
سو بانڪو "بڪر ڪوٽ" جو، ڪو فرمايو فوجدار
تان اورنگزيب نوازيو، "شيخ جهان" جهونجهار
تان مِلي لاَيو مدُعي، چوهہ سندو چٽڪار
سو دَڙي دکن ديس مئون، درس آيودرڪار
سو رسيو خوب رفيق ڪي، فائق فوجدار
پاٺهئون پاليٽون ڪري، اڇي جا اورار
تان هت اهڙوئي اهوار، معلوم ڪيس مڙني.

15. تڏهن ديرو دعوي جو وجهي، اَٽڪي اوهڻ يار[2]
اتي مليس "مرزا خان جو بيٽو" برخوردار
اتي آيو ابڙو فتح خان فوجدار
مرد مردين مغلن جا، گجي ڪن الغار
قلعو ڪيائون ڪورس، پهرو ۾ پلتار
هو ملچو پڌي ان جو، آيو "الهيار"
تنهن ساعت دودو تيو، اهڙو شام اپار
هيڏهن رسيو ملامت ۾، "قنبر" قربدار[3]
اوڏو تي امراءَ ڪي، مقابلي مٽدار[4]
هت محڪم منزل اتي ديدن ڪيو دمدار[5]
اتي مرزا پٽ متي ڪيو، دغا جو دستار
جو مل ڪري مينجهار، محمد جان مارائيو.
جس درسن، جس جات جوان ڪي، جس آون جي آيا
جس جوري، جس نوري، جس پاده جو پايا[6]

---

(1) اصل ٽي حضور جو.
(2) ڪ. اٽڪيو اوهڻ يار.
(3) دين محمد. جڏهن رسيو.
(4) اصل. مقبولي سردار.
(5) اصل. مت (= متان؟).
(6) دين محمد = جس نوري تيري.. ڪمڻ = جس نوري ٽي (جس نوري نبي؟)

جــس خيمـــي جـــس دلوچـــي، جيڪـــي رُڪ رچايـــا
جـس خطـاب خـاني، جـس شـيخي، حـاجي جـس هلايـا
اوران ڪـون نـــ جـــس ايــڪ جڳــاوي، تــم لاڪ ســـوايا
جـــو قربـــان تـــُـسين تـــون، جنهـــن ايســـا الله اپايـــا
جـــس تـــن جوانـــان ڪـــون، جـــن جنـــگ وچ پـــاڻ جلايـــا
صدقـــي صـــاحب نـــانءَ تـــون، جنهـــن ڪلمـــا پـــاڪ پڙهايـــا.

لا الـه الا اللهُ محمـدَ رسول الله.

---

# 2. لس ٻيلي جو تاريخي احوال

(نظم ڪيل شاعر نمر جو)

نمر فقير مگٺهار لس ٻيلي ۾ شهر اُٿل جي ڀرسان وڏيرن جي پيڙهائتن مگٺهار فقيرن جي قبيلي مان هو. 17- صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري ڄائو، ۽ 1893ع ۾ هو بلڪل پير مرد هو ۽ سندس عمر ان وقت هڪ سؤ سالن کان مٿي هئي. نمر فقير جو سچو سربستو احوال ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول" ۾ ڏنل آهي. نمر فقير لس ٻيلي جي ڪيترن ئي واقعن ۽ جنگين کي منظوم ڪيو. هڪ نظم "شاهوڪن ۽ ٻرن جي مقابلي ۾ مني شاهوڪ جي مارجڻ" بابت چيائين، جنهن جي شروع واري ڀاڱي ۾ لس ٻيلي جي حڪمرانن کي سلسليوار بيان ڪيائين.

هن بيان موجب ڦهريائين هتي جو سردار "موسي نَياڻي" هو. پوءِ هتي ڀَبي - پوٽن رونجهن حڪومت ڪئي. سپڙ ڄام انهن مان هو. ڪل پنجهٺ پڳدار ٿيا، جن مان آخري سردار حاجي سنگر هو. انهن کان پوءِ موساڻي گونگا سردار ٿيا جن مان دينار وڏو نالي وارو حاڪم ٿيو. ان کان پوءِ مَلڪ پاهڙ خان برفت حڪمران ٿيو. سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ عزت خان تي پڳ آئي جيڪو عمر جو ننڍو هو. هن کان پوءِ عالياڻي ڄام ڪئونريجا حڪمران ٿيا جن مان ڦهريون حاڪم ڄام عالي (وڏو) هو. پوءِ انهي جي پيڙهي هلي ۽ ڄام ميرخان (ڦهريون) ۽ ڄام عالي خان (ٻيو) حڪمران ٿيا. ڄام عالي خان جي وقت ۾ دريس ٻُرو ۽ منو شاهوڪ هم - صلاح ۽ همت ڀريا مڙس هئا، ۽ ٻئي هڪٻئي جا دوست هئا. پر اهڙو اتفاق ٿيو جو مني شاهوڪ مياڻي تي قبضو ڪيو جيڪا ٻرن جي هٿ ۾ هئي. انهي تي ٻرن مني کي ماريو. اهو پوريون بيان نظم جي پوئين ڀاڱي ۾ آهي. هيٺ نظم جو ڦهريون ڀاڱو ڏجي ٿو جيڪو لس ٻيلي جي تاريخ بابت آهي[1]

ساراهيان سچو ڌڻي جو سيني سندو راءَ
لاشريڪ لا مڪان آهي هڪ الله
پاڻ وهيٺو پادشاهه جيڪا ڪري سا

[1] ڏسو ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول" (ڇاپو ٻيو. حيدرآباد. 1970ع) ص 209-212.

هٺي چت پٽن سين باري بيپرواه
قادر جي قدرت کي سمجهي ڪين سگهيا
عرش ڪرسي لوح قلم آگي اُپايا
قابو ڪير زمين جا جبل تنهن جوڙيا
سوا لک نبين جو ڪيو پاڻ ڏٺي پيدا
تي سوءِ تيرنهن اڳرا ٿيا مرسل متيرا
نور منجهان نروار ڪيو مولىٰ مصطفىٰ
ڏيو ڏيهن وچ ۾ شاهن سندوشاه
چئين ڪندين چراغ ڪيو شمس شعاع
چارئي يار رسول جا شريعتي سوا
اول ابابڪر ايمان سين آندو صدق صديقا
درس اُبينو دين تي عمر مير اُتاءَ
انهان پوءِ عثمان ٿيو غازي غنياءَ[1]
تنهن سٿون سورون سرت سين ٿي پڙهيون پرت منجهان
جوڙي ٿيهه جمع ڪيا ثابت سيپارا
علي شير الله جو آهي اسدالله
جنهن ڪٿي ڪافر ڪيترا ڪوڙين ڪنبايا
ماري مسلمان ڪري تنهن امن تي آندا
پنجتن پاڪ مجيان جي ڏٺي پاڻ ڏُئا
آئي چادر ان تي اُلهي عرش اُتا
علي جي اولاد کان قطب ٿيو پيدا
سو پاڳارو پيرن جو مجيو ملائڪن آ.
جنگيون گهڻيون جنبايون اميرن اصلا
پوءِ ٿيو پادشاهن ۾ موتي مذڪورا
ڪوئنس مڙيئي ڪاج تي جان ڪير نرت نگاه
قصو ڪريان تو بيو سو سڻو سبوجها

---

(1) ٻي روايت: اوهاهين پوءِ

بيلو بيلي پيرين جو آڏيو سو اصلا
موسيٰ نياڻي مهند ڪُتي اچي سر سهڄا[1]
گهوڙا گهوٽين بخشيا ڪولي ڪنڌين تا[2]
تنهن پاٽ پڙهيو ڪيترا تي ڏڏين ڏان ڏنا
اُت پبي پوٽا پڌرا رونجها راڄ هئا
تن سادي سٽ صاحبئين جي حاجي ڪري هڳاءَ
سو سنگرُ سانُهه سگهه پريو هو چڱو رونجهو راءَ
ٻيا مُوساڻي تنهن ماڳ تي گاروڙي گونگا
ڄام دينار ڏَمڪُون ڪريو تي ديرا دٻايا
تنهن هاتي مِل هڪل سين سڀ سلامي ڪيا
پوءِ آئي پڳ پهوڙ خان تي امر ساڻ الله
تنهن ڪنو هٺي ڪٽيو ڪاوڙجي ڪستا[3]
ڪانيو پوٽي ڪڙهي سلا ساڱايا[4]
برفت پائر پاهنجا نهري سڀ نگهيا
اچي پوءِ عزت خان جا سڀ سلامي ٿيا
سو نيڪ ننديو ٿي ناميو هو وڏي گهر ويا.
اِنهان پوءِ اچي ڪيو عالياڻي عملا
ساڪن سي سردار تي بيلي ۾ ٻينا
مڙيئي موجود ٿيا قائم ڪوُريجا
صديق سينهن سگهائيو تي پاندو پڇاڙيا[5]
اول ڄام عالي هو پوءِ غازي غلام شاهه
نر نوتاڻي ناميا اصل اهند هوا[6]
مير بِراهمِ موج ڪري تي ڏوڪي ڏڪايا

---

(1) اصل ائين. ٻي روايت ڪتي سر سوا.
(2) ڪنڌين تا = طبلين تان.
(3) ر: ڪٽيو ڪان هو ڪستا.
(4) ر: سنڌا ساڱريا.
(5) ر: سينهن سڪايو. سينهن سينگاريو. ڄام صديق للياڻي ڪنراڄ جو رهنڙ ڄاموٽ سردار.
(6) يعني نوتاڻي ٻُرا جن مان مير براهم نوتاڻي وڏو بهادر هو.

تنهن ڪاڇو ڪِهر ڪنبايو ڪري هڪل هيبتا[1]
نعرو نوتاڻين جو ديسين منجهه دهڪا
نوت، مريد، ڏيوڙو سورهه سوياتا
تن اهڏين "اتل ڪوٽ" ۾ تي حڪم هلايا[2]
تن اجهي عالياڻين جي تي ڪڳ ڪٽيو ڪاڏا[3]
نڪين حاڪمين هيسيا نڪين سردارين سهٽيا
مير خان متارو تيو دُرس چڱو داناءِ
تنهن راج ريجهائي پاهنجا سوڙهي سُک ڪيا
ان فهميدي فڪر سين فيري فچايا[4]
وانتا وجهه تن ڪان واري سڀ ونتا
جام عالي جاڻ چڱي سان عجب تيو عُلما
پڙهي تنهن پورو ڪيو ڪامل قرآنا
شرع شريعت سيڪا ثابت ڪيائين سا
موتي بيومير خان تيو مور تهين ماڳا
ڪلنگي تنهن ڪپار ۾ سونهي سهج منجها
وينو طالع - وند تخت تي بخت سندس بالا
تنهن ڪاپُو ڪَهر قلات سين پيچ پڳهه پاتا[5]
احمد زئي ان ڪي سگ ڏنو سهجا[6]
عالياڻي عقل سين تيو حجت ۾ همراه[7]
تنهن ڪڙهي سڀ قلات جا عمل عيان ڪيا
تنهن لائق آڻي لس تي ايهي اسر رکيا[8]
اُمرا ڪدي پاهنجا سوڙهي سُک جهليا

(1) ڪاڇو يعني سنڌ وارو ڪوهستان جو ڪاڇو.
(2) يعني اُتل جو شهر جو مريد بري بڌايو.
(3) ر: ڪڳ ڪٽيو ڪاڏا.
(4) فيري فچايا = واري گڏ ڪيا.
(5) ر: ڪڙهي تنهن قلات جا عمل سڀ آندا.
(6) احمد زئي = قلات جا خان.
(7) ر: همت ۾ همراهه.
(8) اسر = محصول، سنگ.

تنهن تان راڄ رنجور تي روح ۾ رکئيا
دريس منڍي پاڻ ۾ رکيو يارانا[1]
گفتا کيائون گڏ تي تن ٻيهي ٻول ٻڌا
پهي پروڙي پاڻ ۾ اها کري اتيا
مصلحت ٻني هيڪڙي جيکا کري الله
تن ٻيلي قلات وچ ۾ سوڏا سيل کيا
تن کي خان خوشي مان عزت ڏني اڳيا
ٻانکي پائر پانهنجا سيئي رک رکيا
پهرن پنهنجي پد تي خوبئون خوشحالا
ساٺيه منجهه سکا ٿيو پوٽن ٻي فکرا[2]
پر چڱا نه ٿيا جو پاڻ ۾ جهڙ پيا
جي هجن هيڪڙي ڳالهه تي ته سرهي ٿئي سيکا
آيو وقت آخيري لکيو کتابا
محبت ويندي ماٺهن مان، پڙهيا مون پُڇيا
قبيلي مان کلفتون پسو ٿيون پيدا
موٽي مٺ - گهُرا ٿيا جي هئا اوڏا عزيزا
دريس پاران دل ۾ پائرين ٻغض رکيا
جيکا کري ڳالهڙي سمجهن کين صفا
مالک ڏاڙان من جي کنهن کي کل نه کا
انبدر سندو عام کي کهڙو سُڌ سماءَ
ڏاڏي سندي سٺ مان گدڙ ٿيو گمرا
تو لڳين تنهي ڳالهين کوڙو کذابا.

---

[1] ادريس ٻري ۽ مِنڍي شاهوک پاڻ ۾ دوستي رکي.
[2] ر: "سي ساٺيه ۾ سنرا پوٽن ٻي فِکرا"

## باب ٻيو

# سومرن ۽ سمن جو دؤر

## (ڄام هالي ۽ همير سومري جي جنگ)

هيءَ جنگ سومرن حاڪمن جي زوال ۽ سمن زميندارن جي اُڀرندڙ طاقت واري دؤر ۾ لڳي. سومرن جو آخري حاڪم دودي جو پٽ همير هو. جنهن غالبا نئي طرف سمن جي وڌندڙ طاقت سبب عمرڪوٽ کي اچي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو هو. ڄام هالو - ساند جو پٽ هو. ڄام هالي جي ڌيءُ ٻاگهي، سندس گهر ۾ هئي. شاديءَ وقت ڄام هالي، "سَڪيري" نالي پنهنجي خاص خدمتگار کي ٻاگهيءَ سان گڏ موڪليو هو. ٻاگهيءَ جي شاديءَ کان پوءِ پاڻس هوتي ساڻس ملڻ ايندو هو، تنهن هڪ ڏينهن همير جي ڌيءُ "جيجڙي" کي ڏٺو ۽ پنهنجي پيءُ ڄام هالي کي چيائينءَ تہ مون کي جيجڙيءَ جو سڱ وٺي ڏي. ڄام هالي، همير کان سڱ گهريو، پر همير انڪار ڪيو. پوءِ ٻاگهي، همير کي بار بار چوڻ لڳي، جنهن تي همير ڪاوڙجي، ٻاگهيءَ کي ڪوٽ مان ڪڍائي ڇڏيو. هيءَ مائي مرداڻي دل رکندڙ هئي، سا مائٽين موٽي ڪانہ وئي پر پنهنجي خادم سَڪيري کي ساڻ ڪري، شهر کان ٻاهر ڪنهن آباد ايراضيءَ ۾ وڃي جدا حويلي ٺاهي ويني. همير جا ماڻهو ڪيس اتي بہ ستائڻ لڳا. جن سان سَڪيرو سامهون ٿيو پر ڪيس ماري وڌائون. انهيءَ تي ٻاگهي پنهنجي پيءُ ڏانهن پيغام موڪليو تہ: آءٌ ڪوٽ کان ٻاهر نڪتي ويٺي آهيان ۽ "سَڪيرو" بہ مارجي ويو آهي:

بل ٻابل ٻانهو مئو، هئو سوان مڙسان رو ٻن
هيري رتاس ڏندڙا، هوس ڪاتي سونو ڳن
مولهيو موتين ڇانئيو، هوس پُر پُر پوت موتين

انهيءَ تي ڄام هالي جا پٽ: هوتي، علي، پلي ۽ ٻيا لشڪر ساڻ ڪري چڙهيا:

پلي ٻاڻي نہ پئي، علي ان نہ ڪاءِ
هميراڻي ڪوٽ سان، ڄان ڄان جنگ نہ ڪياءِ

انهيءَ جنگ ۾ فتح ڄام هالي جي طرف جي ٿي، همير مارجي ويو ۽ سومرن جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي. ڄام هالي جو پٽ هوٿي پڻ هن جنگ ۾ مارجي ويو، جنهن تي ٻاگهيءَ ٻار ڪڏيو تہ:

هوٿي جي ڦٽي ڪي هـو گيـوَر گيـوَر گـُـل
سڀ مرن سـومرا، تـوءِ ڪونهي ڦٽي - تـُـل.

## صابر شر جي روايت

ڄام هالي جي ڌيءَ ٻاگهي همير سومري جي گهر ۾ هئي. ٻاگهيءَ کي ٻانهو بہ ساڻ ڏنل هو. هالي جو پٽ هوٿي، اڄي همير جي پيڻ جيجڙيءَ تي چريو ٿيو. ٻاگهيءَ کي چيائين تہ: ڪنهن بہ نموني سان همير جي پلنگ تي سـُـمهار. ٻاگهيءَ سمهاريس ۽ پاڻ ويهي جيجڙي سان ڍاري راند ڪيائين. جيجڙي ان وقت هوٿيءَ کي ڏنو ۽ ڪيس منيان لڳي. اڳ بہ ڄام هالي، هوٿيءَ لاءِ جيجڙيءَ جو سڱ گهريو هو، جنهن تان همير کي ڪاوڙ آئي ۽ چيائين تہ:

مـان هـان سنڌر سـومرو، تـون سمو سـڱر ٽـوڙ
ڦولي لهہ گهٽن ۾، وڃي جيس پنهنجو جوڙ

جڏهن اها ڳالهہ کـُـلي پئي، تہ همير کي ٻاگهيءَ تي ڪاوڙ آئي ۽ ڪيس مائٽن ڏي موڪليائين. پر ٻاگهيءَ چيو تہ: آءٌ مائٽين موٽي ڪانہ وينديس. پوءِ همير ٻاگهيءَ کي ڪوٽ مان ڪڍي ڇڏيو، تہ هوءَ ڪوٽ ڪان پري، ٻانهي ڪان چپر جوڙائي اتي وڃي رهي. ٻاگهي، ٻانهي کي چيو تہ تون پاٽي ڇوڙ تہ ٻني تڪر آباد ڪريون. ٻانهي پاٽي ڇڏيو. همير اُتان اچي لنگهيو ۽ ٻانهي کي چيائين تہ: ڇو منهنجي ٻنيءَ ۾ پاٽي ڇڏيو اٿئي؟ ٻانهي جواب ڏنو تہ: "منهنجي سائڻ جو حڪم آهي". انهي تي همير مٿس حملو ڪرايو ۽ ٻانهو وڙهندي مارجي ويو. انهيءَ تي مائي ٻاگهيءَ ٻار ڪڏيو:

ٻل ٻابل ٻانهو نہ مري، سَوان مڙسان رو ڀـَـن
هيري رتاس ڏندڙا، هوس ڪاتيءَ سونو ڳن
مولهيو موتين ڇانئيو، هوس ٻـُـر ٻـُـر موتين ٻوت.

سومرين جڏهن اهو ٻار سـُـئو، تڏهن چوائي موڪليائونس تہ: اڙي! ٻانهي لاءِ ايڏو ٻار ڪڏيو اٿئي، جي ٻڍهين هالو مئو تہ ڇا چوندئين؟ تڏهن ٻاگهيءَ چيو تہ: اُن لاءِ بہ سيو ڪجهہ پيو آهي:

اُپ مُنرو، زمين جهانوَري، منجهہ هالو مانداڻ[1]
هِـڪا چِـڪي لُـڙ ڪري، دِلـي خراسـاڻ

ڄام هالي ۽ سندس پٽن علي[2] ، پلي، هوتي ۽ ٻين کي سچي خبر پئي تہ ٻاگهي ڪوٽ کان ٻاهر نڪتي ويني آهي ۽ ٻانهو بہ مارجي ويو آهي، اُتي سخن ڪري چڙهيا:

علـي اَن نـہ کـاءِ، پلـي پـاڻي نـہ پيئـي
هميراڻي ڪوٽ سان جان جان جنگ نہ ڪياءِ

1. جُـوڻو، جهـِـو، جکـرو، هوتـي، هگـورو
پلـي پـاڻي نـہ پئـي، ڏمريـو ڏيـرو
اتي ڏيون ديرو، جتي ٻاگهي لڌو مِـهڻو.

2. هوتـي ڇـوڙي ڪنـديون، هگـورو دربـار
جيجا ڪوٽ نهار، تہ ٻاگهي پائرن جا ڪـِي.

مائي ٻاگهيءَ چيو تہ: سومرا گهٽا آهن، نہ چڙهو. پلاجي وجو تہ اهو جوان وجي جنهن جي ڏاڙهيءَ ۾ ڦٽي نہ اٽڪي: پانيائين تہ هوتي نہ وجي. هوتي لوهي ڦٽي ڄاڙي ۾ زور سان هٽي اٽڪائي، تڏهن جنگ تي چڙهڻ جي موڪل مليس. نيٺ جنگ لڳي تہ ٻاگهي ۽ جيجڙي اچي نديءَ جي ڪناري تي وينيون پـٽ ۽ ڪتا پاڻيءَ ۾ اُڇلايائون ۽ چيائون تہ جي پُٽ ٻـڏو، تہ سومرا ماربا ۽ جي ڪتا ٻُڏا تہ سما ماريا. ڏٺائون تہ پٽ وجي پيو ٻُڏندو ۽ ڪتا پيا تـَرن. پوءِ سومرا مارجي ويا ۽ هوتي، جيجڙي پرڻيو، جنهن مان ڄام جکرو ڄائو.

## محمد فقير مگڻهار جي روايت[3]

هالي جي ڌيءُ ٻاگهي، همير پرڻيو. هالي پنهنجو ٻانهون ٻہر نالي ٻاگهيءَ کي ڏاج ۾ ڏنو ۽ ان سان گڏ موڪلي ڏنو. ٻاگهيءَ سان ٻيا ڪاريگر بہ آيا. انهن جي واکاڻ سبب ٻاگهيءَ جي بہ واکاڻ تي، جيڪا سومرا سهي نہ سگهيا. انهيءَ تي ٻاگهيءَ کي همير طرفان ڏهاڳ مليو. ٻاگهي اها خبر پنهنجي ٻانهي

---

[1] ٻي پڙهني: اُپ من. زمين ماٺي، منجهہ هالو آ مانداڻ.
[2] ڪن روايتن موجب علي، ڄام هالي جي پٽن مان نہ هو.
[3] هيءَ روايت محمد فقير مگڻهار جي زباني، ڏيپلي واري ڪچهري تاريخ 21- آگسٽ 1953ع ۾ قلمبند ڪئي ويئي.

ٻبر هٿان سمن ڏانهن تي موڪلي، جو ٻانهي ڪي همير مارائي ڇڏيو. انهي تي ٻاگهيءَ پار ڪڍيو تہ:

ور ٻابل! ٻانهو مئو، آڏين سمونڊين ٻن
سون ڪٽوري پيئندو هو، جنهن جي ڪاتي سونو ڳن

انهيءَ تي ڇيائونس تہ پيءُ جو پار بہ ڪڍ، پار ڪڍيائين تہ:

ڏر گڃي، اُپ منڊي، مون ٻابو مهراڻ
ايڪ ڏوس[1] سي گيهہ ڪڍي، مون ٻابل دلي خريساڻ

هالي ڪي سِت پٽ هٿا، جن همير جي ڏينهن ۾ ٿي ساموئي ڪي آباد ڪيو: (1) جهو، جنهن مان جهيجا ٿيا (2) جوٽو، جنهن مان جوٽيجا ٿيا (3) جڪرو، جنهن مان جڪرا ٿيا (4) هوٿي (5) هگورو، جنهن مان هگورجا ٿيا (6) پلي ۽ (7) ڏيرو. انين ڏيءُ ٻاگهي ٿيس.

ٻبر جي مارجڻ تي هالي جا سڀ پٽ چڙهيا. هگورو اڃي نڪرن ۾ پيو. پوءِ ٻيا آيا جن اڃي همير ڪي قيد ڪيو ۽ نيٺ ماريائونس. موٽيا پٺي تہ آڏو هگوري جو لشڪر گڏين. اتي هڪڙو فقير هو تنهن هگوري ڪي چيو تہ:

آ هگورل پوچڙيارا[2]، توکي ٻئي ڪاڄ سُڌا
پَنڻ ماريا سومرا، تڪان ٿر ڪوڏيا مُنا.

يعني: "پَنڻ" جي شهز ۾ سومرا مارجي ويا، باقي ٿر وارن ڪي تو ماريو.

آ هگورل پوچڙيارا، اڄ گهرجين هت
سومرن ماري سما، ڪنرن پريا رت.

انهيءَ تي هگوري ڪي غصو آيو. تڏهن فقير بيت واريو تہ:

هوءَ ٻبڻ، هوءَ ٻانٽي، هوءِ هگورل ڇار
ڦاٿيءَ مچ رت وهي، تون ڏوهہ ڏمر ڊار.

يعني تہ: تنهنجي ڀائرن جي فتح آهي، انهي ڪري غصي جو ضرور ڪونهي. پوءِ پڳ هوٿيءَ ڪي ڏنائون.

---

[1] ڏوس = مڪ.

[2] پوچڙيارا = پوئٽي رهندڙ. سُڌا = سريا.

## طالب فقير پان جي روايت

هالي ۽ همير هرڻ ماريو. ٻنهي مان هر هڪ چيو تہ: هرڻ منهنجي ملڪ جو آهي. انهي تي هالي چيو تہ: جي هرڻ جي پيٽ مان مڱ نڪتا تہ هرڻ منهنجي بادشاهي جو، ۽ جي جوَ نڪتا تہ تنهنجو. سومرن طرف جوَ ٿيندا هئا. هرڻ ڪنائون تہ ان جي پيٽ مان جوَ نڪتا. انهي تي همير سومري، ڄام هالي کان سڱ گهريو. ڄام هالي سڱ تہ ڏنو پر آهہ نڪري ويس. تڏهن همير چيس تہ: آءٌ توکي پنهنجي ڌيءُ تو ڏيان. ڄام هالي چيو تہ: جي تون مون کي سڱ تو ڏين، تہ آءٌ بہ مسلمان تو ٿيان. پوءِ ڪڇ جي بزرگ محمد شاهہ (ولد اسماعيل شاهہ) مسلمان ڪيس.

## درگاهي فقير ميراثي جي روايت[1]

گجر مينهن سومرن جي ۽ گجر مينهن سمن جي گمر تي ويون. ٻئي طرف ڳولڻ نڪتا. ڄام هالي جا پٽ ڳوليندي ڳوليندي پري نڪري ويا. پويان همير سومرو پنهنجي لشڪر سان ڳوليندي اچي پهتو. ان کان اڳ گجر مينهن بہ هالي جي وٿاڻ تي آئي. همير چيو، منهنجي، هالي چيو تہ: منهنجي.

جهيڙو وڌي ويو ۽ آخرڪار جهيڙي ٿارڻ لاءِ ائين نبيريائون تہ ڪُهون ٿا، پوءِ جنهن جي پَٽ جو گاهہ پيٽان نڪتو مينهن انهيءَ جي ٿي ۽ ٻي ڌر ڏن پريندي. مينهن ڪُنائون نہ گاهہ همير جي پَٽ جو نڪتو. همير انهيءَ ڏن ۾ هالي تي سڱ رکيو ۽ هالي پنهنجي ڌيءَ باگهي همير کي ڏيڻي ڪئي. پر چيائين تہ: هينئر ٿي پرڻجي وڃ. منهنجا پُٽ ايندا تہ مامرو ڪندا. همير چيو تہ: "اهي ميرڙا ڪوجهڙا ڇا ڪندا! آءٌ سنيري اچي شادي ڪندس." پوءِ جڏهن همير چڙهي آيو تہ ڄام هالي جي پُٽن مقابلو ڪيو ۽ جنگ لڳي.

چون ٿا تہ وڏيڪ صحيح ائين آهي تہ همير بادشاهہ هالي جي ڌيءُ سان شادي ڪري ويو جنگ ان کان پوءِ لڳي. ڄام هالي جا اَٺ پٽ هئا: ڏيرو، ٻلي، جکرو، هرتي، هگورو، جيهو، جوڻو ۽ علي. اهي سڀ وڏي بهادريءَ سان وڙهيا. ان کان اڳ جوڻي کي همير پنهنجي ڌيءَ ڏني هئي تہ جيئن صلح

---

[1] هيءَ روايت اسان درگاهي فقير ميراثيءَ جي زباني، ميرپور ماٿيلي ۾ 21- 22 جون 1975ع تي مرحوم جيوڻ خان پتافي جي قائم ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪئي. ۽ هن کان اڳ مرتب ڪيل ڪتاب سومرن جو دؤر (ڇپيل 1980ع ۾ ٻڌ آيل آهي.

تئي، پر صلح پوءِ بہ ڪونہ ٿيو. ڇام هالي جي پٽن ڪي پوءِ سندس مگڻهار فقيرن ڳاتو.

● پهريون پٽ هالي جو، پلي نانءَ پهلوان
فتح جنهن جي منهن ۾، جنهن وٽ آهي سڀ سامان
شير وڏايس شان، شرا ٻڌي گهر آئيو.

يعني تہ پلي پڳ ٻڌي هئي.

● ٻيو پٽ هالي جو، ڏيرو نانءَ سلطان
ورنهہ رهي نہ ويري ري در مٿي ڏَيلان
ملهائي ميدان، جنهن سئين ماريا سومرا.

● ٽيون پٽ هالي ڄام جو، جکري نانءَ وريام
جنهن وٽ ٻيڙو جنگ جو، مٿي سر ڪمام
مڙيو ڪين مدام، آيو طريلو تري ترار تي[1]

● چوٿون پٽ هالي ڄام جو، هوتي نانءَ راوت
ترسيوڪين ترار ڪؤن، آيو پيل ڪري پَربت
مانجهي مڳ مٿير جنهن منهن مٿي مَستَڪ
هئي هوتي هٿ، ست سوءُ ماريا سومرا

● پنجون پٽ هالي ڄام جو، هگورو نانءَ امراءَ
دوسي منجهہ دشمن، ڪبري غنيم سڀ گمراهہ
هو بهادر بي پرواهہ، جنهن ڪيو غار غنيم ڪي.

● ڇهون پٽ ڄام آرڻ ۾ هيلهيان حملا ور
موڪ ماري مصريون، سهس نوائي نر
ڳچ ڳاري لشڪر، آيو دولهہ ديري پانهنجي.

[1] تري ("ت" جي زبر توڙي پيش سان) پڙهبو تہ صحيح ٿيندو.

- سـتون پـٺ هـالي ڇـام جـو جـُـوٺو نـان اڙٻنـگ
مهٽـو لڳـو مـڙد کـي، چڙهيـو تـرت سـنپاري تنـگ
ورنهـ وجهـي ونـگ، ڳڏائيـن سـگ هميـر کـوئن.

- انـون پـٺ هـالي ڇـام جـو علـي نـانءُ نـروار
سـهمايائين سومرن کـي کيـائين جنـگ جهونجهـار
آنـي چاڙهيـائين پـٺ تـي ڏهـ ڇليـون هـک هـزار[1]
پـوءِ تهـدل سـان تکـرار، سرسـي تنهـن سـالار کئـي.

اها جنگ سنگرار پکار طرف لڳي.

---

[1] آني = آٺي.

## باب ٽيون

# ارغونن - ترخانن جو دؤر

(مريد خان بلوچ جو مرزا محمد صالح ترخان کي مارڻ)

مرزا شاهه حسن ارغون جي وفات بعد، سنڌ جي هيٺين حصي جو حڪمران مرزا عيسيٰ ترخان ٿيو. ٺٽو سندس گاديءَ جو هنڌ هو. هو پاڻ مدبر هو، پر سندس چار پٽ - مرزا محمد صالح، مرزا محمد باقي، مرزا جان بابا ۽ مرزا غالب - جڏهن وڏا ٿيا تہ وڏيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. مرزا محمد صالح چوڻ لڳو تہ: "ڪڏهن اڪبر بادشاهه شڪار تي چڙهيو ۽ شڪارگاهه ۾ هوندو تہ ڪيس جهلي هٿ وٺي ايندس." مرزا محمد صالح پوءِ پنهنجن پائرن محمد باقي ۽ جان بابا کي ٻہ ڏنجهہ ڏيئي ٺٽي مان پيچائي ڇڏيو، ۽ پنهنجي پوڙهي پيءُ کي بلڪل بيوس ڪري پاڻ وڏي هٺ ۽ زور سان حڪمران ڪرڻ لڳو.

ارغون - ترخانن کان اڳ سمن جي دؤر کان وٺي سنڌ جي قبيلن مان جيڪي ڪجهہ طاقتور قبيلا هئا ۽ ساڳئي وقت ارغونن - ترخانن جي خلاف هئا، تن مان بلوچن کي ڪافي اهميت هئي، ڇاڪاڻ جو فوجي طاقت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ سپهہ سالار درياءُ خان، جن بلوچ قبيلن کي ٺٽي جي آسپاس وسايو هو، انهن مان "لاشاري" ۽ "ڪلمتي قبيلا خاص نالي وارا هئا ۽ ڄام نظام الدين جي فوج ۾ ڪين وڏي اهميت هئي. عام مشهور زباني روايت ائين آهي، تہ مرزا محمد صالح پنهنجي طاقت کي مضبوط ڪرڻ واري گمان هيٺ بلوچن مان شادي ڪرڻ جو خيال ڪيو ۽ "ڪلمتين" جي "رجيري" قبيلي کان سڱ گهريائين. جڏهن هنن انڪار ڪيو تہ هن انهن تي قيد و بند جون سختيون شروع ڪيون. اُن وقت ڪَلمتين جو سردار مير مريد خان رجيرو گجرات طرف ويل هو، ان کي جڏهن خبر پهتي تہ يڪدم سنڌ موٽي آيو ۽ سڄو احوال معلوم ڪري، قول ڪيائين تہ: "جيستائين مرزا صالح کي نہ ماريندس، تيستائين پَٽڪو نہ ٻڌندس." سندس قول اجا تائين هن طرح مشهور آهي تہ:

گهگهيلي جي گار تان، ڪريان ڪٽاري گهاَ<br>
مرزا صالح ماريان، ٻي نہ ڪريان ڪا.

پوءِ هن مڙس اهو پنهنجو قول پورو ڪيو ۽ ٺٽي ۾ اچي، مرزا صالح کي ماريائين. اهو چنچر جو ڏينهن، تاريخ 23 (؟) شعبان، سن 970 (نو سؤ ستر هجري) هو جو مرزا صالح کي ماريائين. مڪليءَ ۾ مرزا صالح جي قبر تي اها ئي تاريخ لڳل آهي ۽ فارسيءَ ۾ لکيل آهي ته:

"دريا تاريخ روز شنبہ بيست (؟) و سيوم ماه شعبان 970هہ زخم ڪاري خورده وفات يافت"

سنڌ جي تاريخ ۾ اهو واقعو مشهور آهي. مير معصوم پنهنجي "تاريخ سنڌ" ۾، مير طاهر محمد نسياني پنهنجيءَ "ٺٽي شهر جي تاريخ" يا "تاريخ طاهري" ۾ ۽ سيد جمال "ترخان نامہ" ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي. مير معصوم لکيو آهي ته "مرزا صالح، مريد نالي بلوچ جي هٿان، جنهن جي پيءُ کي هن مارايو هو، شهيد ٿيو". سيد جمال لکيو آهي ته: "مرزا صالح، مريد بلوچ جي عيال ۽ قبيلي کي ذاتي جي سازش ۾ قتل ڪري ڇڏيو هو. پوءِ مريد بلوچ، درخواست ڏيڻ جي بهاني سان رستي تي ٿي بيٺو. مرزا صالح جيڪو پريان چڙهيو پئي آيو، تنهن کيس ڏسي سڏيو ۽ پاڻ بہ هيٺ لٿو تہ سندس درخواست وٺي. ان وقت مريد، پنهنجو خنجر سندس سيني ۾ هنيو ۽ مرزا کي قتل ڪري ڇڏيائين. "مير طاهرمحمد پنهنجي "تاريخ طاهري" ۾ هيءُ واقعو وڏيڪ تفصيل سان (مرزا صالح جي ڀائٽي مرزا مظفر جي زباني) هن طرح لکيو آهي ته:

مريد جت بلوچ، پنهنجي عزيزن جي وير وٺڻ لاءِ، جن تي مرزا صالح حملو ڪري کين قيد ڪيو هو، پنهنجي قوم قبيلي ۾ دعويٰ سان اهو قول ڪيو تہ: "جيستائين پري ڪچهريءَ ۾ سيني جي اکين آڏو مرزا کي نہ ماريندس، تيستائين مٿي تي پٽڪو نہ ٻڌندس." انهيءَ ارادي سان، پوءِ هو صحرا مان شهر ٺٽي ۾ آيو. اتي هو چرين وانگي ڳلي بازار ۾ پنهنجي خنجر کي هر دڪان تي تکو ڪري پيو چمڪائي ۽ چئي تہ: "هان اي خنجر، ڪم ڪندين يا نہ؟ هان اي دل، تون بہ مضبوط ۽ وڏيڪ دلير ٿيءُ، بي دلي ٿي ڪري، همت نہ هارجانءِ، جو تنهنجي آسري تي ئي اهڙو ڏکيو ۽ ڳرو بار مجلس مارڪي ۾ کنيم!" شهر جا سپاهي ۽ ٻيا ننڍا وڏا سندس اها وائي ٻڌي ان کي بڪواس سمجهڻ لڳا. شهر جا ٻارڙا بہ تماشي طور سندس پنيان اهي ساڳيا لفظ پئي چوندا ويا. سيني ائين پئي ڀانيو تہ هي ڪو چريو ديوانو آهي، مگر کين ڪهڙي خبر تہ

ڪو هي ديوانو پنهنجي ڪم تي پورو هوشيار آهي! تان جو هن وجهہ وني، پنهنجي ڪم پوري ڪرڻ لاءِ موقعو تاڙيو. جڏهن مرزا صالح سوار ٿي، پنهنجي محل ڏانهن ٿي ويو تڏهن خنجر ڪاغذ ۾ ويڙهي، عريضي طور جهلي، "داد فرياد! داد فرياد!" پڪارڻ لڳو. ان تي جڏهن پيادا سپاهي ڪانئس ڪاغذ وٺڻ لاءِ ڊوڙي وٽس پهتا تہ انهن کي نہ ڏنائين ۽ چيائين تہ: "آءٌ پاڻ مرزا کي ڏيندس ۽ زباني بہ عرض ڪندس." مرزا عالي دماغ هو، پر اجل جو آيس، سو پنهنجي قاتل کي پاڻ پنهنجي طرف سڏيائين تہ پيل ويجهو اچي ۽ پنهنجو حال بيان ڪري. هو جڏهن ويجهو ٿيو، تڏهن خنجر ڪاغذ مان ڪڍي، اندر مان وڏي آهہ سان رڙ ڪري، انهيءَ وير واري غصي مان خنجر اهڙو تہ زور سان مرزا جي پيٽ ۾ هنيائين جو سندس آنڊا لـَـڙڪي لـُـڏڻ لڳا ۽ صبح جو جيڪا آش (آچ يا پٽڙي رپ) پي آيو هو، سا هيٺ زمين تي هارجي وئي. تڏهن هن مرداڻي مڙس کي، جيڪو وير واريندڙ مڙسن مان هو، مرزا جي ماڻهن ذرا ڦونڊا ڪري اڏائي ڇڏيو.

---

## باب چوٿون

# مغلن جو دؤر

### 1. اُنڙپور واري جنگ

عبدالڪريم "تراب" جو چيل نظم[1]

اڪبر بادشاهہ ملتان ۾ منزل انداز ٿيو تہ ٻيا سڀ صوبا سندس سلامي تي ويا، پر ٺٽي جو حڪمران مرزا جاني بيگ نہ ويو. تنهن تي اڪبر بادشاهہ، خان خانان کي ٺٽي تي ڪاهڻ جو حڪم ڏنو. مرزا جاني بيگ بہ لشڪر وٺي خان خانان سان اُنڙپور وٽ اچي سامهون ٿيو. مرزا جاني بيگ اعلان ڪيو تہ جيڪو سورهيہ دشمن جو سر آڻيندو، تنهن کي انعام ملندو. انهيءَ اعلان تي تمام سخت جنگ لڳي. ٻنهي طرفن جا هزارين سپاهي مارجي ويا. ليڪن فتح ۽ شڪست جو ڪوبہ نتيجو ڪونہ نڪتو.

ٻئي ڏينهن وري جڏهن لشڪر هڪٻئي جي سامهون آيو، تڏهن تجربيڪار خان خانان پهريائين توفن سان حملو ڪيو، پوءِ هاٿين جي قطار سنڌ جي لشڪر تي چاڙهي ۽ ان جي پويان سوارن ۽ پيادن سان حملو ڪيو. مغلن وٽ نہ فقط هٿيار ۽ بارودي بي انداز هئا، پر ساڻن لشڪر بہ ڳاٽيٽي کان ٻاهر هو. نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌ جو سمورو سپاهہ مارجي ويو، تڏهن مرزا جاني بيگ صلح جو جهنڊو ڏيکاري، خان خانان جي آڏو پيش پيو.

خان خانان، مرزا جاني بيگ کي وٺي اڪبري دربار ۾ پيش ڪيو، پر اُتي مرزا جاني بيگ جي بهادريءَ جي اُهڙي تعريف، ڪيائين، جو اڪبر بادشاهہ سندس خطا معاف ڪري، کيس سڄي سنڌ جو صوبو مقرر ڪيو. ليڪن مرزا جاني بيگ اهو منظور نہ ڪيو ۽ پنهنجي پٽ مرزا غازي بيگ جي لاءِ سفارش ڪيائين. سندس اهو عرض قبول پيو ۽ مرزا غازي بيگ سنڌ جو صوبو مقرر ٿيو.

اُنڙپور واري انهيءَ جنگ جو احوال عبدالڪريم "تراب" پنهنجي نظم ۾ بيان ڪيو آهي، جيڪو هن ريت آهي:

---

[1] هي نظم ماستر محمد صديق ڏهوٽ، وينل جهـَـڻ موري تعلقي حيدرآباد کان مليو. عبدالڪريم "تراب" پرائمري استاد هو ۽ 1936ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ پهرئين سال جو شاگرد هو.

شهنشہ هندستان جو عالي تبار
وڏي شان اڪبر هُئو تاجدار
سندس طرف کان خان خانان جوان
بکر منجهہ صوبو هو سو حڪمران.
ٺٽي ۾ پيو مختار سلطان هو
حڪمران جاني بيگ ترُخان هو.
اچي پهتو ملتان ۾ اعظم مغل
نہ مرزا ويو تنهن وٽ سلامي مثل
حڪم خان خانان کي ٿيو جلد تر
تہ مغرور مرزا سان تون جنگ ڪر.
وڏي فوج بيڙين ۾ ٿي ويئي تيار
تراريون تفنگ توف پڻ بيشمار
ٻئي مرد غازي مليا راهہ ۾
ڏنئون چوٽ بيڙين تي درياهہ ۾
قتيا ڪي مئا، ڪي لڙهيا آب ۾
بچيل سي هئا قصد ۽ تناب ۾
نتيجو نہ ٿيو ڪهڙو فاتح ٿيو
در گربار لشڪر سُکيءَ تي چڙهيو.
وڏي جوش سان مرد مرزا دلير
ڪيو اعلان هي عام تنهن مرد شير:
"آڻي سر جو دشمن جو انجام آ
تہ پنجاهہ گبرن تنهن انعام آ"
تنهين مُلهہ ٺئي تو هزارين هزار
وطن دوست بيشڪ هئو جوشدار
چٽاپيٽ چوٽون ڪندي عام جنگ
سٽينڊي ڪٽينڊي ترارو تفنگ
اچي مُنهن ۾ ميدان اُتر پور ويو
جتي نيٺ قسمت جو فيصل ٿيو.

کيائون سڀئي رات تي انتظار
سڪيا خون لئي تن تفنگ و ترار.
وڏي صبح جو سڀ تياري ٻڌي
۽ طرفين ۾ بيقراري ٻڌي
جاني بيگ سنڌڙي جي سلطان سان
هئا سنڌي ۽ تُرخان تُومان سان
هزارين تفنگ اسپ هئا بيڪران
قطارون ٻڌائي ڪنيائين نيشان
عَلم تنهنجو اعليٰ هو جنسار سان
سڄو سُرخ جهوليو تي جهمڪار سان
تَرارين تجلا ڏنا برق جيئان
ڏسڻ سان ڏڪيا بزدلن جا هِنيان
چڙهيو گهوٽ گهوڙي ٻه دستار لال
وڏي جوش جولان جابر جلال
مغل مرد اڪبر جي سالار کي
تجربو هيو خان سردار کي
هئا آزمودي سان افسر ڪثير
وڏا فيل فوجون، بلي! بينظير
مدد تي ملي مرد غازي کي جام
خزانو ۽ باروت لشڪر هشام
سڀئي فوج فالم مغل مرد ڪئي
تيا سامهون سورهيہ صفن ۾ بئي
رکيل منهن ۾ توبون اول اڪبري
پنيان فيل پوءِ هئا مرد لشڪري
ڪئين راجپوتي هئا افسر جوان
پنانڻ ۽ مغل ۽ ترڪ سڀ پهلوان
عَلم سبز سونو بلند بي نظير
وڳا تي بگل فوج ۾ ڪئين ڪثير

حصو فوج جو خان خانان امير
پکيڙي چڏيو چوطرف راهگير
هُشي تي اچي اتکيا پهلوان
ٻنهي طرف وارن جا سورهيہ جوان
جنبسي جوان ويا پاڻ ۾ جوشدار
ڏسي هوند بيهوش ٿئي هوشدار
ڦوهارا ڇُٽا خون جا هر طرف
بَنيا مرد غازي ها تيرن هدف
سڄو سُرخ ميدان ٿيو خون سان
ڪُنا تي ڪئين جوان هڪٻئي هٿان
ويو عرش لَتجي ۽ غوغا ٿيو
ڪهين ڪي پتو ڪين تي اُت پيو
دليريءَ سان مرزا ڪئي جنگ واهہ
مگر تي گهٽي فوج تنهن جي تباهہ
وڪوڙي ويئي فوج تنهن اڪبري
تہ ڪئي بيوفا بخت تنهن يا وري
گهڻا شير نر جوش جولان ڪيا
مگر سيئي بيسود افراد ٿيا
تي قتلام ڪئين مرد سردار ويس
ٿيا زخمي ڪئين ڪي پڃي ذار تيس
اچي زور زخمن ڏنو وير تي
هٿائي سگهيو ڪين تقدير ڪي
ڏسي واهہَ ٻي نا گهريائين امانَ
ڪيائين بلند سبز مصلح نشان.
امن ٿيو، اچي پيش مرزا پيو
ٻلي قدر تنهن خان خانان ڪيو
چڏي تاب ترخان ويو پيش شاهہ
سلامي ٿيو لاهي اسلح ڪلاهہ

جنهين بخت خورشيد تنهن سان پلا
پڇن ڪيئن؟ فانوس بي حوصلا
سفارش ڪئي خان خانان مُنير
چي بيشڪ مرد مرزا آ بي نظير
بهادر سو عالم ۾ قابل امير
غريب نواز آهه لائق ڪبير
بـُـڌي شاهي شفقت آئي جوش ۾
نوازيئن تنهن سرور ڪري پوش ۾
سڄيءَ سنڌ جو مير صوبو ٿيو
و ليڪن نه مرزا هي منظور ڪيو
غ. ازي بيگ فرزند تنهن جو صغير
سفارش سان تنهن جي ٿي آيو امير
چي: "ڪنهن تان جو قسمت جو پايو لهي
اُهو زير ڪيئن بخت پئي جي رهي
خدا جي سوا يادگيري ڪري
نه عفت جي سو انتظار ڪري."
اُنهيءَ بعد اٺ سال هوسو حيات
تهان پوءِ ٿيو مرد اهل ممات
مانو سڄو هي آدمي مثل خواب
رهي ڪونه ڪو هت هميشه "تراب".

-----

## 2. مغلن ۽ چنن جي جنگ[1]

چنا، جن جا پيا وڏا پائر: پاڙا، موڙا، بدوا، ليبا ۽ بدام هئا، تن جي ڪاڇي ۾ حڪومت هئي. مغلن جي لشڪر، جيڪو دهليءَ مان چڙهيو هو متن چڙهائي ڪئي. ان وقت راءِ ڪنوڄ جي گهراڻو حڪمران هو، جنهن مان گاديءَ تي راءِ ارجڻ هو. جڏهن مغلن حملو ڪيو تڏهن راءِ ارجڻ پنهنجو سپاهه گڏ ڪيو. بدام پاڙي مان پُنرو بداماڻي وڏو سورهيه هو، پر اهو ان وقت ٻاهر ويل هو. ارجڻ تڏهن پُنري ڏانهن پنهنجا خاص ايلچي موڪليا، پر اُهي پُنري ڪي ملي نه سگهيا ۽ موٽي آيا. مغلن ارجڻ جي قلعي تي حملو ڪيو. قلعي جي ديوار ڊهي پئي. ارجڻ هارايو ۽ مارجي ويو. تڏهن مغل ٻين سان گڏ پُنري جي سڳي ۽ ماتيجي ماءُ کي به ٻانهَ ڪري وٺي ويا. جڏهن مغلن جو لشڪر روانو ٿيو ته پُنرو به پنهنجن پنجاهه ساٿين سان اچي پهتو. پو هن وڃي جبل جو گهٽ جهليو، ۽ مغلن جي سپاهه کي ماريائون. مغلن جي سپهه سالار جي گهوڙي کي ترار لڳي ۽ گهوڙو به اڌ ٿيو. اهڙيءَ حالت ۾ مغلن جو لشڪر هٽيو ۽ پُنري پنهنجي ماءُ، ماتيجي ماءُ ۽ ٻين کي ڇڏايو. چنن جي هن گهراڻي چڙاسي ورهيه حڪومت ڪئي هئي، پر هن حملي کان اڳ هُنن جو پاڻ ۾ نفاق ٿيو ۽ سندن ڪمزوريءَ سببان مغلن جي لشڪر متن حملو ڪيو ۽ سندن حڪومت جي پڄاڻي ٿي.

چَنا، موڙا، بَدوا، ليبا ۽ بدام[2]
نيو، پاراڻا پريون، حيدر ڪاڇي چام

—

پر ڪاڇڙي ڪنڌئين، آهن جي اَموٽ[3]
ڪَچو لڳي نه ڪُنوارئين، سندين چَنن ڪوٽ

—

(1) آڳاٽي لٽيل هڪ قلمي ذخيري تان ورتل.
(2) اصل. ائين.
(3) اصل. موٽ.

کونئر! کنڌ ورايو تون ڪٿين تو پساهه
پٺهين جو وير وني، ماءُ تئون گلا لاهه
پلاه جهڙي پدمڻي، حاضر حقي جي هوءِ
ريڙهي وجهانس پيٽ ۾، مر پيٽ ڦاٽي پوءِ

هاٽي هن گراندڙي، هڙ ناٽو نہ هوءِ[1]
اتي سوءُ نڪ پچنديئي توکي مهٺا ڏيندوءِ[2]

---

وجي بينو (سندي لتاڙي) لوڙهي[3]
دانهئين ڏنسي دانهڙي، راءِ کنوچ ڳري
(ميهي پرسپ) چيرو ڏيو، بيو ونيو بند وجي[4]
..................، سنڌ دليءَ بادشاه
کيائين مصلحت من ۾، کونايائين پاءُ[5]

---

...................................[6]
بداٽي پنرو چاڙهي منج امير[7]

---

سو بداماٽي پُنري تو ايلچي هلائي
بداماٽي پُنرو کنهن پر ڳالهائي

---

............. ۾ بداماٽين ايلچي آيو
بداماٽي پنري تان نہ پچايو سو

---

(1) "گهراندڙي" بہ پڙهي سگهجي ٿو.
(2) اصل: راء.
(3) ڏنگين ۾ ڏنل لفظ صاف ناهن. "لتاڙي" "لشاري" بہ ٿي سگهي ٿو.
(4) "چيرو" کي "جيترو" بہ پڙهي سگهجي ٿو.
(5) ٿي سگهي ٿو تہ اصل ۾ اهو لفظ "پاءُ" يا "سپاهہ" هجي.
(6) هت اصل ۾ ڪا سٽ هئي جا لکندڙ کي وسري وئي.
(7) پهريان لفظ جڙ تہ "سد ائن".

پڇاڻا ڪيندين چاڪرين مون کي تيرهن روز تمام[1]
نيئي گڏئي سين پنري، ماڻهو ڪونہ مليام

—

سندو ............... سولت مگي مال
ڏياري موڪل پنرا نہ تہ وڙهندءِ ...........

—

..................................
..................................

—

پر وڙهہ تہ لهي مامرو، سئتي سوپ نہ هوءِ
سنڌان دليءَ بادشاهہ، تو جو مال ڪتوءِ

—

لڳيءَ پير سڌ تيو اڃي بوڙين ٻپارين[2]
ڪنهن ڪنهن کي نہ پڇيو، اڃي پلاٽيو پرئين[3]

—

پڪي ماني هٿ ۾ تي ڪاڇي وچ پلاڻ
دليءَ ڏٺيءَ پلاٽيو وڃي اڳرئين سلطان

—

دليان تي ڏوم تي، اڃي ڊريا متي ڊِٺ
پاڻي پخالن ۾، هائين اوپر هٿ
ڪاڇي ٻنهي ڪنڏئين صبح ڏيندا سٿ

—

پڪو ماس پل سروُ، چنن تازا ڪير
ڏيو ڊيهون سانن جيئن، جيڪي موتي هليا مير

---

[1] اصل "چاڪري"، ٻهريون لفظ "پڇاڻا" بہ صاف ڪونهي.
[2] پورين ٻن ٻهرين. ٺاڪ منجهند جو.
[3] شايد اصل پڙهڻي "اڃي پلاٽئو پرئين" = پرئين طرف وارا حملي ڪندڙ چڙهي آيا.

راهن تانگهون لڏيون، اڇي ڪروڙيا ڪنگهار
راڻيون سڪن آن لئي، تيون موتي ڇپين هار
ڳالهيون ڳڙهه ڳيڙهو ڪري، آئين ميرمَ وجو ڏار

—

چان ڪ نانگ نَيَئُون نگيا، مون کي مينهان وسي رات[1]
تيئن لڳم ڳيٽي پينر، مور ورائي ڳات

—

پڙ سوڙهو، لوڏي گهٽان، تو ارجڻ لڱون ڏي
تو پڙَ ۾ ساري پنرو، تو واري منجهه وڙهي[2]

—

اڄ گهرجين هت، بداماڻي پنرا
متان پڳي پت، ويرين واتون لائيون

—

اڄ گهرجين تون، بداماڻي پنرا
متان اڇي مون، ويرين واتون لائيون

—

بداماڻي پنرا هت گهرجن اڄ
ڪوٽ مغلن ماريو، تنهن جي متان پڳي پت

—

بينو آهيان پڙ ۾ آءُ ب تنهنجي ڏها[3]
ڪوٽ مغلن ماريو تنهنجو سانجهر پيٽي سياءَ

—

سونهڻ ڪوٽ ڪلهن تي تنهن ارجڻ باهيڙيون
بداماڻيون ڪنوڄ گهر منهنجون لڪئي نهوڙيون

---

[1] اصل. "چاڪ نانگ نينو نگيا".
[2] اصل. "ساريا ...... داري منجهه دڙي".
[3] اصل. ائين. ڏها = ڏاهه (؟)

کاڇو ارجڻ ڄام جو، ارجڻ ڪاڇي جو ڄام
ڪرُ اُجاريَئين اڳين جو، ملايَئين پنهنجو نام

—

جئن نہ نيئون پٽرو منهنجو تئن نہ سنئون ماڳ
ڪورا ............ تا، مان ڇنان ڪندا ڇاڳ

—

.............................. پلاڻ
آءٌ ..............................    ....

—

ڪنن ويڳڻ پٽرو، پاتوڙا پيراس
ايڪ ڏهٺ ڪو ڪئين، گهوڙي رومي ماءُ سندياس

—

ٻَئي تيون وجن بانَ ۾، تنهنجي منهنجي ماءَ
جي مَان تن پيڙو ڪرئين، تہ پسي منهنجا گهاءَ

—

پنجاهہ ساڻ پُتري، پهرئين چوٽ ڏنائين[1]
تنهن ۾ پنج سوءُ پنجن اڳرا مغل ماريائين

—

پنجاه ساڻ پُنري، ٻي جا ويڙهہ ڏنائين[2]
تنهن ۾ نَوَ نَوَ سوءُ نَونِ اڳرا پاڪرو ماريائين.

—

ڪالهہ ڇڏيندي ڪاڇڙو، آءٌ ٻابل ٻانهاس[3]
جن ٻولي ناهي ٻُجهٽي، ٻاوا پڙ تني پياس[4]

---

(1) اصل. چوٽ ڏني.
(2) اصل. "ٻي جا ڏنئين وير".
(3) اصل. "ڇڏيندين دٻانهانسُ".
(4) اصل. "پيانس".

اڇي ڪانڌ پتنگيو، منهنجو وڳن واڇايو
بداماٽي پُنري مون ڪي ڪاهي اُمايو

---

گهوڙي مٿي گهوٽ، ڪِينئن پسان تي پُنرو
اسان لکيو لوڙهيو، تون وَرَ پاهون موٽ
راڄائن کي راٺيون گهڻيون، تو ري سُڄو ڪوٽ

---

توکي پٽ پاتو ڏوڪئين، راٺي انند نہ پاٺو ماڳ[1]
تان تان اڄهين نہ تئي راٺي ڊولي چاڳ[2]

---

بداماٽي پُنرا پٽ پال پَليئاس
بور گهوڙي سمند هلٽي، سا نهي نہ گريئانس

---

ماتيجي تو ميهڻو مون کي پلي ڪري ڏنو
آءُ ڪناهي سومغل ماريان، وني جو هليو

---

بداماٽي پُنرا پٽ پانهن ونگٽيان
وڙهي ورجي چڙيو، اهڙيئين گهڻئين گهَلٽيان

---

آءُ ڪانڌ ڪسوتي پايان، ڪا هٽندي هوڏ
جا وڙهندي ويرئين، سا ئي اڳڻ لوڏ

---

بداماٽي پنرو جهلي بينو سَند
وجهي مغل گهوڙو، ڪريو اڌ و اڌ[3]

---

[1] اصل صورتخطي ۾ "پٽ" لفظ صاف ناهي. "پاتو" کان پوءِ چڻ "بيڏو ڪئين". ان بعد "راٺي پائو ماڳ انند".

[2] آخري لفظ ميسارجي ويل پر "جا" بينل آهي، جنهن مان "جاڳ" يا "چاڳ" جو گمان نڪري ٿو.

[3] يعني تہ جيئن ئي مغل لڪ يا گهَٽ ۾ گهوڙو آڻي تہ ڏک هڻي اڌ و اڌ ڪريو ڇڏي.

بدامـــائي پــنرو جهلـــي بيثـــَـــن لـــَـــڪ ُ
مـاري مغـل متـاڪرا، تـن جـو پـورو ڪيـائين لـَـڪ

---

جئن تون پلو بدام، تئن منهنجيون وينتيون توگري[1]
سـوار سـيئي تـو ماريـا، هـي پيـادا مــون سـام
ايڪ وينتيون تو چوان، تون سڻ سندا چـَـنن چام

---

جئـن تـون پلــو پـانَ، منهنجيــون وينتيــون توگــري
آءُ ڪاهي سو مغل ماريان، جو منهنجيون پائي هليو پان[2]

---

پلـو ڙي پلــو پـائرا، مــون ڪـي ڇـڏي نــ ويــام[3]
ڇـڇيو موتين هار جئن مون ڪي پاسي ڏڙ پيام[4]

---

چيــر مــُـــنديـاس بــدامـٽيون ڪـَــــنوچ گهـــر
جنهن ڏيهڙي ڪان آئيون، سو ڏيهہ ڪؤن ڪا پـرس

---

نوَ ورَ وڍيـا سـس، ڇهـ سـهري، تـي ڏيـر (سـهي)
بــ بــانهيين هنيــا، اِيئــن پــورِي وِيهــ تئــي

---

اُتـر ڪونـج ڪـُـڪـي، آئيـن پـائرا پائيجـاءِ[5]
جنهـن پـڙ ڪـاچو مـاٽيو، تنهـن پـڙ جئـڻ نـاه[6]

---

بدامـــائي پـــنرا، هـــــت گهـــرُجيـــن هيـــر
اچـــي ويريـــن ويڙهيــاَ ڪـــاچي بـــَـــئي پـــار

---

[1] اصل. تو گهري.
[2] اصل. منهنجو.
[3] اصل. ڇڏي تان وَهيا.
[4] اصل. جهڇيو.
[5] اصل. "پائيجاءِ هان" يا "پائيجا دَهان".
[6] اصل "جئڻ نہ آهي".

ڪَهُون واٽان ورسي، ڪَهُون واٽان ڏار
بدامائي پُنرا پٽ ڪاڇي جا ڳهار

—

اسين ڪير نيون نپنيون، ڪير اسان جو پهاءُ[1]
ڇهرو ڪيوسين نہ ڇُلهہ سين، اسان ڪتيوڪين ڪپاه

—

مَ رو ڪُونجي ماٺ ڪر، مَ ڪي چوريو هڏ
........................................

—

سڀا سُيون هٿن ۾، تيون سبائين جهُل
پرين سنپاري پيئيون، مون ڪي هنجون متي ڳل

—

ڪاڇي جي ڪوئنرن تا مور مَيائون ڪن
لامن چڙهيو للهيا منهنجا ڪارايل ڪَٽڪن

—

ڪاڇي وُنا مينهن، وليسن ڪيا ورڳَ
ڪر موڙيو ڪانيرئيين، منهنجا پهري چنئُون پَن

—

هيٺ تہ آمان پوريا، متي پڪي گاج
ڪا هلندي ڪاڇڙي، اديون جهڙي تهڙي ڪاڄ[2]

—

اڄ بہ تنهنجي ڪونجڙي، آهي پڪين منجهہ پچار
سَر ۾ سارينئي گهٽو، پينريون ۽ پار[3]

—

وڏي وڳر هيرئين، تي چُٽي بين گڏ
ويئي وهامي راتڙي، ڪونج ڪريندي سڏ

---

[1] اسين ڪير تي نپنيون آهيون. ۽ ڪير ٿي اسان جو پهي ۾ پيل آهي. يا شايد 'ڪيرنيون' ۽ "ڪير" اصل ۾ "کهرنيون" ۽ "کهر" هو. جنهن مان مراد تہ اسين "کهرٿيون" (ڪيهر گهراٺي جون) آهيون ۽ ڪيهر اسان جو "پاءُ" آهي.

[2] "ڪاڄ" يا "ڪاڄ".

[3] اصل. پائر.

ڪونج مَ لکين ڪڪَ، ڏٻ جنين سين ڏڪيو
ماري ماريءِ لڪ، تنهنجا وگر هٺي ويڇون ڪيا

—

سؤ سيگڻ، سؤ بدوي، سؤ سيار، سؤ چوٽ[1]
ڪوئر ويهي ڪٺو ڪا ڪيا، چارئي چگا گهوٽ[2]

—

نوَ سؤ ساهڙ پنٽئين، اسي سؤ ڪوٽن
ٻڙهه ٻڙهيون سيئي، وڙهيا ريانن[3]

—

چنن چوراسي ورهئين رڪابان رڪاب[4]
لهي ڪانه سگهجي ڪا بداماٽي باڪ

—

چنن چوراسي ورهئين ڪيو اُوچل راڄ
جڏهن پيين پاڻ ۾ تڏهن ٿيا توهارين ڪاڄ.

—

## روايت مالڪڏنو فقير جت

پُنري جي پيءُ جو نالو بَدام هو ۽ هو پيءُ جي نالي سان "پُنرو بداماٽي" مشهور ٿيو. بدام کي ٻه زالون هيون: هڪ پنهنجن مان ۽ ٻي مغلياٽي. هو "ڪاچي ڪوٽ" جو سردار هو. پنري جي ماءُ ۽ سندس پهاج سهيلي مغلياٽي پاڻ ۾ نه نهيون. بدام جي مرڻ کان پوءِ پنري جي ماتيجي ماءُ پٽي پنهنجن مغلن مائٽن ڏانهن نياپا موڪليا ته اچي "ڪاچي ڪوٽ" تي قبضو ڪريو ۽ مون کي ٻه ونئي وجو. پُنري جو ياءُ ارجڻ هو. جڏهن مغلن حملو ڪيو ته پنرو ٻاهر ڪنهن پاسي ويل هو. ۽ ارجڻ لشڪر سامهون ٿيو. انهيءَ جنگ ۾ ارجڻ واهر لاءِ پُنري کي سڏ ڪيا:

اڄ گهرجين يار، بداماٽي پُنرا
ڪاچي ٻنهين پار، ويرين واٽون لائيون

---

[1] "بدوي" اصل صورتخطي "بذوي" (شايد اهو ڪو ٻيو لفظ هجي).
[2] "ڪٺوڪا" يا "ڪٺوڪا".
[3] "ريانن" (اصل ائين لکيل).
[4] چنن جا رڪابن تي رڪاب هئا، يعني هو گهوڙن جا شهسوار حڪمران هئا. اصل صورتخطي "رڪا يا رڪيب".

اڄ گهرجيــن تــون، بدامــاڻي پــُــنرا
مٿــان اڄــي مــون، ويريــن واٿــون لائيــون

---

اڄ گهرجيــن هــت، بدامــاڻي پــُــنرا
ڪــاڇي پڳــي پــت، ويريــن واٿــون لائيــون

مغل پوءِ ارجڻ کي ماري ڪوٽ فتح ڪري، پنري جي ماءُ توڙي ماٽيجي بنهي ڏي پاڻ سان ونئي روانا ٿيا. جڏهن پُنري کي ارجڻ جو پيغام پهتو تہ هو يڪدم تيار ٿيو. پنري جي گهوڙي جو نالو "پيئري" هو. اها اڇا وڇيري هئي. ان جي ماءُ بہ مغل هڻي ويا هئا. پنرو "پيئري" تي سنج پيو رکي تہ هو چنبي پئي چڙي. تڏهن چيائينس تہ:

پيئــري ڳالهہ ســڄاڻ، پيئــري ســنئين پــلاڻ
تــو مــاءُ، مــون مــاٽيجي، ٻئــي وڃــن پــاڻ

پنرو پوءِ "پيئري" تي چڙهي وڃي مغلن جي لشڪر کي آڏو ٿيو. ماٽيجي سڃاتس ۽ مغلن کي چيائين تہ:

پيئــري مٿــي پــنرو، مٿــس رتــي پــاڳ
جهلي گهوڙيءَ واڳ، ماري نہ وڃهوس مُــڱلا!

مائي ڪا نندي هوندي بدام سان پرڻي هئي. مغلن جي ٻولي وسري وئي هئس ۽ اها ڳالهہ سنڌيءَ ۾ ڪيائين جا مغلن ڪانہ سمجهي. پوءِ پنري پاسو ڏيئي وڃي آڏو جبل جو لڪ جهليو، جنهن مان لنگهندي مغلن مارِيائين، ۽ گهوڙي ۽ ماٽيجيءَ کي موٽايائين.

بداماڻي پنري بابت سگهڙن وٽ ڳالهہ جا مختلف اهڃاڻ ۽ ڳاهون هلندڙ هيون، ۽ جيڪي اسان کي هن کان اڳ مليون. تن کي ڳالهہ سميت لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب "ڳاهن سان ڳالهيون" ۾ شايع ڪيو آهي[1]

---

[1] ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب نمبر 27 "ڳاهن سان ڳالهيون". سنڌي ادبي بورڊ. حيدرآباد سنڌ. سال 1964ع. ص 126

# 3. لـُـنـدي پاڏي واري جنگ[1]

هيءَ جنگ آريسر ۽ راڄڙ قبيلن جي وچ ۾ لڳي. ان وقت سمن جي حڪومت ختم ٿي چڪي هئي. مٺوڙ جي ڍنڍ، ڪپري شهر لڳ، اتي آريسر وينل هئا. اتي "جيسرو" ۽ ٻيا ننڍ آريسرن جا هئا، ۽ پريان اڳتي چاليهه ننڍ راڄڙن جا هئا. وچ واري سيم ۾ بعضي ٻنهي پاسن جو مال اچي گڏبو هو.

هڪ ڏينهن ٻنهي طرفن جا ڏراڙ وڙهيا. راڄڙن جي ڏراڙ ڏڪ هنيو ۽ آريسرن جي پاڏي جو ٻچ وڍجي پيو. اهو لنڊو پاڏو مال سان گڏ وٿاڻ تي آيو، ۽ آريسرن جي ڏراڙ اچي دانهن ڏني ۽ سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي. انهيءَ تي وڏيرن چيس تہ: "تون جي سمو هجين ها تہ هوند ماري وجهينس ها". آريسر سما هئا ۽ پاڻ کي سمن جو وڏو گهر ڪري سمجهندا هئا. راڄڙ، سمي جي اولاد کان ٻاهر هئا. انهيءَ ڪري ڏراڙ کي ائين وڻ ڏنائون.

اهو ويڻ سٺي، هي ڏراڙ سنپري ويو، ۽ ٻئي ڏينهن وڃي راڄڙن جي انهيءَ ڏراڙ کي ماريائين جنهن ڏڪ هڻي پاڏو لنڊو ڪيو هو.

راڄڙ قوم گهڻي ۽ طاقتور هئي. ان وقت بہ راڄڙ جي لک کهاڙي هئي. راڄڙن کي ڪار لڳي تہ آريسرن ڇاٽي واٽي وير وڏو آهي، سو جنگ جي تياري ڪيائون.

آريسر ٿورا هئا، تن سان ٻيا سما قبيلا مددو ٿيا، پر تڏهن بہ راڄڙن کان ٿورا هئا. انهيءَ ڪري آريسرن ۽ سمن اچي سوڍن کان مدد گهري، جيڪي ان وقت طاقت وارا هئا. سوڍن چيو تہ: جيڪڏهن اوهين اسان جا تابع ٿي رهو، ۽ لڳي پڳي اسان سان پيڙا ٿيو ۽ اسان جي اڳواڻي قبول ڪريو، تہ پوءِ اوهان سان مدد ڪريون. هنن اها ڳالهہ قبول ڪئي.

پوءِ آريسرن ۽ سمن، سوڍن جي لشڪر جي مدد سان راڄڙن سان جنگ ڪئي. وڏي جنگ لڳي جنهن ۾ راڄڙن کي هٽايائون. انهيءَ جنگ تان پوءِ پهاڪو پيو تہ:

"پاڏو پيوڙي يار!"

"پاڏو پيوڙي يار!"

يعني نفاق جو نالو ئي "پاڏو" ٿي ويو.

---

[1] سگهڙ هوت ڳاهي سمي (عمر اسي سال کن) جي زباني. ڳوٺ شولو تعلقو ننگر پارڪر ۾ رئيس جيئندي خان کوسي طرفان وڏي ڪچهري ۾، تاريخ 3 سيپٽمبر 1980ع ۾ قلمبند ڪيل. هوت چيو تہ هي وڏي جنگ هئي جنهن جون ڳالهيون اڳ هلنديون هيون.

## 2. تٽوٽ واري جنگ[1]

ماڙيچن ۽ هوتي اُنڙ جي جنگ تـَٽوٽ جي تـَڙ تي لڳي. جنهن بابت ڪنهن سگهڙ چيو تہ:

اڳي اُنڙ ڪي چيو هو ماڙيچي مذڪور
سنگ ڏيڏي ۾ سال تي. جهلي بهڳڻ ٻور
پاهڻ پاڻي ۾ ڳري، تڏ وڃي وير ضرور.

يعني تہ: ماڙيچي سامهون اُنڙ ڪي هيئن چوائي موڪليو تہ: "جيڪڏهن ڏيڏي واريءَ حالت ۾ سنگ پيدا ٿئي، ۽ ٻور جهلي، يا پٿر پاڻيءَ ۾ ڳري پوي، تہ پوءِ وير ويندو (نہ تہ قائم رهندو)."

---

[1] مرحوم سگهڙ صابر شر. وينل تعلقو اباوڙو جي زباني قلمبند ڪيل.

# 3. ٻڌي - ٻاٽي گهٽ واري جنگ[1]

مائي "ست - پائي" گڏي، تنهن جو پاٽيجو "قنبر گڏو" لس ٻيلي جي "شاھ غاصي" (فوجي سپھ سالار) جو ڪماني هو. شاھ غاصي هتان چڙهيو تہ ٻرن جي راڄ کي اڌڪو ٿيو. مائي ست - پائي چيو تہ: "اوهين اُلڪو نہ ڪريو، جو منهنجو پاٽيجو قنبر فوج جو ڪماني آهي ۽ هن راڄ کي ڪابہ تڪليف نہ رسندي." مگر ائين ٿيو ڪونہ، قنبر راڄ کي ڪم نہ آيو.

هن جنگ بابت تفصيلي بيان "ٻيلاين جا ٻول" ۾ ڇپيل آهي، هتي فقط وڏيڪ مليل بيت ڏنا ويا آهن.

"جاڙاٽي" حون جنگ ۾ لنيون لوڏون ڪن
لٽ پڳائين لَشيءَ مان، تي موت رکيائين من
ري هتيارين رس ڪيو، سُنبڪ ڳاءِ سَتين[2]
اوطاقين تي اُن جي، آهي رُڻ جهڻ ربابن
اوطاقين تي اُن جي آهي ڪُڻ ڪُن ڪُنيڙين[3]
مَنهَن هو "موٺاٽي" جو، تنهن تي پيا مَرتا وَرا وير وجهن[4]
"لئُڏو" لاڪيٺو ٿيو، منجهہ توپاڪن[5]

—

"لُڏي" ڪورا ڪپڙا، لاڪي رڱ ڪيائين
گوڙ "گُنگاٽي" من ۾، تي بوڙيون ڏنائين[6]

---

(1) وڏيڪ تفصيل لاءِ ڏسو "ٻيلاين جا ٻول" ڇاپيو ٻيو. 1972ع، ص 166 - 170.
(2) سُنبڪ = ٻرو جاڙاٽي. ڳاءِ = واڪا (سنبڪ جي واڪا سٿن ۾ آهي).
(3) ڪنيڙين = ترارين.
(4) موٺاٽي = جنگ جو منڊ موٺاٽي هٿا.
(5) لُڏو = ٻرو جوان. توپاڪن = بندوقن.
(6) گنگاٽي = گنگي جو پٽ.

هو پڇي پنيرا ٿيا، هن ٿي ٻيهو کليائين[1]
هاٿي - مل هڪل سين، ٿي ڪنڌ لوڏيائين
ناريان ناريان نه لهان، قلندر ڪنائين
سوڍي پائي سوپ ڪٽي، مصري موڪ هيائين[3]
چن تن ماريو، "موٽيو" ڪلائي.[4]

---

(1) ٿي ٻيهو کليائين = يعني اڇا ٻهرو ڪونه مٿو هنس.
(2) هاٿي - مل = هاٿيءَ جهڙي طاقت وارو.
(3) سوڍو = سوڍو ۽ سايون ٻئي پٽ موٽيي جا. اهي پنج - ڇهه پائر جنگ ۾ ماريا.
(4) موٽيو = موٽيو پٽ علي جو.

# 4. لاشارين جي پڙجن سان جنگ[1]

مَلڪ ڪرمتي جي ڪچهريءَ ۾ پيراڻي احمداڻي ڪرمتيءَ چيو تہ. "لاشاري اسان جو توبرو جهل آهي". ملڪ ڪي اها ڳالهہ نہ وڻي. اُن ڪچهريءَ ۾ نٿو فقير بنديچو جوکيو بہ ويٺو هو. تنهن پيراڻي احمداڻي کي چيو تہ: "لاشاري وڏا لائق، پاڙي پٽيءَ جي ننگ وارا ۽ سورهيہ مڙس آهن ۽ ڪرمتين کي ڏکئي وقت ۾ مدد ڪئي هئائون. اهو هن طرح جو جڏهن "پڙجن"، "ڪرمتين" جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو هو. تڏهن لاشاري حب ڊور تي آباد هئا ۽ ڇدا پاڍا هئا. پر تنهن هوندي بہ گڏ تي، ڪرمتين جي مدد لاءِ چڙهيا ۽ پڙجن کي ماري ڪرمتين جو وير ورتائون."

لاشاري هن پٽ ۾ گهڻو اڳاتا ويٺل هئا. ڪرمتي بعد ۾ ملڪ مير عالي لاشاري جي وقت ۾ آيا.

اهو سمورو احوال نٿو فقير بنديچي جوکيي، پنهنجي هيٺئين بيت ۾ بيان ڪيو. بيت پوءِ جو ڇيل آهي ۽ ڳالهہ اڳ جي آهي:

توَن گلا ڪرين تو غازين جي، آهين پيراڻا پُٺار[2]
مانجهي موڙا جنگ جا هئا منڌير مڻيادار

---

لاشارين جي لڄ جا پُڄ تہ ڏيئين پار
لاشارين جي لائق جا پُڄ تہ ڏيئين پار
ڊُنگين رهيا هئا ڊور تي، مانجهي مير متار[3]
سيني پَرين سونهڻا هئا غازي غم گذار
ڪٿي ڏنياسين ڪانہ ڪا اهڙي نڪراڻي نهار
پاڙي پرج پنهنجي تي تي رکيائون هٿ هزار
هلي آيا حَسب مان ڪي ياڻين وٽ يار[4]

---

(1) راوي طاهر محمد موريائي.
(2) پٺار = مال جي پچاڙيءَ ۾ هلندڙ هيٺي ڍڳي.
(3) ڊنگين = ڊنگ ڊنگ تي ويٺل. ڇدا پاڍا ويٺل. ڊور = حب ڊرو.
(4) ڪرمتي هلي آيو لاشاريءَ وٽ تہ "پڙجن" اسان جو پاڻي بند ڪيو آهي. تون مدد ڪر.

جهجهيون آڏرون اُن سين تي  ڪيون سپٽ پريي سردار[1]
بحري بـاز بنديچـو چئـي، وبـري ڏيـن نـہ وار
ننگ پريا نتـو چئـي، هئـا سـرها سـپ چمـار
مـَـرڪي منڌيـر چڙهيـا متـي جنـگ جهونجهـار
چيـڙون چـُـتي پيئيـون بـورون بيشـمار[2]
هلـي آيـا حب تـي، ڪـري ڪنـڪ ڪارونيـار
پـَـڙج ماريـائون پيـمر سين، ڏنيـن سـوپ سـتار[3]
اچي ڪنيـو لائق لـڄ جو، ڪري بـّرن متـان بـار
ميـر عـالي اجهيـدار، راهيـا راڄ مليـر ۾

ڪرمتي مَلڪ کان لاشاري مَلڪ مير عالي پڇيو تہ: "اوهان ڪهـڙي پيٽـي رهندؤ" تڏهن چيائون تہ:

"ملڪ ملير تڏو
ميرين عالي اجهو."

لاشاري قبيلا، ڄام نظام الدين جي وقت ۾ سپهہ سالار دريا خان سان پيڙا هئا ۽ ننئي جي آسپاس سوندن، پير پَٺي ۽ ٻين ماڳن تـي ڪيـن جـاگيرون مليـل هيون. ڪي قبيلا ساڪري، ڪراچي ۽ حب طرف آباد هئا. جن مان پوءِ "مُنڌير" قبيلي وارا لاشاري ڪو وقت ڪراچي ۽ حب واري ايراضيءَ ۾ طاقتور هئا. عمر خان سندن اڳواڻ هو ۽ گڏاپ لڳ "سونگل" واري سيمر سندس هئي:

سـونگل ڏئـي سـيگَ جـو هـو عهـدي عمـر خـان
پـِـني تـو پـاڪر، بهـرو بنگـي خـان
پـائر تنهـن پيـڙا ڪيـا، ميـران ڏنـس مـان
گـڏجي چڙهيـا گشـت تـي هنـدو ڪـري حيـران
ساجهي ڪـپ سمونـد جـي ڪيئـائون ڪراچـي تـي ڪـانَ
حـب ورتئـون هتـن سـان، ملهـہ ڏنـائون مـان
اهـڙي سـان ارڪـان، هئـا طـالع ونـد تخـت تـي.

---

(1) سردار اسحاق محمد لاشاري.
(2) پورون = گهوڙون.
(3) پيمر = هست.

# 5. برفتن جو گائيچن ۽ ڇڇرن کان وير وٺڻ

ٻارهين صدي هجريءَ ۾ (مڪليءَ جي جنگ کان اڳ) برفتن جو سردار "دائيد" هو، جو ڇپر ۾ وينل هو، تنهن کي گائيچن ۽ ڇَڇرن ماريو. پوءِ سندس پٽ "ٻيدو" ڳالهه ٻڌي مدد لاءِ ڪرمتي سردار وٽ آيو. ان وقت ابراهيم وڏو مَلڪ هو ۽ ڪرمتي جو ان وقت زور هو. ٻيدو اچي ٽڪيو. ڇهه راتيون خدمت چاڪري ۽ مهماني ڪيائونس. سو چيائين تہ مَلڪ اچا مون کان خبرون ڪين پڇيون آهن، تڏهن چيائين تہ منهنجو هنڌ مَلڪ جي پير ۾ وجهو. پوءِ اتي ملڪ خبرون پڇيس. چيائين تہ: "ٻانهوٽ (ٻانهن جي واسطي) تي آيو آهيان. گائيچا ۽ ڇڇر مون کي ڇپر تا ڇڏائين، مدد لاءِ آيو آهيان." مبارڪ ڪرمتي ان وقت ننگر جي حاڪم وٽ سپهه سالار هو، تنهن کي مَلڪ گهرائي چيو تہ: "مون وعدو ڪيو آهي تہ گائيچن ۽ ڇڇرن کي "هيڪ بريي" جبل (ٻارڻ لڳ) لڳ مارائيندس، جو ناحق تا ڪن، هاڻي وڃو." مبارڪ پوءِ ٻڌي سان گڏ لشڪر وٺي چڙهيو. آڏو ٻُڌي جو سؤٽ ماسات ۽ ٻيو ڪو سندس ڳولا ۾ تي آيا. مبارڪ پڇيو تہ: ڪير؟ چيائين تہ: دشمن! تڏهن انهن کي ماريائون تہ ٻڌي روئي ڏنو. پڇيائونس تہ: ڇو؟ تڏهن چيائين تہ عزيز آهن، پر مون چيو تہ: پيل رت مان تراريون رڱجن. پوءِ ڪرمتين کي هيڪاري جوش آيو ۽ گائيچن ۽ ڇَڇرن کي ماري، "سيري" "ڀادِر" تان دنگ ڪَڍي. ٻارڻ سڄي برفتن کي وٺي ڏنائون. پوءِ برفتن ڪرمتين کي ڏاڙهيون ڏنيون تہ اڳتي اوهان سان گڏوگڏ هونداسون ۽ اوهان کان جدا نہ ٿينداسون.

---

# 6. جهوڪ واري جنگ ۽ شاهه عنايت الله[1] صوفيءَ جي شهادت

ڪلهوڙن جي حڪومت واري دؤر ۾ يار محمد جي آخري زماني ۾ صوفي عنايت الله رحہ جهوڪ واري جي شهادت جو غمناڪ واقعو ٿيو. هن شهادت جو سبب اهو هو تہ ان وقت شاهہ عنايت جي درس تدريس سبب عوام ۾ سندس مقبوليت وڌي رهي هئي، جنهن ڪري بُلڙيءَ جي ساداتن ۽ مقامي زميندارن ۾، جن جا هاري شاهہ عنايت جي مريدن ۾ شامل ٿي رهيا هئا. شاهہ عنايت خلاف بغض ۽ ناراضگي پيدا ٿي. ان زماني ۾ مير لطف علي خان ٺٽي جو صوبيدار هو. جڏهن بلڙي جي ساداتن، نور محمد پليجي ۽ حمل بن لاکي جت زميندارن، شاهہ عنايت جي برخلاف سندس ڪن ڀريا تہ هن سندن چوڻ ۾ اچي حڪم ڏنو، تہ صوفي شاهہ عنايت ۽ سندس درويشن سان جيئن وَڻيو تيئن وجي فيصلو ڪريو. صوبيدار جي هن حڪم، مخالفن جا حوصلا وڌائي ڇڏيا ۽ انهن شاهہ عنايت جي خانقاهہ تي حملو ڪري ڏنو. هن حملي ۾ شاهہ عنايت جا ڪيترائي پوئلڳ فقير شهيد ٿيا. جڏهن فوتي فقيرن جي وارثن دهليءَ جي حاڪم وٽ دعويٰ ڪئي تہ اعليٰ اختياريءَ وارن ڪان حڪم پهتو تہ انهن بيگناهن جي خون جو معاوضو ڏياريو وڃي، جنهن ڪري قاتلن جون زمينون، مقتول فقيرن جي وارثن جي حوالي ڪيون ويون. حڪومت جي هن فيصلي سبب شاهہ عنايت جو وقار اجا بہ وڌي ويو. تحفتہ الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع جي لکڻ موجب: "اڪثر غريب ۽ عام ماڻهو هندستاني عملدارن جي سختيءَ ڪان ڏاڍا متاثر ٿي چڪا هئا، جنهن ڪري اهي فقيرن جي پناهہ ۾ پهتا ۽ انهن وٽ ئي رهڻ لڳا." ان مان ظاهر آهي تہ صوفي شاهہ عنايت جي خانقاهہ غريب هارين ۽ مظلوم ماڻهن لاءِ هڪ پناهگاهہ بڻجي چڪي هئي.

سن 1128هہ / 1716ع ۾ جڏهن نواب اعظم خان ٺٽي جو صوبيدار بڻجي آيو، تہ صوفي شاهہ عنايت جي مخالفن کي وجهہ مليو ۽ وري نواب اعظم خان

---

[1] هيءَ روايت لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب نمبر 9 'واقعاتي بيت' ۾ پڻ شامل آهي. پر جيئن تہ هن واقعي جو تعلق سنڌ جي اهم جنگين سان آهي. تنهنڪري هتي بہ شامل ڪئي وئي آهي.

جا ڪن پريائون تہ صوفي صاحب حڪومت جي خلاف فقيرن جي هڪ فوج تيار ڪري رهيو آهي. اعظم خان سندس ڳالهين ۾ اچي خانقاهہ جي پرواري زمين تان معاف ٽيل ڍل جي ٻيهر وصوليءَ جو حڪم ڏنو. صوفي صاحب جواب ڏنو تہ: "اهو ظلم آهي، جڏهن تہ بادشاهہ پاڻ اهي ڍلون معاف ڪيون آهن، تہ توهان کي ان وصوليءَ جو ڪو حق ڪونهي." اعظم خان کي هن جواب تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ هن دهليءَ جي حڪومت کي لکي موڪليو تہ صوفي شاهہ عنايت ۽ سندس فقير حڪومت جون دعوائون ڪري رهيا آهن ۽ ڪوبہ حڪم نٿا مڃين. حڪومت کيس اختيار ڏنو تہ فتني کي ختم ڪيو وڃي، جنهن ڪري اعظم خان سنڌ جي سرڪاري عملدارن، جاگيردارن ۽ زميندارن جي هڪ زبرست لشڪر سان هاٿين ۽ توبن سميت جهوڪ تي حملو ڪري ڏنو. مقالات الشعراءِ جو مصنف لکي ٿو تہ: "اعظم خان هڪ اهڙي فوج تيار ڪري فقيرن تي حملو ڪيو، جا ڳڻپ کان ٻاهر هئي ۽ ماڪڙ ۽ ماڪوڙين کان بہ وڌي تعداد ۾ هئي. "سبي" ۽ "ڍاڍر" کان وٺي سمنڊ جي ڪناري تائين سڀئي سرڪاري عملدار ان ۾ شامل هئا." هن زبرست فوج جي باوجود بہ اعظم خان فقيرن کي زير ڪري نہ سگهيو. آخر هن صلح جو ڪوڙو عهد نامو ڪري، شاهہ عنايت کي گرفتار ڪري ورتو ۽ 15- صفر سن 1130هہ مطابق 7- جنوري 1718ع تي کيس شهيد ڪيو ويو. سندس گردن مبارڪ تي جڏهن تلوار جو وارو ڪيو ويو تہ پاڻ چار تڪبيرون بلند ڪري پنهنجي جان جانِ آفرين جي سپرد ڪيائون.

صوفي آسورام[1] پنهنجي ڪلام ۾ انهيءَ واقعي جو ذڪر ڪندي چئي ٿو تہ: جڏهن اعظم خان جهوڪ کي گهيرو ڪيو تہ صوفي شاهہ عنايت پنهنجن فقيرن کي روڪيو، تہ اهي جنگ نہ ڪن، پر جڏهن شهيدن جي لاشن سان ست کوهہ پرجي ويا تہ پاڻ کين لاچار ڪاٺ جي تلوار سان وڙهڻ جو حڪم ڏنائين، جنهن مان جنگ ڪرڻ جو نہ پر فقط بچاءُ ڪرڻ جو مقصد هو. فقيرن ڪاٺ جي تلوارن سان بہ ڪيترائي دشمن ماري وڌا. پر آخر خدا جي رضا ائين هئي، جو

---

[1] آسو رام پٽ ڏاندو مل. وينل هالا پراڻا. ضلعو حيدرآباد. سن 1271هہ / 1854ع ۾ ڄائو. ننڍي هوندي کان وٺي فقيرن جي صحبت ۾ رهندو هو ۽ سندس ڪلام سلوڪن. بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. جن ۾ نبي صلي الله عليہ و آلہ وسلم جي باري ۾ مناجات ۽ انهيءَ قسم جو ٻيو صوفياڻي رنگ جو مواد پڻ ملي ٿو. سن 1361هہ / 15 فيبروري 1941ع ۾ هالن پراڻن ۾ گذاري ويو.

شاهه عنايت دشمنن جي هٿان شهيد ٿيو. شاعر جي چوڻ موجب تہ صوفي شاهه عنايت جي هن خون ناحق آخر رنگ لاتو ۽ يار محمد ڪلهوڙي جي حڪومت جون پاڙون پٽجي ويون. صوفي آسورام جا ڇيل بيت هيٺ شامل آهن:

1. ڪلهوڙي ڪاغذ لکيو، وجهي وچ الله
ان تي پائٽي پاءُ سان، آيو صوفي عنايت الله
سجدي تان ڪونڌر ڪُنا، ٿيو وڏو جنگاهه
هوبهو شهادت تي، جهڙي حضرت حسين شاهه
"آسو" ان قضيي جو الله آهي آگاهه
تنهن واحد کي واهه، پاڻ وڻنديون جو ڪري.
2. پاڻ وڻنديون جو ڪري، جيڪا سنديس گهر
مجيون سڀ مٿي تي، صوفي شاهه سدر
نہ تہ هڪل سان هيڪر، هوند ڪلهوڙو ڪنجي وڃي.
3. ست ڪوهہ شهيدن جا، پرجي ٿيا ٿمٿار
ڪاٺ جي تلوار جي، موڪل ملي لاچار
جنهن لشڪر ملعون جو، ماري ڪيو مُردار
صوفين سر نثار، صدقي مرشد تان ڪيا.
4. سر مرشد جو ڏار ڪيو، مُنڪر جي تلوار
ڍهليءَ تائين سر مبارڪ جي پيئي پوي ڏڏڪار
هيءَ ٿي قيامت، تي تڪون تارون تار
ڪلهوڙي جي ڪار، لعنت لاڳ پرائيو.
5. منهن مبارڪ مرشد جو، پسي وزير وريا
عبدالله شاهه، حسن علي شاهه، مريد ماڻ پريا
قتل ڪان نہ ڏريا، ماري وڌائون مرشد کي.
6. بصر جي ڳنڌ جو، پتو لاٿائون
گدام ڳنڌين جو پتو لڌو، ائين آکيائون
مريدن کي مات ڪرڻ جو ڏس ڏنائون
رضا مڃيائون، سر تي رب پاڪ جو.

7. سختيون صغيرن تي، ڪيون هچاري حاڪم
ڪي ڏينهن گيڙو گم ڪيو، ملعوني ماتم
مولا لاٿا غم، وَسيا وَٺاڻ وَنهين جا.

8. وسيا وٺاڻ ونهين جا، جيئن هو تيئن ٿيو
"يار محمد" ڪلهوڙي جو، چوڙو لهي ويو
ڏاتر جو ڏيو، بريو ڏينهن قيام سين.

9. وسيا وٺاڻ ونهين جا، جيءُ جيءُ جئيڪار
هر هنڌ ٿيا هُنبڪار، ڪٿوريءَ خوشبوءِ جا.

10. پنهنجا ڪُهائي، دشمن پالي، الله بيپرواهه
ڪُڇڻ ڪانهي جاءِ، حق ۽ ناحق جي.

11. سعيو تنهنجي وس ۾، سو ڪج نيڪوڪار
حڪم سڀ هاديءَ جو، پچر اِها پچار
وس تنهنجو ناهه ڪو، "آسو" الله جي اختيار
صاحب جي سرڪار، توبه زاري تون ڪجانءِ.

12. شربت شهادت جو، مِينو منجهه ميناج
پيتو جن پريم سان، حاصل ٿين حاج
"آسو" اُن احتياج، لٿا سيئي لوڪ جا.

13. شربت شهادت سان، مَٽ نه جام جَم
پيتو جن پريم سان، اُلهي ويو الم
سو سدا خوش خورم، "آسو" ٻنهي جهانن ۾.

---

## باب پنجون

# ڪلهوڙن جو دؤر

## 1 . ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ مير عبدالله خان جي جنگ

هيءَ جنگ سن 1144هه / 1731ع ۾ لڳي. جنهن ۾ قلات جو والي مير عبدالله خان مارجي ويو. هن جنگ جون ٽي روايتون هيٺ ڏجن ٿيون:

**1. تحفة الڪرام جي روايت**[1]

سن 1142هه ۾ مراد ڪليري عرف گنجو. سيويءَ تي مقرر ٿيو ۽ گنجاوهه جي زميندار قيصر مگسي، محال شورن جي سردار ميرو گواري رند، محال سنيءَ جي سائيس گهرام لاشاريءَ جي اولاد. محال ڪڇيءَ جي مالڪ ميرو بلدي، محال پاڳ ناڙيءَ جي زميندارن: هرهڪ مهيان، اميري ۽ لهيا ماڇيءَ ڍادر جي مالڪن، بازوئي قوم جي ڪالا خان ۽ ٻين ڪوهستان جي بلوچ زميندارن ۽ ڪنڪانيءَ جي محالدار بهار خان امرائيءَ کي، جو هر هڪ هزارين لشڪر جو سردار هو، ماري مات ڪري قلات جي خان عبدالله بروهيءَ سان جو پاڻ کي "ڪوهستان جو شهباز" سڏائيندو هو. وڃي هٿ ڳنڍيائين. آخر سن 1143هه ۾ پنهنجي سر چڙهائي ڪري، گهيري ۾ جنگ سان ڪرته جو قلعو مبارڪ خان کان ورتائين ۽ لشڪر اڳتي وڌي اسماعيل خان بروهيءَ کي شڪست ڏني. ڪاڪر بروهيءَ کي قتل ڪري سوڀارو ٿيو. هن واقعي کان پوءِ مير عبدالله خان پنهنجون نياڻيون صاحبزادن کي ڏئي صلح ڪيو. اتفاقاً سال 1144هه ۾ بروهين جي هڪ قوم عهدشڪني ڪري، فريدآباد جي پرواري ڪاڇي جي زمين کي ڦريو. جنهن تي (ميان) پاڻ پنهنجي سر انتقام وٺڻ جي خاطر وڃي لاڙڪاڻي ۾ منزل انداز ٿيو ۽ نامور سردارن کي امير عبدالله خان سان جنگ ڪرڻ واسطي موڪليائين. جنديهر ۾ - جتي مير عبدالله اڳرائي ڪري آيو هو - پنهي ڌرين جو ٽڪر ٿيو. هو (مير عبدالله) رستم جهڙي جنگ کان پوءِ مارجي ويو ۽ اڳتي لاءِ بروهين جو زور ٽٽي پيو.

---

[1] تحفة الڪرام، مطبوع سنڌي ادبي بورڊ، (سنڌي ترجمو) ص 266-267

## 2. جمن چارڻ جي ڇپيل بيتن واري روايت

جمن چارڻ جي بيتن موجب ميان يار محمد ڪلهوڙي سن 1131هہ ۾ وفات ڪئي ۽ ميان نور محمد خدا آباد ۾ سنڌ جو حڪمران ٿيو. ڪڇي ۽ گنداوا جا علائقا ميان يار محمد کي مليل هئا. پر انهن علائقن ۾ قلات جي والي عبدالله خان جي اک هئي ۽ اهي پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ جا وجهہ پيو ڳوليندو هو. تنهنڪري ميان نور محمد بروهين جي حملي کي منهن ڏيڻ ۽ ڪڇي ۽ گنداوا جي حفاظت لاءِ مراد گنجي (ڪليري) کي صوبيدار مقرر ڪيو. جنهن وڏي جوانمرديءَ سان آسپاس جي زميندارن کي مطيع ڪيو. پر بروهي وقت بوقت ڪڇي ۽ گنداوا ۾ ڦر لٽ ڪري هليا ويندا هئا. جيئن تہ قلات جا خان ۽ ڪلهوڙا هڪٻئي جا طرفدار هئا. تنهن ڪري مراد ڪليري، ميان نور محمد کي اطلاع ڏنو، جنهن بروهين کي سيڪت ڏيڻ لاءِ "ڪرتہ" تي حملو ڪري فتح ڪيو.

عبدالله خان نهايت بهادر هو. هن بہ هر طرف حملا ڪري فتح حاصل ڪئي هئي. شاهہ محمد ڊوڊئي کي مدد خاطر هن ملتان تي حملو ڪيو ۽ پوءِ ميان نور محمد سان جنگ ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. سندس ارادو هو تہ سبي تي حملو ڪري، مراد ڪليريءَ کي ختم ڪجي ۽ پوءِ ڪلهوڙن جي دارالحڪومت خدا آباد تي قبضو ڪري ونجي. انهيءَ ارادي سان عبدالله خان سبيءَ ڏانهن رخ رکيو. سبيءَ جي حاڪم، ميان نور محمد کي اطلاع ڏنو، جنهن شاهہ بهاري جي سالاريءَ ۾ چاليهہ هزار فوج سبي ڏانهن موڪلي ڏني. شاهہ بهاري کان سواءِ فوج ۾ ٻيا سالار پڻ شامل هئا، مثلا: ڄام ننڍو، مير بهرام، مير چاڪر، شاهہ علي، سلطان کهاوڙ، خيرو، قتوحل ۽ دادو، جيڪي ڪلهوڙن جي عهد جا مشهور جرنيل هئا. ميانُ نور محمد ۽ عبدالله خان جا لشڪر جنديهري وٽ هڪٻئي جي آمهان سامهان ٿيا.

عبدالله خان جڏهن ڏٺو تہ سندس فوج تمام ٿوري آهي ۽ ڪلهوڙن جو لشڪر لک جي قريب آهي، تڏهن پنهنجي وزير آخوند محمد صالح کي چيائين تہ منهنجا ٽيئي پٽ مون سان گڏ موجود آهن. انهن مان نصير خان ۽ ۽ التاز ننڍڙا آهن. باقي محبت خان وڏو آهي. ان کي وجي قلات جو حاڪم بنايو. آخوند محمد صالح چيو تہ مون کي توسان گڏ جان قربان ڪرڻ وڌيڪ موزون ٿو لڳي، تنهن ڪري آءٌ موٽي نہ ويندس. تنهن تي عبدالله خان ٻين سردارن کي

حڪم ڏنو. مجبور ٿي آخوند محمد صالح. عبدالله خان جي ٿنهي پٽن ڪي ونـي پوئتي موٽيو ۽ محبت خان ڪي قلات جي تخت تي وهاريائين. ان بعد جنگ لڳي. جنهن ۾ عبدالله خان جوان مرديءَ سان وڙهندي، پنهنجي سوين ساٿين سان گڏ شهيد ٿيو.

## جمن چارڻ جا چيل بيت[1]

خوش هئـي خـدا آبـاد. خـوس هئـي خـدا يـار خـان
جنهن جـي واري واپرايـو تـي ديـس بديسـئون داد
تان ڪارهين سا ذوالقعد. سن ڪارهن سئو ايڪٽيهه ورهه
تنهن راٺيءَ رحلت ڪئي جو هو بـانڪو بخـت بنيـاد
انهـيءَ ڪـان اعلـيٰ ٿيـو انهـيءَ جـو اولاد
سـو فرقـي فقيـرن جـي ڪلهـن واءَ قـواد
ميـان نـور محمـد نـامدار هـو دل دولهـه دلشـاد
تنهن ميـريءَ سـندي مـاري پهتـو مـرد مـراد
تنهن وجـي ويهـاريو اهـڙو ڪـاڇي منجهه قـواد
جئن ڦري سوادي صاد. ان تي چوٽيون چورن تي ڪري.
ڪـاٽو چئـرو چـور. اَنتـُـون ڪونـايو بـه ڪلهـوڙي
تـن پڇـي پاٽـا چـڏيا. پسـي ظـاهر زور
معلـوم ڪيـائون ميـر ڪـي وجـي اهـا چـور پچـور
تـان ايندئـي هـل حشـام سـان. شـان وڏي شـهزور
مهندين چاڙهي معرڪي تي. جهـان جهـان پـوي جهڪـور
تان ڪاڇي ڪـي بـه ڪڪـور. ڏيندئـي اهـڙي ڏيـٺ سـان.
ڪـي ڏينهـن ڪـاڇي مـاٿهو هئـا اهـڙا ئـي احـوال
جـي پڇيـو بروهـي ويـا تـي. منجهئـون جـور جـوال
تـا اڳيئـون خـاوند ان جـا. سـنڪو ڪـن سـوال
هـڪ پوڪـي اتئـون پـانهنجي. پيـو آهيـون گهڻـي عيـال
تـرس تنيـن ڪـي نـه پـوي. ان جـي اُتـي حـال

---

1. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي قلمي ذخيري تان ورتل.

تان اهڙا خام خيال، پي آگي هڏ نه آوڙيا.
هاڻي وجهي وات، جي ڊور پرائي پوک ۾
تان وهندو تنهن تي وهي تو ڪمائيءَ جو ڪات
تنهن دزد مڙيئي ديس جا ڪيا مارائي مات
تان ڪڙتي ۽ قلات، ڪليريءَ ڪرڪان ڪيو.
هاڻي ڪتابت قلات، ڪي ڪليريءَ موڪلي
تان تو مارايو مستونگ ڪي راوت مَنجهي رات
تان ات جاليون جبل پر تي، جيڪا جات بجات
اچي مجو مياڻن جي تُمن مڙيئي تات
نا هت پٺي پريات، ۽ تورو هاڪاريون روهه ۾.
چڪڻ تو لنگهي ڪير، ريڙهو رکي روهه ڏي
جت چڙهڻ چُنجهاڪا چاڙهڪا، آهي ماڳ مٿاهون مير
ڄي عبدالله خان ميريءَ مٿي مٿير
تان پائي ڏس ڪو پير، ته پسان پرس پهاڙ ۾.
جر جالارو جت آهي، مچي پي ماڳ تهين
پائيءَ ڪان پڙن جي ماٿهوءَ ڪانهي مت
جڏهن ايندس حڪم حڪيم جو، وهسي مٿي وت
تان چمڪائي ۾ چت، ڪٽي ماري مٿي ڪٽي.
تون پي وڏو ڪج م َويڻ، ڏونگر ڏي پسي ڪري
توڙي اُڏري عبدالله خان، ڪري پنڪ پکيڙ
تان پي سرائي شاهن جا، ڪُهي ڪند ئي ڪيڙ
توڙي ڏونگر ڏاڍوئي گهڻو، تان پي مردن اگيئون ميڻ
جي مڻ ماڪيءَ ۾ هوءِ ميڻ، هي ڏينيو اتئي ڏنگرين.
هي پُڙ، هي پاهڻ، هي ميدان، هي گوءِ
ڪڏهن ڪوئي بڌوءِ، ته مڙيو ميريءَ جو ڏتي؟
مڙس مڙن ڪي مير، ۽ مُڙسان مڙن ميهڻو
مڙسان مور نه وسرن، تا ورهن سندا وير
فاقيراڻي فوج م پين پٺي تنهن پير

تـڏهن پسـبا پيـر، تـــ ڪهـڙن ڪوڙيـا، ڪـــن ڪنيــان.
جـان ڪـر جيــان جنـد، تــان جٺـري جنـگن ڪٺـون رهــان
مـون ڪـــر ڄــاڻن ڄــام خــان، ســرو، ڪــاڇو ۽ سـنڌ
ديـــري ڪيـــڇ قنـــدار ڪـــي، ايـــل ڪيـــو اَمٽنـــد
اصفهـــان ايـــر گـــڏهن، هوڏنهـــن ســـاڙي هنـــد
تــان راهوجــاٺي، رنـد، تــو پنـڙ ڪاناپــان پــاڻ ڪــي.
چــاڪر چـــــــڪايون، تـــي بينــــون بنــــورن ۾
تنهـــن وهــايون ويريـــن ســـر تـــي، نــاميي نڪـــايون
اولـــون جهلـــي ان جـــون، تـــي ســـامون لڪـــايون
ســي قـــول ڦڪـــايون، ڪچـــو ڪيٺـــي قـــلات ۾.
اتـــاٺون اعوانـــي ڪٺـــي، خــــان خـــراب ڪيــا
مـــاچي مـــانڪ وڏوان هٺـــا، چـــاڪر جـــا بـــــ چنـــا
ـــن ڪـــي هـــردم اتـــي هيـــو، ريـــن هونـــدا هـــانِ هنـــا
تـــن چيلهـــن ڪٺـــون، چـــارڻ چـــوي، ڪوليـــا ڪيـــن ڪنـــا
منهـــن مهمـــاڻن ڪـــي، چايـــاٺون بــــ چنـــا
آهـــي ذرتـــي ذات ذنـــا، تـــ پـــي ناميـــا نبـــاهي ويـــا.
ڏيتـــي ڪـــاچو ڏيهـــ، هٺـــا چنـــاٺيءَ ســـان چـــچ
پـــر بنـــڌي پاتـــاريءَ پـــر، هتـــي پـــر وچ
بڏاٺـــون بـــولان ڪـــري، ويـــري ويـــري وچ
تـــان او لکـــن متـــي لـــچ، تـــي پراٺـــن پنـــاڻ تيـــا.
ڏيتـــي ڪـــاچو ڏيهـــ، آ چنـــن چگـــو چوريـــو
بيتـــا ڏيٺـــي بنـــد ۾ جنهـــن در آيـــو جيهـــ
مـــڙي پيچنـــس ســـپ مـــارڪي، تـــان آءُ وڙاٽـــي ويهـــ
ڪنهـــن پـــر چـــڏيٺي ڏيهـــ، ڪٺـــن آئيـــن ڪـــا ڳالهـــ ڪـــر.
هيـــم چونـــڪ چنيهـــ ســـان، تنهـــن بـــڌي ســـٽ لکـــن
آءُ آيـــس تـــا تنهنجـــي، پيهـــي منجهـــ پکـــن
هـــو جـــي راٺـــا راڄ رکـــن، ســـي ارٺـــان ســـهن اهڙيـــون.
تـــڏهن چنـــي لک چوهـــٽ، ان ڏيتـــي ڏيٺـــي موڪليـــا

سي ليکي ۾ ليکيا. جي پاھڻ مکائون پٽ
اولن اُتي آپٽين، سر تي کيائون سٽ
سامون سلطانن جون کڏھن کي وکيون ٽکن وٽ
پڙھت ۾ پانھنجي، تو گھٽي وڏي آ گھٽ
ھاٿي اگيئون کيم اُپٽ. جي ڪچو ڪيئي قلات ۾.
تڏھن کيو معرکو مير. پُتر ڪوڻي پانھنجا
اسلح خانو اُپٽي، ونديي ڏنا وير
ترت ڏنائين توبچي، توري دارون تير
هليا جنگ، جمن چوي، برسر باسي پير
تان پروانو ڏي پير، لکيو مرد مراد کان.
چئي: ھيءَ صلاح سئين، تہ کجن وچ وزير
شرطون مُنجن شاھہ سان. فوجان کري فقير
اچي پچنس تئن پھاڙ ۾ جئن منکر ۽ نکير
ھاٿي چوائين ڳالھيون چار. مچج مير مراد چئي.
جن اصلئون عباسين سان، آٽن کي اختيار
سي تڏھن کئون ترک تيا. وينا کين قرار
نور محمد نامدار ڏي تان نظر کري نھار
کيو الله اگي کئون، انساني اُپکار
سو عقلئون افلاطون جي، آندو کُلي اختيار
تنھن کي ھيوَر ڳيوَر ھتيا. ھٺا ديمون تنھن دربار
اچي اگڻ بار. رائر وتند ئي روھہ مٿون.
ھت يي ميان مصلحت لئي، سي سڏي سرکار
تنھن وچائي وير لئي تجويزئون تلوار
کو کلي کانو تو کٽي، مرکي ميرئي پار
اُتئون ھَنونت جي آچار. ۽ لچمڻ جھڙي لچئين.
تڏھن ھُت پيکي پير. ھت بھارين بادل کيا
جھنجھڻ پاتي جس لئي، چھن چڳيري چير
تنھن چمي بَڏي چيلھہ سان. شرط کٽي شمشير

آئـي ڪنـدس ايـر، هـو جـو ڪـــجي مير متـان ڪـڙو.
سـا ڦرنـدي هـي فلـڪ. ڪـي ڏينهـن ڪارونيـــار ۾
سـا ڪاڙهـ ڪڙهـي قـلزوم مئـون، پيـدا تـي برنـڪ
سـا ڪـاري ڪوئـل ڪيسـمي، لهـي نڪـي تيـغ تلـڪ
ڪـنـــهني قصـابن جـــي هئـــي. هونيـــدن هـــڪ
مهديـن چـــائي معرڪـــي، پـــڙ تـــي تهيـــن بلـــڪ
ســاميان بخشـــي مهــر مئــون. شـــاهه بـــڏي بيشـــڪ
لالـي ڪنـدي لـڪ. جـڏهن منهـن لڳنـدي ميـر جـي.
هـو پـي ڪـري نفيـلان نـاز، ڪلـي چڙهيـو قـلات ڪئـون
سـو اڇـي عبـدالله خـان تـو ايـڏي سـان اغمـاز
جئـن مـرد مرغـابيون پـانئين تـو، پـان برابـر بـاز
تنهـن ڪـڙ تـي ڪنـڪ ڪوتـي، سـپ ڪيـا سـرفراز
هيـڏهن پـي ڪلـن ڦيـري ڪـڏهين، جئـن مڄـي مقـراض
جيڪـي سـائس سـانيرو، سـي سـپ يڪـدل يـڪ انـداز
تـــان نماشـــام نمـــاز، دانهيـــن ڊوڙي آئيـــو.
هيـڏهن بـ سـٺي سـرائين چـاڙهيون، سيغان سنگ تـراز
شـاهه شـروع ڪيـا سـور جـا، سـنگ سـويرا سـاز
تـن مصلحتـمي مـراد سـان، بچيـا بـرق انـداز
تـ ڪـو پـڙي پيڙائـو تئـي، قلعـي سـان ڪـواز
تـان آڙن جـا آواز، سـٺي ڪونـ سـڌ ڪـري.
تـڏهن چـالاري چـاري، چگـن چگـا چاڙهيـا
هڪـڙو "حسـن" جـت همـت سـان، بيـو "بخشـو" بـاري
سـي حـرف ڳالهـائن هڪـڙو. أيـا اعتبـاري
هـڪ شـينهن ۽ بيـو شـينهن، هـوا شـوقئون شـڪاري
سـي ڊوڙي پيـا درياهـ ۾، ڊوسـي دوبـاري
تـان بيهـر گهـڙن بـار ڪئـون. جسـي وچ هيـن وراري
سـي چـاري تـي بـ چڙهـي ويـا. موتـا تـان مـاري
سـي آيـا اعتبـاري. خبـرون ونـي خـان جـون.

واسون ونـي آئيا، قلعي سندي ڪار،
ديرو ڏنائون ديم ڪي، جنگ جا ديهڙ جهل
سٺي سرائين ڪيا تلوارين تجل
ڪٺي آندو خان ڪي، اتي ڪنهن اجل
ڪُرماٽين ڪجل، پاپڙ پان چبي ويو.
نوبت ناز نفيل جي، ڏڙيا داڏڙ رنگ
جوان ڪئون جر هاريون، نين اڏايون انگ
اؤس اتي ان جي، پلٽيا پون پتنگ
لهريون لحظو لائيو، چاچون چڏن چنگ
هسنگ وجن نڪريا، خواهن خواهه ختنگ
راٺن سيجون وچايون، پائي پوش پلنگ
ويا چڙهي، ايندا وري، لوئي لال للنگ
نمڪ سندي ننگ، وجي اڙٻنگ چاڙهيا آڙ ۾.
نيل نشانا، مُرچا مصلحت، عظمت جاتي ايهي
بنبت بڙجس بانگ پڙهي، جت حاجي خان هنديئي
دليل دليان آندا دل وچ، دولهه سندي ديهي
جنگ نماز جوانان نيتي، سنج سواريا سيئي
مڙني منجهه موسيٰ خان مفلح، ٿيو امام اڳيئي
تقدير اڳيون تدبير نه حاجت، هن يي چٺي تڪبير تتيئي
الصوات چيون السلام چوان، مرڻ تان ملامت ڪيهي
فرض تراريون، سپرون سنت، نيرن نيت نيهي
اعليٰ وني اُڏريا انيتل، ويا پنجاهي پيهي
جن ڪئي اولا جي استعمالي، سي ڪئن وقت وڃائن ويهي.
پڙ ۾ پون پناڻ پشنگي، پاڪر آن ڪيون پيلان
هي يي هٺن هنن ڪي، هو يي هٺڻ هميلان
رئي اتي، رئي رايون چايون، رڻ رايون رت ريلان
راند رُڪائي راڏڻ ڪيلي، رسي وچ رهيلان
نايوڪهي نديون ماچي، توفي ڪري تنيلان

لوهو لحم ليپٽيو لٽ پٽ، اُلٽ پلن البيلان
سنگراسي سلطان اڙائين، اتي ڪري اُليلان
بيني مول نہ بڪتر پانيو، نايون ناڪ رميلان
بان نشان ڪرارو ڇاٽي، سنڪ هٽي ڪري سرسيلان
هو پي هن وڄ ڪرن هميلان، هي پي هٽن هميلان
ڪيو ڪيو ۽ آٽڻ آڙهي، بڪتر پائن بيلان
ڪليا گل گدين تي ايوين، جيوين رنگ لايون رابيلان
جن وي ڪاڏو نمڪ نور نورل جو، سي ڪٺن وقت وڃائن ويهي ويلان
هردي طرفين تام پڪارون، قرون منجھن قليلان
گهوڙي گنگ نقاري باجن، گهوڙي گرز گليلان.
آڪي شاهه مراد فقير، چڙهو تہ جلوا چايون
توڪل عليٰ الله پڙهي ڪر پير رڪابين پايون
عربي اسپ، عراقي، بلخي، نيلا ناچ نچايون
بازي خيل، براق، برنجا، بور، بليل بچايون
ڪٽ ڪميت، ڪاڇي ۽ ڪرڙا، تتي ترنگ تپايون
ديمن ساڻ ڏاريون درجن، ديس بديس دپايون
جاءِ بجاءِ، هنڌين هنڌ هوڪا، گانءِ بگانءِ گهمايون
ڪونہ ڇڏيو ڪوريڪ قريشي، ڏونگر ڏيهہ ڏنايون
جيڪوملڪ مواس ميان جو، تنهن کي تت مچايون
قلات قنڌار ڪلهوڙي روهي، قڙتيءَ ساڻ قيرايون
کهين قصابين ڪاڇو رنو، پرانهيءَ پرچايون
مهيم تاري، نيزا ماري، ريزا رنگ رچايون.
آڪي شاهه مراد فقير، چڙهو تہ جلوا چايون
سرس بڌا سرپيچ سرائين، سونهري سرپايون
شدان شالان ۽ شلوارون، سرخ سفيتان سايون
ڪيمخابون ڪرناڪ چيتو، ڪسم و ڪل بلايون
بنارسي بچواريون بيرم، بانڪن سر بنايون
آسا ورنيون اورنگزيبيون، اڻ - ڪاتيون آٽايون

گجراتيون گل بدنيون گنديون، گهه گهه گر سبتايون
هال رتيون هالار هويزون، تن سرس جليون سرخايون
بونديءِ ديس بنگالي بسميون، بنسديءِ بشم پرايون
عطر كارا، الاچيا اطلس، سوسيون سرس سوايون
ململ خاص مگيسي مشرف، تن کي موافق مغزيون لايون
سانگان سيفان سپران سونهن، سيكان ست كمايون
زري تَرا زر پيچ زواهر، زر بفون زيبايون
موتيدار مكلف موزا، پهري مهرا پايون
زرهيت زيب جواهر جهالر، جوڙ رقيبن جايون
خان آيو خرخسي اتي، جوڙي جنگ مچايون.
آکي شاه مراد فقير، چڙهو ته جلوا چايون
كولاچي، كوشك، كليري، كليا، قلعي كونڌ كڏايون
سيهر، سيال، سنديلا، ساوڻ، ساڻ سُهاڳ سڏايون
ڏيرا، ڏهر، ڏهوٽ ۽ ڏونگر، ڏرن ڏركايون
موهل، منگي، مهڙ، ماچي، مركند يي مركايون
ابڙا ۽ اتوال اكابر، اٽن لڳي آزمايون
بلدي، بهر، بلوچ، بداٽي، بيمت، مير بنايون
گرماٽي، گوپانگ ۽ گهلو، گجر تت گهرايون
اسير، اواڻ، اُنڙ، اوڍاٽان، عمراٽي، اٽوايون
پٽي، پُنا، پتڙ، پاڳت، پيڏا، بيگ، پرايون
كوٽڻ، كهڙ، كواسو، كچل، خواجن منجهه گوايون
لاشاري، لانگاهه ۽ ليكي، لاكا كن لڙايون
راوسر ۽ سركاٽي، سامٽيا، سيفين كن سوايون
كيمتيا، كوركڇي ۽ كچرا، كيرن كرڳ لڳايون
كيڙ، كڙ، كهاوڙ، كوكر، كوسا خان كيڏايون
پنجوتا، پريساڻ، پتافي، واهن وک وڏايون
جهنجهڻ، جت، جمالي، جويا، جج اچن جهڙ لايون
جانوري، جور، جتوئي، جنگي جوان ركن جلدايون

ويڻ، وٺنس، ونداهه ۽ وڪا، ويڙهن سان ويڙهايون
سي هڻن هٿيار، تکار تتي ٿي. هلڪا هٿين هلايون
بيا اٿکت اُڙد عباسي اينٽل. دوس اِجن درجايون
تان ڏان ڏان ڪري دماما شاهي، وير پيچي وٺايون
آکن سچ صريح سپيئي، هر ڪا راهه رکايون:
تان خان بينا تون چوپڻ ڪيلين، اُتي جو فوجان آيون
انهي ويل امالک اُتيو، پهريون پوش پٺايون
غيبائن کي گهوڙا جوڙا، بخشي پير پلايون
سائس جي سرواڻ سپيئي، سمکي سنگ سڏايون.
زرهه، زري، زربفت، زواهر زينت سان زيبايون
زري ترا، زربفتون پيچون، بيگي بيگ بڙايون
چڙهيو لانگ ورائي گهوڙي، خان ڪلامان ڪايون
سو اُبتيون سبتيون گبتيون ڦيري، ڪڙ قلعي تي ڪاهيون
هيڏهن پي سال سرائين سيفان جوڙيون ڪاندي ڪاڻ ڪٺايون
ڪيري ان سلطان جزائون، جامکيون جفت جڳايون
شاهو مير، مراد سنديلو. شتر نلو شت گايون
بعضي دوڳ اُڏارن بازو، بعضي باد هوايون
گرج اندر ڏسن جي گورا، رڻ ڪيون رت رلايون
رنگم لڳي، رينگڻ لڳا. جهرڪن جهيڪر جايون
ڏيون ڳات. گهمندا اِجن هوريان قدم هلايون
مُرچا جوڙي مرڪي ماچن، اٿي منجهه اڙايون
دو طرفين بينا دل بادل. پڙ بازار بنايون
پلٽي - باز پناڻ پيشنگي، شاهلي شور چتايون
پڙ بانڪا. پاٿوت بروهي. بڙڪن پيڏ پڙايون
اجن عبدالله سان اينٽل. شرطون شاهه پچايون
شاهه چڙهيو، شمشيرون ڪليون. لحظي ڪن لڙايون
سي ٿهڪن، سهڪن، ڪهڪن ڪوهون. چهڪن چار منهايون
پس وريام وجهندا واڳون. وجن وچ ولايون

ڇتي ڇڙن ڇيرن جا ڇمڪارا، کهڪن اُت قرنايون
زابر زنگ، زبرچا زنگي، راهه چگّيون ڪن رايون
ڪُوپر ڪرنگهه ڪرندا اچن، ڪو پر ڪرنگهه ڪرايون
تتي تودهه متي تالپرن جو، ڪن نڪورا نايون
ننڊو ڇام نوائي نيلا، نيزن سان نرنايون
سنگراسي سلطان آڙائي، سورهه ڪيون سرسايون
موڙيون مل ميڙا منجي، تيغن سان ترسايون
هاڪي هو تيغن ڪي هيرو، پهچي هول هٿايون
خيلي کيرو، آٿن ايرو، درئي دل دبايون
جڪڙي جوان جلوڪي جوئي، لُوهُو سان لتڪايون
لڳي لوهه لڏين لغاري، لڏن لوهه لڪايون
شاهلي مير، کيلي ڪانوتو، ڪنهن سان مت متايون
جروار ۽ ٻيا جڪرا جوڌي، تن سان جوڙي جت جاڳايون
چيلهن ۾ شمشيرون حنجڙا، واهن وهند وڏايون
چنڙ ۽ ٻيا چانديا چنجي، چوڪن چوج اڙايون
هت مهائن ماهه ملائن، رڻ مهائن رايون
ڪر ڪنيون ڪر قلعي پچن، گوريون ڳات واريون
ڪني سندا ڪئنتل اچن، ڪني سنديون ڪايون
رِوهه رتوليون پٽن راٺيون، دروازن تي دايون
ڪوليو وار گهگهيريون جهولن، پوين ڪر وَيلايون
روهين روهه بروهين پنڻ، واويلا جون وايون
دارون ڏند انڌارو درجن، رڏ وڙهي ڪن رايون
آوَن جاوَن رانوَن رکين، ڪرنگها قلم ڪَرايون
شير اچن دلدير دلن جا، اعلي نام الايون
واگهه جتي وريام وڙهن، تت هتن هزارن ۾ هٿ لايون
اوئس جي آڙاهه آڙن جا. مجن ألا عرش انايون
اُلن منجهه امالڪ پون، پورا پاڻ پچايون
خوءُ لڳن تي تن جي ڪلي، باغ اناري جو ٻه بنايون

سي ات ڪين وڍن واھ وھادن، ڪوميون ھٿن سي ڪٽڪايون
وَڪاوير اچن تت وڙھندا، دَلَ، پـَلي دستا لايون
دستن منجھہ دودستون ھٿن، پيچي پيچين ڪي ٻہ پڇايون
احد اچن اولارا ڏيندا، لھس وجھن لڪ لايون
لاھيون لاھہ اُتي پڻ لٿن، پرس وجھن تت پِڙ ملھايون
ھڳيون ھڪبئي کي ھٿن، ڪن سورھہ سنگراسي سرسايون
سرسي وک تني جي ثابت، راوت ريلي رت وھايون
مئمت مار اُتائين مٿ ڪي، رڪ بادل جان ڪن برسايون
اچن ڏڙ ڏڙن ۾ پوندا، تھدل تير تپايون
آکي شاھہ مراد فقير، چڙھو تہ جلوا چايون.
ھو يي زھوان زھر پرائي زھري، جلد آيو جبلاتي
تنھن سان پُٺ پائتيا ھٿا پاڻ پڙا، جيھل بان جماتي
تنھن سان ڪومون رومون ڪار غلامي، وڏ وڏي وھواتي
سو خمدر سوني، سمندر سندلڪ، سيگن ڏول سجاتي
بعضي ڦھہ ڦھہ ڦيھہ وجھي ڦھڪارو، بعضي چپ چپاتي
وھواھہ واھہ وھائي وھٽي، واھہ ڙي وليداد ولاتي
ھول ڪنگول ڪپيس ڪَرِ ماٿن، چوھون چنس چاتي
بانڪي تيغ پڙائي بانڪي، باقي ڪنڌ ڪٽارو ڪاتي
تان يي ريءِ پروانن کھڙو پائي جھڙڳ ترارن ۾ جھاتي
ھٿ سرائين سيفان سونھن، گجميري گجراتي
درجن دوھہ ماريو ديرايون، دور چگي ھرذاتي
تني-مرچتي مرمٽائي مليس، آٿن جا اوقاتي
اڳيون اسماعل اينٿل خان آيو، ڦيريندو فولاتي
ڪٿي سوپ سرائين يارو، ماري اھڙو ڪونڌ قلاتي
پڙھو ڪلمون مسلمانو، محمد جا صلواتي.
نگھہ بٺي پار ڏي، نگھہ اوس نہ پاس
سمند سوني ساز سان، ھزارن ھياس
جھندا آيا جھولندا، علم - طوق اڪاس

بـــــزن بـــــزن بهـــادرو، اهـــي الاوَ اُتـــاس
اڙن ۾ اڳيـــون تيـــاس، ان ڪلمـــي پـــاس
هڪــڙو گهــوڙو ڏي گهــات ســان، پيــو بختــارو بــاس
دادوئـــي دو دســـتو ڪـــري، ڪـــڳ متئـــون ڪوڙيـــاس
مـــصرين منهـــن مڙيـــا، پـــر نـــه مـــُـهين موڙيـــاس
نيـــزا، نوڪـــان، ناوڪـــان، رم رم منجهـــه رتيـــاس
تلانهــه ڳچــڙيءَ ڳتيـــاس، ســـهرا ســـفيلان ڪـــري.

### 3. جلال ڪٽي ۽ جمن چارڻ جا بيت[1]

روايت آهي تہ قلات جي والي مير عبدالله خان جي وقت ۾ ڪڇي ۾ ڪنهن سنڌي ماڻهوءَ هڪڙي بروهڻ بيوهہ زال کان هڪڙو ٻڪر کسي ورتو. اها بيوهہ عبدالله خان وٽ فريادي آئي. عبدالله خان اُن عورت کي ٻڪر جي بجاءِ ست ڏڻ ڏيڻا ڪيا، پر بروهڻ زال چيو تہ مان سنڌ ۾ وعدو ڪري آئي آهيان تہ جيڪر عبدالله خان جيئرو هوندو تہ ست دفعا ڪچو هٽائيندس. تنهن تي عبدالله خان خاموش ٿي ويو. چند ڏينهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن پنهنجي اُمرائن کي دربار ۾ جمع ڪري، مشورو ورتائين تہ هن بيوهہ بروهڻ جو ٻڪر منهنجي ڇاتيءَ تي ٿو ٿپي، اوهان جي ڇا صلاح آهي؟ بروهي اميرن سندس راءِ تي اتفاق ڪيو تہ بروهڻ جي زبان کي پاڻي ڏجي. پوءِ عبدالله خان ڇهہ دفعا سنڌ هٽي آندي. سنڌ جا ڪلهوڙا حاڪم شڪست کائي عاجز ٿيا. نيٺ شاهہ بهارو نالي هڪ سيد جي ڪمان هيٺ ساري سنڌ جمع ڪري، مقابلي جي واسطي موڪليائون. ڪلهوڙن جي انهيءَ حملي جي وقت اڪثر بروهي لشڪر واپس جبل ڏانهن موٽي ويل هو. ٿورن سوارن سان عبدالله خان ڪڇي ۾ رهيل هو، جو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر حملو ڪري، عبدالله خان کي سندس همراهن سميت قتل ڪيو. سنڌ جو لشڪر بي حساب هو، تنهن ڪري هي ٿورڙا ماڻهو وچ لشڪر ۾ لوڻ پاڻيءَ وانگر ٿي ويا. عبدالله خان جي لاش جو ڪو پتو نہ پيو، تنهن ڪري سنڌ جي لشڪر تي تشويش ۽ هراس باقي رهيو. چون ٿا تہ ڪنهن خدا رسيده فقير درويش جي عبدالله خان کي دعا هئي تہ تنهنجي مرڻ کان بعد بہ ٻارهن

[1] هي بيت (1) سگهڙ حاجي اسماعيل بنديجو ڪرمتي (2) محمد امين پوتاڻي، وينل ڳوٺ تہ ڄو قلعو: لس بيلو ۽ ڊاڪٽر بلوچ جي قلمي ذخيري مان ورتل آهن.

مهينا دشمنن تان خوف نہ ويندو. هيءَ ڳالهہ بہ چوڻ ۾ اچي ٿي تہ عبدالله خان بولائتي شڪل جو هو. سندس سيني عضون تي وڏا وار هئا. تنهن ڪري سڄي بدن جي وارن ۾ سچ [illegible] ي ڳُتائي چڏيا هئائين. پانئجي تو تہ وچ لشڪر ۾ قتل ٿيڻ تي سندس [illegible] عضوا موتين جي لالچ ڪري، سپاهي وڍي ڪٽي ويا. تنهن ڪري سندس لاش هٿ نہ آيو ۽ هڪڙو سال دشمن هراسان رهيا. چاڪاڻ تہ سيڪو حيران رهيو ۽ پڪ نہ پئي ٿئي تہ عبدالله خان شهيد ٿي ويو يا پٺي ڀڄي ڪنهن پاسي هليو ويو. جيتوڻيڪ انهيءَ ڳالهہ تي ان وقت وڏن شاعرن جمن چارڻ ۽ جلال ڪٽي جو پاڻ ۾ مناظرو ٿيو.

جلال ڪٽي چيو تہ عبدالله خان جنگ جي ميدان مان پٺي ڀڄي پاسي نڪري ويو، پر جمن چارڻ جواب ڏنو تہ عبدالله خان جهڙي سورهيہ لاءِ جنگ جي پڙ کان پٺيرو ٿيڻ ناممڪن آهي. مختلف سگهڙن کان مليل اُهي بيت هن بعد شامل آهن.

جلال ڪٽيءَ جو سوال جمن چارڻ کي:

ميــــر ويهـــي ميـــدان ۾، ڏاريـــائين ڏارو
جيئن ڏاريائين تيئن نہ ڏريو، پيو پئون پاسارو
بـازي بهـارو، شـاهہ ڪٽـي ويـو شير ڪئون.

—

ميــر ويهــي ميــدان ۾، چئوپـــڙ چتـــائي
ڪيليـا خـان ڪٽـي چـوي، ڪـي بـارهن ٻولائـي
جيئن ڏاريائين تيئن نـہ ڏريـو، ويـو ڪـڻ ڪنائي
بـازي بتلائـي، شـاهہ ڪٽـي ويـو شـير ڪئون.

—

ڪـَرتي ناهہ قلات ۾، نـہ سـو ميـريءَ ۾ ميـر
قيت نہ سنائين فوج جي، جيڪس ڏيمين ڪيو دلگير
ڪيـن قـري ٿيـو فقيـر، يا ويـو دانهيـن دلـيءَ تـي.

جمن چارڻ جو جواب:

نڪي ويـو دانهيـن دلـيءَ تـي، نڪـي اڏاتـو آڪـاس
لڳـي جنـگ جمـن چـوي، ڏريـو مورچـل مثـاس
دادو ددَسـتيون ڪـري، هثـو بختيـارو پاتـاس

اهدي الهداد سين، جڏهن اچي جوان جُتاس[1]
مُنهن گهنڊي، چپ وات ۾، هتيارن هتاس
ڪلنگي جا ڪپار جي، سا جنوهر ساڻ جڙياس
موزا جي پيرن جا، مهرن ساڻ مڙهياس
سمند سوني ساز سين، هزارڻ هياس
جهندا جهلندا آئيا، علم طوق اڳياس
ڪنڌ ڪرنگر ڪپراتي، ڪرمائين ڪٿياس
ڪپ ڪاتيون، ڪٽاريون، رم رم منجهه رتياس
"بُزن بزن" ڪيو بهادرين، اهو آلاپ اُتاس
ڳجهڙين ڳُتاس، سهرا سفيديون ڪري.

---

مير ميريءَ ڪون چڙيو، جڏهن بروهي پڙڪي
خاشي خلوت خان سان، تنبوءِ تُرڪي
وڏ قڙو واڪا ڪري، مهسين وانگر سرڪي
جوانن سندي جان تان، رُڪ ڏني رڙڪي
آيا ڏوڏو ڪار ۾، تڏهن لهڙو پيا لڙڪي
جڏهن مير ماريو مرڪي، تڏهن لٿو ڪوچ قلات تان.

---

جيئن پهون پيلين پٽ ڪي، ترن جيئن تيلي[2]
تيئن آيا مير عبدالله خان ڪي، روءُ وانگر ريلي
سارنگ سرائين جا، متس ويا ميلي
تن پڙُ هٺي ڪيو پڌرو، زخمن سين زيلي
پيلاڙن پيلي، لاٿس توءُ ترار سين.

---

اولهه سج اوير ٿئي، اوير ٿئي اولهه
بڪيو شينهن گاهه چري. لهي هيٺ هُماءُ

---

[1] ٻي پڙهني: عهدين جا اوڪي ۾، منجهڻون ڪڳ ڪتاس.
[2] ٻي روايت: پون ڪيلي پٽ ڪي، ترن جيئن تيلي.

وڄ ڪڙڪــو ڪــري، جــڏهن وڄـــي تحــت الثـــراءَ
تـــڏهن ميـــر عبـــدالله، پـــڙَ ڪئـــون پنيـــرو ٿئـــي.

—

گنگـــا جمنـــا اُلٽـــي وهـــي، نـــديءَ وهـــي نـــہ نيـــر
ڪـــــني رَتُ نـــہ ڏئـــي، ڏُڌي نـــہ ڏئـــي کيـــر
دانُ ڏرتيـــائي نـــہ ڪـــري، ســـتي پڄـــي ســـير[1]
تـڏهن عبـدالله خـان امیـر، پـڙ ڪئـون پنيـرو ٿئـي،

—

گنگـــا جمنـــا اُلٽـــي وهـــي، چـــل چلـــي آسمـــان
قطـب تـارو اُپِ مـان جـڏهن ٽـــڙڪي چـــڏي ٿـــان
ٻـــڍو ٻـــالڪ ٿئـــي، نئيـــن جويـــن جـــوان
تـڏهن مير عبـدالله خـان، پـــڙ ڪئـون پنيـرو ٿئـي.

—

[1] ٻي روايت: ٻيڙي جر تي نہ هلي، ستي پڄي سير

# 2. جنگو خان جمالي ۽ بُلي بدانٽيءَ جي جنگ

ڪاڇي جي ڪوسن جو هڪ پاڙو بدانٽي، جنهن ۾ بُلو بدانٽي ساماٽو، جو لوڙهيون هڻندو هو. ٻه شاهاٽي مارياٽين، جن جون مايون جنگو خان جمالي وٽ دانهين ويون. جنگو خان ڪوسن ۽ جمالين جو لشڪر وٺي، اوچتو بُلي بدانٽي تي حملو ڪيو. بُلو بدانٽي، سندس پيءُ ۽ دوست سائينداد نوحاٽي لشڪر سان مقابلو ڪندي مارجي ويا.

انهيءَ واقعي تي ڇهه روايتون شامل ڪيون ويون آهن، جن مان ٽي روايتون نثر ۾ ۽ ٽي روايتون بيتن ۾ آهن. انهن روايتن جا راوي لس ٻيلي ڪوهستان ۽ ساڪري جا مشهور سگهڙ (محمد امين پوتاٽي، حاميد خان رند ۽ ڪيٽا خان) ۽ جوهيءَ جو داناءُ سگهڙ نبي بخش لُنڊ آهن.

## روايت

بُلو ۽ علي خان، ٻئي پٽ عرضي جا هئا. بُلو وڏو بهادر شخص هو. بُلي هڪڙي جهيڙي ۾ راڌو ۽ روات خان ٻه شاهاٽي ماريا. اُنهن جون مايون ويون جنگو خان جماليءَ وٽ ته اسان کي وير وٺي ڏي. جنگو خان هاٺوڪار ڪئي. جڏهن بُلي اها خبر ٻڌي، تڏهن چيائين ته: جَنگو، شاهاٽين لاءِ ڇيلهه ٻَڌي آهي، ۽ بيت چوائي موڪلياٺين ته:

آ جَنگو جنگ تي، مان پهرو پيراٽو ڏيانءِ
تُرڪن ۽ تراريِن جا، توکي چکايان ساءِ
انهيءَ تڙ مٿاءِ، سات نه نينديِن سنرو.

**تنهن تي جَنگُو جواب موڪليو ته:**

بُلا! سات ٻه نيندو سانءِ سَنَرو، انهيءَ تڙ مٿان تاري
منهنجو سِرُ صدقو لڄن تئون، آيون پيهي اوتاري
هاٽي مهاٺون ماري، وٺندو سانءِ رت راڌي راوت خان جو.

پوءِ جنگو لشڪر گڏ ڪري، بُلي تي چڙهائيءَ جي تياري شروع ڪئي. جمالي ۽ بروهي وغيره گڏ ڪري لشڪر ناهيائين. ڪَنبيرو لُنڊ به انهن ۾ شامل هو. حملي واري رات جڏهن سَجيون پچاياٺون، تڏهن جنگو چيو ته:

هڪڙو پاڳو وڏيڪ ناهجو. جو جيڪو بلي سان انگ ۾ مٿ ٿئي، سو پنهنجي پٽي ۾ اُهو حصو ڪائي. جماليڻ ۽ بروهين اُهو حصو نہ ڪاڏو. باقي لُنڊ اهو حصو ڪائي ويو. ٻئي ڏينهن جنگو لشڪر سميت، بُلي ڪيڻ ٻڌائڻ ڪان سواءِ ڪاهي اچي متس ڪڙڪيو. پر پنهنجي لشڪر کي چيائين تہ: بُلي وٽس لشڪر ڪونهي، ان ڪري بندوقون نہ هڻجئو. باقي ترارين سان جنگ ڪجئو. ڪَنبيرو لُنڊ، جنهن بُلي سان مَٽ ٿيڻ جو اعلان ڪيو هو، سو بُلي سان سامهون ٿيو.

آيو لُنڊ لُرڙيون ڪندو، جنهن ڪِنوڻ ڪنوائي
بيهڻ بُلي نہ ڏنس، ويس ڪني سان ڪائي
سرسي سائينداد ڪئي، جنهن ڪُنڊي ڪڙڪائي.

سائينداد نوحاڻي، بُلي جو دوست هو. لُنڊ کي هڪ ڌڪ بُلي هنيو، ورڻ جو ٻيو ڌڪ سائينداد هنيس تہ لنڊ چار ٽڪر ٿي پيو. انهي تي جَنگوُ جي ماڻهن کيس چيو تہ: هاڻي پڇڻ پيڻي ڪانهي، تنهنڪري جي چوين تہ بندوقون هڻون. باقي ترار جي جاءِ ڪانهي. تڏهن جَنگو چين تہ: انهيءَ ۾ ناموس ڪانہ ٿيندوَ، چو تہ هو مڙس آهن ئي فقط ٽي. اهي ٽي ڄڻا هئا: بُلو، سندس ڀاءُ علي خان ۽ ٽيو هو بلي جو دوست سائينداد نوحاڻي.

جمالي هر وقت پيا ڪوشش ڪندا هئا تہ ڪنهن نموني سان بُلي خان جون مينهون هڻون، چو تہ گهڻو ڪري مينهون سڄيون پيون چرنديون هيون.

جمالين سندي راڄ ۾ ڪا جا چورپچور
آيا چاچي چام بُلي جا، سڄا چڏ مَ ڊور
مينهون چَرن مور، مانجهي مير بُلي جون

---

اَحدي پٽ عرضي جا، سڀ سياڻا شينهن
هڪڙو شوق شڪار جو، ٻيو گهمن راتان ڏينهن
بُلي خان بنيءَ تي، مهند وسايا مينهن.

---

بُلي جي ڀائرن جي ڪندو ڪانہ ڪچي
نوحاڻي ننگ ني اچي بيٺو مرد مچي

لوھو ليئي لال ٿيا، جيئن کهنبي لاک رچي
پوءِ جن جي ساک سچي، سي مري مور شهيد ٿيا

## محمد امين پوتاڻيءَ واري روايت

براد بنديچي بروهي، ڪوسن جو خون ڪيو. اهو وڃي بروهين جي ڪجراٺي پاڙي جي وڏيرن چاڪر، غلام علي ۽ بکر وٽ سهڙيو. ڪوسن چوائي موڪليو ته: براد اوهان وٽ آهي سونهيو. باقي جي اسان ڏانهن آيو ته ماريندا سونس. پوءِ وڏيرن براد کي اَن سوڊن لاءِ سنڌ ڏانهن موڪليو. اها خبر ڪوسن کي پيئي، سي اڳ جهلي وينا. براد اَن ۽ ٻيو سامان سؤدي موٽيو پئي ته ڪوسن حملو ڪري ماري ڇڏيس ۽ سمورو سامان بکر ۽ غلام علي ڏي ڏياري موڪليائون. حسر نالي لنگهو، براد جو يار هو، سو خراسان ڏانهن ويل هو، اهو خراسان کان موٽيو، جڏهن ٻڌائين ته براد کي ڪوسن ماري ڇڏيو آهي، تڏهن چيائين ته: بکر ۽ غلام عليءَ ڪجھ ڪونه ڪيو. ان کان پوءِ حسر انهن وٽ ويو ۽ کين چيائين ته: اوهان ڪجھ ڪونه ڪيو، باقي آءٌ اوهان جي ڏوئي ۽ ڪني سنيندس. انهيءَ تي وڏيرن لشڪر گڏ ڪيو.

هيڏانهن ڪوسن وري ٻلي کي چيو ته: لشڪر تو اچي، هل. ٻُلي جواب ڏنو ته: ڪونه هلندس. پر سيني ماڻهن جي راءِ تي ته ٻلو هلي. آخرڪار ٻُلو تيار ٿيو. سائينداد بروچ، ٻلي جو يار هو ۽ "ڪاسوٽو" (ڏريجي جي حد ۾) جو رهندڙ هو. تنهن جڏهن ٻڌو ته ٻُلو تو جنگ تي چڙهي، سو ٻلي جي مدد لاءِ آيو. جڏهن لشڪر آيو ته ان وقت سائينداد حقو پئي پيتو. ٻلي، سائينداد کي چيو ته: اُٿي! تنهن تي سائينداد چيس ته: هي قوڙائي جون قوڪون اهن پوءِ اُٿون ٿا. غلام علي ۽ بکر جي لشڪر ۾ ڪنبيرو لنڊ به چڙهيو هو. تنهن پنهنجي ساهيڙيءَ کان انجام ورتو ته: جي ٻيو يار نه ڪرين ته ٻلي سان وڙهان! سو ٻُلي جي سامهون آيو. ٻلي جي شڪيلي جو نالو هو "رُنو". تنهن جي ڏک کئي ڇڏيس.

ٻلي ٻيهن نه ڏنس، ويس ڪنا ڪائي.

پوءِ وري سائينداد به ڪنبيري کي ڏک هنيو. جنهن ماري ڇڏيس.
سرمي سائينداد جي، جنهن ڪُندي ڪڙڪائي.
ٻلي چيو ته: ڏک رني جو اٿس. جنهن پورو ڪيس.

## حامید خان رند واري روایت

خان ٻـَڌيون تـي ڪرڪـيون، سـي تـيون ويـرود منجهـہ وڃـن
گـــَـري ڳـئـــون گـــورم مـــان هـٿيـــو هـــوت وڃـــن
تـُـڪ تنهـن تـوُهـر ڪـي، تـا لـَيـــن منجهـہ لـــڪن
هـــو تـــا وس وجـــن، بـــُـــولي تـــي لائـــون لڏيـــون.[1]

—

بـــُـــولو بـــدامن ۾ تـــو ســـورهيہ ســـڏائي
نڪـي وجهـي وِڃـون واڙن ۾، نڪـي تـو بينگهـا پـائي
جـڙي هـــن جـوان جـون، ڪـُـنديون ڪيـــر ڪـــاهي
مينهـــون ملهـــائي، بـــُـــولي لائـــون لڏيـــون.

—

پـائر بـُـولي بيـڳ بداماٿي جـا، هـٿـا پنجـٺـي پهلـوان
سـي ٺلـي چڙهيـا هـٿـا ٺڪريـن. ڪيـڙا بـڌي خـــان
جت سـيهي ڪيا تـي سـٺڪا. تتـي تراريـن وڌا تـي تـان
مـــوٺ بـــولا علـــي خـــان، ڪـــوڏ رڳـــائي ڪپـــڙا.

—

نڪـا جهـور جهنـدبي ڪـــي، نڪـــو ميـــانداد منجهـــن
پـــوءِ مينهـــون ڪـــڪ چـــرن، بـُـــولي لائـــون لڏيـــون[2]

—

لُند فقط اڪيلو جمالين سان گڏ هو. اڳ ۾ اُهو ٻلي ڪي سامهون تيو.

اڃـي لـُـند لوڙيـون ڪنـدو. جيئـن ڪنـوڻ ڪنوائـي
خـان جهـَـلي ڪيـڙي ۾، تنهـن جـي سـچي سـَـرواهي
بـُـلي بيهـڻ ٺـي نـہ ڏنـو. ويـر ڪنـي سـين ڪـائي.

—

(1) پارو نوحاڻي حڪي جو پيادڪ هو. وينل "پارن ٺڪر". ٻلي جو دوست هو ۽ ٻلي سان گڏ ماريو هو. ٻلي جو پاٽيجو ان وقت پڇي ويو. پر پوءِ آڏو لڪ لنگهي وجي وڙهيو ۽ اُت ماريو.

(2) جهندو، علي خان ۽ ٻلو. ٽيئي پاٿر هٿا.

بـــُـــلو بـــي مـــَـــيار، جـــا كـــري ســـا پـــاري
هڪڙيـــون ملهايـــائين مينهـــون، ٻيـــا ملهايـــائين ميهـــار
کيـــڙا ڪڙئـــي ڏار، تنهـــن رات رڳايـــا رت مـــان.

## سگهڙ ڪيٽا خان واري روايت

ڳنيڙاچ (هيءَ جوءِ جهانگارن کان 5 - 6 ميل اُتر - اولهہ جي ڪُبند تي آهي) تعلقي سيوهڻ ۾ بُلي جي بني آهي. بُلي کي جنگو خان جماليءَ ماريو هو. ڪاڇي ۾ ڪوسن جو زور ۽ ظلم وڌي ويو هو. اول اول ۾ ڪوسن، ڪُـڪڙاٽي جي نئن ۽ شهيدن جي لڪ (تعلقو جوهي) تي، شاهاڻين جي ڳوٺ کي ڦريو. اتي راڌو شاهاڻي تنهن کي ماريائون. اُنهيءَ کان پوءِ شاهاڻين جي زالن کي چيائون تہ توهان جي وارثن جي رت جا ٽڪا اسان جي ڪپڙن کي لڳا آهن، سي ڌوئي ڏيو. انهيءَ تي ماين ڪاريون پوتيون ڪيون ۽ بلوچن وٽ ويون تہ: اسان جون ڪاريون پوتيون لهرايو (يعني وير وٺي ڏيو). مايون آخرڪار جنگوخان جي گهر آيون، مگر جنگو خان پاڻ گهر ڪونہ هو، باقي سندس پياءُ عرضي خان وينو هو. تنهن ماين جون ڪاريون پوتيون لهرائي، ٻيا ڪپڙا ڏنا (يعني تہ وير وٺڻ جو بار پنهنجي سِر تي ڪنيو). جڏهن جنگو خان گهر آيو ۽ ماين وارو سمورو قصو ٻڌائين، تڏهن پياءُ کي چيائين تہ: عرضي خان! ڪم ڏاڍو ڏکيو ڪنيو اٿئي، پر هاڻ مرڻ لاءِ تيار تي. انهيءَ عرضي دوران، بُلو ٻداڻي سندس پيڻ جو لاش، ڳنيڙاچ کان ڪٺائي، چنيءَ واري مقام ۾ پورائڻ لاءِ آيو. ايتري ۾ جنگو بہ لشڪر وٺي وڃي اتي پهتو. بلي کي چيائين تہ: يا مرڻ لاءِ تيار ٿي يا پيڻ جو لاش ڇڏي وڃ، آءٌ پاڻهي پورائيندس. بُلو لاش ڇڏي هليو ويو.جنگو خان لاش بہ پورايو ۽ ڪانڌپو بہ ڪيائين (اها مذاق ڇڻ رت وارن ٽڪن ڌوئڻ عيوض ڪيائين). ان بعد بلو لشڪر وٺي آيو ۽ رحيم خان جي ٿندي کان اولهہ طرف لڳ نوٽ جبل تي جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪي ماڻهو ڦٽيا. پر بلو بنا سوپ ڪرڻ جي واپس ويو. ان بعد جنگو خان، هتان شاهاڻين، لنڊن ۽ جمالين جو لشڪر ساڻ ڪري ڳنيڙاچ تي چڙهائي ڪئي.

بـــــُـــلو بـــــداڻين ۾، اڙٻنـــــگ عطـــــائي
خـــان جهليـــو ڪيـــڙي ســـان، ســـٽي ســـرواهي
متـــبي پڙيـــائي، وهيـــو رت ريـــلا ڪـــري.

---

بُلو بُداماڻين ۾ تو سورهيه سڏائي
نڪا وچ واڙي ۾، نڪا پينگهي پائي
ڪير ڪُنديون ڪاهي، جيئري بُداماڻي جون.

—

بُلا بني مَيار، ڪيئي سي پار
هٿي هٿ هاجا ڪري، وڏئي ڏيهه منجهه ڏهڪار
اندر روئن راڻيون، بَهر پَٽين ٻار
ڪيڙا ڪيڙي ڀار، رات رڳياَ رَت مان.

—

گَبَر نوحاڻي ننگ تي، آيو مرد مڇي[1]
سَڪيلا سرواهيو ته هنيا نر نچي
ڪامَڪجان ڪچي، بلي بيگ بدام جي.[2]

—

مينهيون بُلي بيگ جون، آنڌاريون اڇن
نڪا جهڙڪ جهندي جي، نڪو ميانداد منجهن[3]
ڪُنديون ڪِيهون ڪن، جن جون رهيون وچون واڙي ۾.

—

اُڏر اُڏر ڪونجڙي، جهندي ڏيج سلام
سي بُلي بيگ جي، جهٽي ويا جوان
ته پهري، تاهو لڳا. نغارا نيشان
پوءِ جهندي علي خان، ڪوڏ رڳايا ڪيڙا.[4]

---

(1) نوحاڻي جو نالو گبر هو.
(2) گلا هڻ جي ـ ڪجان.. جو هو ـ رڙهيو.
(3) جهندو ۽ مياندا. ٻئي بلي جا پاڻ.
(4) ٻي روايت: اُڏر اُڏر ڪونجڙي، جهندي ڏيج سلام
ويرود مان واڪوڪري، ڪوسا نڪتا خان
سي بولي بيگ بداماڻي جي جهٽي ويا جوان
بُلي جهڙا خان، مر ڪا مائي جڻي پٽڙا.

## نبي بخش خان لُند جي روايت

مرحوم ميان نبي بخش خان لند. تعلقي جوهيءَ جو وڏو داناءُ سگهڙ هو. سائِس سندس ڳوٺ ۾ ڪچهري ٿي، جنهن ۾ هن جنگ جي ٿاڻن جا هينيان بيتَ ٻڌايا:

ٻُـلي جهـڙا پـُـٽڙا، مــر ڄڻـي مـائي
ڪَـنا ڪيـڙا هـٿ ۾، اٿـن ويڙهـ جـي وائــي
ٻـُلو ڪيـن هٿـڻ ڏي، ويـس سَـڪيلا ڪـائي
سرسي سائينداد جي، جنهن ڪُـندي ڪڙڪائي
تو ٻــُني ۾ پائي، تيا تي پائر ٻـُلي بيگ جا.

سڄ لهي سانجهي تي، جهنـدي موڪليـا سلام
ٻـُـني بلـي بيــگ جــو، جهـٽـي ويـا جـوان
تـ پهـري تـاهو لڳـا، لڳـا نغـارا نيشـان
پـوءِ جهنـدي علـي خـان، ڪـوڏ رڱايـا ڪپـڙا.

پنـج پـُـٽ عرضـي جـا، پڄـئـي ساماٽا شـينهن
اٿـن شـوق شـڪار جـو، گهمـن راتيـان ڏينهـن
پـوءِ بلـي جهـڙا شينهن، مـري مـور شـهيد ٿيـا.

## 3: ميان نور محمد جو ڪوسن کي هڪالي ڪڍڻ

"ڇني" (تعلقو جوهي) ڪوسن جو مرڪز هوندو هو. ڇنيءَ کان ڏکڻ طرف ٽڪر تي، گولي جي پٽ شهداد ڪوسي جو قبو آهي. گولو مٿي جبل ۾ رهندو هو. گولي جو ڪن ڳالهين تان پنهورن سان تڪرار هلندو پئي آيو. انهن پنهورن مان حيدر پنهور، ڇنيءَ کان اُتر - اوڀر جي ڪنڊ تي، نون ميلن جي مفاصلي تي، ديهه "اراڙو" ۾ وينل هو. اتي سندس مسجد اجا تائين بيني آهي. ٻيو "قيصر پنهور"، "سامتاڻي" ۾ رهندو هو. پانن کان اُتر - اوڀر طرف 5 ميلن جي فاصلي تي سندس مسجد اڄ به بيني آهي.

گولي ڪوسي وارا مال هڻي سنڌ ڏانهن ويندا هئا. هڪ دفعي هنن بوبڪن ۽ پانن جي وچ تي، اينڊي وقت، پنهورن جو مال هنيو ۽ هلندا اچي ديهه بنسامر ۾ علي مراد خان شاهاڻي جي ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ منزل ڪيائون. پوپان پنهورن کي به مال جي خبر پئجي ويئي، سي لشڪر ڪاهي اچي مٿن ڪڙڪيا. سخت مقابلي کان پوءِ گولو ڪوسو مارجي ويو. سندس قبر به اُتي ئي آهي. اُن جهيڙي جو فيصلو پوءِ وري ميان نصيرمحمد ڪيو، جنهن موجب اولهه طرف جبل کان وني "ناڙي" تائين يعني اوڀرطرف سيوهڻ تعلقي جي دنگ تائين، پنهورن جو سڄو علائقو خون جي عيوض ڪوسن کي ڏنائين. پوءِ ڪوسا زور وٺڻ لڳا ۽ انهن راڄن کي تائي ڪنيو. پوءِ خود ميان نورمحمد (وفات 1167هه / 1753ع) به هنن جي مارائڻ پنيان پيو، هڪ ڏينهن پڳ وارا روحلاڻي ڪوسا، جيڪي هن وقت "ڪاتڙي" تعقلي ڪڪڙ ۾ وينل آهن، تن کي ميان نور محمد خداآباد ۾ گهرايو. جڏهن اُهي اُتي اچي پهتا ۽ اندر گهڙيا، تڏهن يڪدم دروازا بند ٿي ويا ۽ ماڻهو هنن تي ٽٽي پيا. جعفر ڪوسو ترار لڪايو ڪٽيو پئي آيو، تنهن وجهه وني يڪدم مير بهرام تي حملو ڪيو، پر مير ڪيڙي آڏي ڏيئي بچاءُ ڪائي ويو. پوءِ ترار ڪٽي وار ڪيائين ته ڪيڙي توڙي جعفر منجهان وچي باهر پئي. انهيءَ تي شاعر چيو ته:

"بچي ويو بهرام، نه ته دست چڙهيوهو ديو جي.

پوءِ ستر راڄن گڏجي ڪوشش ڪري، انهن ڪوسن کي اُتان تڙي ڪڍيو. جنهن ڪانپوءِ هو وڃي جيڪب آباد جي پاسي رهيا.

# 4. گندُبي مـَنداڻي ۽ نومڙين جا مقابلا

گندبي مـنداڻي جي سورهيائي ۽ لوڙهين هڻڻ وارو دؤر خاطريءَ سان معلوم ڪونهي. هيٺ ڏنل روايتن ۾ لس ٻيلي جي حاڪم مـَلڪ پاهڙ خان ۽ ان بعد مائي چاڳلي جا نالا اچن ٿا. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته اهو دؤر 1125 - 1155هه (1713 - 1742ع) وارو هو.

## حامید خان رند جي روايت

گَندبو پـُٽ مـَندو جو هو ۽ انهيءَ ڪري "گندبومنداڻي" جي نالي سان مشهور ٿيو. هو گبولن جي "توئندا" پاڙي ماڻهو. ننڍي هوندي گهوڙي سواريءَ جو شوقين هو ۽ وٽس خاصيون گهوڙيون هيون. اُن وقت گندبوءِ سندس عزيز موجوده تعلقي ميرپور ساڪري جي ديهه "ڪيراڻي" ۾ وينل هئا. هڪ ڏينهن سندن پير وٽن آيو، جنهن وٽ قُر سان هڪ گهوڙي هئي، جا گندبي کي وڻي وئي. پير کان گهوڙي گهريائين. پير چيو ته: گهوڙي ڪين ڏيندس، باقي جئوس ته هي ٻهاڻ پل ٻڌي ڇڏي. اها ٻهاڻ رنگ جي گر ي هئي. گندبي چيو ته: انهيءَ گريل جهڙيون مون وٽ ٻه آهن. پوءِ پير جڏهن موڪلايو ته ڪيس ننڍي وٽان درياءَ جو پتـَڻ اُڪارڻ لاءِ گڏجي آيا. گهوڙي ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيائون، پر ٻهاڻ، جنهنجي واڳ گندبي جي هٿ ۾ هئي، سا زوري ٻل هٽي وجي درياءَ ۾ پئي. ٻهاڻ جي طاقت ڏسي گندبي پير کي چيو ته: آءٌ ٻهاڻ سانڍيندس. پوءِ اها ٻهاڻ گندبي جي "گـَرِي" نالي سان مشهور ٿي، جنهن جي زور تي گندبي وجي لس(لس ٻيلي) ۾ لوڙهيون هنيون.

گندبو وڏي همت وارو ۽ سورهيه مڙس هو. سنڌ ڇڏي وجي لس جو مال هڻندو هو. اُنيون هڻندو هو ته پنهنجي نالي ۽ نشان خاطر هڪڙي جي پيچ جي چوٽي وڍي پويان ڇڏي ويندو هو ته پل ته واهر وارن کي خبر پوي ته گندبو مال هنيو ٿو وڃي. ان وقت لس ٻيلي تي مـَلڪ پاهڙ خان جي حڪومت هئي. پر گندبو ڪو مڙڻ وارو هو! هڪ پيري جام پاهڙ خان جي ويجهي منزل هئي، ته ٻه اچي لوڙهه هنيائين ۽ پيچ وڍيل لنڊي ڏاچي جا پويان ڇڏيائين. سا خود پاهڙ خان ۽ سندس لشڪر ڏٺي:

"لـٽي گڏي هئي لم ۾، پهرئين پاهڙ کي."

## حاجي محمد سودي بگھياڙ جي روايت

گندبو لس سچي ۾ لوڙھ هڻندو هو. سندس گھوڙي "گري" هئي. اصل پنھنجي پير کان گھوڙي گھريائين. پير چيس تہ: گھوڙي ڪين ڏيندس. باقي هي ٻهاڻ ٻڌي ڇڏ. گندبي چيو تہ: انھيءَ گريل جھڙيون مون وٽ ٻہ آهن. پوءِ پير چيو تہ: مون کي پتڻ اُڪاريو.

گندبي وارا ڪيراٿي ۾ وينل هئا. نئي وٺان پير کي تي اُڪاريائون. ٻيڙيءَ ۾ گھوڙي چاڙهيائون. چاڙھڻ وقت ٻهاڻ ٻيڙيءَ تان ٻَل هئي وڃي درياءَ ۾ پئي. واڳ گندبي جي هٿ ۾ هئي. اتي سوچيائين تہ هاڻي ٻهاڻ آءُ سانديندس. پوءِ پير کان اها ٻهاڻ ورتائين. گندبو پوءِ هتان ڪاوڙجي ڪڇ جي راجا وٽ وڃي وينو. اُتي گھوڙيون ٻن پھرن تائين پلاڻي ڇڏيندو هو. راجا انھيءَ جو سبب پڇيو، پر گندبي ورندي ڪانہ ڏني.هڪ ڏينھن لوڙھ لڳي. گھوڙيون تيار بيٺيون هيون، يڪدم چڙهي وڃي ورايائين. پوءِ راجا کي چيائين تہ لوڙهيون ٻن پھرن تائين لڳنديون آهن. انھيءَ ڪري گھوڙيون پلاڻي تو ڇڏيان.

سنڌ ۾ پويان مائي چاڳليءَ جي ڏينھن ۾ برفتن زور ورتو. تن ڪرمتين کي هڪالي آڻي گھاري تائين ڇڏيو. پوءِ مَلڪ ابراهيم چيو تہ وڃي گندبي کي آڻيو. چون ٿا تہ هٿ ملڪ، گندبي کان منھن موڙيو. سو هو وڃي جاتي وينو. اتي ڪڇ جي جاڙيجن ڇون هنيل لوڙهيون وراڻيندو هو. هيڏانهن هيءُ حال ٿيو جو برفتن جي وڏيل زور سببان، گھاري مان بروچن جون اُنيون مٿي حب ڏي چڙهنديون ئي ڪين هيون. تڏهن مَلڪ چيو تہ وڃي گندبي کي آڻيو. گندبو آيو ۽ چيائين تہ: آءُ تو مٿي جبل تي وڃي ويھان، ۽ پوءِ اُنيون پل اچن.

گندبي پوءِ عيوض ۾ نومڙين جون لوڙهيون هنيون. تڏهن ٻيلي جي نائين مائي چاڳليءَ جو حڪم آندو تہ اُنيون واري ڏيو. گندبي چيو تہ ڪونہ ڏيندس. چئي:

چوريءَ ٻڌي چاڳلي، مٿي پٽيءَ ٻاڳ
تڏ تي ڪري چاڳ، جڏهن ڏاڙهي ڪانبي ڏينھ ۾.

انھيءَ ڏڙڪي تي هو هتان لڏي ويا. گندبي پوءِ وڏي وڃي لس جي حد ۾ لوڙھ هنئي. ڳوٺ جي پِران اچي لنگھيو. تڏهن ڪو ماڻھو سندس نالو پڇڻ آيو تہ: "ڪھڙو آهين ڪرمي. تنھنجا تا نومڙيا ناڻءُ پڇن" گندبي ورائيو تہ:

آءُ غازي آهيان گندبو، مون کي تا آن جا سورهيہ سجاڻن
سدا گست گريءَ جو، آهي انڊي کي اکين
منڊائي ميرين جون اڳي تيون اوڙيون اچن[1]
جن جي ونگا وريا ڳن کي، سونهريون سونهن
جي سري سنڌ سڄڻ، سي مورمنڊائي آئيا.

گندبو پوڙهو ٿيو تہ "بيگ" بيلي ۾ ساماڻو، تنهن چيو تہ هاڻي گندبو اچي مقابلو ڪري. پوءِ گندبو بيلي ۾ ويو. بيگ جوکيي اولياءَ جي قنبر ڏيڻي ڪٽي ۽ چيائين تہ گندبو مون کي سامهون ملي. گندبي چيو تہ جي بيگ قنبر تو ڏني تہ ڪوٺي (ننڍي ٻڪري) آدم پير جي آءُ بہ ڏيندس. هڪ ڏينهن اچي هڪٻئي سان گڏيا. گندبي متس حملو ڪيو تہ سامهون ٿيو ئي ڪين، ائين وني گهوڙو وڌايائين. اچي "گري" پويان لائي ڪنيائينس. بيگ بہ گهوڙي تي هو، گهڻو ڀڳو، پر گندبو بہ پويان لڳو ويس.

پڇي پڇي بيگ، تہ بہ گڏ نہ ڇڏي گندبو
جاٽي سارو لوڪ، تہ لائق لوڏي ماريو.

گندبو جڏهن پير مرد ٿيو تہ سندس ياٽيجي چيس تہ: ماما، تون هاڻي گهر ۾ ويهہ، هيءُ گهر تنهنجو پنهنجو آهي. ڪي ڏينهن اتي رهيو. هڪ ڏينهن مائي چيس تہ: ماما، وينو آهين، ٻارڙو پيو روئي. تون پينگهي کي لوڏ تہ ماٺ ڪري. اُن ڏينهن ئي گندبي گهر ڇڏيو. چيائين تہ: عهدي الله ڏنو منهنجو مٽ آهي، ان سان آءُ مقابلو ڪندس. پوءِ گندبي وڃي الله ڏني جو مال هنيو ۽ چيو تہ: اسين فلاڻي هنڌ مال ڌوهيون ٿا، عهدي الله ڏنو اچي تہ ٻڌائجوس.

عهدي الله ڏنو، وڃهي هنو، چڙهيو ڇتائي.

ٻي واهر اڳ ۾ پهتي. هڪ مڙس سامهون آيو، تنهن کي گندبي ڪيرائي ياڪر ۾ نپوڙيو ۽ اتي ئي ان جي متان پيو رهيو. سندس ياٽج گڏ هو، تنهن چيو تہ: ماما، مال اڳتي ويو، اُٿي تہ هلون. گندبي چيو تہ: منهنجو مٽ عهدي الله ڏنو ياڻهي اچي مون کي ماريندو، باقي گهر هلي پينگهو ڪونہ لوڏيندس.

گندبي جي سِرَ ڪان پوءِ لس تان لوڙيون لٿيون. ٻئي ڪنهن کي هست ڪانہ هئي جو لس جو مال هٿي. تڏهن ڀهاڪو ٿي ويو تہ:

[1] اوڙيون لوڙهيون، زبردست حملي واريون مال جون ڪاهون.

"مَنداڻي مَري، ڇڏيون واڳون ورائي."

سندس مرڻ تي پوءِ سندس ياڻج جي زال پار ڪڍيو تہ:

گـــريءَ مٿـــس گندبـــي، اٿـــيءَ اُبتـــو پيـــر
مـَــنداڻي مـــري ويـــو، بيـــو لـــس ڪـــاهيندو ڪيـــر.

هڪ پيري گندبو حب جي پريان، جبل جي ڏکيي چاڙهہ تان ڳري ٿبائي آيو، جنهن ڪري ان تي نالو ئي پئجي ويو "گندبي وارو لڪ" يا "گندبي وارو جبل". اجا تائين انهيءَ نالي سان مشهور آهي[1]. گندبي جي پترائين قبر تڏي جي نئن تي "ملڪ طوطا" جي مقام ۾ آهي.[2]

---

(1) [illegible] وارا [illegible] ڪناري ڪان ڪٿي اندر [illegible] گندبي جبل جي [illegible] ملاڻي نشان [illegible]

(2) [illegible] آهي. مقام جو معائنو ڪندي اسان ڏٺي هئي

# 5. جنگي خان ۽ جمالين جي جنگ

برفتن ۽ جوکين جي نزاع ۾ لس ٻيلي جي ڄام عالي "ڪتوريي" (1742 - 1766ع) جوکين جو پاسو ڪنيو. پنهنجي سپهه سالار "جنگي خان" ڏيوڙائي ٻڙي کي چيائين تہ وڃي پائر ڪري ڇڏين. مگر برفتن نہ مڃيو ۽ وڃي ٽنڊي رحيم خان (تعلقو جوهي) جي جمالين کان مدد گهريائون. پوءِ "آچٽي" جي سرحد تي وڃي جنگي خان، جمالين کي ماريو. پوءِ وري جمالين "ڳڙهہ" واري لڪ تي جنگي خان کي ماريو. جنهن جو تفصيلي ذڪر "ٻيلاين جا ٻول" ۾ ڏنو ويو آهي.[1]

اَحدي رَتي اَچٽي، ٻارڻ جئن ٻيگن
هيڏانهن مير مرحُوڪ سين، هو ڪَڪي ساڻ ڪُڌن[2]
اِنهين اُهجاڻن، آهن اَڏي وينا آچٽي.[3]

—

اَڏي وينا آچٽي، تحقيق ڪيائون تورو
آنٽيائون آفيڻ جو، ڪديائون ڪورو[4]
پوءِ بہ باهہ منجهان پورو، سچو نڪتو سونَ جو.[5]

---

[1] ڏسو "ٻيلاين جا ٻول" ٻيو ڇاپو (1970) صفحا 186 - 198.
[2] مرجوڪ جمالي. ڪَڪو = رنگ جو پورو يعني جنگي خان ڏيوڙائي ٻـرو. جنهن کي شاعر "نر" نازايو آهي.
[3] يعني جمالين کي هٿائي دنگ ڪري ويٺا. اڏي ويٺا.
[4] آفيڻ = آفيم. ڪورو = ٽڪر.
[5] پورو. يعني جنگي خان.

# 6. آجڻي واري جنگ

هيءَ جنگ مَلڪ پنڻ حملاڻي ۽ سورن جي وچ ۾ لڳي. جهمپير کان ڏکڻ - اولهه "آجڻي جو مڪان" مشهور آهي. ملڪن جو پاءُ پنڻ پٽ جهونجهار حملاڻي پنهنجن سان نه نهيو. سو لهي سنڌ ويو. اتي به پائرن کان پري ڏيڻ جو ڏک تيس. سو سنڌ ڇڏي جبل ڏانهن هليو ويو. آجڻي جي وڏي ڪلَ (ٻوري) تي اچي لٿو. وٽس مينهون هيون، جيڪي اُتي چرڻ لڳيون. اهو پڊ "سورن" جو هو، اُتي "ڏيٺا سورا" ("سورن" جو هڪ پاڙو ڏيٺا) وينل هئا. پنڻ لڏو لاهي ويو شڪار تي. هڪڙي مائي سندس وهاريل هئي. اُها ويني هئي، جو سوري اچي مينهون ڪڍيون ۽ لڪڻ سان ٽڻن کي گهٽ هڻي چيائين ته: مار، تون ته ڪيڏا آهن! مائيءَ چيو ته: جيڪي سانــهن جون ڏيٺون هونديون، تن جا تون به وڏا هوندا، باقي هڙين جي ڏيٺن جا تون ننڍا هوندا. ملڪ پنڻ آيو ته مائيءَ ڪيس چيو ته: سوري ٽڻن ۾ گهٽ هڻي مينهون لوڏيون. ملڪ گهوڙي تي چڙهي سورن جي ڳوٺ ۾ آيو. سورن جو وڏيرو "طَهر" هو، ان کي چيائين ته: "جاڙيجي دودن جي جنگ ٻڌي اٿئي؟" چيٺاين ته: هائو. تڏهن چيائينس ته ٽئي ڏينهن هن ڪلَ تي پنهنجي "جاڙيجي" اٿئي. طَهر چيو ته: اڄ ئي ڪٽي ڪر، ٽي ڏينهن ڪوهه تو وجهين؟

سنڌ ۾ پنڻ وجي جاکرين وينو هو، جيڪي (ڪَلي لڳ) "اڪري" ۾ وينا هئا. پنڻ پوءِ آيو جاکرين ۾. جاکرين چيو ته: سورن جي پڄڻ جا اسين آهيون. پنڻ چيو ته: نه، آءُ پنهنجي پاءُ برفت کي جتائيندس. برفتن جو هڪ ڪماني هوندو هو[1]. سو اُن وقت حملاڻين مان مرجوڪ هو ۽ جاکرن جو ڪماني تيو "پنڻ". پالاري به مَلڪ پنڻ سان پيڙا تيا. هالي پالاري چيو ته: جاکرا آهن سنڌ جا ماٺهو، متان جنگ هارائي وجهن، سو اڳ ۾ تين پالاري. اها ڳالهه ٻڌي جاکرا ڪاوڙيا ته اسين آهيون گيدي ۽ پالاري آهن بهدُر! هالي چيو ته: مون چيو ته اوهين جاکرا آهيو سهڻا. سي ٿورا مرو ۽ پالاري آهن ڪشائيگ (ڪوجها). سي پلي گهڻا مرن. هاڻ پلي اوهين اڳ ۾ تيو.

---

برفتن جو ڪماني هڪ هوندو هو. جيڪو بانبتو ڪنيو بيٺو هوندو هو. بانبتو لوڏيائين ته جنگ شروع ٿيندي. پرجي ڦيريائين ته جنگ بند ٿيندي.

آڏو سورا آڙون (ڪُڏڻا، مورچا) ڪري ويهي رهيا هئا. هي جي پڌرا ٿيا تہ ونني جو بندوقن جو ڌز ڏنائون تہ جاڪرا جي جٽان سي تتان ونني پڳا. پِنڻ ڪماني ۾ بابو حملاٽي وجي رهيا. پِنڻ گهوڙو ڇڏيو، سو وجي سورين ۾ پيو. زِرھ جو ٻيڙو ڇتل هوس. سوري پالو هنيو، سو وجي سيني مان نڪتس. باقي بابو کي ڪيرايائون، پر پالاري پويان اچي پهتا، تن ڇڏايو. هينيان بيت انهيءَ جنگ بابت آهن[1]:

سـردار سـَـئين مهنـد ۾، ٻِڻـن ۾ ڳـاڻو[2]
سـردار ليٽيـو سـوڙھ تـي، وٽـس هـو وهـاڻو
ڏيئـي تـَـر تـاڻو، اڏي وينـا آجٹـي.

—

اڏي وينـا آجٹـي، ڪيـا احـدي اوتـارا
تـہ ڏنيـون مـڙي ڏڪـڻ جـي، پڪيـن جـي پـارا
سـورا سـوپيرا، ڏنـي "طهـَـرِ" تـڪ تـرار مـوئن.

—

ڏني "طهـَرِ" تـڪ تـرار مـوئن، نـاھ گنـدوءَ ۾ گهـٽ
نيـزو نـانگوءَ هـٽ ۾، مڻيـا ڳٽـي مـٽ
انـدر ڪيـم اگهـٽ، تـہ اجـا ٻـہ سـوائي سـاماڻو.

—

"سوائي" ساماڻو وجي، پر اجـا طـَهـِر جو ڏس تورو
پيـو "ڪـَڪو" ڪُـڏي اتيـو، سـوين ڏانهـن سورو
آنيـو تـي آفيـم ڪـي، ڪـَـشيائين ڪـورو[3]
منجهـان باهـہ پـورو، سـچو نڪتـو سـون جـو.

—

سـدا سـامهون سـوپ تـي "پـنـَـڻ" پنجـاهيو
تنهـن جهونجهاراٽي جنگ تي، ڪاوڙجي هـو ڪـاهيو.

—

[1] روايت سگهڙ الله بخش پالاري
[2] سردار، يعني پنڻ ملڪ.
[3] آنيو = ڪاڏو

جا پر جاڙيجن جي، سا هڏ وڏائين هول
جي هئس هو ليکين سين، سي ڀهون پاريائين ٻول
............ چڙهيا منجهه چوڏل.

---

هاڻي بانکا "بابوءَ" شيرسين، پڙ ۾ پالاري
اهو گجگ "گاجي خان" کيو، جنهن جي چيڙي چڱاري
هاسي وير هڻڻ جي، هئي محمد خان سين مياري[1]
ائين اُسرن آڳ تي، اهي پتنگ پالاري
اهڙا پرجهلا ٻاري، جنهن جو هاڻو حملائين سين.

---

پنڻ جان پروڙيو تہ مهندان مڙس مُڙن[2]
نالا ونان کيترا، تا پاڻهي پروڙجن.

---

هرڻ سگها، ڦاڙها سگها، تنان سگها سي
آجڻيءَ اِکري وچ ۾ تپا کيائون تي
هاڻي خالي ري کني، اوتو اڃئي کونہ تو.[3]

---

چنيسر ۽ جاکرو، ٿا جُهيري جوان سُجهن[4]
سالين سگ اڙائيا. وڏيون آهن پوريون پنجاهين
ٿيلهيائون تهر کي ڏني کهور گهڻن[5]
ٻڌا هار حسين کي، موراڻي منجهن[6]
اهڙي اُهجاڻن، وڃي احديين ورتي آجڻي.

---

(1) هاسو = ترار.
(2) مڙن = پڇن.
(3) اوتو. پاڙو جاکرن جو.
(4) تَهر لالاڻي حملاڻي.
(5) حسين شودو برفت لالاڻي.
(6) چنيسر سورو ۽ سامهون جاکرو.

جن ڇهہَ ۾ ڇوڙي ڇڏيا، پاري پنهنجا پل[1]
هيڏانهن جُلهہ آندي جنگ تي، باپڙي ۽ تَل
ڪڙو ڪڍيو ڪسونبو، دارون ڪيائون دَل
ڪلي وير ڪَل، وجي ڏنائون ڏيئن جي.

—

ڏسي جهڳ مڳ جهور، بابو وجي پيو باهہ ۾
تنهن "الله رکيا" تي اُتياري، بَچي وڏي بور
رکيي رب بچائيو، زره جهليا تي زور
نہ تہ بابُو ۽ بور، پِننءَ گهاءِ پرزا ٿيا.[2]

—

(1) پل = پلا گهوڙا.
(2) بابو حملائي، جيڪو پنءَ سان گڏ هو ۽ ڪيس پالارين بچايو هو. گهاءَ = وانگر.

# 7. ڪِرين واري جنگ

جبل (ڪوهستان) ۾ سانبي کي "ڪِرون" چون. "ڪرئين" جي ساڳي ڳالهہ تان اڳ بروچن جي بن قبيلن جي وچ ۾ جنگ ٿي هئي. جو پهاڪو هليو تہ "ڪرئين خان وڙهيا" يعني ڪرئين (سانبي) جي ڳالهہ تان جان وڙهيا. اها ڳالهہ ڪا توري ڪانہ هئي. اڳاٽي وقت کان ونبي قبيلن ۾ اها مجيل ڳالهہ هئي تہ جيڪو "بائنُٺ" ٿي آيو، تنهن کي پناهہ ڏبي ۽ جيڪڏهن ان تي ڪا جلهہ ٿي تہ پاڻ قربان ڪري بہ اُن کي بچائبو.

"ٿڏي" جي نئن (ملير نئن کان اوپر) تي هڪ طرف ڪرمتين جو ڳوٺ ۽ ٻئي طرف جوکين جو ڳوٺ هو. جوکين جي ڇوڪرن سانڍو ڊوڙايو. سو لنگهي هُن طرف ويو تہ ڪرمتين جي ڇوڪرن ڇيو تہ مارڻ نہ ڏينداسون. جو پناهہ اچي ورتي اٿس. انهيءَ تي ڇوڪرا وڙهيا ۽ پوءِ ٻنهي طرفان وڏن جي وچ ۾ ٿڏي جي نئن تي جنگ لڳي. هيءَ پهرين جنگ هئي، جيڪا "ٿڏي جي نئن" تي لڳي. پر اهو مقابلو راڄدارن جي وچ ۾ هو. "ملڪ" يا "ڄام" ان ۾ ڪين هئا. ان وقت ملير ۾ ڪرمتي قبيلا طاقتور هئا ۽ انهن جو مَلڪ اُن وقت "مَلڪ محمد ٻٽو" هو، جنهن جي هٿ ۾ بہ ٻِٽيون جاڙيون آڱريون هيون. ڪن جي چوڻ موجب ان وقت "مَلڪ طوطا" هو.

# 8. ٽڏي واري ٻي جنگ

"ڪرين واري جنگ" اڳ لڳي هئي، جنهن ۾ طرفدار وڙهيا، پر اڳواڻ شامل ڪين هئا .ان کان پوءِ جڏهن ٻي جنگ لڳي، تڏهن اتي ڪرمتين جو سردار ملڪ طوطا هو. جوڪين مان اُن وقت بجار همت ڀريو مڙس ساماڻوهو، پر ايڏو زور ڪونہ هو. پاڻ ۽ سندس ماڻهو ڪنگوري طرف رهندڙ هئا ۽ اتان حب ۽ مليـر طرف آيا هئا. سندن گذران بہ ڏکيو هو. هيءَ جنگ ڪهڙيءَ ڳالهہ تان لڳي، سو معلوم ناهي، پر مَـلڪ طوطا جي طرف وارن ڪٽي. بجار پاڻ سگهڙ هو ۽ سندس لنگهو بہ شاعر هو. ڪچهريءَ ۾ لنگهي کي چيائين تہ جنگ هُـن طرف ڪٽي، پر پنهنجن کي ڪجهہ ڳاءِ. تڏهن لنگهي چيو تہ: شاعر سچ چوندو آهي. آءٌ جي اکر ڳالهائيندس، سي تون ٻڌي متان قصورجين! تڏهن بجار چيو تہ بيت چئو ۽ پل تون سچ ڳالهاءِ. تڏهن لنگهي بيت چيا، جن مان هڪ هيٺيون، جنهن ۾ چيائين تہ: اجا مَلڪ توکان مڙسن ۾ توڙي مال مليڪت ۾ وڏيڪ آهي، سو تون ان سان ڪيئن ٻجي سگهندين!

ڪيڏانهن طُـوطا ڪيڏانهن تون، ناهيين مٽ مَـلڪ جـو
جيتريـون مـسـريون ملـڪ آٽـي، اوتـرو اَن نٽـو آٽيـن تـون
هـِـــت ڏٽ، گـُــگر، پيـرون، ٻيـا آهــن پـــِـندن ۾.

# 9. مڪليءَ جي پهرين جنگ

مڪلي جي پهرين جنگ ڪرمتين ۽ جوکين جي وچ ۾ آگاٽو لڳي. ان وقت جوکين جو اڳواڻ ٻجار هو، پر اجا مٿس "ڄامائي" جو لقب ڪونه هو. ان وقت پڳ مريدائين تي هئي. ڄام مريد جي پٽ ڪريمداد جي وقت ۾ ٻجار طاقت وارو ٿيو. راڻي ارجن کي مارياڻين ۽ ميان غلام شاهه سندس پوري پٺڀرائي ڪئي، جنهن تي ڪريمداد کان پڳ ڇڏايائون ۽ ٻجار کي ٻڌايائون. مريدائين جي آخري ڄام ڪريمداد سن 1188هه (1774ع) ۾ وفات ڪئي. سندس قبر مڪليءَ تي ميين علي شيرازيءَ جي قبي کان اُتر طرفان ويجهي آهي.

ڪرمتي حب، ملير ۽ ساڪري جا "مَلڪ" هئا. کين اورنگزيب بادشاهه جاگيرون ڏنيون هيون. مغلن کان پوءِ 1150هه ۾ "ٺٽي سرڪار" وارو سنڌ جو هيٺيون لاڙ وارو علائقو ميان نور محمد جي هٿ ۾ آيو. ڪرمتين جي طاقت ڀڃڻ لاءِ هن خداآباد مان مٿن لشڪر چاڙهيو، جن حب، ملير ۽ ساڪري ۾ ڪرمتين تي ڪاهيو.

ڪنيو خدا آباد مان ٻارهن هزارن
سنڌ، چپر، ساڪرو لُٽيو لباسين
آئي مَل ملير تي، گهل وڏي گهوڙن
ملير سڀ ملهائيو، مائي "عزت" جي پٽن.

انهيءَ حملي ۾ نوزڪ خان ڪرمتي جي پٽن پاڻ ملهايو. سندن ماءُ جو نالو "مائي عزت" هو، جيڪا وڏي حوصلي واري مائي هئي. ڪرمتين ملير بچائي، پر پوءِ ڪلهوڙن طرفان ڄام ٻجار ۽ جوکين جي پٺڀرائي ٿي. هيڏانهن ٻجار ۽ هوڏانهن مير مزار پنهنجن پنهنجن لشڪرن جا اڳواڻ هئا. ٻنهي ۾ مڪليءَ تي جنگ لڳي، جنهن ۾ مير مزار ڦٽيو، پر ڪرمتين ڀڄ ڪئي ۽ جوکين جي هار ٿي.

مير مزار ان وقت جوان هو ۽ وڏي همت وارو هو جو چيائون ته:

"مير مزار، هيڪلي هزار"

جوکين کان انهيءَ جنگ ۾ جڏهن مير مزار ڦٽجي آيو ته ماءُ چيس ته: مون توکي بنا وضوءَ جي ٿڃ ڪانه پياري. ابا، تون ڪيئن گهائجي آئين! انهيءَ تي مزار چيو ته اما! مون کي انهن ڏڪيو آهي، جن جون مائرون بنا وضوءَ جي زمين تي به ڪڏهن ڪين هليون آهن. سندس اشارو جوکين جي مرشدن، سيد ميين عالي شيرازيءَ جي اولاد مان پوين جي بيبين ڏانهن هو.

# 10. سيري يا اؤنگر واري جنگ[1]

هيءَ جنگ ڄام بجار جوکيي ۽ برفتن جي راڄدارن جي وچ ۾ لڳي ۽ سنڌ جي حد اندر اوئنگر (کوٽڙي ۽ جهرڪن جي وچ تي) وٽ لڳي. ان جو هڪڙو مکيہ سبب لس بيلي جي سياست هو. جو لس بيلي جي ڄام عالي ۽ سندس لشڪر هن جنگ ۾ ڄام بجار جوکيي جو طرف تي حصو ورتو.

برفتن ۽ جوکين جو پاڻ ۾ اڳاتي وقت کان وني نزاع هو. سن 1703ع ڌاري مَلڪ پاهڙ خان جيئن طاقت ۾ آيوءِ لس بيلي جو حاڪم ٿيو تہ برفت قوم جي طاقت وڌي ويئي. پاهڙ خان جي وفات کان پوءِ جوکين جي ڄام بجار زور ورتو، جنهن جي اڳواڻيءَ هيٺ جوکيا برفتن سان وڙهيا، پر ڪمزور ٿي اچي "حب – وات"[2] ۾ "الله بني" تي رهيا. الله بني وٽ جنگ ٿي، جنهن ۾ جوکين جو ٿمر ۽ سامان ختم ٿي ويو ۽ جهل جو ٻج ڏٽ طور کائي گذران ڪيائون، جنهن ڪري اها جنگ "جهل واري جنگ" جي نالي سان پڻ مشهور ٿي. پوءِ قيصر خان پنہ جوکيو سمنڊ رستي سامان ۽ بارود کڻائي آيو ۽ جوکين حملو ڪري، برفتن کي پوئتي هٽايو. باوجود انهيءَ جي، جوکين ۾ ايتري طاقت نہ هئي جو هيٺ سنڌ ۾ ملير طرف اچي سگهن يا حب وٽ ويهي سگهن، انهيءَ ڪري ڄام بجار ڪجهہ وقت لاءِ هتي وچي اُتل ۽ لياري جي وچ تي "تنيان"[3] تي ويٺو.

انهي وقت ڌاري (سن 1155هہ / 1742ع) ڄام عالي (وڏو) لس جو حاڪم ٿيو. مائي ڄاڳليءَ کي ٽڙي ڪڍيائون، جا پنهنجي ننڍڙي پٽ عزت خان کي وٺي اچي کوٽڙي ۾ رهي. انهيءَ ڪري برفت قوم جو زور ٽٽڻ لڳو. ٻئي طرف ڄام بجار زور ورتو هڪ تہ ڄام عالي جي پٽ غلام شاهہ کي پنهنجي ڌيءَ پرڻايائين ۽ ٻئي طرف سنڌ جي والي ميان غلام شاهہ جي پٺڀرائي حاصل ڪيائين. پوءِ ڄام بجار نہ فقط ملير وارو ملڪ هٿ ڪيو، پر گهڻو اڳتي وڌي اچي جهرڪن ۽

---

[1] هن جنگ جو ذڪر "ٻيلاين جا ٻول" (ٻيو ڇاپو. زيب ادبي مرڪز. حيدرآباد. سن 1970ع) ۾ اچي چڪو آهي. پر جيئن تہ اها جنگ سنڌ ۾ سنڌ جي راڄدارن برفتن ۽ جوکين جي وچ ۾ لڳي. جنهن ڏانهن ٻين موقعن تي بہ ڪي حوالا آيل آهن. انهيءَ ڪري انهيءَ جنگ وارو ذڪر وڌيڪ تفصيل سان هت ڏجي ٿو.

[2] يعني حب ندي جو ڇوڙ. لڳ ڪراچي.

[3] "تنيان" جو ڊورو – "ڪانٽو" ۽ "ٻورالي" گڏجي تنيان جو ڊورو ٿين ٿا.

سال واري جوءِ ۾ برفتن جي "گهگهي جي سَري واري جاگير" تي قبضي جي ڪوشش ڪيائين.ان وقت عزت خان قلات جي خان وٽ رهيل هو. ڪيس اتي رهايو ويو هو تہ متان برفتن جي اڳواڻي ڪري، لس ٻيلي تي حملو نہ ڪري، پر اجا برفت قوم جا راڄدار ۽ معتبرماڻهو وڏي طاقت وارا هئا. دريا خان، مزار ۽ ديڳي سندن اڳواڻ هئا، جن جوکين جي لشڪر کي تڏي جهليو. چيائون تہ: جيسين عزت خان نہ ايندو، تيسين گهگهي جاگير جي فصل مان هڪ سنگ بہ نہ ڏينداسون. انهيءَ تي ڄام ٻڄار، ڄام عالي ڪان مدد گهري، جنهن خان قلات سان صلاح ڪئي. چون ٿا تہ خان صاحب، عزت خان ڪان پڇيو تہ: برفت توسان ڪيئن ٿا هلن؟ عزت خان جواب ڏنو تہ: ڪڏهن ڪيئن، ڪڏهن ڪيئن. انهيءَ تي خان طرفان ڄام عالي کي اجازت ملي تہ پل ڄام ٻڄار سان گڏجي چڙهائي ڪري، پر جي برفت باز نہ اچن تہ کين آڻ مڃائي صلح ڪرائي.

ڄام ٻڄار سڀي ملير ميڙي، جوکين جو لشڪر گڏ ڪيو. قلات طرفان ڪي بروهي سپاهي ڄام عالي کي مدد ۾ مليا ۽ ٻيو لشڪر لس جو ساڻ ڪري ڄام عالي چڙهيو[1] ۽ ٻنهي لشڪرن گڏجي اچي اوڱگر تي ديرو ڏنو. آڏو برفتن جي راڄدارن، دريا خان ۽ ديڳي خان جي اڳواڻيءَ هيٺ ديرو دمايو.

برفت بہ ڄام عالي سان اڳ سڱيٺا هئا ۽ برفت وڏيرن ڄام عالي ڏانهن ميڙ موڪلي تہ: مقابلو اسان ۽ جوکين جو پاڻ ۾ آهي، تون اُتلي وچ ۽ وچ ۾ نہ پئو. ڄام قبول ڪيو، پر چيائين تہ: آءٌ جو آيو آهيان ۽ هنن مون کي سڱ ڏنا آهن، سو اوهين هينئر "ها" ڪريو. باقي منهنجي وئي ڪان پوءِ جي اوهان انهن کي جواب ڏنو، تہ آءٌ وري چڙهي ڪونہ ايندس. برفتن اهو قبول نہ ڪيو ۽ چيائون تہ: هينئر "ها" ڪري پوءِ انڪار ڪونہ ڪنداسون. ها تہ ها. نہ تہ نہ! انهيءَ تي ڄام عالي ميڙ موٽائي ڇڏي، تنهن تي برفتن مان ڪنهن ڄام عالي کي ننديو تہ:

پُرس پُراڻي مائٽي. مهندَين ڪيئي نہ من.
پوئين تنهنجي پڏري. نہ آئي ڪانيٺاڻي کي ڪَم

(1) لس جي راڄن مان ٻرا ۽ مانڊڙا ڄام عالي سان نہ چڙهيا. جو چيائون تہ اسين پنهنجن پاڻرن برفتن سان نہ وڙهنداسون.
(2) ڪانيٺاڻي = برفتن جو پاڙو.

ڏسي ڏونگر مير، سميون منت آئيون[1]
عالي! تون نہ اؤرنگي، جهڙو ڪچو قيدي سير[2]
ڪُر هٽيئي ڪَنهين، جهڙو بدو بيرَڪ ٽير[3]
تون ڪوٽريجو ڪير، سَرٽيون جهلڻ ڪم سمي جو.[4]

برفت طرفان جنگ جي تياري ٿي تہ عزت خان جي غير حاضريءَ ۾ سندس پٽ درياءَ خان مهندار ٿيو.

عزت خان قلات، تہ عالي تو جاگير گهري
دريا خان ديرن ۾ ڪنهن جي ڪن نہ ڏئي
سيريون جاگيرون جنهن جا سو مر عزت خان اچي
اسين اُني ري، نہ ڏيون ڪا سرتي سنگ جي.

دريا خان جي جوڪئي ۽ چام عالي جي لشڪر ۾ اک ئي نہ پئي بُڏي، چوي پيو تہ: هي جي بيڏي آيا آهن[5] سي ڪيڏانهن تا وجن!

دعوي دريا خان مَن ۾، تو دَڙي متي دنگ
ڪديو ڪَشا ڪُميت جا، تاٽي بڏو تنگ
سندا سيرِي سنگ، تُرندا ترائين وچ ۾.

—

خان تہ دريا خان، بيا حملڪ هزارين هئا[6]
هڪ پِينيي وير نہ پڇٽو، بيو ڏئي مهمانن کي مان[7]
سو سِيهي سَنيو سانهہ، نہ تہ پور وڏائين پچري.[8]

دريا خان بندوق جي ڏک سان ماريو، تڏهن وري ياٽس جنگي خان جي سرداريءَ هيٺ جنگ شروع ٿي:

---

(1) منت آئيو = ميڙ ٿي آئيون.
(2) اؤرنگي = شاهاڻو.
(3) بدو بيرڪ = جابلو ٻڪر (رنگ جو هلڪو نيرو)، ٽير = ٻڪر.
(4) سمو = ابڙيجو.
(5) بيڏي = ٻڏڪڻ وارا.
(6) حملڪ = حملائي برفت.
(7) پينيو = گهڻو ميڙ، جنگ.
(8) سيهو = بندوق جي گولي، پچرڻ = پوئتي هٽائڻ.

جنگــــي خـــان جنگيـــن ۾، هـــو هميشــــ هاٺُـــــو
ســـو "نـــارو" پـــٽ ننـــگر جـــو ســـورهيہ ســـاماڻو
جيئـــري جنگـــي خـــان تـــي، كـــو هونـــد نـــہ هيمـــاڻو
ڳـــــائيندا ڳـــــاڻو، جهونجهــــــاركو جهڳــــــڙو.

جنگي خان ۽ دريا خان جا ٻہ پاٽيجا "مرزان" ۽ ديگي" پنهنجي ڳوٺ ۾ هئا ۽ اتي جا چڱا مڙس هئا. انهن کي خبر پئي تہ آيا. كين پيرن "ڏنبين" جي بيماري هئي، سو جُتيون لاتائون ۽ راڄ کي چيائون تہ: هن عارضي سبب جتي تا لاهيون، متان پوءِ چئو تہ جنگ ۾ جُتيون لهي ويون. انهيءَ تي سڄي راڄ جُتيون لاهي ڇڏيون.

برفتن جي سگهڙ لنگهي براهم گهنداري بيت چيا تہ:

"مرزان"، "ديگي" چڙهيا، ٻئـي جوان وجهـي جاما
تـــہ اڄ اســـان جـــا چڙهيـــا، مـــچ متـــي مامـــا
آلا اُنيـــن كـــي مَ ڏئيـــن كـــا موتـــڻ ملامـــا
جـــي كيـــائون كلامـــا، ســـي پـــاريندا پنهنجـــا.

—

اوئـــگر پـــاٽي آنـــدو، ككـــر مـــان كـــاري
پســـو روئنشـــو رك جـــو، تـــو ديگـــي ديـــداري
جُهڙ ڳهہ جنگي خان تي كيـا آهـن وڄڙيـن واري
دريـــا خـــان ذاري، آڇهـــہ مَ ڇڳيـــرن جـــي.

—

اوئـــگر اوتـــاران، پـــرم ڏٽـــي "بـــارڻ" جـــا
هكـڙا تـــازي طبيلـــن ۾، ٻيـــا ركيبيـــن پيـــران
راماٽـــا رٽـــن م تـــي ســـاري لـــوك ســـــئان
گوگـــري گـــڏيان، متيـــن مقـــابل نـــہ تيـــا.[1]

---

[1] گوگري = جبل م گـگر لاهيندڙ. انهيءَ سٽ جي معني تہ: ويچارا مرد برفت گوگرين ۽ پيڏين لس وارن هتان مارجي پيا.

دريا خان چيو هو تہ: اهي بيڏي ساتي آيا. سي ڪيڏانهن تا وڃن! فتح بعد ان تي ڄام ٻڄار چيو تہ:

جن تي ٻڌِڪني بيڏين، تن جي ڪَهِين خان ڪپائيا.[1] تنهن تي براهم گهنداري شاعر جواب ڏنو تہ:

جيئن تي چيائون. اُنهين پيرين آئيا
لاف پنهنجي لاڪ ڪري، اڃي رڻ ڪي رتائون
اي رب جون رضائون، ٻي ڪوتهہ اُنهين ڪانڪا.

## سگهڙ الله بخش پالاريءَ جي روايت

مَلڪن هتان ڄام ٻڄار ڪي پڇائي ڇڏيو، جو پوءِ وڃي قلات جي خان ڪي سگَ ڏنائين ۽ اُتان لشڪر وٺي آيو. اوڱر تي چڙهي آيا. اُتي برفت ملڪ هئا. پهريائين صلح ڪيائون، تڏهن ٻيا سڀ برفت هليا ويا، باقي ستر چڱن مڙسن جي رهي. صبح جو بندوقن جا نڪاءُ ڪري جوڪين چيو تہ: صلح ڪونہ ٿيو، جنگ ٿيندي. پوءِ ستر مڙس مَلڪ ماريائون.

جاسين هئين ڄام ٻڄار پد تي، تاسين هوءِ نيشانبر نالوءِ
پوءِ سوڙهوڪري ساهہ جو، ليٿي ڇٽيين لس.

—

سنڌ ميڙي ساڪرو، لس ميڙيئي لام
ٻيلي ڪان ٻاهر پئي وڏا ڪيئي ڪلام.

## سگهڙ ڪيٿا خان جي روايت

"بارڻ" ۽ "اوڱر" واري جنگ ساڳي هئي، جنهن ۾ ڄام ٻڄار جوڪيو، ڄام عالي جي مدد وٺي آيو. برفت گهڻا هئا. تنهنڪري جوڪين سائي جهندي ڏيکاري، جا صلح جي هئي (ڪاري جهندي جنگ جي). صلح وارڻ جي ڪري برفتن جو گهڻو لشڪر پوئتي موٽيو. باقي ساڪر (يعني سڪر ماڻهو) وڃي رهيا. جوڪين صبح جو وري ڪاري جهندي ڏيکاري. جنگ لڳي. پر برفت ٿورا هئا. سي سڀئي مارجي ويا.

[1] ڪهيون = ننيڙيون ڪوڏاريون. جن سان ڏير جو پيڙ يعني ڏير جي پار ڪٽي مال کي ڪارائين.

## براهمر گهنداري جا چيل بيت

سـرتي نـ ڏيون سيري جي، جيسين كورأيـون نــ كپـار
هـالو هنـڏ تـان نتـو چـري، جنهــن بـودڻ لثــو بــار
لهــداد اُثــايو، كيــو قريشــيءَ كاتـــار.
....................... لاكــو لک تــو لهــي
پــر همــت عــالي چــام جــي رک ۾ نثــي رهــي
اُتيــا الهــداد ســين، اهــي پــالاري پهــي.

—

ســوناهري شــهبيگ تــان ســگهڙ كڻــج ســـر.

—

پيــري تنهــن بــاديڻ ســان كــوڏان كچهريــون كــن
انهــيءَ منـاٽي جــون مــصريون مڙيــو مــارا كــن
پــٺرَ جــن جــا پــڏرا، اهــي پــُــٽ قڙكــا كــن
اهــڙا آچــار جــن، ســي مــر پوٺــن مهنــد ۾.

—

لــس، بــارڻ، مليــر جــون نــيــُـون ثــي ســـُـجهن
ٺيئــي ثــــــڏي آئيـــون، وڃيـــن جهـــڙي وَن
ميــان كــي مشــاهدو ثيــو، پٽــر تــا پيچجـــن[1]
كيئـــن كـــــرهيو پـــاڻ ۾ چپـــر وڏيـــرن
سـڄ چــام بجــار، براهــمر چئــي، سيچون ائيــن كجــن
پــوءِ ســاريون پــراڙن، پـاٺهي كـُــتيي كــل پونــدي.

—

چــا مـــُـنهـــُـن تــي چــورَ، وڃيــن ويــس ورائيــا
هيڏانهن كانياٺائي كاوڙيا، جن جي مورين جهليا مـت
مــرزان ديگــي مهنــد ۾، پـــر هــي اُثيــا پـــت
كيـائون جنــگ جوكيــن ســين، اهـا پيـالين جــي پكــت

---

[1] ميان كي = ميان غلام شاهه كلهوڙي كي.

دايون پنهنجي درين تي، بازاريون ۾ هٽ
سينهن گهٽائي سَتوڪي ڇڏيا. چانگهي چارڻ پٽ
اندر ڪيم اُگهٽ، اها براهم ڇئي، بَهدورئين جي.

—

هيڏانهن بہ اُنژاٽي اُسريا، جن جي تيلي ٻڌي ٽڪور
پالين يالا سهٽا، هتين هول ڪنگور
سونيءَ سچ نپائيا. مرڪي ماريا مور
لاڪيٺو لڪمير هو، جانو جهلي جهور
اهي پٽيءَ منجهہ پُرزا تيا، ذرا منجهہ زور
ايڏا ايڏَ اَتور، ڪڪين ڪوئنر ڇٽائيا.

## چام ٻجار جو بيت ۽ براهم لنگهي جو جواب[1]

جوکيا بہ - ٽي دفعا "بارڻ جي سيري" تان برفتن سان وڙهيا. پر پُڙي نہ سگهيا. پوءِ چام ٻجار وجي لس ۾ سگ ڏنا ۽ اُتان لشڪر چاڙهي آيو. پوءِ بُرفت مٺا. ان بعد ڪچهريءَ ۾ برفتن جو لنگهو براهم وينو هو. جو چام ٻجار جوکيي ڪيس ڇيڙڻ لاءِ هيءُ بيت ڏنو. چام ٻجار وڏو سگهڙ هو.

براهم! بهادرن جي ڪجي تن ۾ طور تپاس
متان اُتيو ماجُني، رُڪ پيتائون راس[2]
تنهن بارڻ ڪي شاباس، جنهن جهلي موج ملير جي.

"متان اُتيون ماجني" يعني ماجني جي پاسي کان تراريون اُپيون تيون.
"بارڻ" مان برفتن جو طرف ۽ "ملير" مان مراد جوکين جو پاسو.
تڏهن براهم جواب ڏنو تہ:

لس براهي لاءِ، مُلڪ ميڙي آيون[3]
تون جو ڪهي قلات وئين، ڪهڙا نَپ ناريا؛
تڏهن تي برفت ماريا، جڏهن وَتون ڏنيئي ونريون.

—

(1) راوي هاشم گدو. تعلقو ميرپور ساڪرو.
(2) ماجني، لس ۾ جتان لس جو لشڪر چام ٻجار جي مدد لاءِ آيو هو.
(3) براهي = بروهي.

وتــون ڏنيئــي وتريــون، تــون تــو چــاٽين ڄــام
ســنئي سيالن جــا ڪــچا ٿــي ڪــلام!
ويچيــونءِ وريــام، ســرَ تــان سوڳاتون ڏيئــي.

## لعل بخش حملاٽي جي روايت

ڄام بجار ڪچهريءَ ۾ بيت ڏنو ته:

لاڦــون پنهنجــون دافــون ڪــري هنيــون تــي هــُــبنن
پر منهنجي پڏ - ڪُتيي بيلين، تن ڪُهيين "خان" کپائيا.

براهم لنگهي ان جو جواب ڏنو ته:

لاڦــون پنهنجــون لاڪــون ڪــري، اڄــي رڻ ڪــي رَتــائون
هئــا چڙهيــل جــن تــي، ســي بــ چڱــي ڇــڏيائون.

يعني ته دريا خان وارا گهوڙن تان لهي پيا هئا ۽ اڄي جنگ ڏنائون.

---

هن جنگ بابت هينيان بيت سُنگر نالي شاعر چيا. پائنجي تو ته اول خود ڄام بجار جوکيي هن جنگ بابت ڪي بيت چيا ۽ پنهنجي فتح ۽ ســرسي کي ڳايائين. پوءِ جواب ۾ سُنگر، مگڻ ۽ بين شاعرن بيت چيا.

اوئــنگر اوتــاران، پــرم - ڏٺــي بــارڻ جــا
واڳــن هــــون هتــڙا، پيريــن رڪابــان[1]
ســوئا جــڳ ســندان، رڻ راماٽــا اُن جــا.

---

ساري سنيهو، سنگر جو، وجي ڪو چاڪر - پيءَ کي جوءِ[2]
تــ جوکيــا هــوءِ جنــگ ۾ جــو مــتئہ مــداروءِ[3]
جــت، ڪرمتــي، جــاڪرو، جــي پتــر پــانجو ڪيــوءِ[4]

---

[1] اصل: پيرا رڪابن
[2] وجي ڪو بجار کي جوءِ
[3] هوءِ جنگ ني
[4] پانجو = پنهنجو.

تہ نکي سرائي سورهئين، نہ برفت اُت پُليوءِ[1]
بيو سيهن سنائُو سنڌ جو، سو موٽي مدعي ٿيوءِ[2]
پر چَئي تي "چاڪر" جي، واري وير وڌوءِ
ڪري گور گهَگهيءِ تان، اُن تان اٽانيوءِ[3]
بيت ڏيئي بجارسين، قد مَ پُڌي ڪوءِ
ساهہ جو سُوڙهو ڪيوءِ، تڏهن ليٽي ڇٽيين لس تي.[4]

---

ليٽي ڇٽيين لس تي، کهڙا نَپ نرياءِ
تيلاہ مير مارياءِ، جيلاہ و ٿون ڏنيونءِ وِتريون.[5]

---

وَٿون ڏيندي وتريون، چانتو ڪين ڄام
سر تان سوغاتون ڪري، وجي وراهيونءِ وريام[6]
آجهي پَئي "عالي" جي، وجي سرڻ ٺئين تون سام[7]
نايو سر نصير کي تي سهسين ڪياءِ سلام[8]
هي بہ ڪُنا ڪنهن ڪلام، نا تہ مير مرڻ جا ڪين هئا.[9]

---

عالي، بجار آئيا جهان جهان ڪري جهام
سنڌ ميڙيائون ساڪرو، لس ميڙيائون لام
هيڪڙو نوازيا نصير خان تي، بيوميان ڏنن مام
بيلي مان باهر پَئي، سوائون سلام
تان ديرو دريا خان نہ ڪٽي، ڳوڏو ڳَريءَ ڳام[10]

---

(1) ر. "تہ نہ سرائي سوٽئين، نہ برفت اتي پليوءِ". اُتنڻ پليوءِ = توتي ڪاوڙ ڪشومت ڪئي.
(2) يعني سنڌ جو حاڪم مير فتح علي خان ٽالپور.
(3) ان تان اٽانيوءِ = چاڪر توکي تيار ڪيو.
(4) اصل. سوڙو ڪيوءِ.
(5) يعني تہ سگ ڏنائين.
(6) ر. وڙهايا وريام.
(7) ڄام عالي خان ڪٺوريو. لس جو والي.
(8) مير نصير خان. قلات جو خان.
(9) يعني برفتن جا سردار.
(10) لشڪر جو ديرو نہ پيو ڪٽي.

بجـــار بهـــادرن ڏي، تـــو جـــي ســـدا وجـــي ســـام
هي بہ ڪُـنا ڪنهن ڪلام، نا تي مير مـُـڙيائي ڪينڪي.

---

جـــانڪين جهونجهـــارن ڪـــي "عـــالي" عقـــل ڏي
تـــان دريـــا خـــان ديـــرن ۾، ڪنهـــن تـــي ڪـــن نـــہ ڏي
مـــزار موٽـــڻ مينهڻـــو، ديڳـــي دنـــگ نـــہ ڏي
چٺي: آهن جـاگير جنهـن جـا، سـو مـَـر عـزت خـان اڇـي
اسين اُنهيـن ري، هـڪ سـِـرٽي نـہ ڏيـون سيري جـي.[1]

---

لـــس، مليـــر چـــام، ڪـــري ڪٺـــي آئيـــن
هـڪ نوازئيـن "نصيـر" تـي، بيـو ميـان ڏنيـاءِ مـام
هي بہ ڪُـنا ڪنهن ڪلام، نا تہ مير مارڻ جا ڪين هٿا.

---

براهـي لـس ملير، چـام سـب ڪـري ڪٺـي آئيـن[2]
نـَـصير تيـلاه نوازئيـن، بيـا پـاڻ بيلـي تيـاء پيـر[3]
بيـــت ڏيئـــي بجـــار تـــو وَهنـــد نـــہ ڪئـــي ويـــر[4]
بيـا بـــہ تيپـــر تيلـــدار هٿـــا، مـــرد مهـــائين ميـــر[5]
هوڏانهـــن حمـــل بـــاپڙو تـــي آيـــو منجهـــہ اُڪيـــر[6]
سي مـَـت مـــٽيين ڪـي گـڏيا، چوڪـا وجهـي چـــير
"بـــارڻ" ڏنـــي پيـــڙ، چـــام هـــزارن ڪـــي هيڪلـــي.

---

لـــس، مليـــر، بـــارڻ، نيئـــي ويڙهيـــون وڏيـــرن
اِهـــي نيئـــي تـــَــرڏي آئيـــون وِچـــن جهـــڙي وَن

---

(1) ر. سرٽي نہ ڏيون سنگ جي.
(2) ڪري ڪٽڻ = بهاري ڪٽڻ.
(3) اشارو ميين علي شيرازي ٺٽوي ڏانهن، جنهن حي بجار ڪي دعا هئي.
(4) چام بجار جوکيو پاڻ سگهڙ شاعر هو، جنهن هن جنگ بابت بيت جيا. پر بيتن ۾ انصاف نہ ڪيائين.
(5) "تيپر" پاڙو جوکين جو.
(6) حمل ۽ باپڙو، بئي برفتن جا راڄ.

تن جو تلي تکر جهليو، "بارڻ" جي بيگن
تڏ "ميان" کي مُشادو تيو، ٻئين پڻ پاتارُن[1]
کني ڪرهيو پاڻ ۾ چپر وڏيرن
پورا پار ڏجن، مَستوران مهاين جا.

---

خان تہ دريا خان، پيا حمرڪ هزارين هئا[2]
سوالين آئي سنرو، ڏئي مهمانن کي مان
کَڏي ڪيهر شينهن جيئن، جنگ ويلي جوان
بجار چوءِ بيان، هو اهڙو ئي احدين جو.[3]

---

اونگر تان جي اُلتيون، سي ڍؤنگر ڍار ڍريون[4]
چُوهڙ ڏاري چٽڪو ڪري وير وريون[5]
اُتر ڏان جي آئيون سچيون شاهہ پريون[6]
هليو حاڪمن کي وجهن چڪ چَريون
ٻيلان جي ٻَريون، تن وجي آڙهہ اوئنگر تي ڪيو.[7]

---

آڙهہ اوئنگر تي ڪيو ڪنهن ڪاري ڪکر ڪار
سمن صفون جوڙيون ڏس الاهي اختيار[8]
پَٽ گَڏيا، بازار تَئي، تيغن چکر چوڏار
سوياتي سردار جي پٽن ڍٺ پچار
رڻ سان رانديون رائيون، ابڙا پڙ پتار
سَوائِي سالار، ڪٺي ڪيون پَرلون پنجاين جون.

---

(1) غالبا اشارو ميان غلام شاهہ ڏانهن، يا ميان سرفراز ڏانهن. پاتارن = سردارن.
(2) حمرڪ = حملائي راڄ جا فرد.
(3) هي بيت غالباً ڄام بجار جو چيل آهي، جنهن ۾ دريا خان کي داد ڏنو اٿس.
(4) ر. اونگر جي آئيون - الخ. ڍؤنگر = صبح جي جهجهي ماڪ يا ڪوهيڙو. چوندا آهن تہ: "الاهي ڍونگر تيو آهي". ڍؤنگر مثل تراريون اچي ڍريون.
(5) چوهڙ = مڪان جو نالو.
(6) ڏان = ڪان.
(7) ٻيلان = ٻيلي جي طرف کان.
(8) يعني برفتن.

انهين پيرين آئيا، جيئن تي چيائون
لاف پنهنجي لاڪ ڪري، رڻ ڪي رتائون[1]
هوءِ هزارين تي هَل ڪري چئي ڇڏيائون
جا پَر پاچاهيءَ جي سا ٻچي پاريائون
سنڌ ۾ ساڪري ڪي تي ڪيهه سين ڪنيائون
اهي رب جون رضائون، نا تہ مير مرڻ جا ڪين هئا.

---

(1) اصل. رڻ ۾ رتائون.

# 11. جوکين ۽ لاشارين جي جنگ

جڏهن چام بجار جو زور ٿيو تہ سندس پُٽ چاڪر ڪڏي وجي پاڙيسري راڄن تي حملا ڪيا. حب ۽ ملير واري ايراضي ۾ آڳاٽي سمن سلطانن واري وقت کان لاشاري آباد هئا. جن مان سردار گهر هئا سلطاناڻي ۽ عالياڻي. سندن مکيہ راڄ منڏيرن جو هو. جن مان ڇهن پاڙن (ميجر، موررياڻي، شنباڻي ۽ پناياڻي) جا مڙس هن جنگ وقت موجود هئا ۽ وڙهيا. چاڪر پنهنجا ماڻهو تيار ڪري، انهن ڳوٺن ۾ موڪليا تہ هلي جهيڙو ڳنڍين تہ مٿان اچي حملو ڪري. پنهنجن جوکين کان سواءِ ٻن ٻين راڄن مان مڙس چونڊي پنهنجو لشڪر تيار ڪرايو. اهي ٻي ٻيا راڄ هئا ڏارا، نانگرا ۽ ميري، جيئند خان منڏير لاشاري پاڙو پناياڻي ۽ مريد شنباڻي لاشاري، سي ٻئي سلطاناڻي ۽ عالياڻي رئيسن جا وزير هئا. جڏهن چاڪر اوچتو لشڪر وٺي آيو، تہ جيئند خان ۽ مريد خان جيڪي مڙس گڏ ڪري سگهيا، سي وٺي پاڻ ميدان جهلي بيٺا. هَسُو منڏير لاشاري، جيڪو وڏو بهادر هو، سو بہ موجود هو. مَندو منڏير پاڙو موررياڻي، شاهو ۽ ٻيا بہ همت ڀريا مڙس هئا، جن ميدان جهليو. قُل مُيجر لاشاري وڏي همت وارو هو ۽ جنگ ۾ بہ پٽيون ڪٽندو هو، پر هن جنگ ۾ پڇڻ جي ڪيائين، جنهن تي هَسُو پويان ترار هنيس، جنهن پُندڻ ترڇي ڇڏيس. هَسُو، جيئند خان ۽ مريد خان جي حملن سان ڏارا، نانگرا ۽ ميري چاڪر جي لشڪر ۾ هئا، سي ڀڳا. هَسُو چاڪر سان وجي چوٽ ڪاڏي، انهيءَ تي چاڪر پنهنجو باقي لشڪر هنايو. لاشاري بہ پوئتي هٽيا ۽ هيءَ جنگ بنان ڪنهن هار جيت جي پوري ٿي. هڪ روايت موجب هَسُو هن جنگ ۾ ماريو. پر ٻين روايتن موجب هو "قدمن واري جنگ" ۾ ماريو. هن جنگ بابت ڇيل بيتن مان هينيان ڪن راوين کان مليا:

چوري چاڪر موڪليا ڪي ڳوڏا منجهہ ڳوٺن[1]
تني پويان اچي ڪي رڻ جهڻ رُيبرين[2]
هَسُو وڏا هاڪارا ڪيا مرڻ ڪيائين مڻ[3]

---

(1) ڳوڏا = همت ڀريا. لاشارين جي ڳوٺن ۾.
(2) رُيبرين = رُيبريون ترارين. جن جي مُٺيي تي چانديءَ جي چِٽسالي هجي. رڻ جهڻ ڪي = سٺ پٽ ڪئي.
(3) هاڪارا ڪيا = ميدان ۾ هڪلون ڪري. پنهنجن ساٿين کي همت سان وڙهڻ جي ترغيب ڏني.

جن ڏُهريون وتـرون ڪنيـون سي پـائر ڪيئن پلجن[1]
قـتي ڪيـائين قُـل ڪي پويان پچاڙين[2]
ڇهتيو وجي چاڪر ڪي،جو هو ڏوڙي منجهه ڏڪن[3]
چاڪر ات چڪائيون ڪي رانيون رُپيرين[4]
پر پڳا "ڊارا" "نانگرا" پُريا پنڌ وجن
"ميري" تن جي مهند ۾، تاءَ نه جهليو تن.

—

"مندو" منجهي اتيو، هو خان ڪٽي ڪيڙو[5]
شاهي وڏا شوڪارا ڪيا، ڪو ڳانڀ وڏو ڳيڙو[6]
جيئنڊ جهونجهارن ۾ هو عهدي انگيرو[7]
مريد تي ميڙو، اَپر آوارين جو.[8]

—

(1) ڏهريون وترون = ٻيٺيون وندون، ٻيٺا حصا.
(2) قتي ڪيائين قل ڪي = قل ڪي ترار هنيائين، جيڪو پڳو تي.
(3) هَسو ۽ چاڪر هڪبئي جا ڏوڙي ۾ مٽ هئا. سو هَسو وجي چاڪر تي ڪڙڪيو.
(4) چاڪر ٻه مڙسن کي پنهنجون تراريون چڪايون (هنيون).
(5) مندو لاشاري.
(6) شاهو مورياڻي پاڙي مان منڌير لاشاري. ڪو ڳانڀ وڏو ڳيڙو = ڪو وڏو ڳانڀ ڳيڙو ڪيائين. پنهنجن ساٿين کي سنيالي سولو ڪري. وڏو ور رجهي حملو ڪيائين.
(7) انگيرو = انگ باز ترار هڻندڙ. پلٽي باز.
(8) اواريون = تراريون. جيڪي وارو نه ڏين.

## 12. پنيور وٽ مقابلو ۽ مڙسن جون ماهيون[1]

مني گبول ڪڇ مان آنوراءِ جوکيي جي ويجهي عزيز کي جيڪو "ٿيبرن" جي پاڙي مان وير وني ڏنو. انوراءِ پاڻ وڏي همت وارو هو. سندس ڏيءُ ڄام بجار جي گهر ۾ هئي، جنهن مان چاڪر ڄائو. مني ڪڇ ۾ جنگ ڪئي، اتي جي نَڪر کي ماريائين ۽ پوءِ پنهنجي گهوڙي مل[2] ڀڄائي، ان تي جوکيي کي ٻه چاڙهي، اچي سنڌ پيڙو ڪيائين. انهيءَ جوکيي جو پُٽ "مُگر" هو، جنهن کي پٺس وصيت ڪئي هئي ته: مِني گبول جي مدد تج. ان بعد جاکرن حسڻ ۽ ميراڻ جي مهنداري هيٺ، محموداڻي پير (تعلقو ساڪرو) وٽان اچي سنگهارين جو مال لوڙهه هنيو. انهن جي دانهن تي منو گبول، هاڙهو احمداڻي، للو ۽ تنگئي مال وراڻ لاءِ نڪتا. جڏهن انوراءِ جي ڳوٺ وٽان مَٽيا ته مني چيو ته: جي انوراءِ کي ڄاڻ نه ڏينداسين ته مون تي مڙس جي ميار رهجي ويندي. ويا پر انوراءِ ڪونه هو. مُگر جوکيو ٿيبر انهيءَ جوکيي جو پٽ يا پاءُ هو، جنهن جو وير مني ڪڇ ۾ ورتو هو. جڏهن مگر مِني جو نالو ٻڌو ته سو، جيتوڻيڪ انهيءَ ڏينهن شادي به هيس، ته به ڳُڻ ياد ڪري اچي مِني سان پيڙو ٿيو. مُگر کي سندس ڪاڪي ڪاپڙي سمجهايو ته: تنهنجي شادي آهي، اسان وٽ عذر آهي ۽ تون انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ. مُگر چيو ته: نه، آءٌ ويندس. تڏهن ڪاپڙي چيس ته: چڱو، تون هل، آءٌ اجهو تو پويان اچان، ۽ هو موڙَ ڇِني اچي مِني سان مليو. پوءِ هڪلي اچي هاڻن کي رسيا.

جڻن پينگهر پنجاه سين چڙهي، دورو ساڻ پنجن
تڻن مِنو پهتو مال کي سوڏو ساڻ ستن
هاڙهو، بجار، اورڏو ڪيها ٿي چون
ماهيند. ملهغ ليکيان، ٿيبر بيلي تن.

به پٽيون مال جون واريائون ۽ ٿي ڏنائون جاکرن کي.

---

[1] هن مقابلي جي خبر پهريائين مرحوم حاجي سرماڻ خان بگهياڙ ڪئي. وڏيڪ پوءِ سندس لائق فرزند ۽ سگهڙ حاجي محمد سوڍي بيان ڪئي. ڪي ٽاڻا پوءِ سگهڙ هاشم گدي کان معلوم ٿيا.

[2] مل = مني گبول جي گهوڙيءَ جو نالو.

جڏهن موٽيا تہ مَلهو (ملهغ) احمدائي ملين. خبرون ڏنائون. مَلهي، منني کي چيو تہ: تون ڦر ڪنيو ٿو وڃين ۽ ڇَر ڇڏيو ٿو اچين. جنهن جي لس تائين گـِر (گهل) هوندي. هاٿي آءُ جاڪرن جي پويان ويندس (يعني: تـِي پٺتي مال جي ڏيو. پاڻَ کي تڪو لايو ٿو وڃين. سواءِ سندن پويان ٿو وڃان ۽ اهو مال ورايو ٿو اچان). منِني چيس تہ: هڪ تہ اچوڪي ڏينهن مُگر جي شادي هئي، ٻيو تہ مُٺ مڙسن سان پڄڻ جي پيٽي ڪانہ هئي. پر جي تون چئين ٿو تہ پوءِ هاٿي هَل تہ هلون. پر تون بيهندين ڪونہ. ويندين پڃي! پوءِ اچي جاڪرن کي پـگا ۽ سامهان تيا. حسڻ ۽ ميراڻ پريٺ منِي گبول ۽ هاڙهي جي دوستي مڃي هئي. منِي گبول. رهيي گبول ڏانهن مدد لاءِ ماڻهو موڪليو. پر رَهيي چيو تہ: تيندو نالو منِي جو. سو اسين ڪين هلنداسين.

ميراڻ ۽ حسڻ پريٺ هاڙهي ۽ منِي جي دوستي مڃي هئي. قنبر گڊو سندن سلام آڻيندو نيندو هو. جڏهن مقابلي ۾ هاڙهو ۽ ميراڻ اچي هڪبئي کي سامهون تيا تہ ڦيريائين هاڙهي ميراڻ تي ترار واري. اتي قنبر چيس تہ: متان هڻين! آڏو ميراڻ اتئي. تڏهن هاڙهي ڪٽي ترار جهلي. پوءِ آڏو ميراڻ ترار واري، سا جهليائين ڪانہ ۽ هاڙهو مئو.

متان هاڙها هڻين مهندان ميراڻ اتئي، اِي قنبر هاڪ هنئي
تنهن واسينگ واري جهلي، اڪر اِيءُ لهي
ملامي ميراڻ تيو، جنهن هاڙهي کي هنئي.

مُگر کي وچ ۾ بيهاريو هئائون ۽ بچاءُ ڪيائون. پر هن مڙس وڏي پٺي ڏک هنيا. سوبہ ڪريو. اجا ساهہ هئس جو ڪاڪس ڪاپڙي اچي سـُر پنهنجي جوٽن تي جهليس. مـُگر ڏسي چيس تہ: ڪاڪا ڪاپڙي! پويان ڏاڙهي تران آنديئي!! جڏهن انوراءِ ڳوٺ پهتو ۽ معلوم تيس تہ منو آيو هو. تہ نيري تان لٿو ڪونہ ۽ پويان اهڙو تہ گهوڙو ڪاهيائين جو جنگ واري ميدان ڪان اڪ ڏيناري تي گهوڙو ڪري مَري پيو.

هئي منِي کي من ۾ تہ ايندو انوراءِ
سو واڳبہ وڳندي. گـُرڙ گجندي تي آيو انوراءِ
اچي ڏڙهہ ڏيني تيو. تہ نيري ڏنو ساهہ
متي تان انوراءِ جي. نيرو صدقو رد بلاءِ.

انهيءَ جنگ ۾ منو، هاڙهو ۽ مگر وڏي مردانگيءَ سان وڙهيا. راڄ ملڪ کان اُتر ويندي پنيور تائين مال جي ٻوڻيان واهر ڪندي اهي مقابلا ٿيا. راڄ ملڪ کي ويجهو پراڻي ڦٽي درياءَ لڳ "چُٽي پير (سهٽي وارو) جو مقام آهي. انهيءَ سڄي پيٽي کي ڪنهن وقت "چٽي پير" جي نالي سان سڏيندا هئا. هن مقابلي ۾ جنگ کي "پوپٽ" نالي لنگهي هينين بيتن ۾ ڳايو:

سنگهاريون سرهيون ٿيون تہ سردار صحي ڪندون
منو پنو مال کي تہ جيئري نہ ڏيندون
جان وجي وارينديون، نہ تہ ڏيندو سر ڏياچ جيئن

—

مني کي ٿيو مامرو، هٿيو وجن يار
مل متاري ڏجهڻ ڏاري پلاٿيو سينگار[1]
واري آٿيو وَلهيون ڪيو تنگ ڏئار[2]
ٻڌي ڪوپا ڪيريون، ساهو تيا سوار
پير چٽي جي پڙ ۾، گڏيا پيادا ۽ سوار[3]

—

پيرُ چٽي جي پڙ ۾، اچي چُڳاري چيڙيائين
آيو هاڙهو، وَنهہ ڳاڙهو، وڏي وٽ جهليائين[4]
پنيور ٻنهي ڪنڌيين، آٿي ڪٽوري ڪوليائين
وڻ سپيئي واسيا، چپر چٽ مڪائين
جوپ پيئندا جاڪرا، تڪون ڏيندا تئائين
ريس نہ ڪجي ياٿرا، سوڀون ڏيندو سائين.

—

مني چيو مَلهغ کي، مَ ڪر اُتالي[5]
پانَ وڙهون سين ويريين، پر بيلان ڙي بيلي[6]

—

(1) مل: مني جي گهوڙي هئي.
(2) وَلهيون = گهوڙيون.
(3) چٽي پير جو مقام، ڦٽي تي گهاري ڪان ڏکڻ.
(4) وٽ = مرڻ جي وٽ ورچ.
(5) اُتالي = تکڙ، اُبهرائي.
(6) بيلان ڙي بيلي = گڏ. بيلهہ ٻٽ تي. گڏ ٻنهنجن بين ساٿين سان.

وڃينءَ جو وير آئي جيجهان جهڙ ڪري[1]
تنهن منجهه ميرل تُريو. واهُو وڏيري
اَڪين اما جهليا، تي قضا ايئن ڪري
موڙيو تار سرڪڻ جا مير تو ايراڏي آٿي
سَرڪَ سُڪاٿي ساريو. منو تو ناڪُٺا نهاري[2]
تہ اڄ نہ گبول آئيا، نہ مون جي عيسباٿي پاسي[3]
آڏئي ٻانهن اسان جي، ڳورئي اصل ئي آهي.[4]

—

ڀهريون عشق حَسڻ جاڪرا! خان جي ڪاٿ سنائين[5]
جاڪرن ڪي جهُاري ميرڻ ماريائين[6]
اَٿ تراريون، ناٿون ڀالو، چوڪا گهاءَ چڪيائين.

—

ڪُلها مير ڪڪوريا، رڻ رتو جهونجهيائين[7]
منو هٿي، جولڻ جهَلي، ڪَنا خوب ڪُتائين[8]
گهريو گهوٽ گهوڙيءَ تان ڏاڍو ڏمر ڪيائين.[9]

—

گهريو گهوٽ گهوڙيءَ تان، ڏمر ناهي يار
منڌي پوٺو مجنو لاهي وينو بار[10]

---

(1) جيجهان = زور مان، ڇوهه مان.
(2) ناڪُٺا نهاري = عزيزن ڏانهن ڏسي.
(3) منو ۽ ٻيا گبولن جي "عيسباٿي" پاڙي مان هو.
(4) آڏئي = ڪَٻي.
(5) ڪاٿ = ڪٿَ، جهيڙو.
(6) جهاري = (دريا، يعني سنڌ وارن جو اصطلاح) جهار يا وڏي سنڌ جي ٻير جو اڇڻ. هت معنيٰ وڏي ٻير ڪي آهي. وڏي آفت آهي.
(7) جهونجهيائين = ڊونڊيائين.
(8) "جولڻ" جاڪرو هو. ڪتائين = ڪوڙيائين. هنيائين.
(9) گهريو = ڪريو.
(10) منڌي پوٺو = منو گبول.

سڻ رهيا، پوپٽ چوءِ، ڪجهي سرت سنيار[1]
تهي ڪنج تڪڙا ٻه ياگا ٻيهار[2]
متر ويو ويرئين، تڏهن بينِي ڏنيوءِ يار.

—

پوريءِ پت، پوپٽ چوءِ، هتي مير مينو هئو
مير مارڪين مجيو، درٻارين ڏئو[3]
ڪسونبن ڪڪوريو، ڪٿن تي ڪِئو.[4]

—

ڪني وقت خان هو، جيئن بدامائي پير
واڳيين متي هتڙا، سر رڪيبين پير.

—

ڪلڻ ڪنلڙيءِ تي، اچي موڪي اُپتيا مت[5]
بوءِ برين مان اُيري تنهن کي ڪل ڪتوريءِ چت
اگڻ متي مير جي تا پِڪين رچن پت.

—

جاسين هئو جيئرو تاسين ڪِيائين رَه ريلا
محمودائي مجني جا، آءُ چڳ پانيان چيلا
اوسيئڙي مان ان جي تي اُتيا اويلا.

—

پر مرڪي جو ماريو، سو تون "تيير" نه تهلائين[6]
چاجي چام بجار ڪي، مرڪي موڙ ٻڌائين
"تڳو" تنو اُجاريو، تيير ميرڻ ملهايئين.[7]

---

(1) سڻ رهيا = اي رهيا. تون ٻڌ (رهيو گبول، وعدوڪري مدد ۾ ڪونہ آيو). چوءِ = چوي.
(2) تهي ڪنج = آهستي ڪنج. سنياري ڪنج.
(3) ڏئو = ڏٺيو.
(4) يعني تہ جڏهن جنگ نہ هوندي هئي تہ هو وڏي شان سان رهندو هو. آفيم جي ڪسونبن سان سندس اکيون ڪڪوريل هيون ۽ ڪٿ تي خمار سان رهندو هو.
(5) ڪلڻ ۽ ڪنلڙي مڪانن جا نالا. جتي موڪي جو ميخانو هو.
(6) يعني مگر. جيڪو تيير پاڙي مان هو.
(7) تڳو = چپر ۾ تڳئي وارو تلاءُ. جتي اصل جوکيا ويٺل هئا. "تڳو" نالي تيير پاڙي جو وڏو پڻ چام بجار جي وقت ۾ هو.

پوٽو پڙاوَر پير جو، ڏوهت ڄام ٻجار
جيڪو پڇين پيچ تون، وجي ست ٻيڙهيا سردار
تہ "مُگر" اُت تي ميٺون ڪيون، وڙهي ڏئي نہ وار[1]
گهوڙيءَ گهوٽ گُڏائي، "ساتلاتي" سوار.[2]

—

سچي تيير ڪار مان آنهيرَ ڪونہ تيو
بيٺي ڏنو تيرين، مُگر تي ماريو.

—

منا توڪي سرائين ساريو، جئن هورندين ۾ شهزاد[3]
تون پاتارين پدرو هُئين رِبارين دهدار[4]
باروچاڻي لَڄ لاءِ هُئين ساماڻو سردار
ٻَهڳڻ ٻَبراڻي تي توجا هَت هنزار.[5]

—

مريد منو موڪليو تہ ونءُ تون ڪيهرين ڏي
سو جوڙي جڪي آئيو سچون سنپ ڪري
پوٽو مندي مير جو، ڏوهت "راڏين" ڪي
وجهي تُراري توريان تہ آ طوطا جي توري[6]
پر جي وجهي تُراري توريان تہ مُرڳئي مير تو سهائي.[7]

—

هن پوئين بيت ۾ شاعر، مني کي مَلڪ کان بہ ڪثر تو ڪري. منو بهادر بہ هو تہ پلو مڙس بہ هو، جو بين لاءِ سر ڏنائين. اُن وقت مني لاءِ ماين پنڻ ڪيو تہ:

منو ميرين منجهہ مير هو
پاراتي ۾ پير هو.

---

(1) ميٺون ڪيون = (ميٺ = ڪست مان چپ وات ۾. ۽ منهن ۾ گهندي) ڪاوڙ مان جلبون ڪيون.
(2) گڏائي = ڪنهائي. ساتلاتي = تيرن جو هڪ پاڙو.
(3) رندن ۾ شهداد = شهداد. رند سردار مير چاڪر جو پٽ هو. هسين کي لشڪر جي مدد ڪئاتين.
(4) پاتارين پدرو = بهادرن جي مجلسن ۾ مشهور.
(5) ٻبراڻي = ملڪ مريد. جيڪو وڏي ملڪ ٻبر جي اولاد مان هو.
(6) طوط جي توري = وڏي ملڪ طوطا جي برابر.
(7) مير مريد کان تو سرس ٿئي.

مٿي، هاڙهي ۽ مـگر جي بهادريءَ جي ياد ۾ پوءِ مَـلڪ مُـريد ۽ ڪرمت راڄ پٽر جون "ماهيون" نهرايون. گُنڊين مٿل اهي ڇهه فوٽ ڪن گول منارا. پنيور واري پيٽيءَ لڳ تلاءَ ڪان اُتر طرف ٺاهيا ويا. پاسي وارا ٻئي مـِـٽي ۽ هاڙهي جي نالي ڪيائون ۽ وچون مُـگر جي نالي، جو جنگ ۾ مڙسن مُـگر ڪَي پنهنجي وچ ۾ ڪيو هو تـ جئن سندس بچاءُ ٿئي. اِهي ماهيون مڙسن جي بهادريءَ جـي يادگـار طـور ٺاهيائون، باقي مڙس ٿيئي "قدمن واري مقام" ۾ رکيل آهن.

---

## 13. ڪلهوڙن جي لشڪر جي ڪرمتين تي چڙهائي

ڪرمتي بلوچن جي قبيلي جي مَلڪ پنهنجي قوم تي تيهه گورا ٻڌا ته اهي ساليانو ڪلهوڙن کي ڏين. پوءِ غلام شاهه ڪلهوڙي چيو ته: مون کي پنجاهه رپيا گوري جي حساب سان ڏيو. اُن وقت گوري جو مُلهه ڏهه رپيا هو. سو ڪرمتين قبول نه ڪيو ۽ منهن رکي بنا ماني کائڻ جي ڪلهوڙن جي ڪچهريءَ مان اُٿي آيا. انهيءَ تي ڪلهوڙي لس ٻيلي جي حاڪم پاهڙ خان ڏانهن مصلحت لاءِ لکيو. پاهڙ خان چيو ته: "انهن تي ڪٽڪ چاڙهي ختم ڪريو". پوءِ خداآباد مان ڪٽڪ چڙهيو، انهن اچي ملير تي چڙهائي ڪئي. ان وقت ڪرمتي بلوچ سڀ ملير ۾ ويٺل هئا.

هن جنگ ۾ جن قومن حصو ورتو ۽ جن شخصن بهادري ڏيکاري، انهن جو احوال شاعر ٿوهر گديءَ جي بيتن مان ملي ٿو. جيڪي هن بعد شامل ڪيا ويا آهن. انهن موجب تفصيل هن ريت آهي:

ڪلهوڙن جو لشڪر ارڙهن هزار هو، جنهن جو اڳواڻ جمالين جو سردار عالم خان هو. ملير ۾ ڪرمتين جو مَلڪ حيدر خان هو، جنهن کي صلاح ڏنائون، ته ڪلهوڙن جي لشڪر سان پڄڻ پيٺي ڪانهي، ڀڄي هلون! پر حيدر خان چيو: اهو لشڪر هزارن ۾ آهي، پر جي لک مڙن، ته به آءٌ نه ڀَڄان.

هوڏانهن عالم خان ملير ۾ پهتو ته سامهون مقابلي ۾ (ڪرمتي) بلوچ ڏسي، چوائي موڪليائين ته: "آءٌ تيسين لشڪر کي ترسايان ٿو، جيسين اوهين باريچا ڪيو، حفاظت واري هنڌ تي موڪلي ڏيو." ڪرمتين پوءِ بار ڪديا. ڪرمتين سان سندن ياٽر راڄ گبول ۽ ٻيا پيڙا هئا.

هالو مبارڪاڻي گبول نمازي شخص هو. هميشه پاڻ سان وضوءَ لاءِ پاڻيءَ جو ڪَرو ڪٺندو هو. اهو به ڪَري سوڏو جنگ ۾ ٽپي پيو ۽ ڪلهوڙن جي لشڪر سان ڏاڍي ويڙهه ڏنائين. آخر مارجي ويو. پٽ (گبول) تازو پرڻيل هو. تنهن کي گهر ۾ ڇڏي ويا هئا. سو ڇپري گهوڙي (بنان سنج، اولاڻي گهوڙي) تي چڙهي وڃي ڪين رسيو ۽ چيائين ته: مون کي زال ڪري ڀِتَڻ لاءِ ڇڏي تا وڃو ڇا؟ انهيءَ تي ڪيس تسلي ڏنائون ته: وڃون ڪونه ٿا، تون وڃي سنبري آءُ. اُهو به وڃي گهران ترار ڪٽي سنبري آيو ۽ جنگ ۾ وڙهيو.

ڪلهوڙن جي لشڪر سان ڪَرمتي ۽ گبول هڪٻئي پنيان سورهيائيءِ سان وڙهندا ڪرندا ويا. تنهن تي ڪلهوڙن جي سالار چين تہ: اوهين اجايو جنگ ۾ پيا مارجو. موت جو ڊپ نہ اهي چا؟ تڏهن "تانهر" نالي بروچ جواب ڏنو تہ: ترار هٿُ اسان جو مرڪ آهي، پلي تہ مارجي وڃون، پر پنهنجون اُنيون ڪلهوڙن کي هرگز ڪين ڏينداسين.

هن جنگ ۾ بروچن جا گهڻا مڙس مارجي ويا. پر ڪلهوڙن جي آڻ نہ مڃيائون.

**توهر گدي جا چيل بيت**

گورا آءُ نہ قبوليان، آئين ڪريو تَڪين جي وار
هي سنجهي ويا سُگهڙ چوءِ، ڳوڏا ڳري بار.[1]

—

"پاهڙ" جي پاران، آيو ڪاغذ ڪلهوڙن
سو پُري اندر پاڙاهيو، وانچايو وزيرن
ڪاغذ ڏني ڪٽڪ چڙهيو، جنهن جي ڪل نہ پيئي ڪن
ڪئو خداآباد مان، ارڙهين هزارن[2]
آئي مَلهَ مليرتان، ڪا گهَل وڏي گهوڙن
سو "حيدر" هنڌائي نہ چُري، توڙي لک ميڙن[3]
آئي پوءُ جي پڇڻا، اسين پڻ طعنا ڏيون ڪي تن
عهدي "عالم خان" سان، ڪِي جُلهه جمالين[4]
ڪلي سي ڪينڪاريا، "حيدر" بيليئڙن
تنهن "بروچ"، بيلي ڊوهيا، پسي "پشڪيڪن"[5]
تہ آءُ تو لشڪر ڊوهيان، ائين باهر ڪڍو ڪي بارن
جهڙيائي "عالم خان" ڪِي، تهڙي ڪي ڪي ڪن
سندا ساپُرسن جون، ڳالهيون تيون ڳائجن

---

[1] چوءِ = چوي. سنجهي ويا = سنجهي مان بنا مانيءَ هليا ويا.
[2] ڪئو = ڪنيو.
[3] حيدر بروچ ڪرمتي گبول.
[4] عالم خان = ڪلهوڙن طرفان جمالين جو سردار.
[5] ڊوهيو = خبردار ڪيو.

وتيءَ ٻوٽي وٽ آهي، سندي اسان ڪلهوڙن[1]
پئو لڳي بازار ۾، آءٌ سمجهندو سيڻن[2]
توڙي ڪرو ڪامن، تو ۾ هي ڪرهو تنهن قطار مان.

---

آئي "هالي" هوت تي، ڪا ڳهڻ وڏي گهوڙن[3]
سو ڪامل پنهنجي ڪرٽي، ڇڏي ڪنهن نه ڇن[4]
ڪاڪي پاسي ڪُڙهي ڏنيون، تي ستون ڳهاءَ سينهن
سئوجاٽيون سورهين ڪي، تا ٻانهين منجهه ٻَڌن[5]
"پير" پرچائي ڪڍيو، آڳاٽو عهدين
تنهن گهوٽيي اوچيا گهر مان، تا وڳا ويرچون
پاڳ پچيڙو ٻانڌٽو، ٻهڪو ڪيو ٻيڙن[6]
چِمَ چوٽيءَ جو چاڳلو، هو رُپي تُهنارن[7]
سو لانچي هليولائقي، عهدي تي اُنين
هٺي گهوٽيين گڏ ڪيو، تيون هورين منجهه هچن[8]
مائون مَهاين جون، تيون راتو ڏينهن رڙن
پاڻ تيا سُوارڪا، هاڻ تا پويين لاڪ پڇن
تن سورهين چاري چاڙهيو، ٻيگين تان پٽن
چاريءَ ڳالهايو: عهديا! هو الغاريو اچن
تنهن تي جيئڻ ۾ جوانيءَ جو ڇڏيو آپو "عهدين"
سنهان سهٺا سُپتيا، هٺا ٻيٺا ملوڪن
متارڪا ڳاپرو، اهي ننديا نه ڇئجن

---

(1) وتيءَ ٻوٽي وٽ = اسان کي پاڻ مارائڻو آهي.
(2) سيڻن = سائن.
(3) هالو = بروچ گبول مبارڪاڻي.
(4) ڪَرٽي = ڪرو.
(5) سؤجاٽي = سجاٽپ جي چٽي. جا انهيءَ کي ٻڌندا جو بادشاهه جو مارِيل هوندو ته متان پويان قومون پاڻ ۾ وڙهن ۽ ويرُ وجهن.
(6) پچيڙو ٻانڌٽو = ٻانڌڻي جو قسم. جو گهوٽ (بروچ) مٿي سان ٻڌندو يا ڪلهي تي ڪندو: پيڙو = ڪٿوريءَ جو.
(7) تهنار = ترار جي قبضي ۾.
(8) هورون = پٺون جتي وڃي اُنيون گڏ ڪيائون.

اها وائي وات ۾ اچي صحيحي واري سراين[1]
تہ مانجهيا! اسان کي موت ناهي من
تنهن تي "تانهر" ڳالهايو، "توهر" چئي، ورنهہ سان ويرين [2]
تہ مانجهيا! اسان کي موت آهي من
اُنيون جي اسان جون، اسين ڇڏيون ڪنهن نہ ڇن
ڪاڏا آلا اُنين جا، اسان آهن جوپ سندا جوانين
سيلين ٽلين سونهيون، تيو جهوريڙيون جهمڪن
سي مور نہ ڏيون ماجئيون، پنهنجون ڪاهي ڪلهوڙن
مَر جان رڃن رت مان، سنديون طرفون تن[3]
متاريون ملير مان مَر اُچي ڳاٺ وڃن
"تانهر" ڪي "توهر" چيوءِ، مَر هيري هار ٻجهن
پوٺو مير "پُرتوس" هو، اٺل مان عهدين[4]
انهيءَ ڪُر وڏائي اِيءَ تہ: مصريون هٿي پوءِ مرڪن
مَٽ مارياڻين پانهنجو، ڪو ڏُر جو مان ڍِگن[5]
موتي ماٺڪ مير ڪي، تا پاڻ اڳيان پوڇن
"زهم پوٺي" زور وَڃايون، سَر چڙهيو سيلن
"ميراڻاڻي مجني" هنين تراريون، وڏي ڪي ڍيرين
پوشيدي "پير جون، ڪيون تي واڪاڻيون ويرين
وڏو مهچڻ ميڙيو، "پنمدين" ۽ "ٽيپسرن"
سو سچو ٿي سُرهو ڪيو، آهي "منديں" جي پوٺن
اهي ڪوندا ڪاملين، اهي مُير مارڪا ڪن
اهي گولا گهوڙيون، اهي تازي طبيلن
اهي راءِ رهاڻيون، اهي تا مير مارڪا ڪن
"سورينگ" پِنين پيءُ ٿئي برڪت وليئڙن.[6]

---

(1) سراڻي = ميرن جو لشڪر.
(2) تانهر = پروچ. توهر = گبرو شاعر.
(3) طرفون = ترار جون چوٽيون.
(4) پرتوس = گبوڙ. ان جو ڏاڏو.
(5) ڏرجو = ڏنيل.
(6) سورينگ جي اولاد مان نظر محمد چڪري تي وينل. عمر اسي ورهيہ.

# 14. الله بَــني واري جنگ يا جهـُل واري جنگ

هيءَ جنگ جوکين ۽ برفتن جي وچ ۾، ڪراچيءَ کان ٻارهن ڪوهه اُتر ۾ حب نئن جي ڪپ تي لڳي. برفتن وڏو حملو ڪيو. ڄام ٻجار جوکئي چيو تہ: هڪ طرف بـُـني ٻئي طرف درياءَ حب جو. هي "الله بنو" آهي جتي بيٺا آهيون. برفتن سان مقابلو ڪنداسون. انهيءَ تان هيءَ جنگ "الله بني واري جنگ" جي نالي سان مشهور ٿي.

ٻي روايت موجب[1] جوکين ۽ بروچن جي جنگ لڳي، پهرئين حملي ۾ جوکيا ماريا، باقي پنڌرهن مڙس وڃي بچيا، سي آيا "لال بکر پند" وٽ، جيڪو جوکيو فقير درويش هو (سندس قبو اڄا تائين منگهي پير طرف موجود آهي). لال بکر پند، جوکين کي چيو تہ: مون کي ڇڏيو، آءٌ ٻانءُ دنيا کان پري ٿي وينو آهيان. پر جوکين کيس ڇڏهن مدد لاءِ زاريون ڪيون، تڏهن چيائين تہ: سڀاڻي ڏؤنرو ڳابو اڇي بروچن جي لشڪر ۾ پوندو، جي ان کي جهليائون تہ سوڀ سندن آهي، پر جي ڳابو حب اُڪري پيچي ويو تہ فتح اوهان جي آهي.

ٻئي ڏينهن ڏؤنرو ڳابو ازغيبي اچي بروچن جي لشڪر ۾ پيو، پر ان کي جهلي نہ سگهيا ۽ ڳابو حب ٽپي ويو. پوءِ جوکيا آڙ ڪري وينا. بندوقون چوڙيائون، جنهن تي هٽي ويا.

ان کان پوءِ "عالي" ساڪاٽي جوکيو، جيڪو گجرات طرف راجا وٽ هو، سو آيو اهو پلٽي راند ڪندو هو. عالي ساڪاٽي، سون مياڻي وٽ وينل جوکين ۾ ويو. اتي زنگياڻي بروچن جي جوکين تي حملي جي خبر پيس. عالي ساڪاٽي، زنگياڻين کان پلاند وٺڻ لاءِ روانو ٿيو. هو ڪنهن طرف ٻئي ويا، جو انهن جي متان اچي سهڙيو ۽ انهن مان مڙس ماريائين ۽ باقي جيڪي بچيا، سي اچي ڄام ٻجار کي ڏنائين، جنهن اُهي ڪرمتين جي مَلڪ ڏانهن موٽائي موڪليا.

الله - بني واري جنگ کان پوءِ برفتن وري بہ جوکين سان جنگ جي تياري ڪئي، جنهن تي ڄام لاسي طرفان برفتن جي ڏوهني برفين وٽ ميڙ تي آئي تہ جوکين سان جنگ نہ ڪريو، پر برفتن ميڙ نہ مڃي، تنهن تي مائيءَ چيو تہ:

---

[1] راوي عبدالله جوکيو.

منت نـــ مجـاوَ منهنجـــي، آهيـــو بـــي تـــورا بـُـــزدار
جوکيـــــا آهـــــن جيئـــــرا، بانڪـــــا وڻ بجـــــار
ڪـــــدي ڏينـــــداوَ ڪســـُــــــونبو، ڏوہـــــا ڏارو ڏار
هـاٿـي تـاٿـو آهيـوَ تريـو، آهيـوَ متـان ڄـام بجـار.[1]

پوءِ برفت اڳتي وڌيا تہ آڏو جوکيا جبل جهليو بيٺا هئا، سو برفتن کي ماري وڌائون. پوءِ ڪنهن برفت ڄام بجار کي چيو تہ:

"ڄـام بجـار! واڳ بـــ تنهنجـــي پـــاڳ بـــ تنهنجـــي
جهـــَـــل، جيســـين مـــان ڪـــَـــرڪاڻ ڪٺـــان."[2]

انهيءَ جنگ ۾ جوکين جو ثمر ۽ سامان ختم ٿي ويو ۽ جهـَل جو ٻج ڏُٺ طور ڪائي گذران ڪيائون. جنهن ڪري اِها "جهـِل واري جنگ" جي نالي سان پڻ مشهور ٿي.

---

[1] وڏيري علي مراد ٻـري. اٿل (لس) جي ڪڇهري ۾ ٻڌايو تہ ڄاڪر جي مارجڻ بعد ڄام بجار هيٺـو ٿي لس طرف آيو ۽ لياري طرف اچي رهيو. نائب ۽ عبدالرحمان رونجهي ٻيلي جي شهر ۾ ٻڌايو تہ موجوده لاڪڙي جي باب ۾ (الگ لياري) "ڄام بجار مامرو" موجود آهي، جو شايد ڄام بجار جي جاگير هو.
[2] راوي پير محمد ڳورڻون. ڪڇهري خان صاحب امام بخش جو ڳوٺ.

# 15. ناڙا تر جي جنگ

هيءَ جنگ برفتن ۽ جاکرن جي وچ ۾ لڳي، جنهن کي شاعر براهم لنگهي گهنڊاري بيتن ۾ ڳايو. بيتن موجب جنگ جو تفصيل هن ريت آهي:

برفتن ڪنهن جهيڙي ۾ آري جاکري کي ماريو. جنهن تي قلات جي خان برفتن کي سيکت ڏيڻ لاءِ چام بجار کي حڪم ڪيو. چام بجار پنهنجي طرف جي جتن، ڪلمتين، جوکين ۽ نومڙين جو لشڪر تيار ڪيو. بارڻ جوکيي، برفتن جي اُنين هٺڻ جو بار ڪنيو، جنهن تي مَندو برفتن جون اُنيون هٺي آيو.

اتي برفتن بہ پنهنجا راڄ گڏ ڪيا. سندن اڳواڻ عزت خان هو. تنهن وري دودن کي سڏايو، جن جي اڳواڻن بولي ۽ سالار، جاکرن سان جنگ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اڳواڻي پاڻ ڪيائون. پوءِ جتي بہ جاکرن جا راڄ سجهندا هئن، حملا ڪري، انهن کي نقصان پهچاياائون. پوءِ سڌو "دڙبي" ڏانهن رخ رکيائون، جيڪو جاکرن ۽ سندن طرفدارن جو مرڪز هو. پر برفتن جي چڱن مڙس چيو تہ: دودن کي جس هجي، جو اسان جي پاران وڙهيا آهن. پر جاکرن جي ميار اسان تي آهي، تنهنڪري دودا پويان مدد ۾ تين ۽ اسين اڳ ۾ جاکرن سان وڙهنداسين، نہ تہ اسان تي ٽڪو ايندو. تنهن تي بولي ۽ سالار وراڻيو تہ: اسين آيا آهيون تہ هاڻي جنگ ڏينداسين.

ناڙا تر جي جُوءِ ۾ ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا. هن جنگ ۾ ٻنهي طرفن جي سورهين پاڻ ملهايو. پر آخرڪار جاکرن هارايو. انهيءَ جنگ تي برفتن جي لنگهي براهم گهنڊاري بيت ٻڌا. جنهن جي اڻپوري روايت هن طرح آهي تہ:[1]

ساراهيان سچو ڌڻي. جو سرتين جو سويار
جنگيون، جهيڙا، جهڳڙا، اصل الله جا آچار
اول آري ماريو. جاکرو جهونجهار

---

[1] اصل روايت آسو لنگهي جي. جا مستر فضل ٻالاري لکي. فضل کان سگهڙ الهہ بخش ٻالاري عمر (90) سال (1961ع) ۾ سکي. پر نقط چوٽين ٽي احوال سنون وڌيڪ. جنهن ۾ اڳتي ملڪن جيڪا جاکرن جي گوٺ سڪت تي چڙهائي ڪئي. ان جو سربستو احوال هو. هيءَ روايت سگهڙ الهہ بخش ٻالاري کان مياڻي جي ٻيلي ۾ ڪيل ڪچهري (29- اپريل 1961ع) ۾ قلمبند ڪئي وئي.

عڪس انهيءَ ڳالهہ جو، رهيو "خان" ڪي ڪار
ڏاري تيا آهن دودا ڪي، پئي اُڪتاپار.

—

سڏي تو سالار کي، بهدر ڄام ٻجار
تہ جت، ڪرمت، جوکيو، نومڙيو پنهنجو رکي پار
پاڻ پرنئون پهڙ ڪي. سدا ڪرمت ڪار

.......................................................

جان ڪي جوکين جو، ٻارڻ کنيو ٻار

.......................................................

اُنيون آٿي اُن جون منندو ماڻا دار[1]
ويرين اِيءَ هاڻ وساري ڇڏيو کيائون سک قرار
عمل نتا مڃين جاکرا، جن ۾ گهٽو هفکار
تن ڦُري سات ڦکل سان، کيو غيباڻو گار.

—

تنهن تان عزت خان اُنائيا، دودا دعويدار
ٻُولي، سالار پاڻ ۾ کيو وڏيرن ويچار
تہ اُتيو جهوريون جاکرا، جن ۾ ايڏو اختيار
تن ماڻهو موڪليو راڄ تي، سڀ نومڙيا ڪار
مڙي جڙي مُڇ تيا، دودا دعويندار
دودا تين مهند ۾، صوبا سلحدار
هيلجيءَ تان هليا، سوڙ متي سردار
صبح جو سانگين تي ڄاڻي وڏائين چار
ماري جهوري جاکرا، پوءِ کيائين سک قرار.

—

هاٿي راڄن لڏون واريون، ونو دڙٻي جو ديدار[2]
ڏائي آهيئون ڊگاريءَ جي، بيگن لاتو ٻار

---

[1] مندو = هاٿو هو.
[2] دڙٻو، جيڪو هاٿي ڪراچي سڏجي.

اِن نہ چڏي اُن جي، تيو دوداڻي ديدار
ڀانئي راڄ منهنجو جاڪرا. آءُ سنوئي آهيان سردار
تہ ايڏيءَ نيئي لائيو، ساندي تنهن سالار
سو وڙهي تو سُک ۾، دودا سين دلڪار
عزتون ڏيون اُن کي، سڏي پيو سالار[1]
آهي جاڪري جنگ جي، متي مون ميار
ٻُولو پنهنجي راڄ تي، وير نہ سهي وار
هاڻي جوڙيان جاءِ جيئند تان تيسين ناهہ تڪرار
رکيو آيو راڄ جو، ديرو دودا هار
پاڻ وهنداسين، پوئت تينداسين، ڪيا وڏيرن ويچار
تہ وڃ تون ٻُولا نڪري، اسين آهيون ڳوٺ ڳهار
پَره جو پَدين جو، صبح لهج سار
اسَان جا پويان پارج، ڏڳ ڏتارج، سانديج تون سردار
اسان جي پوين جو، آهيَء تڪو نراڙ.

—

ٻُولي تن کي گهوڙيون ڏنيون، تازيُون تلڪار
سي ڀي جُنبي جريدا تيا، ٻڏي هول هتيار
تان ديرِندا ديکيا، پهريندي "پراڙ"
سي "روئيَس" "راڻو" اُتيا، عيسباڻي اوجار[2]
ٻئي ڀائر ٻيلهہ تيا، ڇڄي نہ تيا ڏار
تن مهندان مزمان جي، ڪيائون ڪلندي ڪيڪار
ڀري ڀوڄ ڀلاءُ جا، تيلهي ڪاڏائون تار
پر پَنائي کي پَڇَندي روئيس روئنسيدار
پنج پنائي جهلي ويو، پتنگ پهرئين وار
راڻي سينرڳا ڪيا. سَمهُائين سينگار[3]

---

[1] اُن کي، يعني جاکري کي.
[2] روئيس ۽ راڻو. ٻئي پٽ عيسب جا.
[3] سمهالين = سامهون گهڻن.

تيسين عيسب جاكري اُسري، كنا هنيا كنگھار
كوڙيو منجھس كينئري، پالو بي ميار
لاكي نـَئـِگين وچ ۾، كي اچي اڏكار[1]
ھـَئي ماما ماري موتيو، كرھو قلعي دار
متان تن ميرا تيين كي چـُگيريين چمكار
الگ اُن جا اگرا، ڏوئي كيائون ڏار.

—

پوءِ ونو مينھن وسونءَ تي، كيا اچي وڃين واپار[2]
اوكاريائين اُتان، تيلھيائين تاٽي پار
ھوتي، كلو، پاپڙو، سچيڏنو سوار[3]
ھي چارئي وڃي نكتا، واسو تيڏيءَ وار
پوءِ اڳرا گڏيا عاقيل كي، گڏيا منجھه گھندار
ھئو اتي خالقڏنو حماتي، ديمين جنگ پچار
اھي ڇھئي ڇڳيرا گڏيا، تازا ئي تلكار
ڏوكي ڏوران ئي ڏٺا، ويندا اوجھه اپار[4]
سي ڇھئي ڇـُٽي پيا،اُن جي رند پٺيءَ رانجھا
آيو ھئين دودا جي پـُٺ، پر كـُتيئي كانه كنگھار[5]
پڙين پھه كري تون دھليين دعويدار.

—

پڙين جا اجان پدرا تيندا موراكا مھندار
اڳي ھٺو ھئين حماتي، اڄ رڻ نه چڙھيين راندار
تـُرا تنھن جي تيك جو ھدو كٽندا ھئا ھزار
تان ڇئي: كومَ مركي سـَت تي، آھن الله جا آچار
سيكو لوچي سوپ كي، سوپون ھت ستار.

—

(1) نئگين = فوج.
(2) وسونءَ تي يعني پراڙن تي.
(3) "ھوتي ءِ كلو" پالاري. "پاپڙو" پاپڙو. "سچيڏنو" ملك جو پٽ خاصخيلياڻي، مان.
(4) اوجھه = دشمن جاكرا.
(5) سچيڏنو جي ست جھلي وڙھي ھا تہ ھي پنھنجو ميدان موكبن ھا. پر ھو نہ بيٺو.

اڏ وننديءِ اِن جي ڪي پالارين پڪار[1]
تن لوڏي لوڙهه چڏائي، ڪي هوتين هاڪار
خالقڏنا ٻاپڙا ڪيدي وجهو ٻار
تہ اُني منجهان هڪڙي عاقيل ڪي، ڏنو ويڻ وڏو وانڌار
تہ گار ورائي گهڙي پيو. هوتيءَ ڪئي هاڪار
تيکين وچ ۾ تارون هئي، هنئي حاجي مصري. هن گهوڙيءَ ڪي گهانبار[2]
تڏ برابر پاٽيج تي، ڇٽيو پاڻ ڇگار
هنيائين ڪيدي حاجي کي نيزو منجهہ نراڙ
ٻئي ٻکين اچي ويا دولهہ دعويدار
ٻئي گهوٽ گهتا پيا. مانجهيءَ ڪيا ملار
ڪارنهن ڪاتيون، ٻارنهن تراريون، جهليون هيون انهي خبردار
انهيءَ لڳي هيٺي نٿو ٻولي، اهي آهن پنجاهيين جا پار.

---

عمر جائي، نيزا لائي، هٿي ڪي هٿ نار[3]
خوش ڪنولا ڇگي چوڙيا. رگيا هٿا رگدار
هن جي واڪاڻ ويرئين ۾. ڀهرئين ٻاٽو واڻ ٻچار
پوءِ نوڪ ٻنديءَ اچي نبيري ڇڏيو، هٿي خنجر ڪديائين ڪار[4]

---

هوتيءَ سامتي پاڻ ۾ ڪي ڪني جي ڪينڪار
جيئن ڪڪر گيون ٽين اُپ ۾، تيئن وڇيون
هوتيءَ جوان تي ونيون اچي اپار
هيون جت هوتيءَ سين سوڍيون منجهہ سوئنسار
سي ڪريون ڳالهيون خبرون وڃي ڪندا جاڪرا جهونجهار.
هاٺي چڙهيي ڇهتا ڪلي ڪنگهار

---

(1) اڏ وننديءِ = پاسو وننديءِ.
(2) حاجي جاڪرو. جنهن هوتي جي گهوڙي "بحري" کي ترار هنئي.
(3) عمر جائي = عمر جي پٽ.
(4) نوڪ ٻندي جاڪرو.

يـــالو هٿـــي گھـــوڙي ڪٿـــي نڪتـــو منجھـــان هـــزار
وجـــي ڪـــلا نـــــــــــڪتو رڻ ۾ مـــــارايو يـــــار
چئـــي: وجـان جـي نڪـري، تـــ ڪـر ڪـي آ ميـار
جتـي بيهنـدي منهنجـي سـواري، ڪنـدس ترارين جـا تـار
شـــوپيو اچـــن تنهـــن ڪـــي چـــاپيو اچـــن ســـوار
وينـــدي گهـــوڙي وسِـــائي تيـــڏيءَ تنهـــن وار
هـــائي ڪلـــو گهـــڙي پيـــو، اُچـــي ســـان اختيـــار
اچي سورهيہ سُوين ڪي سامهون ٿيو، ڪدي ڪَنو ڪپان ڏار
ڪـَـلي پـوءَ ڪـوڏ پڇنديـا، ڍيـرا چگـيءَ ڍار[1]
ڪيائون رانـد رڳـي رُهڙيـن جـي، ڏڙڪـُـٽ جهونجهـار[2]
تهـر آيـا ترارئيـن جـڏهن ڪيـرو ڪيـو خمـار[3]
هت بہ ٻئي ٻاران هـُـدِر جاڪري ڪئي هاٿيءَ تي هاڪار
هن بہ ڀهڳـڻ پنهنجي ٻانهن سان ڪٽي جهوڙيري جهمڪار
پوءِ محمود جي اچي ڪـُـتيس مصري تيک وڏي ڪان تلـڪار.

---

(1) ڍيرا = ٻڙا.
(2) روهڙين = ٻڙن.
(3) تهر = تڏهين. اڳ ۾ مڙس ڪي ٻري ڪان ٻڙ هنيائون. جڏهن مڙس زخمجي ڪيرو ٿيو، تڏهن ترارين جا وار ڪيائون.

# 16. بجار جوکيي ۽ راڻي ارجن جي جنگ

## روايت-1

جڏهن ٺٽي جي حاڪم شڪرالله، بجار جوکيي کي گهرائي مٿس زور رکيو تہ راڻي کي ڪنهن طرح ماري پورو ڪري، تہ بجار پنهنجا ماڻهو تيار ڪيا ۽ رات جو ٻيڙين ۾ چڙهي، راڻي جي ڪوٽ لڳ ڪناري تي لٿا.

شڪرالله بجار کي ڪونيو سڏائي
تہ آڻ سِي ارجن جي يا تون پنهنجي ڏي
هٿندو سئين هٿن سين، جوکيا! جنگ نہ ڪندين جي.

—

سو وير انهيءَ وڪڙ ۾ تو ورنه وِماسي[1]
مني، بنگل، بيگ، مراد، پنڻ سان تو ڳوڏو ڳالهائي
تہ اوهين پائر منهنجا هيڏي اچو سي
ميار جا مڪلي جي سا اچون لاهي[2]
مرنداسين تہ موچارا ٿينداسين ويريءَ سان وڙهندي
بتاسين بجار چئي تہ ايندا سين مُنهن اُوچي.[3]

—

سو جوکيو چڙهيو جنگ تي پنج سؤ ٻيڙين هاڪاري
تہ ڏهن ماڙهُو ڪريمداد جا رميا راڻي ڏي[4]
تہ بجار چڙهيو آهي بحر ۾. راڻا اوريان تو اچي
سي اچي آڌيءَ اُلٿا سُڪي جوکيا سي[5]
چون: پونداسين پرهہ جو مَر پئي سماءُ سيني کي.

---

[1] وڪر = فڪر. وِماسي = ويچار ڪري.
[2] مڪليءَ واري جنگ ۾ هن کان اڳ جوکين جي هار ٿي هئي.
[3] بتاسين = ٻچياسين.
[4] جام ڪريمداد پٽ جام مريد جوکيو.
[5] سُڪي = سُڪيءَ تي. ڪناري تي.

جوکين جي قومي پڳ اجا مريداڻين تي هئي، سو چاڪر ڪريمداد پاڙي جو لحاظ رکندي، راڻي کي بجار جي حملي جو ڄاڻ ڏنو. راڻو ارجن، نگامرن راڻن جي پيڙهيءَ مان "اِجماڻين" جي سردار گهر مان هو. ڪاٽنس اڳ سندس ڏاڏو راڻو عُبيد هو. مغلن جي دؤر تائين راڻن جي رياست قائم رهي. جڏهن نئين وارو ڀاڳو ميان نور محمد ڪلهوڙي کي مليو، تہ نئين حڪومت اڳئين دؤر جي سردارن کي مڃائڻ ۽ پنهنجو مطيع ڪرڻ شروع ڪيو، پر راڻي جو ڪرمتي بلوچ سردارن سان دوستيءَ جو ناتو هو ۽ پڻ راڻي جو لشڪر ڪرمتين جو هو، انهيءَ ڪري ميان نور محمد پهريائين ڪرمتين خلاف لشڪر چاڙهيو. ميان غلام شاهہ جوکين جي پنيرائي ڪئي تہ جيئن ڪرمتي هيٺا ٿين ۽ راڻي جو بہ زور ڀڃي.

مليرمِ ڪرمتين جو سردار "مَلڪ طوطا" هو. ملير تي خداآباد طرفان موڪليل لشڪر جو حملو بہ ٿي چڪو هو. هاڻي بجار دانائي ڪري ملڪ طوطا وٽ لنگهي ويو ۽ چيائين تہ: مون تي ميان جي حاڪم جو بار آهي، انهيءَ ڪري آءٌ راڻي تي حملو ڪندس. اوهان راڻي جي پاران ڀيو ڪو قدم نہ کڻجو ۽ نکي ڪيس مدد ڪجو. ملڪ طوطا اها ڳالهہ مڃي. هوڏانهن راڻي ۽ سندس ماسات رحمت الله مَلين پوٽي کي جڏهن چاڪر ڪريمداد جو پيغام پهتو تہ هنن پرواهہ ئي ڪانہ ڪئي، جو ڀانيائون تہ جڏهن مَلڪ طوطا اسان جو پرجهلو آهي تہ بجار ڇا ڪندو.

راڻي ۽ رحمت الله جو مور نہ اُڌڪيو من
هوجي توري رهن طوطا جي، سي مانجهي منهنجي من.[1]

ساڪري طرف وارا ڪرمتي، راڻي کي وڏيڪ ويجها هئا. هنن کي جڏهن خبر پئي تہ راڻي تي حملو ٿيڻ وارو آهي تہ هنن پاڻ ۾ مصلحت ڪئي:

مريد، مدعار، دُورو، فتح چارئي سايہ هئا سردار
تن ڪرمتي ڪونائيا، مصلحتي مهندار
تہ وجي عيسب ڪيڪو آڻيو، جي آهن دُوجا دعويدار.

هنن سردارن پنهنجا بہ وزير سڏيا: هڪ عيسب، جو "بگهياڙن" جي پاڙي مان مک هو (۽ جيڪو پوءِ مڪليءَ واري جنگ ۾ ماريو) ۽ ٻيو ڪيڪو جيڪو

---

[1] تورو = آڏو، ٽيڪ، طرفداري. ان وقت جو سگهڙ شاعر ٿو چوي تہ: اهي بهادر منهنجي دل تي چڙهيل اهن، يعني راڻو ۽ رحمت الله.

"هَـديهہ" پاڙي مـان مک هـو. هنـن راءِ ڏنـي تـہ اسـين سـاڪري واري راڻـي جـا ويجها پاڙيسري ۽ اصل کان وني راڻي سان پيڙا آهيون. اسين هر حال ۾ راڻي سان مدد ڪنداسون. مگر نوتڪ اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي، جو بجار سان سندس دوستي هئي ۽ بجار ان کي پنهنجي پاسي ڪري ڇڏيو هو. جڏهن بہ رايون ٿـي پيون تہ ساڪري جي مَلڪ مريد بہ نڪو نوتڪ جو طرف ورتو تہ نڪو راڻي جي ئي مدد ڪيائين. نوتڪ تي پوءِ اها ميار لڳي:

نوتــڪ ناميـائي نــہ ڪـيَـــئي ڳــوڙا ڳالهــہ ڳــي
بيلــي ٿئيــن بجــار ســـان، وڏئـــي پـــاڻ مــارائي.

پوءِ عيسب ۽ ڪيڪو جي اڳوائيءَ هيٺ بگهياڙ ۽ هديهہ پاڙن جا چونـڊ بهادر مڙس راڻي جو طرف وني بيٺا ۽ گهڻا بهادريءَ سان وڙهندي مارجي ويا.

راڻي ارجن کي ڄام ڪريمداد جوکيي اڳوات ڄاڻ ڏنو هو. جڏهن کيس اها خبر پئي تہ ملير ۽ ساڪري وارا مَلڪ بہ شايد سندس مدد نہ ڪن، تڏهن البت دل لوڙهيائين ۽ پنهنجو سڄو سامان پنهنجن ٻيڙين ۾ ڀرائي. حاجي بگهياڙ جي حوالي ڪيائين تہ صبح جو سوير "اوڪا بندر" (ڪڇ ۾) ڏانهن هاڪاري هلي. پر جڏهن بجار جي ڪٽڪ جي خبر پيس، تڏهن سمجهيائين تہ پڇڻ جي پيٽي ڪانهي، تڏهن پاڻ بہ ٻيڙين ۾ چڙهي. ڪوٽ کي ڇڏڻ جو ارادو ڪيائين. ٻيڙين جي ٻيهڻ لاءِ حڪم ڏنائين، پر ان کان اڳ ٻيڙيون پوري وقت تي هاڪارجي ويون هيون ۽ جيڪي اڳ هاڪاريون، سي هاٿ نہ ترسيون. تڏهن چيائون تہ:

"هاڪـــاريون راڻـــي ارجـــن لاءِ بـــــہ نـــــہ بيٺيـــون
جنهـــــــن جـــــــون هيـــــــون ابـــــــاڻيون."

ڪيڪو هديهہ. عيسب بگهياڙ ۽ راڻي ارجن جو ماسات رحمت الله مُـلين - پوٽو پنهنجن ماڻهن سميت راڻي سان پيڙا ٿي بيٺا ۽ ڪيس همٿايائون. مڙدن مقابلو ڪيو. پر حملو وڏو هو ۽ راڻو، رحمت الله. ڪيڪو هديهہ نوتياڻي ۽ سندس ٻيا گهڻا ساٿي مارجي ويا.

"ڪيڪوُ بيليڙا. مچ مرڪندي ماريا

انهن مان گهڻن جي بهادريءَ کي ڳاياڻون. ٽن مڙسن قول ڪيا تہ اسين لشڪر چيري وچي بجار کي ڏڪ هڻنداسين. انهن قول پاريا. پر بجار جو بخت زور هو، جو هو سلامت رهيو. انهن مان هڪ ٻنبا بگهياڙ جنهن بندوق هنئي.

بيو ڄُتو منداڻي هو جنهن ڀالو هنيو. جنگ شروع ٿيڻ واري هئي تہ ساٿين سومار کي سجاڳ ڪيو تہ:

ساڃو ٿيءُ سومار، آيا جوڌيا جنگياڻي
اڳيئي اڄ ان اٿيءَ تان، مرڪي منداڻي[1]
سومار سائي ڀاري، جا ڀر ڀڄاڻي[2]
بنبا پنهنجا موڪيا پيالا ءِ پان.

—

بنبا پيبري، فوج مان ڦيري، ڪتيس ڪار ڪري
گهاءَ گليلي، پوٺس ڦرين ڪيو باري ٻجار کي
غلامياڻي گس مڇايو، ڇٽي ڇڳيري.

—

بنبا چيو ٻجار کي ادا اوري آءُ
تون جوڌيو جهڄي پاڙين، ٻيلي مون الله
پاڻ منهن ۾ ڏيئي مصريون گهوٽ وڃايون گهاءُ[3]
آءٌ اُني جو پاءُ، جن انگيرا اڏ ڪيا.

—

انگيرا اڏ ڪري، آ سوائي سومار
توڪُرَ وڏائي اها جئن ڪني خبردار
جيڏا ڄاڻن يار، تہ هي انگيل مان اڳي هئا.

—

هڻن منداڻي مچ ۾، ڄُتو منجهان تن
گينڊا سانڍيل گُر ۾ ڪارڻ اُن ڏينهن
مبارڪ مردن جون، ڳالهڙيون ڳنڃن.

درياهي ءِ ڪيڪو وڏي همت وارا هئا.

آهينئون "درياهي" دل ۾، ساريون ٿا "سومار"
ڪيڪو ڪنگٺهار، رهيو آهي ني روح ۾.

—

مردن پنهنجيون موڪيون، ڦرڦل سوپاريون
ننگر ناتاريون. وڏيون ٻگهاڙين "بيگ" چوءِ.[4]

---

[1] اٿيءَ تان اڄ = جنگ جي ميدان ۾ ڪند تان ڪاهہ ڪري اڄ.
[2] ڀڄاڻي = پيڻاٺي. پيءُ - ڏاڏي جي. وڏن جي.
[3] مصريون = تراريون. آڏو ترارين جا وار ڪري.
[4] "بيگ چوءِ" يعني "بيگ چوي". بيگ گڏبو هو. بڪراڻي گڏن مان.

## روايت-2

جوکيا اصل ڪنگور علائقي جا هئا، جيڪو شاهه بلاول جي پرسان آهي. پوءِ ملير ۾ اچي نڪاٽو ڪيائون. انهن مان بجار وڏي همت وارو ساماٽو ۽ وجي نتي ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي نواب وٽ نوڪر ٿيو. ان وقت ڏاراجا (ميرپور ساڪري ۽ بهارن ڪان اولهه) ۾ راڻو ارجن راڄ ڪندو هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي (1170 - 1186هه - 1756 - 1772ع) ٺٽي جي نواب شيخ شڪرالله کي حڪم ڏنو ته راڻي ارجن کي ماراءِ ته انهيءَ علائقي تي قبضو ڪجي. انهيءَ تي نواب، بجار جوکيي کي سڏيو ۽ تاڪيد ڪيو، جنهن تي بجار، راڻي ارجن کي مارڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪيو.

شڪرالله بجار کي تو ڪونيو سڏائي
ته آڻ سسي ارجن جي، يا پانهنجي تون ڏي
نه ته هٿندو سئين هٿن سين، جنگ نه ڪندين جي
سو وير انهيءَ وِڪر ۾ تو ورنهه وِماسي.

---

مني، بنگل، بيگ، مراد، پنڻ سان تو ڳوڌو ڳالهائي
ته اوهين پائر مَنهنجا، هيڏي اچو سي
ميار جا مڪلي جي، هلو ته اچون لاهي.

اها "ميار" اُها جو ڪلهوڙن طرفان خداآباد مان گهَل چڙهي هئي، تنهن جوکين کي هيسائڻ لاءِ مٿن جُلهه ڪئي.

"ڪنيو خدا اباد مان گهل وڏي گهوڙن"

اُن وقت بجار ۽ تُگو ٻئي ڀائر ڀڄي ويا، باقي سندن ڀاٽيجو ڪالا مڙس تي بينو ۽ مارجي ويو هو. جوکيا ان وقت مال وني وَس جي سانگي مڪلي تي وينا هئا.

تُگي ڇڏيو تار ۾، ڏنو تي بجار
مامن تي ميار، رهي قابل ڪالا خان جي.

يعني ته مامي تگي پنهنجي ڀاٽيجي "ڪالا" کي وڏي مصيبت (تار پاڻي) ۾ ڇڏيو ۽ پڻ بجار ٻري ڪان پٺي ڏنو. پر ڀاٽيجي سان پيڙو نه ٿيو.اها ميار مٿن رهيل هئي، سو ڀائرن کي سڏي چيائين ته: هلو ته هلي وڙهون. سر ڏيون ۽ پاڻ تان اها ميار لاهيون.

بجار پوءِ ملير جا اسي جوکيا ساڻ ڪري، لاهري بندر ڏانهن ڪاهي هليو. راڻو ارجن ان وقت ويهن ماڻهن سان "رتي ڪوٽ" ۾، جيڪو هڪ ٻيٽ تي هو، شڪار لاءِ لٿل هو. وِهاڻي رات، جڏهن راڻو ارجن پنهنجي طنبوءَ ۾ ڏيئو ٻاريو ستو پيو هو، تڏهن ٻجار ۽ سندس ساٿي ترارين وات ۾ ڪري، سيٽاهن تي تري وڃي مٿس ڪڙڪيا ۽ ماري ڇڏيائونس.

مياں غلام شاهه انهيءَ فتح جي عيوض، بجار جوکيي کي "ڄام" جو لقب ڏيئي جوکين جو سردار مقرر ڪيو. ڄام بجار پوءِ زور ورتو ۽ ڪرمتين ۽ برفتن سان جنگيون ڪيائين.

راڻي ارجن کي بجار ماريو. ان واقعي بابت روايتون هن ريت آهن:

مياں محمد امين پوتاڻي[1] چيو تہ: راڻو ارجن پنجاهہ مڙسن سان هلندو هو ۽ سمنڊ ۾ ٻيڙا ڦريندو هو. بجار جوکيو بہ ڏاڍو مڙس هو. پنهنجن ساٿين جو نوڪر بنجي مياں غلام شاهه جي دربار ۾ ويو. بجار جو پير وڏو هو. تنهنڪري سجاپجڻ جي ڊپ کان هاٿُو بہ پاڻ سان ڪين نيندا هئس. مياں غلام شاهه جي مٿس نظر پئي ۽ پهلوان ڏسي کيس چيائين تہ: تون وڃي راڻي ارجن کي ماري اچ. راڻو ارجن بہ ترارين ٻڌندو هو. جڏهن بجار مٿس حملو ڪيو، تڏهن راڻي سان گڏ هڪڙو بلوچ هو. تنهن مقابلو ڪيو، پر مارجي ويو. پوءِ بجار ترار جو وار ڪري راڻي کي ماريو.

سگهڙ عبدالله جوکيي جي روايت موجب ڄام بجار، راڻي کي مارڻ وقت ست ڏاڍا مڙس جوکيا پاڻ سان وٺي ويو هو: (1) سينڌل شهداڻي (2) ابراهيم سا ڪاڻي (3) حاصل ساڪاڻي (4) لائقڏنو ساڪاڻي (5) ٻچل ساڪاڻي (6) نورو ڍاڳرو ۽ (7) ڏٽي ڏنو ساڪاڻي، پر مٿي آيل شاهد ٻيٽ ۾ مني، بنگل، بيگ، مراد ۽ پنڻ جا نالا آهن.

سگهڙ حاجي محمد سوڍي بگهياڙ جي روايت موجب راڻي ارجن کي ڪلهوڙن مان ڊپ رهندو هو، تنهنڪري هن پنهنجا ٻار ٻچا ساموندي ٻيڙين رستي روانا ڪري ڇڏيا. ٻيڙيون هليون تہ خيال آيس تہ هتي وڙهي پورو ڪونہ پئبو، تنهنڪري هيءَ پيٺي ڇڏجي. اِهو خيال ڪري ٻيڙياتن کي سڏيائين، پر ٻيڙيون ڪين بيٺيون. انهيءَ تان ٻهاڪو مشهور ٿيو تہ: "هاڪاريون، راڻي ارجن لاءِ بہ ڪين بيٺيون، جنهن جون ٻڌاڻيون هيون." ان بعد راڻي ارجن دستور ڪري ڇڏيو تہ رات جو پنهنجي همراهن سميت جدا هڪڙي ٻيٽ ۾ وڃي ٿيندو هو.

[1] وينل دريجي جو.

جڏهن ڪلهوڙن جي طرفان، راڻي ارجن تي حملي جي سٽس پئي، تڏهن ڪرمتي بلوچ، جيڪي راڻي ارجن جي علائقي ۾ ويٺل هئا، تن پنهنجي مَلڪ طوطا خان کان پڇيو تہ ڪنهن جو طرف وٺون. ملڪ چيو تہ:

"سدا رهون ساڪري، اجهي راڻي جي"

يعني تہ اسان اصل کان راڻي جي اجهي ۽ راڻي سان پيڙا آهيون. تڏهن ڪرمتي راڻي جي طرف تيا. جڏهن بجار جوکيي، راڻي ارجن تي حملو ڪيو، تڏهن ڪرمتين جو راڄ سڄو وڙهيو، پر ملڪ جو ڀاءُ "نوتڪ" ڪرمتي، جنهن کي بجار ڳالهين ۾ پنهنجي پاسي ڪري ڇڏيو هو، سو بجار جي طرفان وڙهيو. انهيءَ ڪري ملڪ طوطا خان نڪي راڻي جي طرفان وڙهيو نڪو نوتڪ جي مدد ڪيائين. ان تي ڪنهن شاعر چيو تہ:

نوتــــڪ ناميــــاءِ ڪينڪــــي، ڳــــوڏا ڳالهــــ ڳڻــــي
بيلــــي تــــي بجــــار جــــو، وڏوءِ پــــاءُ مــــارائي.

جنگ جون ڳالهيون پئي هليون تہ ڪرمتين جو شاعر بيگ گدو، تنهن پئي اُٿيو ۽ اُٿندي جهونگاريائين تہ:

آهينئــــون دريــــاهي دل ۾، ســــاريون تــــا ســــومار
ڪيڪــــو ڪنگڻهــــار، رهيــــو آهيــــم روح ۾.

ائين چئي زال کي چيائين تہ: الا! تُڪ زبان مان نڪري ويئي، مڙس مارائي وڌم.

پُرتوس، نوتڪ مِلڪائي جي طرف جو هو. تنهن راڻي ارجن جي طرف وڻ تي، ڪرمتين کي طعني طور، بيگ گدي کي چوائي موڪليو تہ:

پــــاراپو پــــرتوس جــــو، نيئــــي بيــــگ ڪــــي ڏيــــج
تہ تنهنجي ميرن موچاريون ڪيون، هاڻي تون پڻ ڪي ڇئيج.

بيگ گدي جواب ۾ چوائي موڪليو تہ:

پــــاراپو پــــرتوس جــــو، ســــٺي ڪيوســــين ڪــــن
راڻــــي ۽ رحمــــت الله جــــو مــــور نــــہ اڌڪــــو مــــن
اهــــي طعنــــا ڏجــــن تــــن، جــــي ملــــڪ مــــارڻ آئيــــا.

يعني: نون نوتڪ جي راز جو آهين. نوتڪ وارن کي طعنا ڏي، جيڪي ملڪن سان وڙهڻ آيا آهن. رحمت الله مُلي - پرڻو ويٺل پير محموداڻي تي. سو راڻي جو ماسات هو ۽ ٻئي سدائين گڏ هوندا هئا.

حاجي سرماڻ خان[1] چيو تہ سومار منڌاڻي. ٻنبا بگهياڙ ۽ ڇُتو بگهياڙ. انهن ٻنهي وعدا ڪيا هئا تہ ٻجار کي جيڪڏ ڏک نہ هئندو. سو مياري آهي. اهي راڻي جي طرف هئا. جنگ تي هلڻ لا، سومار کي سڏيائون تہ:

ساڄو ٿي سومار  جوکيا آيا جنگ تي.

تڏهن سومار اُٿيو ۽ حُقو ڪٺي جنگ تي هليو. چيائونس تہ: حقو ڪنيو ٿو هلين! چيائين تہ: پويان هاٿي حُقو ڪنهن جي لاءِ ڇڏيان؟ سومار ڏبر مڙس هو، پوتي پئي لڙڪندي هيس، پر چوندو هو تہ: "ادا! هنيون ڳٽبيون". پوءِ جنگ ۾ پهرين مڙس کي حُقو هڻي مارِيائين.انهن ٻنهي مڙسن قول پاڙيو ۽ ٻجار کي ڏک هنيا. پر ڏک ٿورا لڳا. ٻجار پوءِ چوندو هو تہ: "نپ فلاڻي فلاڻي جو آهي". ڇُتي بگهياڙ بندوق هنئي جا ٻجار کي ڇڏن ۾ لڳي.

بنبـــا چيـــو ســـومار کـــي، ادا! اوري آءُ
جوکيـــو جهجهيـــن پـــائرين، پيلـــي ميـــر الله
منهـــن ۾ جهلـــي مـــصريون، گهـــوڙ وڄايـــا گهـــاءَ
تـــون تنـــي جـــو پـــاءُ، جـــن اَنگيـــرا اڏ کيـــا.

—

انگيـــرا اڏ کيـــا، آءُ ســـوائي ســـومار
تـــو ڪنـــر وڏائـــي اهـــائي، هـــُئين ڪنـــي خبـــردار
جيـــڏا ڇـــاڻن يـــار، تـــہ هـــي انگيـــل مـــاڻ اڳـــي هئـــا.

ڪيڪُو هَديهہ نوتياڻي، راڻي ارجن جو وزير هو. سو انهيءَ جنگ ۾ ماريو. سندس قبر قدمن واري مقام ۾ آهي. جنهن تي گهوڙي جي تصوير نهيل آهي.

ڪيڪُو مير منئي جا، هئا ڳورن ڳورا بار
گَري چڙهي گندبي، تنهن عهدي ڪيا الغار
نـــوزڪ تيو نـــروار، تنهن ڪان پوءِ ترار ۾.

—

[1] حاجي سرماڻ خان بگهياڙ سان سندس ڳوٺ تعلقي ميرپور ساڪري ۾ تاريخ 22-جون 1956ع تي ڪچهري ٿي. حاجي سرماڻ خان کي گهڻيون خبرون هيون ۽ وڏو داناءُ هو. وڏيءَ عمر جو هو ۽ ٿورڙ پوءِ گذاري ويو.

# 17. پيمجي جي ميان غلام شاهه سان جنگ

پنهنجن ڀائرن کي مجائي مطيع ڪري، ميان غلام شاهه سن 1170هه (1757ع) ۾ سنڌ جو حڪمران ٿيو ۽ ان کان پوءِ ڪڇ جي راءِ طرفان ٿيندڙ زيادتين طرف توجهه ڪيائين. ٻه طاقتور قومون نوتيار ۽ جت ساڳئي وقت ڪڇ توڙي سنڌ (جاتي ۽ بدين) ۾ آباد هيون ۽ انهن جو ڪڇ جي راءِ سان تاريخي ناتو هو. ان وقت ڪڇ ۾ ان کان اڳ ڪڇ جا راءِ، جيڪي جاڙيجا سما هئا، سي عقيدي طور مسلمان هئا. جيتوڻيڪ ڪي هندڪيون ريتيون رسمون به ڪندا هئا، انهيءَ ڪري انهن جا سڱ بند جا به رشتا هئا. ان وقت ڪڇ جو راءُ گوڙجي هو، جنهن جي پاءُ آسُوجي نوتيارن مان شادي ڪئي هئي، جيڪي "ٻَني" ۾ وينل هئا. اُها ڇوڪري ايڏي همت واري هئي، جو سانَـهه ڏڳي کي ڪَن مان جهلي قابو ڪيو هئائين. ڪيس ٻه پٽ ٿيا: پيمجي ۽ ويسوجي. هو ٻئي همت وارا هئا، پر پيمجي وڏو پهلوان هو. سندس ناناڻا نوتيار هئا ۽ سندس شادي به سنڌ جي سوڍن مان ٿي هئي. سنڌ سان سندس گهاٽو تعلق هو. ميان غلام شاهه جي حملي وقت آنَ نه مڃيائين. "جهاري جبل" وارو علائقو هنن جي جاگير ۾ هو ۽ پيمجي ۽ سندس ڀاءُ ٻئي مقابلي لاءِ "جهارو جبل" جهلي بيٺا، ميان غلام شاهه جي طاقتور لشڪر سان پڄي نه سگهيو، پر آخر دم تائين وڙهيو ۽ سِر ڏنائين، پرميدان نه ڇڏيائين. تڏهن چيائون ته: "واه پيمجي! جنهن جهارو ملهايو." هن جنگ جا هينيان بيت اسان ننگر پارڪر جي سگهڙ جي سروپيي فقير ڊاڊي مگڻهار کان ٻڌا[1]:

ميان ماٺهو موڪليو، پيمجي اوري آءُ
لونگي ٻڌايان لڪ جي، سوني سروپاءُ.

—

پيمجي امان ائين چيو، متان لجائين کير
ڇئي: جيئري جهارو نه ڇڏيان پلي اچن امير.

---

[1] مرحوم محمد اسماعيل خان نون ۽ صوبيدار سوڍي ستيڏان جي مهرباني. سن فقير حيدرآباد آيو ۽ اسان جو مهمان ٿيو. جتي سائس 29-فيبروري 1960ع کان ٻه - ٽي ڏينهن رهاڻ ٿي.

لغـــاري لاشـــاري چانديـــا، پيـــڙا رنـــد دـــروچ
علـــي علـــي كـــري اُتيـــا ڪڙكيـــا كـــوت كـــروڙ.

—

پيمجـــي چيـــو يـــاءُ كـــي يجـــڻ نـــاهي ويـــر
هٽـــو تراريـــون تكيـــون، پـــڙ ۾ كوڙيـــو پيـــر.

—

كـــارو گهـــوڙو كجلـــو، مليـــر موراتـــو
اچـــي پيـــو لشـــكر ۾ پيمجـــي يـــالارو.

—

ســـودي راڻـــي ايئـــن چيـــو: پيمجـــي كـــو كـــري
ســـونَ كتـــاري هـــت ۾، رك ســـان رانـــد كـــري.

—

## 18. ڪڪرالي جي ڪيهرن سان جنگيون[1]

اوڇتي درياءَ جي ڏکڻ وارو پاسو، ڪيٽي بندر شهر کان اُپرندي وارو پاسو، موجوده سنڌو درياءَ جي اوپر طرف شاهبندر تعلقو، اهو سڄو ملڪ ڪڪرالو يا ڪڪراڙو سڏبو هو. ۽ آڳاٽي وقت کان وٺي ڪهر قبيلي وارن جي اُتي هڪ مقامي رياست هئي. ڪو وقت هو جو ڪڇ جي اَبڙاسيي واري علائقي ۾ بہ ڪيهرن جي حڪومت هئي، انهيءَ ڪري ڪڪرالي جي ڪيهرن ۽ ڪڇ جي راڄن جي وچ ۾ ويجها ناتا هئا. خاص طرح سمن جي قبيلن ۾ ڪڪرالي جا حڪمران بہ "ڪيهر سما" هئا ۽ انهي ڪري "ڪيهر ڄام" سڏبا هئا. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي اجا جڏهن حڪومت هٿ نہ ڪئي هئي ۽ ڀائرن سان سندس مقابلا پئي هليا، تڏهن هن هيٺ لاڙ طرف پئي گشت ڪيا ۽ ڀانئجي ٿو تہ هن ميرپور ساڪري طرف ڏاراجا جي راڻي، مليرِ ۽ ساڪري جي ڪرمتين ۽ ڪڪرالي جي ڪيهر ڄامن کان مدد گهري. اهي تيئي طاقتور ڌريون هيون، پر ميان غلام شاهہ ۽ سندس ڀائرن جي جهيڙي ۾ نہ پيا. پوءِ جڏهن ميان غلام شاهہ حڪمران ٿيو تہ انهن ٽنهي ڌرين خلاف قدم کنيائين. ڏاراجا جو راڻو اتي جي "نگامرن جي رياست جو آخري" حڪمران هو، جنهن تي ميان غلام شاهہ طرفان ڄام ٻجار جوکيي حملو ڪيو جو هو مارجي ويو. سن 1173هـ جي آخر ۾ ڪڪرالي جي ڄام ڏيسر جي ڪن مهٽ ڪرڻ لاءِ ميان غلام شاهہ توجهہ ڏنو. ڀهريائين محمد اويس ۽ ٻين سردارن کي ڄام جي خلاف موڪليائين. انهن ڄام ڏيسر کي هڪ ٻئي پٺيان شڪستون ڏنيون. آخرڪار 7- صفر 1184هہ (8- ڊسمبر 1760ع) تي ڄام ڏيسر مجبور ٿي ڀڄي وڃي ڪڇ ۾ پناهہ ورتي.

تي سگهي ٿو تہ ان کان اڳ بہ ڪلهوڙن حاڪمن طرفان موڪليل لشڪر مٿن چڙهائي ڪئي هجي. اهو بہ ممڪن آهي تہ ٻين طرفان ڪي حملا ٿيا

---

[1] هي بيان ساڪري جي داناءُ سگهڙ حاجي سرمانئ خان مرحوم کان 1951-1955ع ۾ ڪيل ڪچهرين ۽ ان بعد سندس سڄاڻ فرزند حاجي محمد سوڏي کان 13-جنوري 1963ع تي ميهر شاهہ جي ميلي (ٻنورو) رتي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيا ويا.

هجن، پر ڪڪرالي جا ڪيهر ميان غلام شاهه جي حملي ڪان پوءِ ڪمزور ٿي چڪا هئا. هنن بيتن جي ٻولي مان پانئجي ٿو تہ هي 18- صدي عيسويءَ کان اڳ جا ناهن. هنن بيتن مان ظاهر آهي تہ "بستان بندر" تي ڪو حملو ٿيو جنهن ۾ ڪيهرن هارايو. ان کان سواءِ ٻي بہ ڪا لڙائي ٿي، جنهن ۾ ڪيهرن جي لشڪر اچي "ڳڙهہ آباد" (آباد جي قلعي) ۾ پناهہ ورتي ۽ منجهانئن ڪي ملڪ ڇڏي ڪنيات طرف هليا ويا. ڄام ڏيسر ڪان اڳ يا پوءِ ڪيهر يوڄراج[1] ٿيو جيڪو وڏو سورهيہ هو. هنن بيتن ۾ "ڪيهرن جي مخالف" واري طرف جي شاعر سندن گلا ڪئي تہ "ڪيهرن جي طرف جي شاعر" ان جو جواب ڏنو.

**مخالف ڌر جو بيت**

جُمعي بعد جا سُئي ڪا بَستا منجهہ بندر[2]
تہ ڏسو ڏيسر ڄام جا ڪيهر هئا ڪونڌر
ڏُکي جي ڌمال سين پير نہ ڪتن پر
وِتائي وڏئون واڻ تي پنهنجا هٿن سان هَتير[3]
پوءِ ناحق موتي نر، لُڳڙ لوڏي آئيا

**ڪيهرن جي طرف جو جواب**

خدا ڪنان خير پن، وائي ايءَ مَ وار
ڪيهر ڪابل ڪرمي، طالع سندن تار
نيگهَڻ، ٻُولو، ڪانهيون، مُنگرُ مَل متار[4]
اي چارئي چڙهيا اُمراءَ اچن، پڙ جني تي ٻار[5]
سَايئَ سَڄائي چڙهيا، "ديري" جن دربار[6]

---

[1] مسلمان هو. پر ڪيهرن ۽ پچم جي سمن ۾ "يوڄراج" ۽ "پرتوي راج" نالا هلندا آيا. جيتوڻيڪ اهي صدين کان وٺي مسلمان هئا.
[2] جمعي نماز بعد هي ڳالهہ بستا بندر ۾ هلي.
[3] وتائي وڏئون = ڦٽا ڪيائون. هتير = هٿيار.
[4] اهي چار ئي وڏي همت وارا.
[5] امراء = امير. پڙ = همت پريا. سگها.
[6] سايئہ = سانبهہ. گڏ. جن جي دربار يا گادي "ديري" ۾ هئي.

اُن سين راڄو روجهيءَ تي چڙهي تيو پلي‌ءَ پاڻ سوار[1]
تل واهيندا تار، جي سانهہ سانيٽيا پان ۾[2]

**مخالف**

توجي سانهين سَٽ ٿي نہ جهلي، تنا تَسراهہ پٽي
ڪي پڳا "ڳڙهہ آباد" تي، ڪن وجي "ڪنيات" ڪٽي
ڪي لڪا اهڙي لل سان، جٿن لڪين ڪونہ لهي
جيءَ لڪانيئون جانيون، ٽوٽي هيٺ ٿهي
سُپت سردارن جي رَٽي ڪانہ رهي
سانجهر سوير ٿي، آيا "ڳڙهہ آباد" ۾.

---

پر جو لوڏ ڪندو هو لاڏڪو، مڙد سونهريءَ مُٺ[3]
سو پڙ ڪي ڏيٺي پُٺ، تو جو پوڄراج پڇي ويو[4]

**موافق**

ان پوڄراج جي پڇڻ جو، آءٌ سنهن ڪٿان سوڳنڌ[5]
ڪَ گنگا اُلٽي وَهي، ڪَ جهُري سڪندر بنڌ
ڪَ قطب تارو پوٽي، رڙهي وني رند
ڪَ موٽي پوي ماہ ۾، سندو هاٿيءَ ڏند
تہ بہ ڪيهر ورائي ڪنڌ، پڙ ڪان پنيرو نہ ٿئي.

**مخالف**

پر پڙ ڪان پنيرا ٿيا توجا موٽيا مٿيرا
ستن پنجن پاڻ ۾، گهوٽن ڪيا گهيرا
پاڳون پنجاهين جون ڍري ٿيون ڍيرا
اڇن لوڏيل لڪندا، جهڙا ڳگاٽيل ڳيرا[6]
سانجهر سويرا، آيا "ڳڙهہ" آباد ۾.

---

(1) راڄو = سردار. روجهي = گهوڙي، روجهہ جي رنگ واري. پليءَ پاڻ = چڱي سوڻ سان، پلي پيٺي تي.
(2) رت جون ترايون وهائيندا. سانهہ = سگها سورہ. سانييٽيا = ٻڪين پيا، جنگ ۾ مقابل ٿيا.
(3) سندن ترار سوني مٺ سان هئي.
(4) توجو = تنهنجو.
(5) آءٌ قسم ٿو کڻان تہ هو ڪڏهن ڪونہ ڀڳو هوندو.
(6) سيءَ جا سٽيل ڳيرا پکي.

موافق

پـڙ كـان پنيـرا نـه تيـا جـڏ دانهـه هئـا "ديـري"
وڏي بخــت بلنــد هئــا كـــهر ككـــراڙي
كــوك تنـي جـي كـڇ ۾ كنيــات ۽ كــاري
ڏينهـن لـڳن راتيـون پـون، ورق وجهـن واري
وئــا ٻــول پنهنجا پــاري، كــهر ككراڙي ڏٺي.

## 19. مبين عبدالرحيم گرهوڙي جيساميءَ سان جنگ

### ڪلام گرهوڙي ۾ آندل روايت[1]

گرهوڙي صاحب هيءَ جنگ سن 1192ع ۾ ڪئي. مهاڏيو جي مڙهي خيرپور (ضلعي) جي تر واري ٺڪر ۾ هئي. چون ٿا ته انهيءَ مڙهيءَ جو بنياد 500هه ۾ پيو. روايت آهي ته مڙهيءَ جو برپا ڪندڙ گنگا نديءَ مان پاڻي کڻي نڪتو هو، انهيءَ ارادي سان ته ڪٿي هڪ وڏي مڙهي ناهي وجي ويهان. ڪٿي ۽ ڪهڙن اصولن تي مڙهي بنائي وجي، انهيءَ لاءِ گنگا جر ڪنيو هئائين ۽ دل ۾ رٿيو هئائين ته جنهن هنڌ جو پاڻي گنگا جر سان تور ۾ هڪ جيترو بيهندو، اُتي اها مڙهي اڏائي ويندي. گهڻائي ڏيهه ڏوريائين، مگر پاڻي وزن ۾ گهٽ تي بينو يا وڌيڪ. آخر جڏهن رلندي رلندي هگورن وٽ آيو، تڏهن اُتي جو پاڻي گنگا جر سان وزن ۾ پيچي آيو. پوءِ اِهو بائو اُتي مڙهي بڌي ويهي رهيو ۽ ان کي مهاڏيو جي مڙهي يا مهاڏيو جو مندر ڪري سڏيائين. آهستي آهستي اُن جي چوگرد شهر بنجي ويو.

انهي مڙهيءَ جي مهنت کي جادوءَ جي زور تي ڏاڍي طاقت هوندي هئي، جنهن ڪري سڄو ملڪ نميو پيو هوندو هئس. ٻارهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ مهاڏيو جي مڙهيءَ جو مهنت سوامي دَنگرُ نالي هو، جو پنهنجي نندي پاءُ گرت گر جي حمايت سان وڏي هستي رکندو هو. هندو خواه مسلمان هزارن جي تعداد ۾ سندس پوئلڳ هئا ۽ گهڻيءَ پسگرداڻيءَ ۾ سندس مڃتا هلندي هئي. سندس لنگر هميشه جاري هو، تنهنڪري آيو ويو سندس نمڪ کائي، سندس ارادتمنديءَ جو دم ڀريندو هو. چانيها ۽ گجو ذات جا مسلمان پڻ سندس مريد هوندا هئا. انهن جي استدعا تي سوامي دتگر کين شڌ ڪري هندو ڌرم داخل ڪندو ٿي ويو.

جڏهن کان مسلمانن جي مرتد ٿيڻ جو ٻڌلاءُ گرهوڙي صاحب جي ڪن تي پيو، تڏهن کان وٽي دلي ارادو هوندو هئس ته اها مڙهي منهدم ڪري، ساري ماندان کي نابود ڪري ڇڏيان. هڪ دفعي لنواري شريف ڏي ويندي، مڙهي جي طرف ڪان ايندڙ يارن وٽان معلوم ٿيس ته بتخانو اڳي کان به وڌيڪ زور تي ويو

---

[1] ڪلام گرهوڙي، شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي، 1959

آهي. اها ڳالهہ ٻڌندي ڏاڍو جوش تيس ۽ يارن کي چيائين تہ بتخانو ڊاهڻ ضروري آهي. حاضرين مان هڪ درويش کي پنهنجي پاران خواجہ گل محمد صاحب ڏي موڪليائين تہ وڃي احوال پهچائي ۽ پاڻ پوئتي موٽيو. انهيءَ درويش خواجہ صاحب وٽ پهچي احوال پيش ڪيو ۽ عرض ڪيائين تہ شيخ صاحب مون کي اماڻڻ وقت هيءَ بيت روئي پڙهيو هو تہ:

جنهن ڪن ٿوپايا ڪوڏ مان، تنهن کي ڪچاڙو
مائس ستاڙو، پٽس نالو ڪينڪي.

حضرت خواجہ صاحب اهو سنيهو سڻي ڏاڍو افسوس ڪيو ۽ فرمايائون تہ: "شيخ صاحب پنهنجي عمر جي پڄاڻي ڏني آهي."

پوءِ گرهوڙ ۾ پهچي عام پڙهو گهمارايائين تہ: "آهي ڪو غازي، جو جهاد في سبيل الله ۾ ساهہ ڏئي"؟ مگر هلي اُهو، جنهن کي ڦڻي ڏيڻ جيڏي ڏاڙهي هجي." ڪل ٻاهتر ماڻهو ساڻس هلڻ لاءِ تيار ٿيا. رواني ٿيڻ وقت هڪ خط مارو ٿيبي هٿان مير بجار خان ڏي لکي موڪليائين ۽ هي نياپو پڻ ڏنائين تہ: جنهن جي نياپي تي مون توهان کي دنيوي رهائش لاءِ هڪ زمين جو ٽڪر هٿ ڪري ڏنو هو، انهي نياپي موڪليندڙ جي ڪم سان مان هتان روانو ٿو ٿيان. توتي هاڻي فرض آهي تہ اچي منهنجي مدد ڪر. حڪم موجب مارو ٿيبي، مير بجار خان کي وڃي خط ڏنو. مير کي انهي وقت ايمان ڇڏي ويو. پاڻ تہ ڪونہ آيو. پر مدد بہ ڪانہ موڪليائين. پاڻان جواب ڏياري موڪليائين تہ: توهين ۽ مهنت سڻي فقير آهيو، اسان جو انهيءَ ۾ واسطو ناهي، جيئن وڻيوَ تيئن ڪريو. هوڏانهن مهنت ڏي جوائي موڪليائين تہ اسان جو مگريي جي ڪاهہ سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. توهين مگريي سان کهڙو بہ سلوڪ ڪري سگهو ٿا.

گرهوڙ کان پهرين منزل "رڪن ڊليار" وٽ ڪيائون، جو ڪپري کان 5 ميل اوپر ۾ آهي. اتي ٿيبن وٽ سرنهن جي وڻ هيٺ ڏينهن ناريائون. مارو ۽ الياس ٿيبو ٻئي ٻائر جهاد لاءِ تيار ٿيا. پر پاڻ الياس کي پوئتي گهر جي سنڀال لاءِ ڇڏيائين ۽ فقط مارو کي ساڻ ڪنيائين. اُتان ڪوچ ڪري "راڙ" جي سيدن ۾ آيا. سيدن کي چيائون تہ: "اوهين سونهان ٿي هلو." سيدن چيو تہ: " مهنت تمام ڪرڙو آهي، هي لشڪر ڪڏهن بہ ڪونہ ڪٽندو. ۽ جيڪڏهن مهنت کي خبر پئي تہ اسان سونهپ ڪئي آهي تہ اسان کي پيڙهي ڇڏيندو." ائين چئي هلڻ

ڪان انڪار ڪيائون. سندن سات ۾ ڪامل نالي هڪ ڪوري هو. جنهن چيو تہ: مان تازو اُتان اَن خريد ڪري آيو آهيان. وات آءٌ بہ ڏيڪاري سگهندس. تنهن تي پان چيائين تہ: ترن جيڪڏهن هنن پاهتر چڻن جو سونهون ٿيو تو هلين. تڏهن ڏينهن قيامت جي بہ هنن پاهتر چڻن جو سونهون ٿي هلندين. هنن سيدن جي سيدي وني تو ڏيان ڪورين ڪي ۽ ڪورين جي ڪورپ وني تو ڏيان راڙ جي سيدن ڪي.

"راڙ" ڪيري تعلقي ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جتي اجا تائين ڪيترا سيد وينا آهن. جي ڪورڪو ڪم پيا ڪن. ڪامل ڪوريءَ جا پويان اجا تائين گرهوڙي صاحب جي درگاهہ جا مجاور ٿيندا اچن. مرحوم سنگهار فقير. جنهن جي واتان هيءَ روايت آندي وئي آهي، سو بہ ڪامل ڪوريءَ جي ڪڙم مان هو. آخر راڙ مان رڙهي اچي مهاڏيو جي مڙهيءَ ڪي قابو پيا. ان وقت سڄي عملي وٽ فقط هڪ ڏور واري بندوق هئي.

مهنت وٽ هڪ ڪشتو هوندو هو، جو هر ڪنهن طرف ڪان اَنَ، گيهہ ۽ گوشت وغيره گڏ ڪري اچي ديڳ ۾ وجهندو هو، جا رجهي تيار ٿيندي هئي ۽ اُن مان اُتي جا رهاڪو - هندو خواه مسلمان ڪائيندا هئا. انهيءَ ديگ ۾ اهڙي حڪمت هئي، جو سوين ماڻهو ڪائي اُتندا هئا. پر هوءَ اوتري جي اوتري رهندي هئي. از انسواءِ ڪهڙو بہ مريض وٽس ايندو هو، تہ مٿس بہ - ٿي لفظ پڙهي شوڪاريندو هو تہ مرض لهي ويندو هو. انهن ڳنهي ڪرتبن ڪري ماڻهن ۾ مهنت جي وڏي مڄتا هوندي هئي.

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي شهر جي ويجهو وارد ٿيڻ شرط جتيءَ جي هڪ پادر ڪي حڪم ڏنو تہ ڪشتي ڪي ڪيڏانهن بہ نہ ڇڏج. سو ڪشتو جيڏانهن وڃي تيڏانهن موچڙا ڪايو موٽيو اچي ساميءَ جي اڳيان ڪري. سامي حيران ٿي چيو تہ شايد ڪو جادوگر آيو آهي جو ڪشتي ڪي گدائيءَ ڪان روڪي ٿو. چوڌاري چاري موڪليائين. جن خبر اچي ڏنيس تہ بيو تہ شهر جي چڪ ۾ ڪونہ آيو آهي. سواءِ گرهوڙ واري مگريي فقير جي. ساميءَ ڪي اڳئي سنڌ هئي تہ مگريو وڏو درويش آهي. جنهن ميرن ڪي سنڌ وٺائي ڏني هئي. تنهن تي ساميءَ جي ننڍي ڀاءُ گرت گر ڪيس چيو تہ هن ڪي ميرن جي ضرور مدد هوندي ۽ از انسواءِ فقير بہ آهي. انهيءَ سبب ساڻس وڙهڻ چڱو ناهي. بهتر ٿيندو تہ منٿ ڪري جند ڇڏائجي ۽ ڪيس ڪجهہ ڏن ڏيئي پوئتي موٽائجي. دنگرُ ڪي اُها

صلاح آئڙي ۽ ٻئي ڇٽا گرهوڙي صاحب وٽ لنگهي ويا. گهڻيئي منٿون آزيون ڪيائونس، سون، هيرن جواهرن ۽ سوڊين عورتن جي لالچ ڏنائونس، مگر گرهوڙي صاحب سيني آڇن کان انڪار ڪيو. بلڪ ٻنهي ڇٽن کي اسلام جي دعوت ڏنائين ۽ کين صاف چيائين ته: جيڪڏهن ايمان نه آڻيندا ته مان جنگ کان ڪين گسندس. ٻنهي ڇٽن ايمان آڻڻ کان نابري واري. تنهن تي پاڻ کين چار شرط پرڪا طور وڏائين ۽ فرمايائين ته: جيڪڏهن انهن مان ڪوبه شرط قبول نه ڪيو ته پنجون شرط تلوار جو آهي، جا پاڻهي فيصلو ڪندي. پهريون شرط: هندن جو سردار اسان وٽ اچي، اسين کيس چاليهه راتيون هڪ ڳڙکين کان سواءِ جاءِ ۾ بند ڪري، ٻاهران قلف ڏئي ڇڏينداسين. اهڙيءَ طرح آءٌ جو مسلمانن جو مهندار آهيان، سو وٽن چاليهه راتيون قلف اندر بند رهندس. پوءِ جيڪو به اسان مان فوت ٿيو، تنهن جو لشڪر آڻ مڃيندو. ٻيو شرط: هڪ ميدان مقرر ڪجي. هندن جو لشڪر هڪڙي طرف بيهي ۽ مسلمانن جو سامهين طرف، جيئن هڪٻئي کي ڏسي سگهن. پوءِ آءٌ ۽ هندن جو سپهه سالار ميدان ۾ ٽي ملهون وڙهنداسين. جيڪڏهن ٽيئي دفعا آءٌ مٿس غالب پيس ته هو مسلمان ٿيندو، نه ته آءٌ جٺيو ٻڌي ساري لشڪر سميت سندس تابع ٿيندس. ٽيو شرط: مون کي ۽ هندن جي سرڪردي کي سيني ماڻهن جي روبرو ٻڌري پٽ ساهميءَ ۾ تورين، جيڪڏهن هو باوجود ٿُلهائيءَ جي ڳورو ٿيو ته آءٌ سندس رسمون پاڻ تي هموار ڪندس، پر جيڪڏهن آءٌ باوجود ڏٻرائيءَ جي وزن ۾ سرس ٿيس ته هو اسلام آڻيندو. چوٿون شرط: هندو پنهنجي بُت اڳيان راڳ روپ ۽ ريتون رسمون ڪن، جڏهن جوش ۾ اچن تڏهن آءٌ تن تنها وٽن حاضر ٿيندس. پوءِ جيڪڏهن مون تي تصرف هلايائون ته آءٌ سندن جماعت ۾ شامل ٿيندس، يا آءٌ ذڪر جي حلقي ۾ اندر ويهي رهندس ۽ سندن سردار اڪيلو اچي. اجان اوٺيهه وڪون پري هوندو ته ازخود ڪلمه شهادت پڙهي مسلمانن جي دين ۾ داخل ٿيندو. پنجون شرط آهي: جهاد. جنهن جي لاءِ سنبري آيا آهيون.

انهيءَ پيغام موڪلڻ بعد عبدالرحيم گرهوڙيءَ پاڻ کي ڪلهن تائين واريءَ ۾ پورايو ۽ سيني سپاهين کي سڏي ڪاڻن پڇيائين ته ڪهڙي صلاح آهي؟ جيڪڏهن ڪافر چار شرط نه مڃين ته پوءِ؟ سيني يڪ آواز چيو:

صلاح ماهمه آنست که آن تراست صلاح

(اسان سيني جي اهائي صلاح آهي، جا اوهان جي آهي)

تنهن تي پاڻ فرمايائين تہ: مون کي هيءَ ڳالهہ منظور آهي يعني تہ شهيد ٿي پورجون، سيني چيو تہ شهادت جو موت قبول ڪري آيا آهيون. تهان پوءِ زمين کان ٻاهر ڪڍيائونس.

مٿيان چارئي شرط ساميءَ قبول نہ ڪيا. تنهن تي گرهوڙي صاحب ڪيس ٻيو بہ وجهہ ڏنو ۽ چيائينس تہ: اوهين ڪشتو گهرايو ۽ ڪانئس پڇو تہ جيئن هو چوي تيئن ڪريون. ڪشتي کان دريافت ڪئي وئي، پر جواب ندارد. تڏهن گرهوڙي صاحب چيو تہ: هاڻي وري جمنيءَ کان تا پڇون، پوءِ جيئن چوندي تيئن ڪنداسين. ساميءَ سمجهيو تہ جمني بہ ڪشتي وانگر خاموش رهندي، سو اهو شرط ڪڻي قبول ڪيائين. جمنيءَ وٽي ڪيو "دين! دين!". ساميءَ مڪر ڪري چيو تہ: جمنيءَ مان "ڏن، ڏن" جو آواز ٿو اچي. تنهن تي "حق، حق" جو آواز اچڻ لڳو. انهيءَ ڪشمڪش تي نندي پاءُ گرت گر وڏي پاءُ دتگر کي چيو تہ نيزاري ڪري پاڻ ڇڏائجي، نہ تہ هن بلا مان جند نہ ڇٽندي. پوءِ ٻئي ڀائر صلاح ڪرڻ لاءِ اجازت وٺي پنهنجي جاءِ ويا.

جاءِ تي پهتا ئي مس تہ مير بجار خان جو مخفي خط بہ اچي مليَن، جنهن ۾ لکيل هو تہ اسان جو مگريي فقير جي لڙائيءَ سان ڪوبہ واسطو ڪونهي، اوهين پاڻ ۾ ڇاڻو. ٻنهي ڀائرن کي مير صاحب جو ڊپ هو، پر جڏهن خبر پين تہ مير جو هٿ ناهي، تڏهن پيٽ ۾ ساهہ پين ۽ چيائون تہ انهن ٻاهتر ڄڻن کي اجهو تا گهمائي وٺون. انهيءَ خيال سان وٺي پير تي ڏونڪوهنيائون ۽ جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ گرهوڙي صاحب جي ماڻهن بہ اچي احوال ڪيو تہ: قبلا، سامي ۽ سندس ڀاءُ تہ صلاح مشورت لاءِ وقت وٺي ويا هئا. مگر ڏسجي ائين پيو تہ جنگ لاءِ تياري ٿي رهي آهي. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ: شايد مير بجر دوهہ ڪيو آهي، تيندو بہ ساڻس دوهہ:

اسان پاري، بجر نہ پاري
وئي بجر جي سرداري.

هن جنگ ۾ ڪي ٽالپور بہ شامل هئا. جن عرض ڪيو تہ: قبلا، بجر تہ دغا ڪئي، پر اسان ٽالپورن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو، جو اسان کي بہ پارانو ڏنو ويو آهي؟ تڏهن پاڻ فرمايائون تہ: "اوهين مير پيا سکيو پيٽ پاليندا." انهيءَ دعا جو اهو

نتيجو ٿيو، جو اڄ اڄاڻ تائين سيڪنهن ٽالپور وٽ ڪجهه نه ڪجهه زمين جو ٽڪر آهي ۽ خوش گذران ڪري رهيو آهي.

ٿوري وقت ۾ ساميءَ جو لشڪر اچي ويجهو پيو. پاڻ پنهنجي ساٿين سان اڳيرو وڌيا ۽ رامڻ ٽالپر کي حڪم ڏنائون ته بندوق پري ڇڏ. رامڻ جواب ڏنو ته مون اڳئي پري ڇڏي آهي. چيائونس ته بيوڪان به پري ڇڏينس ۽ جڏهن مان چوان تڏهن ڇوڙج. جنگ ڇڙڻ تي پاڻ پريرو ٿي رامڻ سان گڏ وڃي بيٺو. مريدن هڪ ترار ۽ ڍال واري کي موڪليو ته وڃي پر ۾ بيهه ته وقت سر ڍال سان بچاءُ ڪري سگهجي. پاڻ يڪدم ڍال واري کي هٽائي چيائين ته:

سپر سُورڪنديا، مرڻ باس ته مير ٿين

پوءِ ته مجاهدن وني هندن جي لشڪر تي هلان ڪئي. گرهوڙي صاحب پاڻ نڪو هٿيار هلايو ۽ نڪي ڪو ڪاوڙ يا پٽَ جو لفظ وات مان ڪڍيائين. رڳو "اياڪ نعبد و اياڪ نستعين" واري آيت پئي دهرايائين. ايتري ۾ سامي دتگر، ڪاري گهوڙيءَ تي چڙهيل، ڪناري چيلهه سان بڌل ۽ نيزو هٿ ۾، لشڪر اڳيان گهوڙيءَ کي ٽپائيندو ۽ ڪڏائيندو نظر آيو. پاڻ رامڻ ٽالپور کي حڪم ڏنائون ته سامي جي سيني ۾ بندوق هڻ. بندوق لڳڻ سان سامي گهوڙيءَ تان آهتجي پيو ۽ سندس تنگ رڪيب ۾ ڦاسي پئي. هندن جي لشڪر جڏهن ڏٺو ته سندن صوبوڪري پيو آهي ۽ گهوڙي کيس گهليندي وتي، تڏهن چيائون ته پهرين ساميءَ کي بچايون ۽ پوءِ انهن باهتر مائهن کي گرفتار ڪندي ويرم نه تيندي. دشمنن ۾ ٽاڪوڙو ڏسي مسلمان پنيانئن ڪاهي پيا. اهو وجهه وني، دشمن جا ڪي آدمي گرهوڙي صاحب تي آور ڪري آيا. پهرين پهرين لڪاني چانهين گرهوڙي صاحب تي بندوق ڇوڙي، پر بندوق ڦاٽي پئي. پوءِ بندوق اڇلي اچي کس بڙڇيون هنيائين ۽ ستابي گجوءَ ترار جا ڌڪ هنيا ۽ هگورني ۽ راڃڙ مٿس کهاڙين جي وار ڪئي. ماروتيبي جڏهن هيءُ حال ڏٺو تڏهن ڊوڙندو ڊوڙندو "ابو، ابو" ڪري اچي گرهوڙي صاحب جي مٿان پيو ۽ انهن ساڳين نامرادن کيس ترار هڻي ماري وڌو. اهڙيءَ طرح گرهوڙي صاحب جي ماروءَ جي حق ۾ پيشنگوئي پوري ٿي ۽ سندن رت گڏيا.

ايڏن زخمن هوندي به گرهوڙي صاحب جي بدن مان رت جو هڪ ڦڙو به نه وهيو ۽ سيئي گهاءَ اندران اڇا ڏسڻ ۾ پئي آيا. انهيءَ حادثي بعد پاڻ تي

ڏينهن جيئرو رهيو. ساميءَ جي لشڪر تي اچي الاهي مصيبت ڪڙڪي. جو سڄو ناس ٿي ويو. گرهوڙي صاحب جا ٻه ڪيترائي اصحاب شهيد ٿي ويا. ٻانهن پنهنجي لشڪر کي حڪم ڏنائين ته مڙهيءَ کي ڊاهيو ۽ ٻُت پڄي پورا ڪريو. پوءِ انهيءَ جاءِ تي مسجد نهراياٿين ۽ مٿس مجاور مقرر ڪيائين. لشڪر کي هدايت ڪئي وئي ته کائڻ پيئڻ مباح آهي. مگر ڪنهن شيءِ کڻڻ جي اجازت ناهي. ٽن ڏينهن اندر سارو انتظام پورو ڪري پوءِ دم ڏنائين.

چون ٿا ته وصال وقت امر ڪيو هئائين ته مون کي يڪدم نه پورجو. جو ٽن ڏينهن بعد جيئرو ٿي اٿندس. پر جيڪڏهن منهنجي مڙهه تي ڪا مک ويهي ته پوءِ هڪدم دفن ڪيو وڃي. سندس همراز ساٿي اجا پٺ ۾ سندس حڪم موجب ڪم ڪري رهيا هئا ته سندس جنازو اچي گرهوڙ ۾ پهتو. سندس شهادت جو ٻڌي ڪيترائي ٽالپور به اچي گرهوڙ ۾ ڪٺا ٿيا هئا. جڏهن انهن کي خبر پئي ته گرهوڙي صاحب جو هي فرمان آهي، تڏهن ڪين اچي ڊپ ورتو ته جيڪڏهن گرهوڙي صاحب جيئرو ٿي اُٿيو ته اسين سخت ڏورانهي هيٺ اچي ويندآسين. جو اسان سندس سڏ نه ورنايو هو. سو اچي تاهوت مڇاياٿون ته بزرگ کي هڪدم دفن ڪيو وڃي. آخر انهن جي زور تي جنازو تڙتڪڙ ۾ زمين داخل ڪيو ويو. جڏهن سندس سچا ساٿي پهتا، تڏهن ارادو ڏيکارياٿون ته قبر کوٽي جنازو ٻاهر ڪڍي رکون، مگر خواب ۾ اشارو ٿين ته اهو هلي چليءَ جي برخلاف ٿيندو، تنهنڪري ضرورت ناهي.

مهاڏيو جي مڙهيءَ واري شهر جو نالو مٽائي دينپور رکيو ويو. اتي جا مجاور اڄا به گرهوڙ جي درگاهه تي ايندا آهن ۽ هر سال اُتان جي کجور نذراني طور رکي، ڪجهه نه ڪجهه وٺي ويندا آهن.

## عليم فقير مگريي جي روايت

فقير عبدالرحيم مگريو. مڙهي پڄڻ لاءِ گرهوڙ مان ٿي نڪتو ته نياٽيون قرآن شريف کڻي ميڙ ٿي آييس ته نه وڃ. تڏهن چيائين ته:

ڳــــوڙا ڳــــي ٻــــار. هـــوڙو ٻارنــــه هيڪـــڙو
وهــــان تــــان ويــــرم پڻــي. نينهن پئــي نهــار
هــــت وعــــدي جــــي وار. هــــت ســــوٽيم ســــرتيون.

جهاد لاءِ تيار ٿيو ته ساڻس ڪل ستر ماڻهو هئا. ايڪهتريون پاڻ هو.

شادي پلي ۾ انس پلي هو. جو پڻ تسبيح ڪنيو پيو ٺڙڪائيندو هو ۽ ميين گرهوڙيءَ کي چيو هئائين تہ آءٌ بہ جهاد تي هلندس. ان کي فقير صاحب سڏيو. مگر هن چيو تہ اوهين هلو. آءٌ اچان ٿو. انهيءَ تي فقير صاحب چيو تہ:

انس پلي، نـ ڙ نلهي
جيڏانهن ميدان علي، تيڏانهن پير نہ ڪٽي پلي.

فقير صاحب اُتان رڪڻ ڏليار (ڪپري کان 5 ميل سر اوپر) ٽيبن منجهہ ويو. جتي هڪ سَرنهہ هيٺ وڃي ڏينهن نارياائين[1]. رڪن ٽيبو مڙني جو وڏو هو. اهو نہ هليو. پر مارو ۽ الياس بہ ٽيبا پاڻ آيا. تن چيو تہ: اسين هلنداسين. فقير صاحب چيو تہ اوهان مان هڪ پوئتي جي سنڀار لاءِ رهي. پوءِ مارو گڏ هليو[2].

رڪڻ ڏليار کان ڊيپاڙي (ڪپري کان اُتر ڇهہ ميل) پهتا. اتي سيدن ماني کارائي. فقير صاحب کين دعوت ڏني، پر هنن چيو تہ اسان کي ڪم ڪار آهن. ڪنهن چيو تہ اسان کي جهنگ وڍڻو آهي. اتي فقير صاحب چيو تہ: اوهان جي ناني جي ٻنيءَ ۾ جهنگ ٿي ويو آهي. سو اسين وڃي ٿا وڍيون. اوهين پلي وڃي پنهنجي ٻنيءَ جو جهنگ وڍيو. رڳو مڙهي ڏيکارڻ لاءِ بہ ڪو گڏجي نہ هليو. اتي ميرن جي ڳوٺ ۾ ڪامل نالي ڪوري هو. تنهن چيو تہ: آءٌ ٿيو ڏينهن مڙهيءَ تان اَنَ جو اُٺ پري آيو آهيان. جي اڪيون ٻڌي ڇڏيندين، تہ بہ هلي ڏيکاريندس. تنهن تي فقير صاحب ڪامل کي چيو تہ: آءُ اي ڪامل، بهشت جا سونهان! تنهنجي ڪورپ ڏيان ٿو سيدن کي ۽ سيدن جي سيدي ڏيان ٿو توکي. پوءِ اُتان آيا. سي اچي مڙهيءَ کان ميل - ڏيڍ پنڌ تي هڪ ڪنڊيءَ هيٺ لٿا.

اها مڙهي ڪپري کان اٽڪل ٽيهہ ڪوهہ اتر - اوير طرف هئي. اتي بہ ٽڙ "رهو" ۽ "ڏيڏرو" هئا. "رهو" مڙهيءَ کان ڏکڻ طرف چار ميل پري ۽ "ڏيڏرو" مڙهيءَ کان اولهہ طرف ٽن ميلن تي هو. فقير صاحب جنهن ڪنڊي هيٺ اچي لٿو هو. اهو ڏيڏرو ٽڙ لڳ. اُلهندي طرف دڙي تي هو.

ساميءَ کي اڳي چوائي مُڪو هئائين. تنهن کي بہ فقير صاحب جي اچڻ جي

---

[1] عليم فقير چيو تہ مون جوانيءَ ۾ اهو سَرنهہ ڏٺو هو. عليم فقير سن 1972ع ڌاري 110 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي.

[2] هڪ روايت موجب فقير صاحب چيو تہ ٻاهتر ڄڻا بس آهن. جو حضرت امام حسين عليہ السلام سان بہ ٻاهتر ڄڻا هئا.

خبر پئي. تنهن وري چوائي موڪليو تہ: اسين بہ ئي فقير هڪ گودڙيءَ ۾ آهيون. ٻان ۾ صلح ڪريون. وڙهون نہ. فقير صاحب اها ڳالهہ نہ قبولي. پوءِ ساميءَ صبح جو وقت جنگ لاءِ مقرر ڪيو. فقير صاحب بہ پنهنجي ماڻهن سان صبح جو سوير اچي پهتو. فقير صاحب سان گهڻا سندس شاگرد هئا. پر انهن مان هڪ شاگرد ٽالپور، جنهن وٽ بندوق هئي، ان کي چيائين تہ: جڏهن آءٌ چوان تڏهن بندوق هڻجان. اول سامي جي طرف وارن بندوقون ڇوڙيون. سڄو ميدان دونهون ٿي ويو. سمجهيائون تہ فقير گرهوڙي وارا ختم ٿي ويا. سامي بندوقون جهلايون ۽ ٻان اڳتي وڌيو. ان وقت فقير صاحب حڪم ڏنو. ٽالپور جي بندوق سان سامي وڃي ڪريو ۽ ٻيا جيڪي سامي سان گڏ هئا، اهي پئي ڀڳا. انهيءَ جهيڙي ۾ فقير صاحب جو هڪ بہ ماڻهو شهيد نہ ٿيو. پوءِ فقير اتي مسجد نهرائي، جا اڄا بيٺل آهي. هگورا، جي مڙهيءَ جا ويٺل هئا، تن کي چيائين تہ مسجد جي سنڀال ڪجو.

ساميءَ جي مارجڻ کان پوءِ، فقير صاحب ۽ سندس ساٿي مڙهي وٽ هڪ ڪنديءَ جي هيٺ اچي ويٺا. ان وقت ستابو چانيهو ۽ لڪانو گجو (چانيهاءِ گجو مڙهي تي ويٺل هئا)، سي ٻڙڇيون لڪائي، فقير وٽ زيارت لاءِ آيا ۽ ٻڙڇيون هڻي فقير کي سخت زخمي ڪري وڌائون. مارو ٽيبو هاءِ هاءِ ڪري اچي مٿان پيو. بہ ئي فقير سمجهيو تہ ميين گرهوڙيءَ کي "مارو" شهيد ڪيو آهي، تنهن تڪڙ ۾ ترار هنئي تہ مارو مري پيو. ايتري ۾ قاتل وڃي ڀڳا. تن جي پويان فقير صاحب جا ماڻهو ٿي ويا. پر فقير صاحب منع ڪئي تہ انهن کي ڪجهہ بہ نہ چئجو. عيوض نہ ونجو. عيوض مون کي ڌڻي ڏيندو. فقير صاحب پوياڙي جو شهيد ٿيو. سڄ لٿي لاش اُٺ تي ٻڌائون. بہ ئي ڏينهن سمهاڻيءَ وقت گرهوڙ تي رسيا. فقير صاحب جي شهادت تي الياس ٽيبي چيو:

عبدالرحيم اڏ ٿيو "مارو" تنهن مٿا
اُني جا الياس چئي، ليڪا سي لٿا

فقير صاحب جي شهادت تي ڪنهن شاعر ستابي ۽ لڪاني کي بد دعا ڪئي تہ:

ستابو ٿيو عتابو جنهن ڏکيل ڏک هنيو
لک لعنت لڪاني تي، جنهن سورهہ ڪين سڃاتو.

## باب ڇهون

# سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحدي علائقن ۾ جنگيون

## 1. رندن جو مگسين تي حملو

وڏيري عمر ۽ قنبر خان پنهورن جو واهر ڪيڻ ۽ مارجڻ

مهراڻ خان رند پنجاهن مڙسن سان مگسين مٿان اچي پيو. مگسي بـ ارڏا هئا. پر حملي وقت اويسلا هئا. انهيءَ ڪري مارجي ويا. شايد انهن مدد لاءِ سڏ ڪيا، جنهن تي وڏيرو عمر پنهور ۽ وڏيرو قنبر پنهور، جيڪي ٻئي سوٽ هئا سي واهر وريا. مهراڻ خان اڳتي نڪري ويو هو پر هي پويان وجي پهتا. اربع جو ڏينهن هو جو ٻنهي طرفن جو مقابلو ٿيو. جنهن ۾ عمر ۽ قنبر بهادريءَ سان وڙهندي مارجي ويا. جيئن تہ ٻين جي سڏ تي مڙس واهر تي آيا ۽ ميدان ۾ سر ڏنائون، انهيءَ ڪري ٻيڙي فقير چارڻ[1] ڪين ڳاتو.

ڏس احسان انئي پهر، سگهہ سندي سبحان
جنهن ڪيا ظاهر زمين تي، بر بحر ٻئيبان
سهس انارهن عالما، جن و انس جوان
اچي ٿيا آهن اوچتا، مانجهي مگ مزمان
هو ڏهن تي هڪل تي، هيڏهن ٿي "آيان"[2]
تڏهن ٻئي سوٽ ٻيڙو چوي، هليا جذبي منجهون جوان[3]
تن سان پاڻ محمد مصطفيٰ، ٻيا آگي ڪين احسان
اتي عمر ۽ قنبر تي ڪهيا ڪونڌ ڪلام
ونئن تہ ممئت تون موتي. آڏو قلعن جا بہ ڪمام[4]
چئي: ادا! مڙئون لڳيهون ميهڻو، آئي اٿئون رضا ڏنهن رحمان
وڙهيو بس بجير ڪي. يڳو چانديو موئن چوگان

---

[1] هيءَ بيت قلجي (ضلعو دادو) جي مشهور چارڻن سگهڙن مان ٻيڙي چارڻ چيا. ۽ مکڻ فقير چارڻ کان سن 1957ع ۾ دادو ۾ ميان دين محمد چارڻ سان ڪيل ڪچهريءَ ۾ قلمبند ڪيا ويا.

[2] واهر لاءِ سڏ ٿيو تہ هتان چيو تہ "آيا"

[3] ٻئي سوٽ عمر ۽ قنبر.

[4] "ممئت" لفظ سمجهہ ۾ نہ آيو

اوري اوشو تي پئي، جنهن کوڙهئي باري کانـ
جڏو جيءَ جهان ۾ نـاحق کائي نان
اڃي وهو ائٽن تي، آهن جوڙا جوڙ سندان
تن کي، پيرين ميرين محڪمين تڪن تيليان
ڪوبا وڙهن ڪاهـ تي، وري وير وريام
سي پرزا ٿي پيا پٽ ۾، وجي جنت جاءِ تيان
تن کي پر پيالا بهشت جا، وجي حورن هار ڏنان
ڪري هوءَ هنگام، وجي سنگت سان سرها ٿيا.

—

اصلي ڪئونس خلل جي، ڪا"مهراڻ" ڪي هئي من[1]
پيو پيل پنجاهن سان، ريلي تي ٻه رَندن
سي ارڏا هئا ٻـ اويسلا، تا مگسي مارجن
مونهيون مونهن سان گڏيون رُڪين راند رَوَن
جيرا پيرا ققـڙ قڙڪن، ذرا ذرا ڪن
ڏيئي باهه بندوقن کي وڏو آگهاري اَنن
هيڏهن هٺي پنجويهه پٽ تي وڏا ماري مغيرن[2]
رندن ميڙي راڄ کي، تا ميڙيون مصلت ڪن
فائق فتح سان هليا، مانجهي موڙ ٻڌن
وَنيون وڪ وجن، تا مخفي پنهنجي ملڪ تي.

—

اڃي اربع ڏينهن پرهه جي آرڻ تي اٺڪيل
ڪاهي قنبر خان پيو آ روڄان ڪري اٺي ريل
وڙهيو ورنهه ويرن سامهون ڪري خان ڪني جي ڪيل
ارڏي عمر نيليون واريون واهه تڪي تنهن ويل
ڪوميون ڪاريون. وجهن ڏاريون. ناميانسنگ پڄن نيل:

—

---

(1) مهراڻ خان رند.
(2) اصل. مگيرن.

واگھہ تہ بينا، پاڻ تہ ونگي
آيا سر آرڻ جي انگي
مارن چوٽيان، وجھن چنبي
کن پتنگن وانگي پيل.

—

جي اٽ کونڌ کلام نہ کَسَهندي
سي اٽ تُنکا مور نہ سَهندي
ماريون مَٽ مَٽان کُون مهندي
لاهيون پرڳل گهتَن پيل.

—

سانچي سورهہ اعلي آکن
مصريان رت اُٽائين چکن
ٻٽين ٻانهين اُٽان ٻکن
کرن مرد اٽاهون ميل.

—

اک پيڙا، انصاف انهان دي
جي کلمي نال کُليون کن کيل.

—

## 2. رندن ۽ مگسين جو ٻـنگاھ (جنگ)[1]

هيءَ جنگ مير صاحبن جي اوائلي دور ۾ لڳي، جنهن ۾ رندن سان حلباڻي، جتوئي، جمالي، عمراڻي، ٻڙدي، ڳڙد، گبول، گاڏهي، ديناري، لاشاري ۽ ٻيا قبيلا گڏجي ويا. ته ٻئي پاسي مگسين پنهنجي پاڙيسري قبيلي چانڊين کان مدد ورتي. ۽ اهي ٻئي سورهيه قبيلا، ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي، مرد ٿي، ٻين مڙني قبيلن کي منهن ڏئي بيٺا.

هيءَ جنگ هن سببان ٿي جو مغيري قوم جا ماڻهو مگسين جا پاڙيسري هئا ۽ پاڳيا ماڻهو هئا. جمالين کي اچي جوش جاڳيو ته مغيرين ۽ مگسين جو مال هڻي اچون. نيٺ اُهي حملو ڪري ويا ۽ مغيرين جو مال ڪاهيائون ۽ مقابلي ۾ انهن جا ٻه - ٽي ماڻهو به مري پيا. ان وقت سردار احمد خان مگسي "شاديهڙ" شهر ۾ لٿل هو. جنهن کي ڏاهين وڃي انهيءَ ڳهل جي ڏاهه ڏني. احمد خان بهادر ۽ ارڏو هو. سو ڪوڏ ڪري اچي جمالين سان جنبي مارو ڪرڻ لڳو. هاڻو مال ڇڏي وڃي پڳا ۽ جيڪي احمد خان جي سامهون ٿيا، سي مارجي ويا.

انهيءَ تي غلام محمد خان جمالي پنهنجي ڳوٺ ڳڙهيءَ مان چڙهيو ۽ سردار شير محمد خان رند (جو ان وقت حيدرآباد ۾ ميرن وٽ رهندو هو) وٽ حيدرآباد ۾ ويو ۽ شير محمد خان رندآڏو پـڳون اڇلائيندي احمد خان مگسيءَ جي حملي جي خبر ٻڌايائين ۽ چيائينس ته "مگسي پاڻ کي جنگ دوست" ٿو سڏائي. هن جي ڪنهن تي نگاھ ئي نٿي پئي! سنجهه صباح اوهان جي ڳوٺ "شورڻ" تي تو حملو ڪري!". اهو احوال ٻڌي، سردار شير محمد خان چيو ته مان مير صاحبن کان سڄي ڏينهن اندر رخصت وٺندس ۽ پوري مدد ڪندس. پوءِ

---

[1] هن جنگ جو احوال ۽ سگهڙ قادربخش جوڻي جا بيت ٻڌايائين مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي رسالي مهران (نمبر ۳ - ۴ سال ۱۹۶۰ع) ۾ شايع ڪيا. جتان اختصار سان سچو احوال ۽ بيت کنيا ويا آهن. فقير قادربخش جوڻيو، ڳوٺ جوڻي، تعلقي ميرو خان، ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو ۽ ۸۵ ورهين جي عمر ۾ سن ۱۹۱۶ع ڌاري وفات ڪيائين. طريقت ۾ فقير نبي خان جي مرشد راشدي خاندان جي پير صبغت الله شاهه جو مريد هو ۽ پاڻ پنهنجي مرشد وانگر يوناني علاج ڪندو هو ۽ ڪنهن کان پيسو به ڪين نه وٺندو هو. نسخو به اهڙو لکي ڏيندو هو. جو پنهنجي پيسن کان وڌيڪ قيمت جو نه هوندو هو. عابد ۽ زاهد به هڪ هو. شعر سان سندس ڏاڍو چاهه هو. جڏهن ته فقير جي ٻولي سرائڪي هئي. ان ڪري سندس گهڻو ڪلام سرائڪيءَ ۾ آهي. پر سنڌيءَ ۾ به ڪافيون مولود ۽ بيت ڳنڍائي جيا اٿس.

سردار شير محمد خان ميرن صاحبن جي سلام تي ويو ۽ سمورو احوال ٻڌائي موڪل گهريائين. مير صاحبن سمجهايس ته اوهان سردار گڏجي ويهي فيصلو ڪريو ته خير ٿئي، جو جنگ وارڻ خلل کان خالي ناهي. مگر سردار رند نه مڙيو ۽ جمالين سان گڏ لشڪر چاڙهي اچي پهتو.

احمد خان کي به خبر پئي، تنهن به پنهنجن مگسي پائرن کي ڪنو ڪيو ۽ چيو ته جيئن جمالين وجي رند تمندار کي چاڙهيو آهي، ته اسين به چانڊيي سردار وڏيري ولي محمد خان جي مدد وٺون. پوءِ سندس پٽ ۽ پائٽيو ميهان خان ۽ گهرام خان سپاهه ساڻ ڪري ديري پهتا. ولي محمد خان کين مان ڏنو ۽ چيائين ته راڄداري جون ڳالهيون ڪنداسون، پر جي رند سردار نه مڙيو ته جنگ ڪنداسون. پوءِ پنهنجي پٽ ڪُنڊي خان سان چانڊين جو لشڪر چاڙهي موڪليائين، ۽ کين چيائين ته "جنگ جي سوڙهه ڏسو ته مون ڏانهن ڏاهي ڏياري موڪلجو ته مان به اچي نڪرندس" نيٺ چانڊڪو لشڪر جهُلي وجي "جهل" شهر ۾ رسيو.

چانڊين جي اميرن جنگ ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي. شهولي خان چڙهي ويو، جنهن تي سردار رند چار مهينا مهلت ڏني، ۽ چانڊين کي چوڻ لڳو ته "اوهين پرائيءَ باهه ۾ چو اچي پيا آهيو، مان ته اڳيون پويون ڪل قرض مگسيءَ کان اڳاڙيندس." اهو چئي، پنهنجيءَ سپاهه کي بُڙدين ڏانهن وٺي ويو، ته جيئن چانڊيو ويهي ويهي ڪَڪ تي "ميل" پيجي وڃي، نيٺ "جهل" ڇڏي وجي "ڪنڊ ڪوٽ" پهتو. تڏهن چانڊين به مگسين کان موڪلائي ڪئي ۽ چيائون ته "جڏهن ڪا ضورت پئي ته اسان کي سڏ ڏجو." تنهن تي مخالف ڌر، چانڊين کان ميدان خالي ڏسي، وري حملي جون تياريون ڪرڻ لڳي.

وڏيري ولي محمد خان کي خابرن خبر اچي پهچائي. سو پنهنجن پائرن کي چيائين ته بروهين جا عذر رهيل آهن، سو هلو انهيءَ بهاني سان هلي سردار شير محمد خان کي ويجها ٿيون. ۽ سائس ملي کيس جنگ کان موڙيون. پوءِ اچي بروهين وٽ پهتا. جن ڏاڍي آدر ڀاءُ ڪئي. پر سردار شير محمد سائس ملڻ نه آيو. تنهن تي وڏيري کي عجب لڳو. تنهن هوندي به صلح جو خيال ڪري، علي الصبح چڙهي ويو سردار شير محمد وٽ. ٻنهي سردارن ۽ پائرن پاڻ ۾ ويهي ورونهه ڪئي. ولي محمد خان کيس رنج ڪڍڻ لاءِ چيو. جنهن تي غلام

محمد خان جماليءَ چيو تہ: ادا ولي محمد. تون اسان جي وچ ۾ نہ پئہ. اسين مگسيءَ کي ڏسي رهنداسين." انهيءَ "ادا" چوڻ تي سوني خان چانڊي جي ڏاڍي چڙ لڳي ۽ چوڻ لڳو تہ "هوش ڪري ڳالهاءِ. اسين تنهنجا ادا اهيون. تون تہ اسان جي سردار کي ادا سڏين!" تنهن تي غلام محمد خان کيس شير محمد خان جو دڙڪو ڏنو تہ "اوهين ديري وڃي دانهون ڪندؤ!" اهو دڙڪو ٻڌي، چانڊين جو وڏو پهلوان محرم چانڊي (جو اڳتي هلي سچل سائين درازيءَ جو خليفو ٿيو ۽ هڪ وڏو شاعر بہ هو) گجگوڙ ڪري للڪارڻ لڳو. پوءِ تہ جمالين، رندن ۽ چانڊين جون ترارين منياڻن مان نڪري ويون. پر بروهين وچ ۾ پئي جنگ ٽاري: چي: "مهمانن سان جنگ نہ جڳائي."

سردار ولي محمد خان وري اچي رسيو مير احمد خان وٽ پر تڏهن بہ صلح جو خيال نہ ويس. نيٺ پنهنجي هڪ امير الهہ بخش خان چانڊي چانڊيي کي راڻيپور چاڙهي موڪليائين، جو پير صاحب کي چاڙهي آيو. پر رندن جي سردار اهو چئي پير کي واپس ڪيو تہ "مان مگسيءَ کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏيندس. پير فقير اسان کي پنهنجا بہ گهڻا آهن!"

پوءِ سردار رند جو لشڪر اچي "جهل" کان اَٺ ڪوهہ پري روهيلن ۾ رسيو. اُتي کي سيداڻيون بيبيون بہ وٽس ميڙ ڪري آيون. پر مُڙيو ڪونہ. پوءِ تہ اچي جنگ لڳي. ڇهہ سؤ چانڊيا هئا. ۽ هڪ هزار مگسي. سردار شير محمد خان پنهنجيءَ فوج کي هن طرح هدايت ڪئي: "گزد. گبول. گاڏهي. ديناري. جلب. جتوئي ۽ لاشاري. وڃو چانڊين تي ڪاهي، باقي ٻيا مگسيءَ تي مارو ڪن." ٻئي پاسي احمد خان ۽ ولي محمد خان پنهنجي لشڪر جون صفون سڌيون ڪيون. مگسي اوپارو ٿيو ۽ چانڊين اولاهين پاسين جهلي. شير محمد خان شير خود هڪلون ڏيندو جنگ ۾ ڪُڏي پيو. ۽ ڪنڪ ۾ ڪاهي پيو. جيڪو سورهيہ پئي سندس سامهون آيو. سو ٻهرئين ڏڪ سان ختم ٿي پئي ويو. نيٺ سراج نالي ڪاتير مدن وجي ٻيڪبو. اندري ۾ خول مٿي کان لٿري ويس. ۽ مٿي تي سرواهي جهلي. ڪونتر وجي زمين تي ڪريو ۽ سندس پساهہ پورا ٿيا. جيڪي ساٿس همراهہ هئا. سي بہ ماهو تي ويا. سردار شير محمد شڪست کائي وارو نہ هو. پر غرور مڙس کي ماري وڌو.

هن "بنگاهه" تي گهڻن شاعرن "بلوچڪي" ۾ "شعر" چيا، جن ڪي ٻڏي شاعر قادربخش پڻ پنهنجن بيتن ۾ جنگ ڪي بيان ڪيو.

"ٻاروچي ٻوليءَ ۾ سوين شعر چيا سگهڙن
آءُ يي منجهان تن، ڪيرائي ڪُڏي ڪتي."

**سندس تفصيلي بيت هن طرح آهن.**

تون صاحب صفتن جو ڏٺي، تون مالڪ ملڪ جهان
ڪهڙيون تعريفون ڪجن، ڪيئن ظاهر ساڻ زبانَ
حڪمت ڏس حڪيمَ جي، اونهان بحر بيانَ
ڪير پروڙي پرور ڪي، ڪنهن ڪي طاقت ڪانَ
شان شفيع اڳرو تيو، درماندن درمانَ
چارئي يار رسول جا افضل عاليشانَ
اُچي قرب ابوبڪر، عمر ۽ عثمانَ
علي مير امير ڪي، ساراهيو سبحانَ
حسن مير حسين جون ڪيون تعريفون قرآن
ٻئي دُلهه دادلا گوهر گلستان
مڙيئي تيا مادتُو، سپيئي سلطان
ڪُوبي ڪوهستان، احمد خان امير جا.

احمد خان امير هو، مگسي مڳ متيرُ
هر مُنهن هڪل تني چڙهي، دودو ڏم دلير
رند مگسيءَ جو پاڻ ۾، هو اصلوئن وڏو وير
شور مچايو شير، تو هاتڪ هيئن هاجا ڪڙي!

گانءُ تہ غازي شير جو. جوڙ وڏي سان "جهل
وڄن نغارا ويڙهہ جا تنهين منجهہ طبل
پري ٻجهي پرڏانَ جي هيبت ساڻ هڪل
ڪاهيو ڪتڪن سان وڙهي، پوي اڙدن منجهہ اچل
ديوَ نوايا دَل، جي جوان بهادر جنگ جا.

بيا پي ڪونڌَ پروچ هئا، سنگ صوبا سردارَ
حاڪم پنهنجيءَ حد جا دانهه دعويدارَ
هيٺا هاڙهن ڪوُن ڏچن، وينا جي ويچارَ
ماڻهو تن ملاحظي، ڏکن سي ڏهڪارَ
ڪريو ڌاڙا ڌاڙ، هڪبئي مالُ هنيو وڃن.

هو هاتڪ حيدرآباد ۾، شير محمد رندُ
شهر تہ "شورَڪَ" جاءِ هئس، نرَ جو "ناڙي" هنڌُ
مانجهي ميرن وٽ رهي، بانڪو بخت بلندُ
رانولُ رندستان جو، صوبو هو سرمندُ
ڪين نوائين ڪنڌُ، هو جيسين جوان جهانَ ۾.

مغيري، مگسين وٽ هئا پَر ڪُلهي ياڳيا
پهُون پوياڙيءَ ڪي، تن تي سنياليون ساڳيا
جمالي جاڳيا، تہ مگسين مال ٿي اچون.

مگسين مال هٿي اچون، آ وير تنين سر وِڳَ
هلي هونگن سان ڪيون، ڪَني راند ڪڙڳَ
پيادا سوارن ڪوُن اڳي، دَوڙيا متي دڳَ
جنهن پيچ ورايو پڳَ، سي سيئي چڙهيا گهلَ تي.

مال مخيرين جو هٿي، واهَ ڪيئون وارو
بہ تي معتبرِ مري پيا، تيو ڏٺن سان ڌاڙو
شير تہ "شاديهڙ" سندو، اَرڏو اَٿيارو
ڏاهَ پئي ڏسُ گهل جو. ڪيو ناميءَ نغارو
"احمد خَان" اچي پين، نرُ هٿي نعرو
جنبي جمالين سان ستهن هو مرد ڪيو مارو

پيـــادا پوكـــن ۾ لكـــا، متـــان پـــوي متـــن پســـارو
تيـــو لشـــكر لهـوارو، پـــوَ كـــوءَ مـــال ڇـــڏي ڀڳـــا.

تيـا جيكـي سـورهيہ سـامهون، سـي ماريـا مـرد مٽيـارَ
جنيـــن كـــوءَ توفيـــق وئـــي، تـــن تـــي ناهـــ ميـــار
پيـــادا پوكـــن مـــوءَ ڀڳـــا، پيـــر ڇمـــي پيـــزار
وري ويـــا هئـــا تـــن تـــي مگســـي ملغـــذار
پيـــادا پويـــن كـــي ڀڳـــا، رڻ رهيـــا ريـــدار
دنـوي دعويـدار، جنهـن پيـــلي كونـڌ پٽـي كيـا.

هـــك آيـــو هـــو گهـــــل تـــي، نـــاتوان نـــادانُ
جـــڏهن ڏنـــائين جنـــگ كـــي، بينـــو تـــي حيـــران
پيـــش وڏيـــري جـــي پيـــو، اچـــي عـــاجز تـــي انســـان
تـــيءُ ميـــان مهربـــان، ڏيئـــي هـــٿ پناهـــ جـــو.

نيچـــو تـــي نـــادانَ كيـــو، اوچـــوآدر پـــاءُ
مـــون كـــي هيـــڏي موكليـــو، ڏئـــي ڏس جيجـــل مـــاءُ
كونهـــي ڊگـــو در تـــي، وجـــي نـــر كـــوءَ ونـــي آءُ
جـــوڙي هـــيءُ جـــڙاءُ، جـــنگَ رســـيس هـــن جـــاءِ تـــي.

ڏيـــاريس ڏانـــد وڏيـــري، هـــو كـــڏندو قـــداور
يـــري بـــوري اَن جـــي، متـــوءَ وجهـــي آتـــر
بـــاغ لنگهـــائي بـــرُ، هي نيئي ويجهـــو وسئن كـي رسيو.

جـــــــيئن منجهـــــ جهـــــان، اهـــــڙا راجـــــا راوَ
همـــت هيـــٺـــن كـــي ڏيـــن، آڙيـــن كـــن اُپـــاءُ
صـــاحبَ ســـخا جـــا ڏئـــي، ناميـــارا نـــر نـــاءَ
شـــيرن جـــا شـــعاع، ملكـــن ۾ مشـــهور تيـــا.

بيهي نہ سگهيا بر ۾، جنگ تي جمالي
ڳوٺ وڃي ڳالهيون ڪن، خبرون ڏين خالي
هٿ نہ مگسين کي لڳو، مالُ نہ ٻي مالي
هادي بچائي هنن کي، آندو ورائي والي
جي سانگ هليا سوالي، سي ماهو ٿيا ميدان ۾.

پيو شور شهر ۾، اوتيڙو اندوهہ
متي مگسيءَ جي لڳو، هو رُڪ مثل روهہ
پيادا مَرايو پڙ ۾، ڌوهڙ ڪري ڌوهہ
جڏهن چندايو چوهہ، تڏهن البت ٿيو آرام ۾.

جيڏو جماليءَ کي ٿيو، غلام محمد غم
وير ته ويريءَ کي وِنان، وڏو آهہ وهم
هاتڪ حيدرآباد ۾ ٻانڪو سو ٻهرم،
جيڪو آٿيون جنگ تي، رند چاڙهي رستم
اسان جي ايذاءَ جو، ٿيندو شير شرم
وني وير اسان جا، ميل ڪري محڪم
تنهن کي جالَ ڏياريون جَم، جنهن مگسيءَ ڪالهہ مذاق ڪئي.

مڙي جمالين پاڻ ۾، مردن ڪئي مصلحت
جن جا جگر چچي پيا، ريلا وهندي رَت
وڃي تنهن وَرنهہ سان هيءَ ڪر حقيقت
آئي وجهہ ويريءَ تي، ڪٿا ازعيبي آفت
بلڪ نہ ڪر فرحت، رات چڙهي وڃ رند ڏي.

غلام محمد غم ۾، چڏيو ڳوٺ ڳڙهي
سانجهي کي سنبري هليو، چانگي تي ٻہ چڙهي
ٻيا پيي ٻہ ٽي تنهن سان هليا مرد مڙي
رانوَل تت رڙهي، ٿيا رات روانا رند ڏي.

تيــا رات روانـــا رنـــد ڏي، ڏوري کنيـــائون ڏُکَ
هـوري جهـوري هيـانوَ ۾، جـــيئڙي انـدر جـُـکَ
نکـي کـائن خوشـيءَ کـؤن، باهـ انـدر منجهـ بـُـکَ
سُـور وجـاين سـُکَ، هليـا ديـس ڇڏي پرديـس تـي

هتـــوئن حيدرآبـــاد آتـــوَ، پنـــڌ پـــري ســؤ کوهـــ
سـَـليون سـُـورَ انـدر جـا، گـَـنوَ سـان سـپ گروهـ
ايـنـدو اسـان سـان ڇڙهـي، جـي طـالع وريـو توهـ
جيئـن لوهر ڦـُوکي لوهـ، تيئـن مدعـي کـي مـاءُ کنـدو.

سـاهي واڳَ سـَـتيون، بـاز بچيـون بانکـا وجـن
عـاقل کاهـــن اڳتــي، پويـان مـاڳَ مٿيـون
دل ۾ درد فـــراق جـــون، ســنديون زهـرَ وَٽيـون
نـر وجـي نـروار تيـا، رهبـر راهـــَ وَٺيـون
هيـون سـي حيدرآبـاد جـون، گهاٽـا سـير گهٽيـون
پـوءِ پـِيلي پنـڌَ پٽيـوُن، وجـي دُرس مليـا دانـاءُ کـي.

پـاٽوَ لاهـي پـَـڳَ، اُجليـائون ارغـونَ ڏي:
مگسيءَ هـُـت مـارو کيـو، اسـين پڄـي تياسـين پـَـڳَ
هـٽي نـي هينـؤن کيـا اتـس واهـ اسـان جـا وَڳَ
جـاڙ اُهـائي جـَـڳَ، سـاري ملـک سـڄي بـڌي.

آياسـُون اسـين کهـي، دانهـن ونـي داناهـ
ويـري وَڳَ هٺـي ويـو، نـرُ ڇڙهـي ناگاهـ
"ميـرو" ميـڙ ونـي وياسـين، ڇـاڙهي منجهـؤن ڇاهـ
کيـن مچيـائين تنهـن کـي، هـو پـُـت سـندو بادشـاهـ
پـوءِ وياسـين مـالُ هٺـن، جـُـنگ اُنهـيءَ جـا ڳاهـ

وجـي مـال هنيوسـين تـن جـو، ڪَسـتوئن ڪـري ڪاهـ
احمـد خـان اڳـي لتـل هـو، ڏاڍي پشـت پناهـ
هـي مگسـي حملـو ڪـري پيـو، جـاري منجهـ جنگاهـ
مـاري مـال چـڏايائين، رکـي سـيف سـلاح
پيـادا ماريـا پـڙ ۾، هٿـا جيڪـي همراهـ
مگسـيءَ جـي ڪنهـن مـرد تـي، نـاهي نـر نگاهـ
ڏس، تـو سـنجهه صبـاح، شـهر تـ "شـورڻ" جـو هٽـي!

نـانءُ رکـايو پـانهنجو، جنهـن مگسـيءَ "جنـگ دوسُ"
لاهـي تـو لـُـڙ ڪينڪـي، وتـي ڪنيـو شـر شـروسُ
آهـي آڳ انـدر ۾، ڏيلـوئن ڏاڍو ڏوسُ
ڪونـڌ! وڏو ڪـر ڪـوسُ، ويـرا! چڙهـي هـل ويـريءُ تـي.

تـون آهيـن بانڪـا بلوچـن جـو، رنـد بيشـڪ بادشـاهـ
تـون سـونهين سـيني وچ ۾، جيئـن منجهـ سـتارن ماهـءُ
ويـريءَ هـت وٺاهـ، ڏس جـو ڏاڍوئـي ڪيـو.

تـڏهن وَرنهـَ ڪـي ورنـدي ڏنـي، شـير محمـد شـيرَ
موڪـلَ ميـرن ڪنـوئن ڪنـدس، سـتين ڏينهـن سـويرَ
جلـدي هلـي جهـَل تـي، پـاڻ گهمايـان پيـرَ
وَرنهـَ تنهنجـا ويـر، ڏس ونـان تـو ڏينهـن ۾!

[غلام محمد خان جماليءَ چيو]

وينـي ورهيـ لنگهـي تـو، سـاعت سـاعت سـال
جيڪـا مرضـي تـو سـندي، پـر خـاوند! رکـج خيـال
جي مرضي منهنجيءَ تي هلين، چڙهه هڪدم حال في الحال
همـ معلـم (سعلوم) حـال، تئـي اسـان جـي ايـذاءُ جـو.

هليـــو ســـنگ سـلام تـــي، اُتـــان ميـــرن تـــائين
جمـــاليءَ جـــي جنـــگ جـــو، قصـــو چوريـــائين:
مگســـيءَ هـــُـــت مـــارو كيـــنِ، هٽـــي هنڌائيـــنـــن
مـــان وٺ مـــــڙي آئيـــا، دانهـــن ونـــي دانهيـــن
مـــاڳ چڙهـــي مَـــائين، آءُ دانهـــَـــ وينـــدس ديـــس تـــي.

قبـــلا! اڄ اوهـــان كـــؤن تـــو ميـــر! گهـــران موكـــل
نيئـــي جهنـــدا نيشـــان ســـپ، جهـــُـلايان منجهـــ "جهـــَـل"
گهـــوڙا منجهـــ گهٽيـــن جـــي، كـــُـــڏايان كونتـــل
جيئـــن كـــري كڙمـــي دَلِ، ســـا پـــرِ مگســـيءَ ســـان كنـــدس.

سمجهـــي وجـــج ســـيال تـــي، مـــيرن پايـــَـس پـــَـل
وَسَ كـــؤن جنـــگ نـــ وارجـــي، ســـي بـــَـن خـــوفَ خلـــل
هنئيـــن كـــؤن اولاريـــو، كشـــر اهـــا ڳالهئـــ عقـــل
مـــرد، ســـجاڻي مهـــل، جـــي كيـــڏي رانـــد كـــَتـــي اچـــن.

ميـــر ڏنـــو هـــو ميهڻـــو، كـــر يـــاد ســـخن يكبـــار
چيـــو هـــو چرچـــي ۾، ســـو ورنهـــ كيـــن وســـار
جا هٽندس هُت ترار، سا هِت ڳوٺ اچي ڳالهيون كندس.

[شير محمد خان چيو]
منهنجـــو ميـــر اوهـــان ســـان، قبـــلا آهـــ كـــلام
جـــاري كنـــدس جنـــگ جـــو، ســـياڻي ســـر انجـــام
كـــڏهن مـــُـــڙندس كينكـــي، هٽنـــدس تيـــغ تمـــام
باقبـــائل بنـــد كنـــدس، مگســـيءَ كـــي بـــ مـــدام
دانهـــ وجهـــي دام، آڻيـــان پيـــش اوهـــان جـــي.

بـــاندي هـــت بـــَـنيءَ تـــي مـــر ڊوئـــن كـــانيون گاهـــ
اِئيـــن كيـــمُ تـــ واهـــ، نـــ تـــ مـــان كـــي ميـــر! نـــ مججـــو.

موڪل ميرن ڪوئن ڪري، جان اُتيو اڻ گيلُ
سڏو صبح جو ڪري، مانجهيءَ ڪيو ميلُ
لشڪر آيو لاڙَ جو، ٻڌي ديم دليلُ
تنهن دم ترت تريلُ، چڙهيو اَرڏو آلادين جان.

جيئن دوُلهه دودي راوَ تي، چاڙهيو چنيسر
هليو حيدرآباد کان، ڪانَ پڇي ڪيبر
وڃي نڪتا ويڙهه جا، دماما ڏهون در
اُسهيو اَلاهر، اَلغرض اقبال سان.
ڪري ڪارونيار، سارنگ جيان سنبري هليو
ٽيو ڪڙو روٽ ڪنوڻ سان بادلُ چاڙهي بار
ڀري ڀاونگ تي چڙهيو، جُنگ جنگي جنسار
دُرس ڪري ڏڏڪار، لٿو دانهه ديوُ درياءَ تي.

پُور لنگهائيندي پاڻي، ماندا تيا ٻه ملاح
ٻه تي ٻيڙيون گڏ ٿيون، وهڻ لنگهائڻ واهَ
وهن متانهون وير جي، تائين سنجهه صباح
پوءِ ڊلمي توئن درياهه، لشڪر سڀ لنگهي پيا.

ساڻ ڪنيا ها سارڏو، سڀ سيڌا ۽ سامانَ
رنگدا وڃن راههَ سان، گلن جا گهمسانَ
ريشم رڳي سون جي، ڪمي هُيڙن ڪانَ
مانجهي منجهه ميدان، هڪ لحظي منجهه لهي پون.

پورَ ٽپائڻ ٻَـرَ تي، سَر واڳان ساهيو
ڏنگَ جنين جي دست ۾، ٻيئن مُنهن لايو
ونن هرڻ هتن سان، ڦيري قاسايو

کونڌَ وجن کاهيو، ماڳ ڪپيندا منزلون.
جهُلي جهانگارن ۾، ڪُل ڪٽڪ آيا
رنڌَ ڪناري روهه جي، هٿا هردم همسايا
سرس ڪري سعيا، اُت پيي جوان ڪنيائين جوهري.

جوان ڪنيائين جوهري، ڳوڌي ڏيئي ڳَنُ
جنهن ڪي هُيڙو جان ۾، زهرُ اندر سان زن
جوڙي ڪيائين جنگ جو، سهڄوئي سر تَنُ
دهوڙي دشمن، ذري ۾ ضايع ڪندس.

منزلَ منزلَ تي رکن، دانهمَ داداگيرَ
اڳتوئن اُتَ سامان جا، مهمايا مهميَرِ
وجن ڪَره قطاريا، بودامنجهه بهير
آيا ساڻ اُکيرَ، سرحد ڪاڇي سنڌ جي.

نَرَ ڪي ناري پر تي، رند اچي پئي رات
ماٺهو ملاقات تي، اچن زات بذات.
ڪَن مهمانيون ملوڪ جون، طرحين طرحين تات
وَرنهه وائي وات، مُور نه مگسيءَ ڪي چڏيان!

مُور نه مگسيءَ ڪي چڏيان، ڪنهن ڪي ڪندو ڪوڪَ؟
ماٺهو اُنهيءَ حد جا، مليا ساڻ مَلوڪَ.
خبر جنگ بنگ هه جي، هر جا پئڙي هُوڪَ
ريڊرُ رندستان جي، ڇا جهلِيندو ڦوڪَ
جڌهن ڏيندس باهه بندوق، تڌهن روهه رَيون ڪندو.

ڪري جمالي چوچرو، راتيان ء ڏينهان
جن جا جهيڙي وَرَ جهلي وڌا، سي رڙيون ڪن رِيهان
درد تنين جي دل تي، پلپل ڏي پميهان
ڪُوڪ ڪريو ڪِيهان، تا چورن هنيانوَ ڇڇيو پون.

شير محمد شور وجهي، چٽو هيئن چيوس
دهوڙي دشمن کي، مُدعي ماريندوس
ڳارو وجهي ڳچيءَ ۾، آءٌ پي آڻيندوس
نال وني نيندوس. جاتوءَن قول ڪري هليس.

توري گهٽي ڏينهڙي، آيو ڪهي منجهه ڳوٺ
جيڏي جماليءَ ڪئي، سورهيه ساڻ سهوٺَ
هل ته هتوءَن ٿي هلون، چڙهه اُتي ڏي چوٺَ
ڪاهه قلعي منجهه ڪوٺَ، پيڙ ته پيليون "جهل" کي.

جي سَڏَ پائي اتم سنگتي، سي ميڙيان ڪريان گڏ
نند تنهين کي ناهه ڪا، هِنيون جنهنجو هڏ
هڪل هاڙن کي ڪري، سِيني ڪندس سڏ
تانِ پچندس تَڏ، جنهن زوراور زور ڪيو.

اِتي خبر امير کي، سُڌ پئي سارِي
تنهن مَڱ مگسين کي چيو، چڙهي تيو چارِي
اُڙد ڏسي اُتلي اچو، پوءِ ڪريو پوئواري
تن ڪئي تيارِي، هلوته ڏِيلُ ڏسي اچون.

تازين چڪي تَنگَ، جُنگ هليا جاسوس تي
ويجها ويرين کي تيا. ڪُڏائي ٻه ڪُهنگ
ڏيهان ڏور رهيا. دانهَن متي دَنگ
راوت وقت رات جي. چاري ٿيا چورنگ
سي مَڱ موٽيا پوئتي. اُڙدَ ڏسي اڙٻنگ
اچي لٿا آورنگ، وِيرَ وڏيري جي اڳيون.

ويهي وڏيري سامهون، هُن جو ڏنائون حال
بيحد آهه بلوچ سان، باري اُڙد بحال
اجا تو اڳتي وجي، خاني رکيو خيال
نچاٽي کاٽوئن اچي، قبري سو في الحال
نيٺ تہ ايندو جنگ تي، جنهن ميڙيو آهہ محال
اُڙدَ اهي احوال، بهڳن! بُڌ بنهي کَنين.

پَهه کيو پاڻ ۾، مردَ اڳيوئن مگسين
جيڪي هليا جنگ تي، آخر نيٺ اچن
منهن ڏينداسين مامري، سامهون سيالن
پري جامَ شراب جا، تُرت پياريو تن
ڏسندي کيڏ کڻن، اتئي سويان هٿ ستار جي.

پَڙ چيو پائُن کي، اَرڏي احمد خان
اوهان جي انصاف جي، کمي آهي کانَ
هُنَ پي بہ تي بروچن جا، گڏ کيا تُمانَ
هيڪڙائي هاديءَ جي، آ بئي کي طاقت کانَ
اسين بہ آٽيون ونبي کي کيهر جُنگ جوانَ
رازُ جنين رحمان، سوپ تنين کي سامهين.

چڙهي وج چاندبي ڏي، اَتي دَنگَ پائي دهدار
جنهن جا پائر جوهري، بڙا بيشمار
قابل سو کاچي ڏٺي، سورهيہ آ سردار
دهکو دشمن کي پوي، ڏور بُڌي ڏهکار
تيءُ تُريلا تيار، وج وڏيري وِير ڏي.

قابل کاچي ڏٺي آ، ولي محمد واهہ
منهنجي پي مرضي هئي، پر کهڙي ڏيو صلاح

پُٽ پائنو احمد خان جا، ها مرد مثل جئن ماهہ
مينهان خان ملوڪ هو، ڪوپو سانءُ ڪماهہ
پيو غازي گهرام هو، بانڪو بيپرواهہ
تان پي تياري ڪري، اُٿيا علي الصباح
دنگ لنگهي داناهہ، وڃي ڏولهہ ديري ۾ لٿا.

گَنو سين گڏيا پانءُ ۾، فائق سان فرحت
ڏين تعظيمون تنڪي، روح گڏين راحت
تان پي تواضع ۾ تيا، خان اڳيون خدمت
مردن ڪئي محبت، ويهي وڏيرن پانءُ ۾.

خبر خانن ڪوُن پُڇي، هو دانهہ جو دستور
چي، سائين! جماليءَ جي جنگ جو، معلوم اٿئي مذڪور
چاڙهي آيو رند ڪي، سور ٻڌائي سُور
ميڙيو مڙني ڪي اچي، ڪي پاڙا جمهور
پيم اندر ۾ پور، تہ وڃان دانهن وني داناهہ ڪي.

ارڏن ڪي ائين چيو، مانجهي شير متير
ابا! رکُ الله تي، ڪر وڏي دل دلير
هوڏانهن حيدرآباد هجي، هوڏانهن جيسلمير
هوڏانهن حد قلات جي، مر گڏ ڪري گجمير
هنداسونس ٻنهي هٿين، شوق منجهوُن شمشير
اتم اُميد الله ۾، ڏيندم سوڀ سوير
پويان ڏيئي پير، ويندو ڪين وتانءُ تي.

آياسين آس ڪري، وڏيرا تو وٽ
ابا، ڪر اسان مٿوُن، سورهيہ سر جي سَٽ
جوڪند ويريءَ ويڙهيو، ڪونہ پانيو سي گهٽ
ڏوليا، هل تون ڏَٽ، مومل مهڻي هاب ٿئي!

[وڏيري ولي محمد چيو]

منهنجو آهه اوهان سان، قسم قول قرآنَ
مَرُ جيڪي ميڙيون اچن، آدم ڇا حيوانَ
ڪنهن ڪوئن ڏچان ڪين ڪي، توڻي هجن تُمانَ
"جهَل" نہ منهنجي ماءُ آهہ، ڇائي هڪ سبحانَ
ڇڏي مادر مانَ، پُٽ ويهن ڪيئن پوئتي!

سڏايو صوبن کي، ماڻهو مُنجي مير
وڃو وڏيرن سان چڙهي، متي جنگ مُنير
"ڪُندو" ڪيهر شينهن هو، پٽ ولي محمد وير
ڏيئي چوٽ چڙهي هليو، حاضر ساڻ حمير
جڏهن پانيون جنگ جي، سوڙهي اچي سير
ڏاهي مون کي ڏاهہ ڏئي، هلي وانگي هير
آءُ پي جلد امير، ڇاڻ اوهان وٽ آئيس.

چڙهيا لشڪر چانڊڪا، "ڪُندي" سان ڪَرِ ڳل
رات پئي هُئن وچ تي، تائا ڏين ترتل
چانڊيا مگسي پاڻ ۾، محڪم گڏيا مَل
اڙٻنگ شير اچي لٿا، جهُلي رسيا منجهہ جهل
پڌي هاڪ هڪل، مَرُ دهڪو دشمن کي پوي.

وڃي پئي وَرنهَ جي، پانڌي ڪن پچارَ
لشڪر آيو چانڊڪو، گجي منجهہ غبارَ
حد ونيو هاڙهو گهمن، چوڪندَ چوڪيدار
هيڏانهن هوڏانهن خابرو، ڪلَ رڪن ڪلدار
پول پڌائون پيهار، تيا قولين "قادر بخش" چئي.

شير چڙهي ويو "شَهولي" ميڙ طريقي مَلَ
پيش پيو پرڏان جي، دانهَ دوڙي دلُ

[شهوليءَ رند کي چيو]

صلح صلاحت خير جو، عاقل کي ٻـ عقلُ
چڏ تون جنگ جنجل، مهلت ٻارنهن ماهه ڏي.

[رند چيو]

چار مهينا مهت ٿي، اڳهيو تنهنجو عرض
چو وڙهو، چاڪاڻ ڳرو، ناهه اوهان جو غرض
اڳيون پويون قرض، ڪُل اُڳاڙيان مگسيءَ ڪوئن.

شير محمد شير جئن، گَنوَ ڪئي گفتار
پار ٻڌو سڀ يارَ، هيءَ ٻا ڳالهه ڳئي اسان.

جيڪر هتون ئي هلون، ٻـ ڙدين ڏي بيشڪ
ڪڏهن هلندي ڪين ڪي، چانڊيي جي چَڪ مَڪ
وجي تيندو ڪڪ، مرُ جان سيل پيچي وجي.

هو وَرنهَ ويجهو "جهَل" کي، ويڙو مرد مُڙي
پانڊ پاساهون چڙهي، هليو رند رڙهي
ساري رات صبح تائين، رندَ جي فوج آڙهي
پوءِ لائق شير لڙي، وجي ڪوند لٿو ڪنڌڪوٽ ۾.

ڪوند لهي ڪنڌڪوٽ ۾، ماڳي ٿيا مهمان
ٻانڪن ٻـُڙدين جا هٿا انهيءَ هند وٿاڻ
مانجهي ملڪن جا ڏٺي، پارس پهلوان
تائي جي تلوار جا. ساڻ ڪنيائون سرواڻ
جڏهن ٿيا ٻـ پريان، روٺَ ويندا رڻَ سامهون.

[چاندين چيو]

خـــرچ خزانـــي خـــورش جـــي، نـــاهي كـــا پرواهـــ
كـــائن لشـــكر لاڏكـــا، ويهـــي ماهـــ بماهـــ
جتـــي خـــرچ كـــُـــتي وجـــي، اُنَ اتـــن جـــا ٿاهـــ
بـــُـــڙدين مـــال متـــاع، آهـــن سـپ اســـانهنجا.

ڏينهـــن بـــ - ٽـي ويهـــي رهيـــو، تـــاڻ ُ كـــري تـــاٺو
چانـــديو ويهـــي كـــڪ تيـــو، اكثـــر اهجـــاٺو:
مـــانيون كـــائون مفـــت جـــون، نـــاحق ڏيـــو داٺـــو
راز ڇـــڏيو راٺـــو، تـــو موكـــل مگســـيءَ كـــوُن گهـــري.

هـــــي ســـو آيـــو كينكـــي، وِيـــڙو پنـــڌ پـــري
ســـانگ ڇـــرڻ ويـــو ســـقرو، مـــالن يـــاڻ يـــري
اڳـــي پـــوءِ اينـــدو اُتـــي، جـــو آيـــو كاهـــ كـــري
مـــَـــر ُ جـــان گاهـــ چـــري، "ممـــَــل" ءِ "روجهـــاڻ" جـــا.

هـــاٺي موكـــل تـــا گهـــرون، دل كـــوُن ڏي داناهـــ
جنهـــن دم اچـــي جـــود مـــان، ڏاهـــي ڏئـــي ڏاهـــ
ايـنداســـين اســـين چڙهـــي، رَمـــَـي راتـــو واهـــ
اتـئـــي ســـوپان وس الله، ڏاتيـــون وَس ڏاتـــار جـــي.

اهـــو ســـخن ســـتار ڏنـــي، چيـــو چوليـــاٺي
بيـــو بـــٺ ُ تنهيـــن ســـان بيـــل هـــو، خيـــالي قنبراٺـــي
دائـــود خـــان دليـــر هـــو، بهڳـــڻ ببراٺـــي
احمـــد خـــان اول جهنـــدو، مـــُـــهڙ ماٺـــاٺي
ٺلـــو ٺـــري كينكـــي، جيٺـــن پـــيل كـــري پـــاٺي
جنـــگ مـــُـــهرا جنـــگ دوســـت" جـــا، اڙبنـــگ آريـــاٺي
وتـــن پنـــي ريڙهـــ جـــي، كنيـــو كانيـــاٺي
چـــا كبـــي كهـــاٺي، انهـــن جـــي انصـــاف جـــي.

اهــا ڳالهـــ ڳڻـــي، پرســـن هيئـــن پهـــــي
هرڪــو جـــنگ جـا ڳاهــ ويــو، راتيــون تــت رهــي
ڪــودم دولهـــ ديــر تـــي، وينــدو لـــڙ لهـــي
ڪـــنديو خـان ڪهـــي، ديــري آيــو ديــر ســان.

ڏاهـــپ ڪـــري ڏانءُ، ڏنــگ لنگهـــي دُور ويـــو
لڙي هـا تــ لڙي چڪـي هـا، هـو ويجهـو ڳـنو جـو ڳـانءُ
هــن ڪـي بيـن بروچــن جـو، ڳيــرب هيــڙو ڳـــرانءُ
تنهــن جــو بــڏي نـانءُ، اجــا تـــ مــرد مـــڙي ويــو.

خبــر ســڻائي خــابرو، چونڪمـــي ســان چــالاڪ
ٻڌائـــن ٻنهـــي ڪـــي، هـــاڙهو ســـان هوشـــناڪ
منهنجــا ســـواري هيـــٺ هئـا، بـــاقي جـــا بـــوراق
پـــــڃي پرڏانـــن ڪـــي ڏهـــاڙيون پـئـــي ڏاڪ
هئي جنيــن جي هــاڪ، سي چانديـا ڪالهـ چڙهـي ويـا.

خبــر پئـي تنهــن خـانَ ڪـي، ويـا جــوان چڙهــي جــائي
ڀهڳــڻ تنهـــن بـــروچ جـــي، تــپي ســـورهيہ ســـرهائي
هـــائي مگســـي هيڪلـــو، ويـــــس پڇـــي پــائي
وات اتــس وائـــي، تــ مــور نــ مگســيءَ ڪــي ڇــڏيان.

ڀهڳــڻ بروچـــن ڪـمي، آنـــدو رنـــد تــائين روجهـــاڻ
فـائق فلڪ نـ ڪنهــن تــي، ڪانــ ڪنهيــن جـي ڪــاڻ
ڪــري ڪـــرنشون تـــن ســان، جــن سـان روح رهــاڻ
مـاڳ هلـي سـان مـاڻ، جـا "جهـل" ڏيهـي جـاگير تـي.

ســـــيني ســـــردارن ڏي مــــاتهو مـــــــڪائين
ملـــي آيـــا ميـــل تـــي، جـــوان چڙهـــي جـــائين
سـاڻ هلــو سـائين، تيـو ميــر! اســان جــا مادتـــو.

بــول ٻڌائــون پــاڻ ۾ عهـــد رهيـــو اقـــرار
مـــر جـــان ميـــل پڄـــي وڃـــن، ديـــري مـــوڻ دهـــدار
مٿئـــون مگســـيءَ جـــي پٺـــون، اُت كـــرڻ الغـــار
هـــرڻ چڙهـــي پـــَــٺَ تـــي، هٺـــو ســـندي شـــوق شـــكار
هـــٿ نـــه پرجـــي رت ۾، هٺـــو ســـپ هٿيـــار
ويهـــون پـــاڱو وار، هونـــد نـــه اڃـــي هكـــڙي كـــي.

جـــاتي ڏينهـــن بـــه تـــي رهـــي، هركـــو ٿيـــو حيـــران
آهنجـــا اُڙدن كـــي ڏيـــن، ســـپ ســـيڌا ۽ ســـامان
مٿـــو مـــاٺهن جـــو قـــري، ڏينـــدي آب و نـــان
مـــاڳ ٿيـــو مهمـــان، ڏاتـــي پـــٽ غـــلام علـــيءَ جـــو.

فوجـــون ڦيرائـــي كـــري، آنـــدا اُڙد اميـــر
ڏاتـــو پـــــٽ غـــلام علـــيءَ جـــو، بـــڙدي بلنـــد بهيـــر
خبـــر كـــاٺوني جـــي بـــڌي، ولـــي محمـــد ويـــر
تـــرت كيـــو تدبيـــر، مـــن كـــو پڳهـــه پڄـــي پـــوي.

ويهـــي وڏيـــري كـــي، چانـــدين هيٺـــن چيـــو
كـــاڏي حيدرآبـــاد تـــي، كـــاٿوڻ پنـــڌ پيـــو
كـــڏهانكون مگســـيءَ ســـان، وڃـــي واه وڙهيـــو
ترســـيو آهـــه توكـــوڻ، تـــڏهن رنـــد رهيـــو
جنهـــن ســـو قـــول كيـــو، كـــڏهن مـــُـڙندو كينكـــي.

منهـــن مـــــهاندر كهـــڙي، پـــانوَ پـــائيو پيـــر
هـــاڙهي هيـــس هكجهـــڙو، مـــصري خـــان مٿيـــر
مجـــي منـــٿ مـــــڙي وڃـــي، چـــڏي جنـــگ چگـــر
خـــاصو آهـــي خيـــر، بهتـــر جنـــگ بنگاهـــه كـــوڻ.

اڄڻ وڃڻ جي وات آهه، بڙدين ساڻ پلي
آهن عذر انهن جا. ڏيون هلو تہ هلي
هي يي لتل اتهين ڪٽڪ ساڻ ڪلي
سائل تي سندايون، عرض ڪيو عقلي
چڏي چوهہ چلي، مَنَ مڃي منٿ مٿڙي وڃي.

فائق فاتح ڪاڻ چڙهيو، ساڻ تورن سوارن
سائس صوبا ڪيترا، سرڪش سردارن
رس رکيا هئا پاڻ ۾، گهوڙن ۽ مهرن
بانڪا منجهہ بڙدن، اچي جُنگ لتا "جويو" چئي.

جُنگ لتا تنهن جاءِ تي. عاقل اوتاري
ماڳين مهمانن کي تيا خوش تي ڪيڪاري
اڳيون اُڙدَ لتل هئا، شهرون پساري
سڀ عذر ساري، فهميدي فاتاح ڪئي.

ماڳيين مهمانن جي، ڪن خاصي خدمت خاص
ناهہ بکيو نغن جو، آيو ونڻ واس
ڏسي اُڙد امير جا، هر ڪنهن تئي هيراس
پر منجهہ تائين پڌرو. رند مثل راڪاس
مانيون چانورماس، گهوتن تن گهڻا ڪيا.

گنوَ کي گڏجڻ گاڻ ۾. رند نہ آيو رات
تيو وهم وڏيري کي. گهڻو عجب لڳس اثبات
جيءُ تہ پنهنجي جيءُ کي. چڱيءَ طرح آهہ تات
جي مرد رکن مرجات. سي سرندي ترن سارڏو.

اتي اوڏانهن هليا. ساجهر ساڻ صبوح
گنوَ سين گڏيا پان ۾. ويهي ڪن ورونهہ

شـرم ڏنـي تـون شـير محمـد، رنـج ڪـديج مـوٺ روح
لهس ڦٽي ڪر لـُـوهہ، چـو هـلان هيٺـن تـي ڪريـن.

تـون ڀهڳـڻ ٻروچـن ۾، جيئـن چوڏهيـنءَ جـو چنـڊ
سـونهين سـينيءَ وچ ۾، جيئـن ڪيـر گـڏجي ڪنـڊ
گـوڙ ڦٽـي ڪـر گنـڊ، چـو هـلان هيٺـن تـي ڪريـن.

سـي گگيـلا تنهنجـي، آهـن منجهـہ اُمـر
هـڪ مگسـي آهـہ هيڪـڙو، ٻـي واهـہ نـہ تـس واهـر
منهنجـا قسـم ٻـروچ سـان، آهـن ٻـول ٻـڌل ٻيهـر
چـڏ تـہ پـاڻ چـڏائيان، ڪنهـن حرفـت سـاڻ هـنر
هـو جـي ڏوهـن ڪـان ڏمـر، هـن ٻـاندن تـي بخشـيش تـي.

غـلام محمـد گـوڙ ڏئـي، ڪيـو گـوڏي هـيءُ ڳالهـہءُ
ادا ولـي محمـد وچ ۾، تـون اسـان جـي نـہ پئـہ
اسـين مگسـي پـاڻ ۾، مرڏاڻـي ڪيـو ڊءُ
اسـين ادا تنهنجـا، تـون چڱـيءَ طـرح سـان چئـہ
مـٽ وڏيـرو شـير محمـد، واڌو نـاهي جئـہ
تيـز ڪريـن تـو تـَـئہ، تـون رنـد ونـي هـن راهـہ سـان!

ورائـي ورنـدي ڏنـي، جمـاليءَ جـواب
تـون آهيـن چانـديو اهـڙو، نـاهي ڪنهـن جـو ٻـاب
ايندءِ شير محمد شتاب، تہ سپ ديري وجي دانهون ڪندؤ

[محرم چيبو]

زور وڏو تئـي زيـادتي، ڏسـي اُڙدعميـق
ٻيـا ٻـي آڻـي ايتـرا، گـڏج سـاڻ رفيـق
دَرَ دَرَ متـي ميڙيـون، شـامل ڪئـي شـريڪ

جڏهن مگسي هو هيڪلو، تڏهن ڪرين ها توفيق
تڏهن وهندءِ.....، جڏهن ايندءِ مهڙدار محرم جو.

چڙهي ويئي رند ڪي، ڪاوڙ ڪاپاري
تون آهين اُمڙ گاهه جو، مگسيءَ سر باري
وجي گڏج پيءُ سان، متان تئين مياري
جلدي ايندس "جهل" تي، بار ڪٽي باري
دائود خان، تلو خان، ڪئي گويا هي گفتار
جڏ وڏيرا چوهه چندي، سر هلي تان هاڙي
جنهن ڏني آهه ڏاڙهي، سو پلڪ نه رهندو پوئتي.

آين ڪاوڙ قهر جي، ڦيري رمز رندن
هنياڻون حملو ڪري، هٿن تبي هتيارن
دستين بندوقون ڪنيون، چاهه منجهان چاندين
وچون پئي بڙدين، هُو چني هوڏي ڪيا.

مهمانن سان مامرو، ناهي رسم رندن
جنگ نه جڳائي تن سان، جي پيهي اڱڻ اچن
ساڻ تڏي آين، هوت نه گهرجي هيتري.

اَتئَيِ سويان هت ستار جي، گهٽي توري ناهي
ڏسي اُڙد اُيارون، تون تو بانور پائين
سر تنين تؤن صدقي تيا، جنين جيءَ تائين
جڏهن آياسون جائين، ته واه جا جنگ مزو ڪندي.

اسهيو الاهر تي، دولهه چاڙهي دم
ڳنوَ سان نڪتا گام مون، بُڙدن وڏو بم
وري وجون پوئتي. ماڳين تيون محڪم

گهٽن ٿورن سان مرڻ، اهو آهي اسان جو ڪم
هوندو جيئڻ حڪم، تنهن مان لِڪ نہ لهندي هڪڙي.

ارڏي احمد خان ڪي، نيئي چارڻ چِتايو
چانديي چوٽ اُتي ڏنيس، پر بُڙدن بچايو
چاڻ تہ جهُلي "جهل" تي، اچ سيان آيو
سَنبري ڪر سعيو، مگسي نندڙ متان ڪرين.

وري وڏيرو آئيو، جاڳهہ پنهنجيءَ جاءِ
مان جي بول بروچ سان، ويهي قول ڪياءِ
اتم اُميد الله ۾، پوءِ ڏيندو سانس پاءِ
يارو، جيڪا راءِ، سا يلي بڌايو پائرو.

[احمد خان چيو]

راءِ تہ آهي جنگ جي، ٻي چئون ڪيهي
ڪالهہ ڪيائون قول تو، وَرنهَہ جي ويهي
نيٺ هلندين هن هنڌان، هي ديش ڇڏي ديهي
جيهي آهي تيهي، بيهي سر نباهيون.

[احمد خان چيو]

راءِ تہ آهي جنگ جي، چوَن مرڪڻ مورَ
ويريءَ ساڻ وڙهڻ ۾، کهڙي ڪسَ ۽ ڪورَ
هٽنداسون بنهي هتين، زخمان منجهوئن زورَ
دل وڏا ڏي دَونر، اتئي سويان هٿ ستار جي.

[شهوليءَ چيو]

اتوَ ياري اُڙد بلوچ سان، ڏاڍي روح اريڙ
جنهن ڪي طلب ترار جي، سانگ هليو سانگهيڙ

هڪڙي صباح اڳي ڪيو، پوءِ هلو سـَـر ويڙهه
ماڳ سنباهي ميڙ، ڪنهن ڏياري ڏهيءَ ڪي مـُنجئون.

[ولي محمد چيو]

ڪـُـل پيرن ۾ پـڌرو، آهه پارس منهنجو پير
اوڪيءَ منجهه اچي ڪري، واهر ڪندو وير
جو رانول راڻيپور ۾، آهه دولهه دستگير
الهه بخش چتاڻي امير، اڙهي مڪائين محبوب ڏي.

هن حقيقت حال جي، وجي ڪر دانهن متي درگاهه
پيـرَ ڪري پيرن تي، پهريون گهـُر پناهه
رنـدَ مگسيءَ تي تو وجي، ڪاهيو ڪاهه بڪاهه
آئي آهي اهنجي، سختي متئون سر آهه
سيد! پهچ سگهو رس، والي ڪر ڪا واهه
وڃ تنهين ڏي ميڙ تي، ارڏا لڳ الله
سهڻا ”صالح شاهه“ ڀڄڻ اچي ٻيلهه تي.

عاجزَ تي عليل، وڃي دانهن ڪئي درگاهه ۾:
مرشد وڃ تون ميڙ تي، جانب لڳ جليل
ظاهر باطن زور جي، ڪر ڪا واهه وسيل
ٻيو ڪو ناهه دليل، تو ريءَ ترهو تار ۾.

ديس توئي پرديس ۾، هن دولهه جا ڏاڪا
سـَـڏيو سـَـڏ اچي ڏئي، ورائي واڪا
اڳيئن مير مطيع سڀ، ٻي جا آهي چاڪا
جنهن مجيو ناهه محبوب کي، توڙي تنهن ناڪا
ڏائڻ جا ڏاڪا، چارئي پجي چوڙ ڪئون.

سنڌ جا محبوب جي، صاحب سينگارِي
وڃي طبل ولي ۽ سندو، چوڪنڊ چوڌارِي
نَون اڳيئون نرَ جي، سنڌ ڪچي ناڙِي
لکين فيض لهيو وڃن، جي اڃن آزارِي
تي تڏهن تيارِي، سيد جي سانباهه جي.

چڙهيو شاهنشاهه، عاصين ڪي آذار تي
باندين بند خلاص تي، معافي ڏوهه گناهه
مڙي جماعت پير جي، فائق جو فقراهه
سو نرَ ناڙِي تي هليو، دَونر ڪري درياهه
هن جو ڏس تنبو ۾، ميڙو منزلگاهه
رند پڇائي راهه، اچي ڪامل لٿس ڪنڌ تي.

پيرَ ڪنيو هو پانڌ سان، سخي سو سهراب
لَغاري لائق پريو، ناميو نر نواب
گهڻي ڪؤن ب گهڻو ڏين، اچيو تنهن ڪي آب
پهچايائون شتاب، تڏا ڪتولا خان ڏي.

مچن مارڪن ۾، ڪن تڪر تا توليون
خزان ڪن خوشي ۽ ڪؤن باروچيون بوليون
مگسي هن ملڪ ڪؤن، لهندين ڳلين مون ڳوليون
”جهلَ“ ندر جهوليون، ٻڌنديون هن بروچ جون.

پاسيرو تنهن پير سان، اچي گڏيو منجهه غماز
نڪو عجز نَ عاجزي، نڪو نرت نياز
صبر ٿيو سيد ڪي، ڪئي دولهه دل دراز
روءِ ڪچهري راز، مڙيوئي معلوم ٿيس.

خبر پچائين پيرَ کوئن، منهن ۾ وجهي مير
(پير چيو) گهُرون خير خدا کوئن، دل ۾ اتئون خير
جي خير گهرندين خوش رهندين، ڪونه جوهيندءِ ڪير
مُڙي وج مگسيءَ کوئن، بخش اسان کي وير
ڪاهه نه ڪمزورن تي، ڪجي اهڙو ڪين انڌير
ڪر يلائي يير، ته مان مُهت لهي موتي وجان.

[شير محمد چيو]
نڪي مُڙان مگسيءَ کوئن، نڪي ڪندس خير
هي چرچا تو چانديو ڪري، سو تيندو آهي ڪير؟
اول سمجهي ها ڳالهه کي، پوءِ وجهي ها پير
جايون جوڙايان "جهَل" ۾، ڊوند ڪريان تنهن ڊير
ڪيئن ڪريان وير اوير، نيٺين ننڊ حرام آهه.

پلپل پوريون، روز چڪن تا چاڪ
ڌرتي ۾ اُپ تو سُٽي، وسي ڌنهه نه افلاڪ
جنهن اوجهه ڏاڪيو آهه ڏاڪ، تنهن جو لاهيان ور ترار سان.

[پيرَ چيو ابا:]
جنهن جي وَرُ ترار کي، سا تيندي ڪين سنئين
سگهڙ سيد فقير کي، موٽايو نه ڪنهين
ناحق اُڙد نئين، تو ڪپائين ڪانَ ۾.

[شير محمد چيو]
پيرَ اسان کي پانهنجا، سڌَ سان تين سائي
ڏسندين خلق خداءَ جي، پيليا پوتائي
چڙهي تنهن چانديي جي، گهمائيندس گهائي
جڌهن پرتيا رڪ پائي، تڌهن ڪانَ بہ ويندءِ خاڪ تي.

موج آئي "مهراڻ" کي، ڪيائين ڪنڌيءَ تي ڪاهه
ڏيئي پيٽ پچون وجهي، ڌوڌو منجهه درياهه
آيو جزب جيلانيءَ ڪني، شوريو شاهنشاهه:
چيا سمجهيو تئي رنڌڙا! چيا ڏيکارين تو ڏاهه
تون آهين مثل گاهه، اتئي چانديي ڏاتوهت م.

اتئي چانديي ڏاتو هت م، لاهي ڪنڌ لاب
وجين ته ويڙهه ڪري ڏس، ته ونين هڪ حساب
سنّي وجهندءِ سامهون، تير رڪندءِ تاب
تيندين نئين بُهه هاب، تو مُڙي منافق ڪينڪي.

تو تڪڙا پوين تنگ، اَجها تي پيش اچئي
منديئون ئي مُندجي وئي، تنهنجي تيغ تفنگ
جاتي ڪندين جنگ، ڪڏهن ڪتندين ڪينڪي.

اُسهيو الاهر تي، نَرُ ڪري نعرو
پارس موتيو پوئتي، سيد سونهارو
چوايائين الهه بخش چتائيءَ ڏي، سپ قصو سارو
ڪيو عالم امارو، دُر ورتيون تي دعوتون.

دُر ورتيون تي دعوتون، نيڪ ته جاءِ نشين
جلوو جيلانيءَ سندو، وڏي رنگ رنگين
سوين سائل سيڪڙا، دنيا ڪارڻ دين
مطلب مڙنيءَ جا تيا، ماٺهو جي مسڪين
خاوند خبر م ڏيئي، پهريندين پرين:
معاملو مگسيءَ ڪؤن، ڪڏهن ڪتندو ڪين
اهو سوال امين، اسان دُرس گهريو درگاهه مون.

خوش وزيرو خان تيو، شاد گهڻيرو شاد
منهنجو تنهن مرشد تي، اصلوئن آهه اعتقاد
جئي پيو چاندين کي، تيو مدعي ماد
الله کئي امداد، سڀ اوهان کي سامهون.

چڙهيا تنبو جي شهر مان، اُڙد کري اوراٽ
لشڪر ليکو ناهه کو، جيئن ماکڙ جا ميلاٽ
وڄن نغارا ويڙهه جا، کيون کنواتن کٽواٽ
تيو سوگهو سڄ رئي ۾، لٽيو منجهه لڙاٽ
واهه وڏائون واٽ، ويا ملڪ منجهاروئن خانکي.

هاٿي "شورڻ" نه هلون، جيتر کيون ديکا ديک
مهڙ مگسيءَ کي ڏسون، مر رُک گڏجي ريک
بيهي کي پڄي وڃي، جڏهن تئي ترارن تيک
محکم کوڙي ميلک، نئين پاڳهه پنجک ۾ هڻون.

کاهي آيا کوتڙي، لوڏ کري لشکر
ويجهي چانو چپر جي، ڏسجن پيا ڏونگر
ناميا پر نغور جي، ٿکيا ساڻ ٿکر
آيا "پاڇهه" شهر، منجهه ديهه ديناري.

گاجَ گَجي جهڙ کاج کي، "گاجڻ" جي متوئن
لتاهون "شادڻ" موئن، جي يار هئا ياقي
سي يي سنبرائي کنيوئن، جي هئا بهادر باقي
کاهي کانڌوريءَ ۾، اڄ تيون اوطاقي
جيون پيا جاکي، تہ مگسيءَ لڙ لاهي ڇڏيو.

سباٽي سهرا بَندي، گهوٽ چڙهيو گهوڙي
مرد بيهو ميدان ۾، جنگ بيهو جوڙي

وَسايو ويريءَ کي، خوب ڪَنا ڪوڙي
ڳوٺ ڳڙائي نہ تيو، تہ منهن ويندو موڙي
تيو ويجها وکوڙي، تہ مَرُ اکين "جهلَ" جهندا ڏسن.

وناي لشڪر جو، چهرو چهريدار
جلب جتوئي جهوريا، جهيڙي جا جهونجهار
رند، جمالي، عمراڻي، بُرڙدي بيشمار
گڙد، گبول، گاڏهي، ديناري دهدار
ڪلفر، لاشر، ڪيڙي، قدَ وڏي ڪاپار
لاشاري هٿيا لاڏڪا، جوڙ وڏي جنسار
بارهن بروچن جا، تمن تيا تڪرار
ليڪو لشڪر جو تيو، سادا اٺ هزار
جڏهن گڏجن گهوڙا پاڻ ۾، هانهرُ ڪن هٺڪار
بادل چاڙهيا بار، مورهہ ڪاڄي مينهن جا.

ساز وڄن تا سُرندڙا، رنگ لايو شعرن
ساز ڪڙا ڪيا سارنگن، تارون طنبورن
نادَ نفيلن نوبتن، ناز ڪيا نقرن
ساز سنباهيو جنگ جا، ويلون ويل وڄن
اڄ صبح اُڙدن، آئي منڊ ميلاپ جي.

اولاهو تي اُبريو، ڪاري ويسَ ڪڪر
تيو ڪڙو روٺ ڪنوڻ سان، باني ڏيئي بر
وسندي ورڄي ڪينڪي، سانوڻ مينهن سپر
جڏهن پيس ڏکڻ جو ڏر، تڏهن ڪڪر نہ ڪڪريءَ کي گڏبو.

ڪاهيو ڪاهہ ڪري، ساجهر آيا سنڌ تي
پهڻ ڪنيائون پاڻ سان، جهوليون جهول پري

اول جنگ اها ڪريون، بيهي پنڌ پري
جنهن ڪي جان ۾، ڪري زخم ذري
جان پڻ مرد مري، جان وري ايندو ويجهڙو.

لنگهي پيام لغڙ، شوريا ڪاڻ شڪار جي
بحريون باشن سان گڏيون، ڪاهن تيون ڪڙڪڙ
ڪڙڪيا ڪانڊوريءَ تي، جوان وڏي سان جر
چڏي ور وڪڙ، سڏا تيا ساڙيهہ تي.

رات تہ "روهيلن"، ديم لهي ديرو ڏنو
ماٺهو ملڪ چڏي پڳا، مڙيا ڪان ميلن
هڪ ديهہ داٺو گاهہ تي، بنا ٻن ويلن
تائين تنبن اُڙدن، ڪائي ملڪ خزان ڪيا.

عصر ويل ڪي ڪئي، تان پي تياري
"جهَل" هتان آٽ ڪوهہ توَ، منزل موچاري
پهر ڏينهن هلي پڇون، ڏيون ڏيڪاري
نينڌ هڪ واري، اڄ آتوَ ڏينهن مقابلو.

بيبيون آيون ميڙ تي، بالا سان برڪت
ستيون ساداتيون هيون، اعليٰ جن عزت
قرب ڪرامتَ اڳريون، قوي سان قوت
صاحب آيا سيگهہ ۾، راحم سان رحمت
مرسل مير مدد، ڪر عربي ڄامَ اسانهنجي.

آيا علي الصباح، ڪنهن هنڌ حاويليءَ لٿا
پاڪ تہ پهري پوش هئا، پهري منجهہ پناهہ
آتا يائون "ارغون" ڪي، جائي تنهن جاڳاهہ:

[ببين چيو]
ابا توتي شير محمد، سندي رب نگاهه
مُڙي وڃ مگسيءَ ڪوئن، ڪسَت ڦٽي ڪر ڪاهه
اڳ موٽايئه ميڙَ ڪوئن، سهڻو "صالح شاهه"
اسين ٻه توڏي آئيون، وني اسم الله
ڪر معافي ڏوهه گناهه، ڏي مهت هن مصحف ڪي.

ڏي مهت هن مصحف ڪي، ته تيئه دعا نصيب
چوين ته آٽي پيش وجهون، مگسي آهه غريب
هي جي هت ڏسين تو، هلندو ڪونه قريب
اڪثر سان عجيب، پوندو ڪم ڪريم سان.

[شير محمد چيو]
نڪي مُڙان مگسيءَ ڪان، نڪي ميڙ مڃان
اڄ آءٌ ڏينهن مقابلي، هرگز پوَن نه پڇان
هڪ نه پڳي اتم هڪڙي، جا اتم اميد اڃا
پوءِ سو واهه وڃان، وڃي "شورڻ" شڪاران ڪيا.

[ببين چيو]
جي جنگ نه ڇڏين جوان، ته ڪر چارمهينا دير
فوجون ڦيرائي هتان، وڃ موٽي پوئين پير
نيٺ ته هلبو اڳتي، هت نه رهندو ڪير
مڃ تون منٿون ميڙ، ڏي ڪو مُهت مصحف ڪي.

عصر ويل اُتي ڪري، سوارن وڏا سنج

[شير محمد چيو]
دعا ڪريو تان فتح ٿئي، ڏيندس گهڻا گنج
ساعت سيڙائو ڪريان، توٽي رهو منجهه رنج
سجهو تائين سنج، اڄ فوجن تيندو فيصلو.

بيبيون بينيون ٿي رهيون، هن پڪڙيو هٿ لغام
وڏئين پير رڪيب ۾، نڪتو ساڻ تمام

[بيبين چيو]

ادا رند! اسانهنجو، ٻُڌ هي قرب ڪلام
وڃ تہ وڃجين ويڙهہ ۾، اڄ اُتئي انجام
سيان پڇنديون اُت وڃي، جاتي ماڳ مقام
آهہ پاٽي اَن حرام، جيتر لاشو لنگهندي نہ ڏسون!

وڃ تہ وڙهيا ويڙهہ ۾، وينا اُتئي واسينگ
هي جي گڏهہ ڪنيئہ گجرات جا، سي هڪ نہ ڏينديءِ هينگ
مهٿَ نہ "چانديي" جي جهلن، تنهنجا ڍِڍر ڍينگ
پيلي ڪنديءِ پينگ، ساڙي باهہ صفا ڪنديءِ.

پاڪ تہ موتيا پوئتي، ڏاڍي ساڻ ڏمر
وڃي وينا شاهہ تي، قُبي ڏيئي دَر
جڏهن لاشو لنگهي هتان، پاروئن هن شهر
پوءِ لهي ڪا ڪَر، هلي حاويلين وڃون!

جنهن ڏينهن هليو ستهہ ڪان، داميو دلاور
ڏاهي هليو ڏاهہ تي، صبح ڪي ساجهر
اڏاٽو ٻہ عقاب جيئن، راهہ ونئي رهبر
بحري چَٽِي ٻرَ تي، لنگهي "شاديهڙ"
شهر پريوئن پرواز ڪيئين، پرَ ساهيائين پر
داخل ديري" ۾ تيو، جان گذريس هڪ پهر
وڏيرو وينوهو، ڪونہ ڪچهريءَ ڪر
ايندو ڏنائونس اوچتو، درس لنگهيو هو در
دانهيونءَ اچي دانهن ڪئي، اتي شيرَ سنير
جنهن جو ڏور ٻڌو هوءِ ڏر، سو سرَ تي آيو ساڙو.

خاطيءَ کان خبرون پڇي، واتؤن وکائي
کَهه لشڪر ڪاتي چڙيئہ. آيوڪنهن ٿاٽي
ساجهر هليو ستهه کان، لڏي پلاٽي
مون کي هيڏي موڪليو، رقعو ڏئي راٽي
دير نہ سهي دم سگهان، هل چڙهي هاٽي
ساجهر سياٽي، اتئي جائزو جنگ بنگاهہ جو.

اُتي خان ڪڙوتيو، ڪيو نعارو نَر
وڳو نغارو ويڙهہ جو، ڪئي دمامن ڏڏکر
پري وارا ڪين پڳا، لحظي ۾ لشڪر
بَڏي خان خوشيءَ کان، سورهيہ سيف سپر
جنگي جُنگ زيور، جادم پهريان جان تي.
وڳو نغارو ويڙهہ جو، عالم سڀ آيا
سايون سرخيون بيرقون، جهنڊن جهُڙ لايا
سيني ڪيا سعيا، بانڪن دل بهار تي.

ڪنيا هت خداءَ تي، ولي محمد ويرَ
چڙهان تنهنجي آسري، قادر رب قدير
مرشد منهنجا مادتو، ڪامل قطب ڪبير
پارس سهڻا پيرَ، اچي ٻهڳن مون سان ٻيلهہ تي.

چڙهيوملهہ مهم تي، هاتڪ پهري هول
"شهوليءَ" منع ڪيس، ڏي نہ اسان کي ڏول
متو ٻهن سان هٺن، مغز پيچي منهن مول
سو سات ڏائين جمهوريا، ماتڪ موتي ڏهول

[ولي محمد وير چيو]

بڏل هن بروچ سان، ٻهڳن منهنجا ٻول
اسان سر اختيار ڪيو، ڪارن منجهہ الول
پارت غيبيءَ جي اُنيئي، آهہ تنهنجي واهہ وندول
"ڪُندو" ڪر موڙي چڙهيو، چنچل ڏيئي چپول

[ڪنڊي ڇيو]

پـوءِ نــ رهنـدس پـيءُ ڪـان، گـڏجي ڏيـنـدس گـول
شـال منهنجـا قـول، قـادر ڪـوڙا نــ ڪـري.

چڙهيـو ملهـ مهـم تـي، قـابل ڪئـي ڪاهـ
اتئـي مـدد منهنجـي، شـاهن سـندا شـاهـ
سـنمک تيـا وجـي سـيال سـان، البـت لـڳ الله
تريـون ٽپـائن تيـز مـان، گهـوڙن ڏيـارين لاهـ
لتـا راتـون واهـ، وجـي شـهر تـ "شـاديهڙ" ۾

اَرڏا اَجهـاپو ڪـري، اُتيـا هئـا اڏ رات
ڏيئـي ڇـوٽ چڙهـي هلبـا، سـاجهر تـي سـنهات
سمنـد، سـونهاري، سـرخا، گهـوڙا پـاتون پـات
پرهـ ڦٽـي پرڀـات، جهـاڳي آيـا "جهـل" ۾.

تيـو جـاري سـر جنـوب، جهـڙ روٽ اظهـار تيـو
تـان وڃـون ڪـن تـن سـان، سـهڻو سـرنگ روپ
وڃ ڪـوڻن وينگـس سـهڻو، منهـن روشـن محبـوب
آهـ اُداسـي جنهـن لئـ، "قـادر بخـش" قلـوب
ڪيـٺ پـنان خوش خوب، سـپ سـاوا تـي سـرحال تيـا.

اگـن آيـم سـيرين، سـاريندي مـي ئـي
جنهـن جـي ڪـارڻ جـيءَ ۾، هيـم اُڪنـڊ اڳـي ئـي
تيـا ويجهـو سـارڻ ڪـوڻن، هئـا پريـن پـري ئـي
هـر سـر صدقـي ئـي، گهـر آيـن تـان گهورجـي.
اڄ ملـي اڄـي مـون، جنهـن لئـ جـيءُ اداس
وينـي وات نهـاريم، روح نــ هوڪنهـن راس

جانب آيم جوهري، جن ڏني ڏينهن ٿياس
اچي ڪنهن اخلاص، مليا مشفق پاڻ ۾.

ملي مشفق پاڻ ۾، خوب ٿيا خوشحال
ونن وينا پاڻ ۾، ورنهه حال في الحال
ڪيو قدر آ گهٽو، اسان جو اقبال
مايا مڏي مال، گهورن مٿؤن گهوٽ جي.

ماڳين مهمانن جون، تن ڪيون تلافيون
لکين شعر لنگها چون، ڪي چون ڪافيون
ملڪ پنا معافيون، تن آين ڪي امداد ٿيا.

چڙهي ويا چارڻ ڪاڻ، گهوڙا ڪاهي گهوٽ
جوان بهان جنگ جا، اَرڏا ڪوند آموٽ
مَڙدن منهن اچي ڪيا، چاندين بڌي چوٽ
سي مڱ موتيا پوئتي، مڙد ڏسي اٺموٽ
سندي رند ربوٽ، اچي جوانن جلديءَ سان ڪئي.

اُپري سج سنئون ٿيو، آيا فريادي
ڪي ماني ڪائي خوش ٿيا، ڪن ويني ڪاڏي
پاڪر پشت پناهه ٿئي، هر ويلي هادي
دم بهاوالحق هادي، نعرو نر ڪري اٿيا.

چَبينُ وڏيري چاءَ، تہ چانديا گهوڙيءَ نہ چڙهون
هر ڪو پيادو ٿي هلي، توڻي شاهه گداءَ
پيءُ نہ ساري پٽ کي، پٽ نہ ساري ماءَ
مڙس نہ ساري زال کي، پاءُ نہ ساري پاءَ
سيالَ اڳيون اُٿوَ سامهان، هلي لهو سڌ سماءَ
ڏسي ترارن تاءَ، متان پوندي پيٽ پڇي وڃو.

احمد خان ائين چيو، هٿ گڏ ترار
چانڊيا مگسي پاڻ ۾، ديم پڌو درڪار
ولي محمد وير چيو، متان ڏئي ڪو گار
ڪين مڃيندس ڪار، اها ارڏا ڳالهه اوهان جي.

چانڊيو مگسيءَ ڪان ٿئي. ڇڄي ڏارو ڏار
جي پڳو چانڊيو پيٽ مان، ته به گائڻو گلادار
جي مڙيو مگسي پوئتي، ته چانڊيي سِرَ ميار
خوب ڪتوريا(1) سڏجو. اڄ اَتو پرڪا پار
هاڙهي ٿيو هشيار، پڇي پڇي ساٿيهون.

آڙَ ۾ آٿي توبچي، ويهاريا وينگس
صف جوڙيائون سيگهه مان، گام پري ڪان گس
اڳي اباهر نه ڪجو، اچي ويجها تين منجهه وس
جزارن تي جامڪون، چاڙهيائون چوڪس
شهتائون ششخانيون، ڪن رانئي بندوقن رس
ڪيئي ڪونيدار هيون، لاريون لوهن لس
ست سا هٿ بندوق هئي، ڏار هٿن تي دس
تڏهن چوڙيو دَس، جڏهن دارؤن ٿي ڏڏڪو ڪري.

اوپارو مگسي ٿيو، چانڊيو اولاهين پاسهين
پير نه رکجو پوئتي، جُله ڪجو جائين
چهرا تي به چڙهي اچن، مَرُ و آڙَ تي آڳاهين
تاءُ ڪجو تائين. جڏهن چڙهن بندوقون ڪينڪي.

[ولي محمد وير چيو]

وريو واءُ ڏکڻ جو، اُتر هو اعلي
چانڊيا چار اکيون ڪجو. آهن مگسي متوالا

---

(1) چانڊين کي "ڪتوريا" چيو ويندو آهي، جنهن جي معني آهي ڪتوريءَ يعني خوشبوءِ وارا.

متان ڏيل ڏسي ڏکو، پيڙيندوَ پالا
انشاءَ الله تعاليٰ، آهي سوپ اوهان جي سامهون.

چوکي چار چڻا، چڙهي آڙَ کوئن لنگهيا اڳتي
بيا پاپوَ وينا پوئتي، هٿا کي گهوٽ گهڻا
جنين ۾ توفيق جي، وڏي رب مڻيا
"پارو" يارن کي چئي، خوشيون وکَ کڻان
بگهڙ ذات اسان هنجي، ويري سر وڙهان
من کو هٿ هڻان، متان کوري کانئر کونجي.

هڪڙو هئو بانوريو، بيو کاندي کوهه فروش
ٽيو"ميوي" نالي مرد هو، جنهن کي جيءَ اندر ۾ جوش
مچي موت مٿي تي، "پاروءَ" پهريو پوش
هائي ڪجو هوش، من کو هٿ هڻي مرون.

رڻ سندو رحميداد هو، بلند بروهي گهوٽ
پرس پنجاهه سان چڙهيو، کوئن قابل تڪي ڪوٽ
مدد مگسيءَ جي هليو، کنون ڪري کاٽوٽ
شامل ٽيو اچي شير سان، آڙَ جي وقت آموٽ
چاڙهي ماشا چوٽ، هن بہ سورهيہ هٿ سنوان ڪيا.

شامل ٽيو شير سان. آڙَ جي وقت اچي
ڏس هاتڪ هٿ اسانهنجا، باهيون کين پچي
جنهن جي دل نوڙي دوست ڏي، سو کيئن گپ گچي
سورهيہ سخن سچي، اچي پاڙيو پانهنجو.
ڇهہ سؤ چانديءَ جا هٿا، مگسيءَ هڪ هزار
بيٺا برابر تي، سنيالي بہ ستار
ڪٽڪ کيهر شينهن جا. ٽيا اولاهون اظاهر

واس ڪريو وڄندا اچن، دمامن ڏڏڪار
عَلَم اُڀا تن هٿ ۾، جهالون ڏين جهلڪار
ناميا تين نروار، اچي راوت رڻ ڪي ويجهڙو.

سوين سارنگ ساڻ، بادل هٿا برسات جا
سانول پڌري سَر تي، مستي ۾ مهراڻ
ٻوري آب ٻري پٿي، هيٺانهينءَ ۾ هاڻ
ڪري ويس وسڻ جا، پهريائين پهرياڻ
مينهن پَڌو مانڊاڻ، آيو اوهيڙا ڪري.

وڄوئن توري پنڌ، لشڪر سڀ لاهي پيا
پويان اڳيان پاڻ ۾، مڙي تيا هڪ هنڌ
شير محمد آکيو، بانڪا ڪيو ڳالهوَ بند
ڪامل چاڙهيو ڪمند، تہ هڪدم هٿن سان وٺون.

بُڙديءَ بانڪي جي اڳيئن، هنيءَ بات ڪهي بهرام،
مگسين ڏانهن اَتئي مرتضيٰ (رضہ) چانڊيي ڏانهن امام (رضہ)
اوهين ڪين اکين ڏسو، مَڪامرسل چام
ورنهہ وير وريام، سوپ نہ تيندي سارڏو.

بَڌو بُوٽ چريسي جو، تو خان ڳالهائي خام
وير هيسيو همسرن ڪي ڏسي، تيس اهڙيءَ طرح تمام
ڪَل قري ڪا وئي، ٻيبيو آهہ بهرام
نَرَ وڄايو نام، اڳيون پويون پانهنجون.

درس بندوقن ڏاڙ. گهوٽن جُنڌ گهٽي ڏني
جيئن وڏڦڙيو واڪا ڪري. تيئن تيرن تاڙو تاڙ
پکين هيانوَ پري چڇن، راٺي ٻڌائون راڙ
اُتيا اُڙدا وٽاڙ، هلوتہ حملو ڪريون.

ديمن کي دستا کيو، ورنهه ورهائي
گتڙد. گبول گاڏهي، بيو ڏيناري آهي
جلب، جتوئي، لاشاري، وڃو چانديي تي کاهي
پيامتي مگسيءَ جي، چڙهيو ٻهگڻ ٻولائي
ناهه اهو ناهي، خان جند کٽي کئي.

جُلهه کيائون جنگ جي، ڪڙا تيڙا خان
کوپا ڪڏندا آئيا، جلدي ساڻ جوان
اگيوُن بينا پڙ ۾، چارئي منجهه ميدان
منهن ۾ منئي رند کي، هنئين پاروءِ پهلوان
کڙو کوهه فروش ٿيو، قابل پيچي کان
ميوو مُڙيو کينکي، جنهن کي جيءَ اندر جولان
بجلي پرو کري هٿي، دست کٽي دستان
کَهه، رندڙا کاڏي پگين، ڏس ترارن تانَ
اگيوُن لائق شير لتل هو، اتئي پٽ غيبي سلطان
آيا اوتر وات ۾، گڏيا منجهه گسان
هُن کو شوق شمع جو، پيا جلي پروان
آرڏا سان ايمان، چارئي شير شهيد ٿيا.

کَريا هٿا کوپ حا، ڏڙ سرَ متوُن دُور
لتڙمنجهه لتاڙي، پانو پهرئين پور
وري وطن نه وريا، رڻ اوڏا، گهرَ ڏور
هٿا جوان گهڻا جمهور، پر هنن جهڙو ڪونه کو.

"پاروءَ" جهڙا پٽڙا، مر جٺيو جٺي ماءُ
مرندي مُڙيو کينکي، پوءِ نه موڙيائين پاءُ (پير)
پيا پيي شامل شير سان، جن سيف هنئي سهجاءُ
هٿا جوان بڙي جاراءُ، پر هن جهڙو ڪونه کو.

ڪاهي ڪري ڪنڌ چاڙهي، ونجي ايا واءِ جان
ڪل تنين کي ڪاڻ ڪا، ته ڪي اڙهي منجهه اثبار
مت پيڙي ماٺا ويا، باهه اٿيا ڏر ڏار
ڏٻي ڌوڙيون ٿيون، جنگ ڪئي جمڪار
تي هڪل بندوقن ڪئي، گاج مٿون گرنار
مٿون ملوڪن جي، نسي ڏاروءَ ڪيا ڌڌڪار
هٿ نه ڏسي هٿ کي، اهڙو انڌوڪار
پن تن کون تير ويا، ڪري گهڻو تڪرار
ڪريا جهنڊا هڪڙن هٿان، پن ڪنبيا پيهار
هٿي پوک هٿيو وجهي، سر ٻنجي کون پاڙ
کوڪو ڪاٿو ڏسجي، نظر منجهه نروار
پر ڪريا ڪاپار، ڪان هيانو ڪيڏي وڏن.

ڪان هيانو ڪيڏي وڏن، تن جا قتو ڪن قرزات
هڪڙن ساه مٿي ويا، پيا گهايل ڪي گهرزات
ڪرنگهه ڪيرائن پٽن تي، چنن مٿن ڪان مولهيات
ڪٽڪيا ڪين ڪنوات، بودا باهه دمي وڏا

مهڙيان پيا ميدان ۾، پوين ڪيا پرواز
لتاڙي لنگهي پيا، ڪويا ساڻ ڪواز
ارهاٽي اڙ تي چڙهيا، وجهي وک دراز
هٿي دس ڍيون ڪيا، شهتائن شهباز
آينا آتش وات ۾، پجي تيرانداز
جي هٿا پانو پلٽي باز، سي سپ ساڙي باهه صفا ڪيا.

اٿي چانديي آڙ مان، چين "بيا انديشاه"
"پنج بيا جيءَ بيا"، چيائون مان چاد

"خير کتوريا تـوڏي". چوايـن الله
هٿ نـه ورن هن جا. سختي پسي ساه
اتن اکين ۾ پـراه. جڏهن ديدان ڏوين ۾ گڏيون.

پـٽَ اُتـي پيا پـاکرين. ڳنديـائون ٻـه تـرار
اها ساعت اَهنجي، آهـه کنهن جي کار
ماڻ پئي جاتي رُک جو. سا هن پٽ جي پار
توڻي آب اکين ڏيکار. تـه ٻـه پـاڻي وات ۾.

پـٽ اُتـي پيا پـاکرين. کاهـه کـري کيهـر
کُنو خـانَ کڙوکيو. وڄ کنوي ويتـر
وکوڙيائون ويڙهه ۾. چانـديي کـي چـوڌر
متان وسن مينهن. پـاهڻ پـٽ پـڌر
هـڻ کتوريا اڳتـي. پيـٽ ڏيئـي ٻهتـر
پيـر نـه موڙيو پوئتـي. اُرهـه ڏينو اکثر
ٻيئا جنـگ ٻنگاهه ۾. چانديا ٻنـائي ٻـازر
نـامين جنـگ نظـر. اُتـي دل لڳـي دانـاءَ کـي.

"نانگماڻيءَ" نعـرو کيو. ڏقن سـاڻ ڏقير.
سامهون وڃـن شينهن جي. مـٽن کيـن مٽيـر
هـک پـاري هرگز وهـي. پـٽ چـڏائن پيـر
ديمن ۾ دل شير. تي پرکيا چانـديي سون جا.

ولـي محـمد ويـر هـو. هـاڙهي هاکـارو
جهلـي وينـا جنـگ کـي. چانديـا چـوڌارو
مهـڙ چـڏيو تـه مـان وڙهـان. سـاهه نـه اتـم پيـارو
شـابس منهنجا پـائرو. يـار ٻـڌو يـارو

ساعت رهي آهه هيڪڙي، ٻيو وقت لنگهيو سارو
تلو[1] احمد[2] دائود خان[3] ، نڪري ڪيو نعرو
واري تي وارو، جوڌن ڏنو جنگ ۾.

ماٺهو مگسيءَ ڪي سڏن، لکين ئي لک پال
صحبت رند سو سامهون، تيو دانهن سان دوچال
ڀهڳن ڪوڙيس ٻانهن ۾، ٻانڪي ڏيئسي ٻال
سيف نڪا سر ليڪ ڪئي، تہ تيو زخم زوال
هاديءِ هبت بچائيو، سالم رهيو سال
وري ويـر وارو ڪيو، پوتـباٽي برحسال
رند تيسو رهوال، هن پي روات رڻ ملهائيو.

مگسيءَ پي منهن - موڙ ڪئي، هوڏنهن ٻڙديءَ ڪئي ياڄ
قاڏان قيرائي ڪري، هليا سي هنگلاج
تيا تـرارن ڪاڄ، رات جهليا رڻ پٽ ۾.

"مينهان خان"[4] مڙي، نئي مارو مگسين ۾ وڏو
ڏسي پيڙ پڳا وجو، تا ڪيو خر ڪـڙي
هو تو چاجي[5] مارجي، گهوٽو هن گهڙي
ڏيو چوٽ چڙهي، تيو بيلي سان ٻروچ جي.

مرندي تائين مهڻو، وجو تا وڙواند
موتي چانڊين سان هلي هرڪو تئي هيڪاند
وِت ملي اتو وِاند. جو ٻڙديءَ پڇي ياڄ ڪئي.

---

(1) سهارائي چانڊين مان.
(2) ماڇائي چانڊيو.
(3) دعوائي چانڊيو.
(4) مگسين جو سردار.
(5) چانڊين ڏانهن اشارو.

مگسي موتيو پوئتي، چيائيز رند پنا
ورنهه ورندي ڏني کانئه، آکي رند پنا
رند ته ائيءَ آئيو، جيئن پيلي آب پنا
آهه آگي در "آمنا"، نه نه کن ها مچي خور مقابلو!

هکلون ڏيندو آئيو، شير محمد شير
کاهي پيو کٽڪ ۾، دهشت سان دلير
ڏک پهرئين سان تک کري، وهائي شمشير
کو آهي مڙس متير، جو دهشت جهلي ديوَ جي.

ماريا سي ميدان ۾، جي حال پائي هس هڏ
نه آيس سرد نگاهه ۾، جي گهوٽ بينا هس گڏ
باقي کونه بچيو نئي، جو سختيءَ ۾ ڏئي سڏ
رند وڏو هو رڏ، پر پتائي پاڙون کديئين.

سامهون سورهيه سرَ متي، کاتير کئي کاهه
جنهن جو نام سراج هو، پرس نه کئي پرواهه
بکيو بهڳڻ سان وجي، چست منجهاروئن چاهه
ٽڙيو خول متي کان، جا پهريل هيس پناهه
وجي اُن وتيءَ تي، نرَ جي پئي نگاهه
چگيا چتائي هنئي، سهجون تنهن سرواهه
کريو کونڌ پٽَ تي، دلَ نه کئي کا دانهه
کرڻ سان کونڌر جا، پورا ٿيا پساهه
جي هٿا هاتڪَ جا همراهه. سي مڙيوئي ماهو ٿيا.

---

## 3. رندن، مگسين، جمالين ۽ چاندين جي جنگ

هيءَ جنگ قلات جي والي خان محمود خان جي عهد ۾ لڳي، جنهن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جون قومون شامل هيون.

ڪاڇي ۽ شڪي طرف ڪوڪل خان مگسي سردار هو. جنهن چاندين جو وڳ هنيو. چاندين وڳ وارڻ لاءِ ڪوڪل خان تي ڪاهه ڪئي. چانديا پاڻ ۾ ڇاليهه مڙس هئا. ۽ سنڌن اڳواڻ صوبيو هو. جيڪو سورهيه هو. هوڏانهن ڪوڪل خان سان ڪوسا ۽ جمالي گڏ هئا. سي به چاندين سان مقابلي لاءِ تيار ٿي آيا. پر صوبي جو نالو ٻڌي انهن منجهان راڏو ۽ مرزان خان همت نه جهلي، موٽي ويا. باقي لشڪر چاندين سان منهن ڏنو. انهي جنگ ۾ تي سؤ تيهه ڪوسا هئا. ان ڪان سواءِ جمالين جو لشڪر هو. چاندين جي طرف ڇاليهه مڙس هئا. جن سان سورنهن صوبي جا ساٿي هئا. اهي سيئي مڙس وڏي همت وارا هئا ۽ هنن جنگ ڪئي. ڪوڪل خان پوءِ ڪاڇو ڇڏي ٻيءَ جوءِ ۾ وڃي رهيو.

ڪوڪل خان طرفان ٻهران خان جمالي به انهي جنگ ۾ وڙهندي مارجي ويو هو. تنهن جي ڏيءَ چاندين کان وير وٺڻ لاءِ قلات جي خان وٽ دانهين ٿي ڏئي. قلات جي خان چاندين کي سيکت ڏيڻ لاءِ لشڪر ڏياري موڪليو. جنهن ۾ عمراڻي ۽ مگسي قبيلن جا ماڻهو شامل هئا. انهيءَ مقابلي ۾ به سرسي چاندين جي هئي. پر پوٽ مگسي هلان ڪندو اچي صوبي چاندبي کي اوڏو ٿيو، صوبي مٿس تلوار جو وار ڪيو پر سندس گهوڙو ٻاهڙيو ۽ وڃي ڪريو. پوءِ پوٽ مگسي تلوار جا پنج وار ڪري ماري ڇڏيس. صوبي چاندبي جي مارجڻ بعد چاندبا هيٺا ٿيا ۽ پوئتي موٽيا. ان بعد جمالي توڙي مگسي ڪاڇي ۾ موٽي آيا.

راهي راهي رند، وڏو "ڪوڪل" ويرين وڳ[1]
لشڪر موٽيو پٺتي ڪري ديرو ڏنگ
انائي ان تي اتي ڪوڪل ڏنو ڪنڌ
ريڪو راڏي ڪيو ڳاهي مرزان ڳنڌ[2]

---

[1] وڏو = ورتو، ويرين = دشمن.
[2] انهن ماڻهن پاڻ ڪوڏ ملهايو.

مڙي هوند انهي مال تي کيو بارو بلوچن
پوءِ ٿويا ٿهل جن، اگر ب ان کي هنيا.

—

تي سئو تيه اڳرا کوسا کڙڳ هڻن
رڻ ۾ راهو منديو تا چانديا چاليه چون
تن مان سورنهن ساڙو صوبي ساڻ هجن
پوءِ سوبِ ستار ڏنن، جو چانديا چهرا تي وريا.

—

روح مڙني رُک جو هو ستار ڏنو سارو
خاني رند خلاص ٿيو، جنهن ماڳ ڏنو مارو
غلام محمد گل آه ولي سويارو
جو رانديون راون ڪان کٿي.

—

نيئي سنيهو کو ڏئي خان محمود خان کي سر:
ته ڪيپا ڏٺي قلات جا ڪوند وڏا ڪيهر
وجه کو تاب ترار جو اتئي انبوه اپر
پيٺي بهرام خان جي وجي دانهون ڪيون در
هي سر صدقو لچن تئون آ پُرساٽي پَر
پوءِ زينت وٺيون زر، سڳ لنگهائي سنڌ ۾.

—

اتکل عمرائين سان آيو ڦوڳيو ڦيرائي
دانهن ته ديري ۾ اچي ورکي واڏائي
آٺارايا امير پانهنجا سردار سڏائي
وڏيرا ويرن سان ڪجي جنگ جوڙائي
چڙهي جنگ تي جوان ويا ڪنگرو ڏي ڪاهي
اتي عمراڻين کي وڏو گهوٽ هٿي گهائي
اجا ٽوئين آهي، سور ته ساميجيءَ جو.

—

نـ سڪي نـ سوري، نـ اڳـي نـ اوري، نـ پـاڳي نـ پـائي
جنهـانـدا وڳ ماريـا. سـي ڳـئـي ٻانهـان لڙائـي
انهـان ڪشـومت ٻنهـان سـر چـائي[1]
نانـا بندوقـان لسـان لـس لائـي
ڪـره ڪـل ڪونـت، آدمـائي غريـب سـپاهي.

—

جـڏ پـوت پڇـڻ جـي ڪئـي، تـڏ مـڳ ڏنـو مـوڙو
موٽـائي مگسـيءَ جـو گهـوٽ ڦـٽـي ڪيـو گهـوڙو
پنـج هنيـائين پـڙ تـي خـان وڏو ڪـوڙو
زخمـن زور ذرا ڪيـو، سـنگ نـه تيـو سـوڙهو
لاهـي ويـو لوڙهـو، صوبـو تـن جمـالين تئـون.

—

صوبـي سـتي سـيني ڪـي ڪـس ڪٽـائي ڪـُـور[2]
واڙ وجهايـائين ڪنـڌ جـي، پـاس ڏورايـائين پـُـور[3]
پـوءِ جـن ڪي صوبـي ڏنـا سـور، سـي رڙنديـون وتـن راڄ ۾.

—

[1] ڪشومت = خصومت، دشمني
[2] ڪـور = ڪڙيو، راهو.
[3] پور = ڏنگرن جا ڏڳ.

چانڊين ۽ مگسين جي ڀيرين جنگ اها هئي جنهن ۾ جعفر خان پوتائي مگسي کي ماريو. انهيءَ جنگ ۾ جڏهن مگسين تي سوڙه ٿي، تڏهن جعفر خان ميدان مان هٽيو ۽ ميدان تي چڙهائين جو صوبي چانڊيي ڪڏي وجي کيس ماريو. صوبو ارڏو ۽ جنگ جو جهونجهار هو. هن کان اڳ بين سان به وڏا مقابلا ڪيائين جو ڪنهن چيو ته:

وڏي ڪوڪل ٻير جنين پنرس ڏينـدو هو پور
جن صوبـي ســندا سـور. سي رڙنديون وتن راڄ ۾.

(يعني انهن بهادرن جون مائون جن کي صوبي ماريو).

هن جنگ ۾ جعفر خان پوتائي گهوڙي تي هو جو صوبي مٿس جلهه ڪئي ۽ گهوڙي تان ڪيرائي مٿس کي مارياٿين ۽ پوءِ پاڻ به جعفرخان سان گڏ اتي ئي ماريو.

جڏ پوٽ پچن جي ڪئي، تڏ مڱ ڏنـو مـوڙو
موٽائي مگسيءَ جو گهوٽ ڪنديو گهوڙو
پنج هنيائين پيٽ تي خان وڏو ڪوڙو
رحمن زور ڏنا ڪيو سنگ نه تيو سوڙهو
لاهي ريو سوڙو، صوبو نمبر شهيد ٿيو.

جعفر خان جي مارجڻ کان پوءِ مگسين جو لشڪر بيهي نه سگهيو ۽ سندن هار ٿي.

---

# 5. جتوئين ۽ مرين جي جنگ

نئين بولان (بلوچستان) ۾ مهيسر جي ٻَنڊي تي مرين ۽ جتوين جي جنگ لڳي. مري قوم جي وڏي طاقت هئي جنهن جو سڄي ڏيهه ۾ ڌهڪار هو. جتوئي بہ پنهنجي نالي سان هئا. تنهنڪري مرين انهن سان هٿ ڳنڍڻ جو ڀڪو پهہ ڪيو. هڪڙي ڏينهن چڱو ڌاڙو ڏسي جتوين تي حملو ڪيائون. ڳوڏل جتوئي ڳوٺ جي چڱي مڙس ساڻن مقابلو ڪيو پر مارجي ويو.

نورنگ جتوئي انهي واقعي تي آسپاس ماڻهو ڊوڙايا ۽ پنهنجا پائر گڏ ڪيا. جن ۾ فيروزاڻي بہ اچي شامل ٿيا. صلاح ڪري مرين جي پويان پيا. جيڪي ان وقت مهيسر جي ٻَنڊي تي پاڻي جي سَنـي قبضو ڪيون وينا هئا. جتوئي اتي آيا. مڙسن کي سڄاتائون ۽ کين چيائون تہ: اوهين جيڪا اذار ڪٽي آيا آهيو (يعني اسان جو ماڻهو ماري وير وجهي آيا آهيو) تنهن جو پلاند ڪرڻ آيا آهيون. پوءِ جنگ لڳي ۽ سورهين هڪ ٻئي کي للڪاري مقابلو پئي ڪيو. جمعي جتوئي جو پٽ پهلوان مڙس هو. تنهن جي آڏو ڪرم خان مري آيو. هڪل ڪيائينس تہ: منهنجو مٽ تون آهين. اچ تہ ڪا پرکا پوي! ٻئي پهلوان تلوارون ڪڍي وريا ۽ وڙهندي مئا.

مرين ۽ جتوين جي لاشن سان ميدان پرجي ويو ۽ رت ريلا ڪري وهڻ لڳو. اتي خانصاحب قلات جو لشڪر اچي پهتو. جنهن ۾ ڪاڪڙ پٺاڻ هئا. جن پـڙ ۾ پيل جيڪي زخمي هئا تن جون سسيون وڍي کين ختم ڪري ڇڏيو.

سـاره صـاحب جـي ڪيـان، الله ڏانهـن آذار
تنهيـن جـي تعريـف جـو شـرو نـاهي شمـار
نبـي نبـوت جـا ڏٺـي، هليـا راه هـزار
سهسـين کپـي خـاڪ ٿيـا، صوبـا ۽ سـردار
مـريءَ جـي منهـن ميـل جـو هـو ڏيهـن ۾ ڌهڪـار
جتوئـي جـي جنـگ جـو ڪرهـ وڏي سـان ڪـار

[1] جنگ جو بيان ۽ بيت سگهڙ مرحوم محمد يعقوب برڙي کان نقل. (ضلعو جيڪب آباد) ۾ ڪچهريءَ ۾ قلمبند ڪيا ويا.

پلنيو پاسائو ڪري، ناڙي نئن تي سردار
لشڪر وني بولان تي، آيو بيحد بيشمار

—

واءِ وَسند وارو ڪيو، ڏسي ڏينهن چگو موچار
"گوڏل" پنهنجي ڳوٺ تي ڏنو سر سچار
لاهي مرد ميار، هيءَ تان شير شهيد ٿيو.

—

هيءَ تان شير شهيد ٿيو، بينو نوءُ رنگ نهاري
دانهن تہ دانءَ ڪان وٺي چوڪند چوڌاري
"مَري" موتيا پوئتي، مرد اهو ماري
هن يائر يَڙ سڏائيا نهہ پهہ م ناري
فيروزاڻي پهلوان هئا، آندائين سپ ساري
رنگ تہ روشن مير ڪي چون چانگاري
ساڻ وني هليو سارڌو، سهجئون سينگاري
هلو تہ انهن ڪي ڏسون جي ويڙهہ چليا واري
مري مهيسر جي ڳنڊي تي پاڻي پياري
ديدان ديداري، مَردن مَدعي ڪي ڏنو.

—

مردن مدعي صاف سجاتا، دوران ديداري
"ڏي تون قرض اساڏا" جو آندئي اڏاري
پڇي مري بہ منهن وَلائي ڪيڏون چوين ڍاري
بَڙزان باه بندوقان چاتي، ڪڙڪن ڪانَ ڪوهياري
ماريان شهتابيان، شهتور يان لهہ پيان، بس اوتر اتاري
بڌن قطاران بند صفيران، مت ڪُون مت نهاري
جران جتوئي جمعي جو، مري سورهيہ سنياري
ڪوپو پٽ ڪرم خان جو، هي نال هشياري
تونهين مَنت جو ميڏا، آ تون وڪ وڏاري
پهلا هت ولايوني، مرڻ جو قدم ماري

ائيـــن رت ريـــلا ڏينـــدي، جيئـــن مينهـــن وهـــي نـــاري
آيـــا لشـــــڪر خـــان صـــاحب دا، بيحـــد بيشـــــماري
ڪـــاڪڙ ذات پناڻـــاندي، بـــي ســـانگي هـــن بســـياري
ســاه وينـدي دي سـري ڪپينـدي، جنـد ڪـؤن جنـد بيـزاري
آيـــل آڪـــي بخـــش اُنهـــانون، بخشـــين بخشـــڻهاري.

---

# 6. ٻُـڏن ۽ ٻـرڙن جي جنگ

"ٻُـڏ" (ذات جا ۽ نہ ٻـڏ ڏرم وارا) ڪنهن وقت هڪ وڏي قوم هئي. ڪيـن پنهنجي سرداري ۽ رياست هئي. هن پوئين دور ۾ هنن جـو خـاص ملـڪ "نـاڙي" (ضلعو ڪڇي، بلوچستان) رهيو. جيتوڻيڪ ڪي ٿورا گهڻا ٻـڏ سنڌ ۾ ضلعـي خيرپور ۽ ضلعي لاڙڪاڻي (وارهہ طرف) ۾ ٻين جاين تي رهـن ٿـا. نـاڙي ۾ ٽـي سؤ سال کان اڳ تائين ٻـڏن جو ملڪ وڏو هو. پر ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٻين قومن کي وڪڻي ڇڏيائون. هن وقت "مٺ" جو شهر خاص ٻـُڏن جـو آهـي. ۽ ٻيـو شـهر هيٺ ڏکڻ طرف "هاشم ٻـڏ" جو آهي. "هاشم ٻـُڏ" واري علائقي جون حدون هن وقت هي آهن: اُتر ۾ ڪوڪر (ڪلو ۽ آباد جا شـهر)، اُلهندي مگسـي (جهـل جـو ملـڪ)، ڏڪـڻ ڏي جمـالي (ڳڙهـي خيـرو) ۽ اُڀرنـدي ڏي عمراڻـي (ٽنبـو وارو ملـڪ): اُهو علائقو اندازاً 10 ميل اُتر ڏکڻ ۽ 5 ميـل ڪـن اوڀـر - اولهہ اراضـي وارو آهي. گذريل صدي ۾ اندازاً 75-1870 ڌاري هن علائقي ۾ ٻڏن جـو وڏيـرو هاشم ٻـُڏ هو. هن کان ڏکڻ طرف پر واري ايراضي بہ ٻڏن جي هئي پر ٻرڙن کـي وڪيائون، جتي هن وقت "گهارو" شهر ٻرڙن جو آهي. ٻـرڙن جـو ارٻـاب ان وقت سائينداد هو، جيڪو "دُر" جي شهر ۾ رهندو هو. هاشـم ٻـڏ سـان سـندس ڇڳـي واڻ هئي، پر ٻرڙن جون ٻڏن جي زميـن ۾ اکيـون هيـون ۽ وڙهـڻ جا بهانـا پئـي ڳوليائون. جمعي ٻرڙي جي پاءُ کي ڪن ماريو پر محراب ۽ سهراب گولن اچي جمعي کي ٻڌايو تـہ اوهان جو مڙس ٻـُـڏن مـاريو آهـي. پوءِ جمعـو آيـو "دُر" ۾ ارباب سائينداد وٽ، جنهن ٻارهن مڙس ڏنا تہ وڃي هاشم تي حملو ڪن. انهـن ۾ ارباب سائينداد جا ٻہ سوٽ علي نواز ۽ قاسم هئا. ۽ انهن سان شاهل، ربـو، فتح محمد، فقيري جو پٽ الهداد ۽ ٻيا گڏ هئا. جمعو ٻرڙو جنهن جو پاءُ مـاريو هو سو ٻرڙن جي "جهمراڻي" پاڙي مان هو.

ارباب سائينداد پـوءِ هاشـم ٻڏ کـي چاڻ ڏنـو تـہ ٻـرڙا تـوڏي اچ اينـدا ۽ تـون ڪنهن پاسي نڪري وڃ. هاشم جواب ۾ چوائي موڪليو تہ: ڀل اچن. باقي تڏو ڪونہ ڇڏيندس. پوءِ ماڻس منٿون ڪيس ۽ قسم وڌائيـنس پـر هاشـم چيـو تـہ: "امان! ٻـرڙن جي اچڻ جو ٻڌي، تـڏو ڪونـہ ڇڏيندس ۽ پاڻ کـي ٽڪـو ڪونـہ

لائيندس". جڏهن مڙس هڪٻئي سامهون ٿيا ته ربو برڙي وڏي هاشم تي جلهه ڪئي. پر هاشم هڪ ٺي ڏڪ سان ڪٺي ڇڏيس. فقيرو برڙو ڪريو ۽ مري ها پر پڻس الهداد اچي وچان پيو ۽ فقيرو بچيو. ٻوء برڙا ڀڳا. پر فقيري چيو ته مڙس سنياليو! ڏنائون ته رڳو ربوڪونهي. تڏهن چيائون ته هڪ مئو آهي ۽ وري جلهه ڪريو. ٻوء هاشم سندس ڀاء طاهر ۽ ڀائيجو حسين بخش مئا.

هن جنگ تي سگهڙ هوت صوبدارائي جمالي هڪ ڏکهو تفصيلي بيت چيو، جنهن جا ڪي ٽڪرا دستياب ٿيا. جيڪي هتي ڏجن ٿا.[1]

سُڌ پئي هن گولن ڪوڻ، ائين چڱا نـ چعليون ڪن[2]
ٻُـڌي بـرڙا اٿيـا. "وڙهسـون وڙهسـون" ڪـن[3]
وڙهندا هاشم جهڙي مرد سـان. ڪـئي مصلحت ملوڪن
مـاڻهو موڪليئـون هاشـم ڏي. منجهنـد جـي ويلـن[4]
هاشـم جهـڙي جـوان ڪـي، ٿيـون ترارِيـون تڪـن.

—

ماتـا وڏا وس ڪـسَيـسَس قسـمن قرآنـن
چئي: ماءِ ملڪ ڇڏي ڪاڏي وڃان، هي مرڪ ناهي مردن
هاشـم ٻـُـڌ تـڏهن چـُـري، جـڏ تـَـڪر سـپ تـرن.

—

هيـڏهون بـرڙا ٻاويهـ ڇـٺـا. هاشـم سـاڻ سـتن
رَبـو روَاڙجـي ويـو. هاشـم جـي هٿـن[5]
سو هاشم هلائي ڇڏيو. ڏيئي مصري منجهه مـڪـَن[6]

[1] بـڌن ۽ برڙن جا ڳوٺ اسان "ناڙي" ۾ وچي ڏٺا ۽ پڻ هنن جي جدن ۾ جنگ بابت بيان ناڙي جي شهر "مولوي" ۾ ڪيل ڪچهريءَ ۾ قلمبند ڪيا. هي بيت مير شاهنواز خان شاهلياڻي جي اوطاق بيرون (تعلقو اوستومحمد) ۽ ڳوٺ پيران ڏتو (تعلقو گڙهي خيرو). ۾ 27 - 29 ڊسمبر 1972ع ۾ ڪيل ڪچهرين ۾ خاص طرح محمد بخش پٽ گل محمد سومري جي زباني لکيو ويو (جنهن چيو ته سندس پيءُ گل محمد کي سڄو بيت ياد هو).

[2] محراب ۽ سهراب ڳالا جن جعلي هئي

[3] ناڙي ۾ عالم سرلي سرائڪي آهي

[4] ارباب سائينداد سرزي ماڻهو موڪلي جن ڏنو.

[5] رواڙجي ربو. رهڙجي ربو. مارجي ربو.

[6] ترار (مصري) آهري زور سان هڻڻ جو هنن جي مک نڪري وئي

پاءُ تہ ٻنهنجي پاءُ ڪان. ڳوڙها رت رئن[1]
جَهمراٽي پڳا جهار جان، تا پويان پير ونن[2]

-

"واهہ فقيرا، جنگ جنگيرا، جنگ دا ڪيرا
پهرين پورا، سانوڻ سيرا" وائي سر وڙهنَدن[3]
تہ ٻرڙا موٽيا پوئتي تا بحري باز چٺن
تيو نَهڪو ڦَهڪو سوئٽن جو، تا ڪڙڪا ڪوه ٻجهن
تيو دَهڪو دُنالين جو، منهنن مٿي توفن
فقيري ڪي ڪري پاسيرو ڪنو پٺي ڪيهرن[4]
چئي: "آءُ ابا الهداد، آءُ ور چڙهيس ويرين!"
تان اِن نموني باز شَتُوني، ڪري آيو وانڪو واسينگن[5]
پيءَ ڇڏايائين پانهنجو تہ ڪئون ترارن.

—

هاشم شير شهيد تيو رَليو ٹولي امامن
هاشم جهڙا پٽڙا مائون مر ڄڻن
حسينڻ ات ماريو، تہ ٻہ ٻرڙا ڪين مڙن[6]
آندو جوڙو، ڳاڏي، جوال، ٻـُڌن ڪوئن ٻرڙن[7]
اني هوت حساب ڪيو، تہ جنگ ڪٽي ٻرڙن.

—

---

(1) ڪان (ائين) = ڪاڻ.

(2) جهمراٽي ٻرڙا. جمعو ۽ پيا.

(3) فقيرو ٻرڙو همت وارو هو. تنهن ڪي شاعر شاباش تو ڏئي. هن هٿيل مرسن ڪي وري ميدان م آندو.

(4) ڪيهرن. شينهن مڙسن ٻڌن. فقيري ڪي ڪيرايو ۽ مارياٺونس تي.

(5) پٽس الهداد سڻ جڏئي اچي پهتو.

(6) حسين بخش. هاشم جو ڀاٽيجو هو.

(7) ٻرڙا ڪين مڙن = ٻرڙا اجان ٻہ ڪين مڙيا جو پوءِ ٻـُڌن جا جوڙاءِ ڳاڏيون وجي ڦرياٺون.

## باب ستون

# ٽالپورن جي دؤر ۾ سنڌ جي لشڪر جون ٻاهرين حملي ڪندڙن سان جنگيون

### 1 مير فتح علي خان جي تيمور شاه جي ڪابلي لشڪر تي چڙهائي

مير فتح علي خان، ميرن جي پهرين چوياري جو مشهور حڪمران هو. هن سن 1812ع ۾ وفات ڪئي. سندس وقت ۾ افغانستان طرفان تيمور شاھ جي وقت ۾ سنڌ تي حملو ٿي ٿيو. مير صاحب فتح علي خان پاڻ مقابلي لاءِ لشڪر سنباهي چڙهيو. سندس حملي سان افغان ڀڳا ۽ ڪي سڌا ڪابل (افغانستان) ڏانهن تہ ڪي سڌا ڪابل (افغانستان) ڏانهن تہ ڪي "ناڙي" (بلوچستان) واري گس سان ويا. جنهن جو احوال شاعر سهراب فقير چارڻ[1] پنهنجن هينين بيتن ۾ ڏنو آهي.

ڏان ڏان منجهہ درياء، جيئن ڪُن بينو ڪڙڪا ڪري
تئن فائق مير فتح علي چڙهيو، جنهن لس لپيٽيا لاه
سو ڀهرايو پيرن ني، سخي شاهنشاه
سچا هئا سهراب چوي تنهن جا اڪابر اُمراه
تنهن رڪ راوت ريلي هنيا سورهيہ ساڻ سپاه
اڳيئون گهوڙا گهوڙن ڪوڻ ڀڳا، تان تان ڪري تاه
ڪي پسي تؤ تراز جو رليا متي راه
ڪي ويا کهندا ڪابول ڏي، ڪن ڪي ناڙيءَ ڏانهن نگاه
اها خبر آگاه، وڃي ترت رسي تيمور کي.

---

گجي گاج گروڙ، جيئن ڪڙڪو ڪڪر ۾ ڪري
جيئن وڏ ڦڙو واڪا ڪري، جهان جهان جهور جهڪور
تيئن پيلي پناڻن کي ڪيائين ڪور ڪڪور
سي گاڏ ڇنيون ڪن وات ۾، جيئن ڪائن ڏڳا ڍور
اهي زوراور جا زور، وڃي ترت رسيا تيمور کي.

---

[1] سهراب فقير چارڻ، ڦلجي (دادو) وارن چارڻن مان وڏو سڄاڻ هو. مير فتح علي خان ٽالپر واري وقت ۾ جيئرو هو. ميان دين محمد چارڻ (شهر دادو) سان ڪيل ڪچهري دوران هي بيت مليا.

# 2. اُتمين واريون جنگيون

ارڙهين صدي عيسوي جي آخر ۾ سنڌ جي ڪناري تي خصوصاً سونمياڻي، ماريپور ۽ ڪراچي بندر تي ساموندي ڦورن حملا ڪيا. ماڻهو ماريا ۽ ڦريون ڪيون. اهي حملا اوچتا ٿيندا هئا ۽ انهن حملي ڪندڙن کي "اُتومي" يا "اُتمي" سڏيو ويو، يعني تہ جيڪي اوچتو اچي مٿان ڪڙڪن. اهڙن ٽن حملن جون روايتون اسان چڪري (ڪراچي)، وٺيجي ۽ ميرپور ساڪري طرف حاجي محمد سوڍي بگهياڙ (ڪرمتي بلوچ) جي ڳوٺ ڪيل ڪچهرين ۾ قلمبند ڪيون جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

## سون مياڻي تي اُتمين جو حملو

ڄام مير خان اول جي اوائل عهد حڪومت (76 - 1784) ۾ مسقط جي علائقي راسل چشمہ جي هنڌ جا رهندر اُتمي ٻيڙين ۾ ساموندي رستي سان اچي، سونمياڻي تي حملو ڪري آيا. شهر کي لُٽ مار ڪري آخر ۾ باهہ ڏيئي ساڙي، راتو رات ٻيڙين ۾ سوار ٿي هليا ويا. وقت جو نائب ٻوٿو ڄاموٽ شهر ڇڏي ڀڄي ويو. عمر رسيده ماڻهو هو، جنهن جي نسبت پارپيي رونجهي هينئون بيت چيو:

ٻوٿا هئوءِ ٻنگ، مرڻ جو مياڻي تي
هنيوءِ ڪين هٿندڙن کي ڏمر منجهان ڏنگ
پڪو هو پار پيو چوي ثابت توجو سنگ
هاڻ نهاري اهڙو ننگ، ڪڏهن لهندين ڪونہ ڪو.

انهيءَ حملي وقت ڄام مير خان موصوف صغير هو. پر پوءِ خيلفي حاجي صوبي ٻري جي سرڪردگيءَ ۾ هتان ٻيڙين جو لشڪر ويو جيڪو وڃي بدلو وٺي آيو.

## ماريپور لڳ اُتمين جو حملو[1]

ڀَوا يا ڀئُوٽا، هديہ بلوچ آهن. اصل مڪران طرف جا وينل هئا. جتان سندن وڏو "شالو" ڀئوٽو سنڌ ۾ آيو. جنهن منجهان ڀئوٽن جو راڄ ٿيو. جيڪي

[1] راوي مرحوم حاجي ڪرمي وينل وٺيجي. حاجي ڪرميءَ چيو تہ اسان جو وڏو ڏاڏو ڪندو پٽ سوجو پٽ شالو هو.

دابيچي ۽ وَنيجي واري پيٺي تي رهيا. "اُتمين" ماريپور وٽان حملو ڪيو. جنهن ۾ ڦر ڪان پوءِ مَلڪَ جَڙي ۽ ٻين ڪي جهلي ٻيڙين ۾ نظربند ڪيائون. پوءِ هتان "جڙ جولڻ" پوئو لشڪر سان چڙهيو. جيڪو ٻن قبيلن پـَٺـوڻن ۽ زنگياڻين جو گڏيل لشڪر هو. تنهن وجي باقي بچيل ٻيڙين جا واجهه وڍيا. ۽ قيد ٿيل ماڻهو ڇڏايا.

"آيو جڙ جولڻ، ڍري گهاءَ ٻارن"

("جڙ جولڻ" ٻارن وانگر لُوهه ڏيئي مٿان آيو) پر جيڪي ٻيڙيون روانيون ٿي چڪيون هيون. مَلَڪَ جڙو انهن ۾ هو. جنهن کي ڪٺي ويا.

## ڪراچي بندر تي اُتمين جو حملو[1]

سن 1794ع کان وٺي ڪڇ ڪانياواڙ جي واگهر قوم ازار مچائي ڏنو هو. هي ڪيترا سال سمنڊ جي ڪناري تي، ڌاڙاهٽندا. ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جي شهرن ۾ ڦرلٽ ڪندا رهيا. آخرڪار ٻيڙين ۾ چڙهي ساموندي ٻيڙن ۽ جهازن تي ٻـ ڦرلٽ ڪرڻ لڳا. سمنڊ ۾ جيڪو ٿي جهاز هٿ لڳن سو ٿي ڦريائون.

مير غلام علي خان جي ڏينهن 1217 - 1227هـ (1802 - 1812ع) ۾ ڪراچي بندر تي حملو ڪيائون. سنڌ ۾ انهن ڌاڙيلن کي "اُتمي" يا "اُتومي" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. اُتمين جي حملي جي خبر ڄام مهر علي جوکيي ۽ الهرکيي لوهار کي ملي، جيڪي ان وقت ڪراچي ۾ ميرن طرفان نواب ۽ محافظ مقرر ٿيل هئا. تن ماڻهو گڏ ڪري، ٻيڙين ۾ چاڙهي "اُتمين" سان مقابلي لاءِ تيار ٿيا.

ساڳئي وقت ڪرمتين ۽ گبولن ڏانهن بہ حڪم آيو تہ: وڃي ڪراچي بچايو. ڄام مهر علي جوکيي ۽ الهرکيي لوهار بہ ٻيڙيون تيار ڪيون ۽ ڪرمتين ۽ گبولن هڪ ٻيڙي. هن طرف وارن وٽ ٽي ٻيڙيون هيون ۽ هن طرف وارن وٽ ٻارهن ٻيڙيون هيون. انهيءَ تي ڄام مهر علي، الهرکيي نواب واريون بہ ٻيڙيون پوئتي موٽيون. باقي هڪ ٻيڙي جنهن ۾ مير نوتڪ، سمڙي ۽ ٻيا جملي سٺ مڙس هئا. سا مقابلي لاءِ هلي. هنن مڙسن واگهرين سان وڙهي سر ڏنا.

---

[1] هن جنگ جي خبر هيٺين سگهڙن کان ملي: (1) روايت پرٺو خان گبول وٽان چڪرو. ڪراچي (2) سگهڙ ڪيٺا خان (3) حاجي ڪرمي پٺوئو (4) سگهڙ حمزو جوکيو ۽ (5) سگهڙ هاشم گبول

ڪراچي کي ان وقت "ڏڙبو" چوندا هئا. رکيي لوهار اُتمين کي ڏسي چيو تہ: ڊپ ڪان منهنجي ڏاڙهي جا وار بہ پيا ڏڪن. تنهنڪري آءٌ موٽي ٿو وڃان. نوتڪ ملڪن جي طرفان ۽ دريا خان جوکين جي طرفان هن جنگ ۾ شامل هئا. نوتڪ اهو ساڳيو جيڪو راٺي ارجن واري جنگ ۾ ٻجار جوکيي سان شامل هو. ٻيڙيون اڳتي وڌيون تہ رکيي لوهار پوئتي موٽڻ لاءِ ٻيڙيءَ جو ساڱو ڪپيو. انهي ٻيڙيءَ ۾ سانيون گبول بہ چڙهيل هو. تنهن جڏهن ٻيڙي موٽندي ڏٺي، تڏهن ترار وات ۾ ڪري سمنڊ ۾ ٽپي پيو. پر نوتڪ واري ٻيڙي تي ڪونہ پهتو ۽ وچ ۾ ئي ٻڏي ويو.

"ڪري ترار وات ۾ آيو تڪ مان تري جيئن
تہ هوند ڪيائين ايئن. جيئڻ ڪن دودا ڏيمين وچ ۾".

---

سَمڙي نوتڪ واري ٻيڙني ۾ هو سو وڙهيو. ڄام مهر عالي جي ماڻهن واري ٻيڙي پوئتي موٽي. ڄام انهن کي ڏنو پر وڏي هنن کي جنگ ڏيڻ لاءِ ڪونہ موٽايائين. تنهن تي متس ميار آئي ۽ ڪنهن چيو تہ:

وڏي وٺ نہ جهلي تو. مهمت مهر عالي
جڏو ٿون تي وراهيون. تڏ تون ڪس وئين خالي.

---

لکي خط لنگهائيو. ڪو ٽالپر ٽيليدار
تہ هلي ويهہ ڪراچي جي ڪوٽ ۾ مَلڪ مٺيادار[1]
ڪيهر! اوهان تي ڪوٽ جو مانجهيا آهہ مدار[2]
ڏيئي ڪاتي ڪيهر ڪي، ڪيائون نوابي نروار[3]
وَلهي سيٺ گهرائيو آءٌ تون پُرتوس تيڏي وار[4]
مُنهندائي پُرتوس جا. ڪنهن پت پانيان پار[5]
ڪُنجون ڪرف هٿ انهيءَ جي. وير ڏنا وينجهار[6]

---

(1) ملڪ ابراهيم ڪرمتي.
(2) ڪيهر = اي ڪيهر شينهن.
(3) گبولن ڪيهر ماري نوابي ورتي هئي.
(4) ولهيو = ڪراچي جو وڏو سکيو سيٺ.
(5) پرتوس = بلوچ. چيائين تہ: ڪراچي جي نوابي توهان جي آهي.
(6) پانڻ (پانيان) = گانڻ.

ڏوسي وينا درين تي، ڪيائون نـلهين تي نهڪار
ساهـو گهڻو سونهڻا، جن جي ڏاڙهين پنيا وار
ڪمر ڪاتيون ورنه پاتيون، آيا تيغ ڪڻي تلوار
دولهه دنگين ۾ چڙهيا، ڏڙئان ڏاروڏار
عهدي "الپيت" سين، آهن منهن ڪارا مردار[1]
تن جي تاب تڙيين تي، تا چور ڦرن چوڌار.

—

سَمُتڙي نوتڪ مير سين چڙهيا جنگ مٿي هي جوان
ڪيائون اُگهٽ "ڪاري در" سين، بينا سگ اڙائي سان
تن جا ماڙي چڙهيو مشاهدا. ڏٺا جڳ جهان
اُتميين جي "الهداد" چئي وجان قصي تان قربان[2]

—

چنا چيڙا پڳا بيڙا، لُچي ساڻ لوهار[3]
پُوندا ڏين پچنڊڙن کي، سينيون شاهوڪار
پائي پاند مٿي تان، آيو لشڪر ساڻ لوهار
بگهيو ٻجهي ڪينڪي، جنهن ۾ لڪ لغار[4]
ڏُوٺيا ڏنوٺ دُڪان تي، وجي عادت ڪر اڳار[5]
موٺيو مهر عاليءَ تي تا ماڻهو ڪن ميار
عذر انهيءَ ڳالهه جو، آءٌ ڏيان ڪهڙو يار
مري مرندو سيڪو، هوءِ تيا سرها منجهه سنسار.

—

راوت پٽ رحمداد جو، هو غلام علي گلدار
سو پٽ پيري چڏيو، تهدل تيڏي وار[6]
تہ تون آهين وزير وڏيرن جو، اسان تي مانجهي ڪندا ميار

(1) "الپيت" اتمين جو اڳواڻ هو جنهن سان ٻيا وڏا پهلوان (عهدي) شامل هئا.
(2) اتميين = ڪاٺ ڪندڙ اتمي.
(3) لوهار = الهرڪيو لوهار.
(4) لوهار سان گڏ ٻيو بگهيو هو.
(5) ڏوٺي = ڪل - ڏمڻ يا ڏوڻ.
(6) پيري چڏڻ = ورائي چڏڻ.

آءُ موڪلائي تون پنهنجي ڪنان سردار
سو عذور لاهي آئيو، تيڳ ڪڻي تلوار[1]
گڏيو پٽ پائرين ڪي، تو ڪري هٿ هٿيار.

—

الله جل جلاله، الله ثني توهار
ڀڳڻ چڙهيا ٻيڙيءَ ۾ سامان ڪڻي سردار
نوتڪ وڏا ناڏ ڪيا تہ اسان جي رهاڻ جا اُپي پسج پار
رکيي چيو: آءٌ ڪيئن ٻيهان، منهنجا ڏکن ڏارهي وار[2]
دريا خان جوکيو درماندو ٿيو، جنهن ٻيلي ساريا پار
هڪڙي هئي ڪڙڪڙ نارين جي، ٻي دمامين ڏڏڪار
هيڏانهن بہ ليڪو هو ڪونہ ڪو، هوڏانهن بہ هئا هزار
هڪڙا رکيائين درزي دڪانن جا، ٻيا سُوئين جا سگهنار
لعنت هوءِ لوهار، ڪهڙو مُنهن ڪڻيو موٽيو وڃين.

—

رکيا پيج مَ رهاڻ مان جڏن تي تکبر ڪياءِ لوهار[3]
ڪڏهن مردين ڪينکي، جي هوندئي ڏينهن ڪنا ڏاتار.

—

لائق ڳالهه لح جي، نوتڪ خان نهاري
تنهن سينهن سونهري دست ڪري، هئي مڙد چگي ماري
تنهن پنجاهيي پاري جا، هتان ڪري هليو.

—

خان ڪٽن جو هيرئون جڏهن دولهہ ٿئڙو ڏَر
سنهون، سهٽو سُپتيو، هو نڪ ڪُنڊي سان نَر
ڦڙڪي فوجين مهند ۾ تو شير سندو شهپر
تنهن ارڏي، الهداد چئي، آ ڪيهر جيڏو ڪر
ناپون پايو نر، بينو هٿي دست دماڪ سين.

—

(1) عذور لاهي آيو = موڪلائي آيو. راوي پرئي خان چيو تہ اهي بيت گهٽا هئا پر مون کي وسري ويا.
(2) رکيو لوهار
(3) مردن جي جنگ لڳندي هڪلن واري رهاڻ.

هٿـي دسـت دمـاڪ سـين، ڪـاوڙ سـاڻ ڪنڌيـر
محمـد پوٽـي ميـر ڪـي پـٽ جـو ڏاڍو پيـر
ارڏي الهـداد چئـي جـڏ پـٽ ۾ ڪوڙيـو پيـر
جـر تـي جيشمـَيـنِ جـا ڊونـڊ ڪيـائين ڍيـر
مـر سـٺي جيسـرمير، تـه ڪرمتيـن ڪيـڏي ڪـي.

---

نوتـڪ تيـو نـروار، بينـو سـيف سـٽي
اتميـن جـا الهـداد چئـي بينـو ڪنـڌ ڪٽـي
ورنهـه ونـگ وٽـي، هونـنـگ پريـو ناموسـيو.

---

اهـڙي ڪنهـن نـه ڪـي، جهـڙي نوتـڪ مير ڪئـي
جيئن سانوڻ دريا سڙڪا ڪري، رکي پٽن تـي پڙڪـي[1]
تيئـن ميـرل متيـر آئيـو، سمونـڊ تـان سـڙڪي[2]
اتميـن ۾ الهـداد چئـي، تنهـن شـير وڏي سـٽکي
لهريـن ۾ لتڪـي، هـولال لهـو وچ لال تيـو.

---

محمـد پوٽـي مـرد جـي هٿـي سـيت ڳالهـه سـچي
جـوان تـه ويلـي جنـگ جـي، بينـو مـرد مچـي
تنهن جو رُخ اڳي هو رڪ تي، بي تان پيس پوک پچي.

---

سـائيننو مـصري ڪـري وات ۾ تـک مـان تـري آيـو تيئـن
جنهن ڪيو اڄڻ سان انصاف ائين، سو ڪر پيو دودو ڍيمين ۾.

---

مٿين ٽن جنگين ڪان سواءِ شايد ڪي بيا معرڪا ۽ مقابلا پڻ ٿيا جن ۾ لاشاري وڙهيا. گهوڙا ٻاري طرف به شايد ڪو "اتمين" جو حملو ٿيو جنهن جي ياد هينيون بيت آهي، جيڪو هن پوئين ويجهي دور جي سگهڙ جمال خان منڌير

---

[1] درياهه = سمنڊ.
[2] ميرل = ساهيون گهوڙو. سڙڪي = تري.

لاشاري چيو[1] منذير لاشارين جو آڳاٽو ڳوٺ "ٻن" آهي جيڪو تعلقي گهوڙاٻاري جي "ٻيلي" ۾ آهي.

گــــجي آيــــون گـــــياليون جـــن ۾ هئـــا هـــزار
دارون وڏو دونهـــون ڪيـــو، ســـتيا ســـيهي يـــار
ڪيـــا ٻيـــالا ٻـــڌرا عـــارب اُجهيـــدار
ڪويـــي قـــادرني ڪـــي آيـــو نـــه اختيـــار
شـاهي وڏا شـتـــم ڪيـا، جنهـن جـي پاتـارين پچـار
جنـت ۾ جمـال خـان چئـي جـايون تنهـن جهونجهــار
ســت مـــاري آيـــو ســـيج تـــي مـــانجهي هـــو منـــار

"گياليون" يعني ٻيڙيون (واحد. گيالي) حملو ڪري آيون. حملي ڪندڙن وٽ بندوقون هيون، جن جي (سيهي جي) گولين گهڻا مڙس گهايا ۽ ماريا. عارب خان لاشاري هتان جو اڳواڻ هو. "شاهي" به ان جنگ ۾ وڏي همت ڪئي ۽ دشمن جا ست ڄڻا ماري پوءِ پاڻ مئو. قادرڏنو وڏو بهادر هو، پر ان کي ڪو مونجهارو ٿيو يا وقت سر جنگ ۾ پهچي نه سگهيو.

## اتمين جو درياءَ ۾ اچڻ

هڪ ڀيري اُتمي ٻاهران سمنڊ مان اندر درياهن ۾ آيا، ۽ ٻگهياڙ درياءَ جي ڇــيڄ، يعني "ڇيڄ عاقيل" ۾ پهتا. پوءِ ڪرمتين انهن تي حملو ڪيو ۽ هو ٻيڙيون هاڪاري پوئتي پڇي روانا ٿيا.

---

[1] جمال خان "مـنذير" لاشارين جي "موريائي" پاڙي مان هو. گذريل صدي (19هين صدي عيسوي) ۾ ٿي گذريو ۽ سن 1900ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس پاڻتيي سگهڙ طاهر محمد موريائي هي بيت اسان کي الله بچائي خان جلباڻي جي ڳوٺ (تعلقو گهوڙا ٻاري) ۾ 13 - 14 آگسٽ 1962ع تي ڪيل ڪچهرين ۾ ٻڌايو.

# 3. ڪرڙي واري جنگ[1]

ڪرڙي واري جنگ سن 1149هه / 1834ع ۾ سنڌ جي اميرن ٽالپورن جي لشڪر ۽ شاهه شجاع طرفان چاڙهيل فوج جي وچ ۾ ڪرڙيءَ واري ميدان ۾ لڳي. درياءَ ڪان لاڳيتو اُتر ۽ پراڻي سکر شهر ڪان ڏکڻ اولهه واري ايراضي سڄو جنگ جو ميدان هو. موجوده جيل جي اُتران پوليس جو ٽاڻو اجا تائين "ڪرڙيءَ وارو ٿاڻو" سڏجي ٿو، جو اڳين ڪرڙي واري ميدان جي نالي جو يادگار آهي. هن وقت اها ايراضي جا ڪرڙي جي نالي سان سڏجي ٿي ان جون حدون هي آهن: ڏکڻ ڪان درياءَ، اوير طرفان دنگ شاهه جو اوتارو ۽ پائي بالي جو مندر، اولهه طرف جي حد "واٽر ڪورس" ڪان قدري اولهه، ۽ اتر طرفان پراڻي ۽ نئين سکر واري وڏي رستي ۽ ڪرڙي پوليس ٿاڻي ڪان بہ قدري اُتر - اولهه وارو پاڳو.

ڪرڙيءَ جي جنگ بابت جن مصنفن لکيو آهي تن مان منشي عطا محمد (جو ان وقت شڪارپور ۾ هو) پنهنجي تاريخ "تازه نواي معارڪ" ۾ تفصيلي بيان ڏنو آهي[2] جو هن ريت آهي:

ٽالپر اميرن سنڌ ۾ حڪومت جي نظام ڪي پختي ڪرڻ بعد ڪابل جي ڪاڻ ڪانہ ٿي ڪڍي، انهيءَ ڪري سن 1248هه ۾ افغانن طرفان سنڌ جي اُترين سرحد تي زور پيو ۽ اميرن جي حاڪم نواب عالم خان مري شڪارپور جي بدران اڃي سکر ۾ پنهنجو محاذ پختو ڪيو. افغانن جي طرفان هدايت الله اڃي گوسڙجي ۾ پنهنجو اڏو ڄمايو ۽ وجهه وٺي اڳرائي ڪري، نواب عالم خان مري تي حملو ڪيائين ۽ عالم خان شهيد ٿي ويو. عالم خان جو پٽ جهان خان مري هڪ وڏو بهادر ۽ باهمت جوان هو. جنهن پوءِ هدايت الله تي چڙهائي ڪئي ۽ هدايت الله مارجي ويو. انهي تي ڪابل طرفان سمندر خان فوج ساڻ ڪري اڃي

---

[1] هي مواد "خليفي صاحب جو رسالو" (ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، 1966) ۾ اسان تفصيل سان ڏنو آهي ۽ اتان ئي ڪنيل آهي.

[2] تاريخ "تازه نواي معارڪ" مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع ص 388 - 306. منشي عطا محمد پاڻ خود "ترين افغان" هو. انهيءَ ڪري پنهنجي عبارت آرائي سان ويهي سنڌ جي طرف گهٽتائي ۽ افغانن جي سرسي جو سمان ڇٽيو اٿس. "خليفي صاحب جو رسالي" ۾ سندس بيان کي اسان سنواري پيش ڪيو آهي.

شڪارپور پهتو. نواب عالم خان مري جي بيگناهہ قتل تي سنڌ ۾ ڪافي شورش ٿي ۽ ويتر جو سمندر خان چڙهي آيو تہ سنڌ جي اميرن سندس مقابلي لاءِ فوج تيار ڪئي. مير رستم خان طرفان محبت خان مري، ڏگاڻو خان مري، جلال خان مري، فضل محمد خان مري ۽ نظاماڻين، جلباڻين ۽ باگراڻين جا دستا روانا ٿيا. مير علي مراد جي طرفان گولي شاهہ ڦهيري جو پٽ سورهيہ سپهہ سالار غلام مرتضيٰ شاهہ فوراً روهڙي مان درياءَ اُڪري اچي سکر پهتو. حيدرآباد طرفان آغا اسماعيل شاهہ جو فرزند سيد محمد ڪاظم شاهہ ان کان اڳ خيرپور آيل هو ۽ ڪيس حڪم مليو هو تہ هو لاڙڪاڻي وڃي بهادر خان کوکر سان ملي. هو ٺٽي لقمان خان مان لاڙڪاڻي ڏانهن روانو ٿيڻ وارو هو جو ڪيس نواب عالم خان مري جي شهادت جي خبر پهتي ۽ هن لاڙڪاڻي جو خيال لاهي موٽي اچي مير رستم خان سان مشورو ڪيو ۽ پوءِ اتان پاڻ ۽ سندس ياءُ محمد تقي شاهہ پنهنجن سپاهين سميت روهڙي آيا ۽ اتان فوراً درياءَ اڪري سکر پهتا.

خيرپور جي اميرن طرفان سندن سپهہ سالار پنهنجن فوجي دستن سميت موجود هئا. مگر حيدرآباد طرفان فقط سيد ڪاظم شاهہ ۽ سيد محمد تقي شاهہ پنهنجن ساٿي سپاهين سان بر وقت پهتا. وقت جي تنگي سببان حيدرآباد طرفان پوري اهتمام سان ڪو وڏو لشڪر ڪونہ پهتو. هوڏانهن سمندر خان پوري تياري سان آيو هو ۽ شڪارپور مان ست توپ گاڏيون ۽ ٽي هزار سوار ۽ پيادا ساڻ ڪري چڙهيو ۽ اچي سکر جي پريان ڇئن ميلن تي ڳوٺ جعفر آباد ۾ ڇانوڻي هنيائين. سنڌ جي لشڪر جو هڪ حصو آڏو لال واهہ جي پيٽ ۾ اڙ ڪري وينو. سمندر خان سامهون ميل ڪن تي ڏيکائي ڏيئي، جنگ جو جهنڊو وڻ تي چاڙهي، تورڙو لشڪر اتي بيهاري ڪين جنگ جو طبل وڃائڻ جو حڪم ڏنو. انهيءَ چال سان سنڌ جي لشڪر کي دوکي ۾ رکي، پنهنجي ٻي فوج ڦيرائي پوئين پاسي کان آهستي آهستي ٿي ٻہ توبون آڻي ٽڪري تي چاڙهيائين. سنڌ جي لشڪر جي مکيہ ڇانوڻي اُتان توبن جي مار ۾ هئي، ۽ افغانن بنان دهل دمامي جي اُتان مٿن توبون وسائڻ شروع ڪيون.

باوجود انهيءَ اوچتي بمباري جي. سنڌ جو لشڪر ڇڙوڇڙ ٿين يا پوئتي هٽڻ جي بدران مقابلي لاءِ تيار ٿيو. غلام مرتضيٰ شاهہ سنڌ جي فوج کي سورهيائي جو سبق سيکارڻ لاءِ سڌو ٽڪري طرف حملو ڪيو. حيدرآباد جي دستن جو

سپهه سالار سيد محمد ڪاظم شاهه. جو غلام مرتضيٰ شاهه جو دوست هو. تنهن گهوڙي جون واڳون ڇڪي اڳوات وڏي دليريءَ سان حملو ڪيو. ۽ دشمن جي پيادل فوج جون پتيون ڪدي ڇڏيائين ۽ آخر دم تائين وڙهندي ميدان ملهايائين. سيد محمد ڪاظم شاهه جي ڪرڻ تي. غلام مرتضيٰ شاهه پڻ مست هاٿي واري حالت ۾ تلوار هٿ ۾ ڪري ميدان ۾ اڳتي گهوڙو ڪڍايو. پر اتفاق سان توب جي نيشاني جو شڪار ٿي شهيد ٿيو. سندس ڪرڻ تي حيدرآباد جي اميرن جي وزيرن مان خاص ملازم دريا خان نظاماڻي اڳوان ٿي اڳتي وڌيو ۽ آخر سمندر خان جي پائتي هٿان شهيد ٿيو. ان بعد جهان خان مري پنجاهه سٺ جنگجو جوانن جي دستي سان اڳتي وڌيو. هنن سورهين هڪبئي جي پهرائن جا پلوءَ ٻڌي ڇڏيا هئا ته صف ٻنجي آخر دم تائين مقابلو ڪن. مردن ترارين هٿن سان انصاف ڪري ڇڏيو ۽ روهيلن جون پتيون ڪدي ڇڏيائون. جهان خان جنهن مردانگي سان وڙهيو ان جو مثال ڪونه هو. باوجود دشمن جي وڏي تعداد جي هي مڙس ڪين مڙيا ۽ آخر دم تائين وڙهندي ميدان کي پنهنجي رت سان رڱيائون.

دنيا ۾ اهڙي سورهيائي جا ڪي ٿورا مثال ملن ٿا. سنڌ جا پهلوان ٿورا هئا مگر ان هوندي به حياتين بچائڻ جي ڪٿ ئي ڪانه ڪيائون. ۽ مرد ٿي منهن ڏيئي موت سان مقابلا ڪيائون. "تازه نواي معارڪ" جو مصنف مجي ٿو ته ميان غلام مرتضيٰ شاهه. عاليجاه سيد محمد ڪاظم شاهه. عالم خان مري ۽ شجاعت نشان جهان خان مري جهڙا دلير ۽ بهادر مڙس هن جنگ ۾ ائين مرڻ جا ڪين هئا پر تقدير ائين هئي.

روهڙي جي قاضين مان ڪنهن بزرگ جي بياض ۾ "ڪرڙي جي جنگ" جا هينيان واقعا تاريخن سميت لکيل مليا. جن مان ظاهر آهي. ته نواب عالم خان مري ۽ سندس ساٿي هنتو اڳ پهرئين حملي ۾ شهيد ٿيا ۽ خاص "ڪرڙيءَ واري جنگ" تاريخ 27 شعبان. اربع ڏينهن. سن 1249ھ تي لڳي. جنهن ۾ سنڌ جا سورهيه سپهه سالار بهادري سان حملو ڪري مٿي ٽڪر تي چڙهي وڃي دشمن تي ڪڙڪيا ۽ اتي ئي وڙهندي شهيد ٿيا.

خليفي نبي بخش صاحب ڪرڙي جي جنگ ۾ سنڌ جي انهن سورهين واري سمان کي سامهون رکندي پنهنجي رسالي ۾ "سر ڪيڏاري" ۾ هينئين ريت ڳايو آهي.

## فصل-1

شجاع! نيڪ صلاح، وٺ تہ ويري نہ پَسين
چائي هيڪ الله، قلم جنهن جي هٿ ۾.

---

شجاع سنڌ ۾َ ويهہ، اوڏا اڏي نجهرا
هيءُ تني جو ڏيهہ، حامي حيدر جن جو.

---

شجاع ويهہ ۾َ سنڌ، اوڏا اڏي نجهرا
هتي راوت رند، وتن قلعي کو ڏئا.

---

اچي اچ امير، ڪرڙيءَ خيما کوڙيا
پيچي پيڙا نہ ٿيا، مهند نہ آيا مير
ڏنو سر سُڏير، مرتضيٰ ميدان ۾.

---

ڪرڙي ڪائي رت، پَت نہ وجهي وات ۾
پڙ ۾ پهلوانن جي، ويني پرکي پت
جني نينهن نِستَ، نينهن نہ لائي تن سين.

---

ڪرڙي ڪائي ماهہ، پيئي رت پياليون
ويني سڏي شاهہ، جو ڏيندو سر ڏياچ جان.

---

ڪرڙيءَ ڪپن پير، تہ مون وڏو وس ڪئو
کوڙين پڳا ڪيترا، بڏي دنگ دلير
وڏو سچي وير، ڪنهن بہ ڪهي ڪاتيان.

---

ڪونڌ قلعي جا ڪوڏيا، نُونڌ نجندا پس
جڏي تن ترس، پلٽيو شاهہ پناهہ تي.

ڪونڌ قلعي جا ڪوڏيا، ڪانئين مور نہ ڪن.
ايندي لاٽو آسرو، توڙئون متان تن
جوڳ مچائي جن، پوک پچندي تن جي.

—

پره جهلندا پس، علم - طوق امير جا
ڏڙ ڏرتيين گڏيا، لوڻون لچن لس
حورون پائي هس، اچي وينيون اوڏڙيون.

—

ڪري پوه پناڻ، اچي پئو اوچتو
دَوَڙئا لک درياه ڏي، تارُو رکي تاڻ
جنهن مرتضيٰ سين ماڻ، سو راه پريندو رُک جي.

—

متي آرڻ اڄ، ڪونڌ ڪڏندي آئيا
پڙ ۾ پهلوانن ڪي، لڏڻ ڏي نہ لڄ
پيٺو وجن پَڄ، سائو تين سامهان.

—

پڙ ۾ پَوڙيءَ رنگ، مانجهين رتا مولهيا
تريا رت تُرنگ، رڻ ۾ راماڻا ڪري.

—

ڪٺاري ۽ ڪات، مَن مرادون پُنيون
رت پريائون وات، مانجهين هڏ مُچائيا.

—

هَلو مَلهو مانجهيا! ويريين ونون وير
جيئن تورا ڏينهڙا، پوءِ گٽبا بير
تيندو سڏ سوير، صبح شبيدن ڪي.

—

سجاتائون سڏ، جيءُ جيءُ ڪري اٿيا
غازي تيندا گڏ، آسل علي شاهہ سين.

## فصل-2

سو مـَـر مرڪي مير، مـَـل جنهين جو مرتضيٰ
دٻـائي دشمن ڪـي، ڪنڌ ۾ ڪوڙي ڪيـرُ
هادي همه گير، هٿـي ڪـُـند هٿن سان.

—

مرتضيٰ جـي مـن ۾ وڙهـڻ جـي وائـي
شـجاع سالم سنگتي، سـاٿس سـپاهي
قضا الاهي، آئـي سـر امير جـي.

—

سويون سر گهـُـرن، سر ري سوپ نـه سـپجي
سوپ برابر سـِـيون، توريان تـان نـه تـرن
جي هينئڙي منجهه هـُـرن، سي مـُـل مهانگا سپرين.

—

سـِـي لتي سوپ، جـي هوند پايان پـاند ۾
هـي جـڳ سوڌو لوپ، هـو پـڻ گهوريـو گهوريـان.

—

سـؤ سـِـين ڏيئـي، وک ونجـي هيڪـڙي
جنهـن نيـزي سـر نيئـي، مرڪـايو ميـدان ۾.

—

رڻ ۾ متـي رانـد، اڄ اڳهـوري آئـيا
ڪونـڌن ڪـُـلها گـڏيا، ٻاسـي تـي پـَـسماند!
چمڪيـون چئـي پـاند، متـي سـر سـرواهيون.

—

هـي؛ ڳـال گولـي شـاد، ٻرڪـا ڪـارن ٻوڪثـر
ڪنـدو سـنجهه صبـاح، مقـابلو ميـدان ۾.

—

مر ڪايائون مير، پت پاريائون پانهنجي
اهڙو سڌو منير، گهر سپاڳي سپچي.

—

وڙهه وڙهندن سان، هيڻي هن ۾ هٿڙا
ڪڏائي ڪيڪان، غازي! مار غنيم ڪي.

—

مچن مٿي هٿڙا، رت پڪليا وار
چٽا ڏس ڏيون ڪري، گڙيا گرز غبار
اچي اڙد امير تي، اُلٽيا انڌوڪار
چونديو چئني پار، تو پاڳا پيچين ڪان وني.

—

هٿين، چڪين، ڪاتيين، وڙهج ويريءَ سان
پهرين مارج پان، ته سوپ ملي ئي ستري.

—

ڪٺارو ۾ ڪيڊ، ويريءَ جي وجود مان
وڍئو وينو وڍ، اُندو وجهي آگرا.

—

جان جان جهيڙو نه ڪري، تان تان ناهي سک
وڍئو ويريءَ آگرا، پنجئو لاهي بک
راوت هٿان رُک، رت ۾ راماٺا ڪري.

—

هن ڪٺارو ڪات، ويري ويرم نه سهي
مچن ڪا مصلحات، ڪانئر وجهيئي ڪن تي.

—

ڪانئر سندي ڪن تي ٻولي هنڌ ۾ بند
مر تي سوچ رُ ٿين. هيءَ نه موس مند
ڪچن منجهان ڪند. پٽي ڪڍ پار ڪي.

—

پڇ ۾ پيچين ڪاءِ، پاءِ پانجاري اُن سان
ميچڻ تنهنجي ماءِ، منهن متاهون نه ڪڻي.

—

پڇي پڇ ۾ ڪانڌ! مر ته مانائتي ٿيان
تو سيگا تو سنجا، رڻ ۾ رمن راند
تو سر سوڙ پاند، آءٌ ڪيئن اوڍي سمهان.

—

جي تون پڇي آئيين، ته اوڏو مون ۾ اچ
تو ڳل ڏيان ٻانهڙي، ڪُر ڪي لايان ڪچ
مون سهائي سچ، ڪوڙيون ڪانڌن ڪوڏيون.

—

جي تون پڇي آئيين، ته آءٌ تنهنجي پيڻ
نت تنهنجي نڪ ۾ وجهان ڏيئي ويڻ
تو ڏي ڪڻان نيڻ، ته ڪر پَسان پُٽ ڏي.

—

جي تون پڇي آئيين، تان تون ڪانڌ ۾ ڪُڇ
ويهه ڪُوڙائي ڪوڏ سين، مادر جهوليءَ مُڇ
جا ڏاڙهي پڪيءَ پڇ، ساڪونڌ ته ڪاڏي اُجري.

—

ڪاڏي ڪشتي صاف ٿي، چت چٿائي مانگ
تو سر چڙهي نانگ، ته مون منهن متاهون ٿئي.

## فصل-3

موٽيا مادر زاد، پت پيـن جا رانئيا
وٺا ۾ ساري نڪري، بار نه ڪياتون ياد
سندو سوپ سراد، سر فروشن سيجي.

—

هتان حيدر شاه، سبق شجاعي سکيا
متي آئي مامري، ٻي نہ کندا کا
جيکا رب رضا، سا کوئنر قبولي هليا.

—

سورهہ سندي سر تي، سسيءَ سندو بار
جي تُري تن تُرار، تہ حق ادا ٿئو ان تان.

—

چٻي تير تُرنگ، پڙ ۾ پاهورا کري
جهُلون رت جهُپليون، کيائون سنج سُرنگ
دعويٰ - دار دُرنگ، کنا شاه کٽار سين.

—

مَري ذات مَريءَ جي، تنهن کوءِ ڏجي کين
ظاهر ٻت بشر جو، سيني اندر شين
تني چاڙهي چين، کلنگيون جن کَپار ۾.

—

کلنگيون جن کپار ۾، پائي تن پرک
هٿي هٿ هاٿيءَ کي، ٻي سپ مَهندان مک
ويا اڏامي کک، پڙ تان پاهڻ نہ چُري.

—

مرڻ ٿئو مَرک، جيئڻ جنيرو کري
جي کندا تن تَرک، سوپ سَرندي تن کي.

—

پاکر اوڍ مَ تن تي، آڏي جهل مَ اوٽ
کوڙين آڏا کوٽ، تہ پڻ ڪانہ قضا جو نہ گسي.

—

تن توکل پاکرئو، ساکر هٿ ۾ پا
سينو سپر سامهون، آڏو ڏيندو آ
سندي رب رضا، مسج تہ مٿاهون ٿئين.

رڻ، راوت ۽ رُڪ، تيئـــــي پرتـــــا پـــــاڻ ۾
پيتــائون پــُــر تبــا، منجهــان ســيف ســُـرڪ
تيمـــوري تـــرڪ، هـــاجو كـــري هليــا.

—

هـــاجو كـــري هليـــا، تيـــو شـــاهه شـــهيد
روزو ڇـنـــو رڻ ۾، اڳيئـــون آيـــن عيـــد
مرشـــد ۽ مريـــد، هـــر دوئـــي هيـــڪ ٿيـــا.

—

ٻـــائو ٻجهـــ ڪـــاءِ، مـــاهي مـــاس نـــ هيرئيـــن
تنـــي ڪـــي واجهـــاءِ، ڪلنگيـــون جـــن ڪپـــار ۾.

—

ٻجهـــون نـــ ٻـــاڙهي وات، مـــون لمنـــدي ڏنيـــون
جيڪـــس مـــانجهي ماريـــا، رڻ ۾ پيـــن رات
پڪـــارون پريـــات، ٻـــڌم ٻانهيـــارين جـــون.

—

باب انون

# ٽالپرن جي دور جون جنگيون

## 1. گهگهـِي واري جنگ

هي جنگ جوکين ۽ ڪرمتين جي راڄدارن جي وچ ۾ لڳي، جنهن ۾ ڪرمتي ملڪ يا ڄام ٻجار پنهنجي سر شامل ڪين هئا. راڻي ارجن واري جنگ کان پوءِ ميان غلام شاهه جو ٻجار تي وڏو راض ٿيو ۽ "ڄامائي" به کيس ڏنائين. ڄام ٻجار پوءِ ڪاري جبل کان وٺي حب ۽ ملير تائين پنهنجي طاقت قائم ڪئي، ۽ اڄان به اڳتي ساڪري واري آباد زمين کي پنهنجي قبضي هيٺ آڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. انهيءَ طرف ڪرمتي مَلڪ ۽ ڪرمتين جا راڄ ۽ راڄدار طاقت وارا هئا. اهو ڪلهوڙن جي حڪومت جي پڇاڙي وارو دور هو. سن 1196هه ۾ جڏهن مير فتح علي خان هالاڻي ۾ فتح حاصل ڪئي، ته هن سنڌ جي اندروني طاقت وڌائڻ خاطر ملڪ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ قومن ۽ راڄن ۾ صلح ۽ ناهه ڪرائڻ واري روش اختيار ڪئي.

ساڪري واري زمين جنهن تي نزاع هو سي ٻه ڏيهون هيون. گهگهي ۽ سيري، جيڪي ميرپور ساڪري کان سَر اُيرندي ٽن ڪوهن کن جي مفاصلي تي آهن. مير صاحب فيصلو ڏنو ته "پڌيا" جي ديهه سڄي ڄام ٻجار کي ٿو ڏيان، باقي "گهگهي" لاءِ اتي جا ٻيا راڄ امين ٿين ۽ انهن جي قسم تي فيصلو ٿئي. جيڪڏهن ڪا ثابتي پيدا نه ٿئي ته پوءِ "گهگهي" وراهي اڌواڌ ڪريو. انهيءَ فيصلي لاءِ مير مزار ڪرمتي کي امين ڪيائون. شاهدي ۽ ثابتي لاءِ پاڙيسري راڄن "ڏيڻن" ۽ "سورن" کي سڏيائون، جن قسم کڻي شاهدي ڏني ۽ ان موجب مير مزار ڏنگ ڪڍايو، جنهن موجب گهگهي جي سڄي ديهه ڪرمتين جي پاسي اچي ويئي. پوءِ مير مزار حيدرآباد ويو ته سڄو فيصلو وڃي مير صاحب کي ٻڌائي ته اهو قائم ٿئي. ٻئي طرفان ڄام ٻجار جي طرف جا جيڪي ماڻهو فيصلي ۾ آيا هئا، تن وڃي ڄام ٻجار کي ٻڌايو ته:

ڏيڻيا آيا ڏنگ تي، ٻير ٻڌني وارا
کڻي مصحف مٿي تي، ٿيا سڀئي سورا
نيائون گڏ گهگهيءَ سين، ڄام! پاسا "پڌي" جا.

يعني وڏاءُ ڪري وڃي ٻڌايائون تہ گهگهي سان گڏ پَڏي جي ديهہ جا پاسا بہ ڪٽي ويا. تڏهن چام بجار جو پٽ چاڪر - جيڪو اڃي جوان ٿيو هو ۽ وڏو بهادر ۽ پهلوان هو. ان سان گڏ هنيلو ۽ ڏنگو هو. چام بجار بہ هاٺي چاڪر جي چٺي پنيان هو - لشڪر سان چڙهيو ۽ اچي گهاري وٽ ڪتي لٿو. ان وقت ڪرمتين جو پڳدار مَلڪ مريد هو. سو چاڪر وٽ هلي آيو ۽ چيائين تہ: زمين جي فيصلي تان ڪين وڙهنداسون. تون حيدرآباد وڃ. مزار خان اتي آهي ۽ فيصلي ۾ توکي اوتري ٻي زمين ونـي ڏي. نشاني طور مَلڪ مريد ڪيس پنهنجي گهوڙ ي"واڏي" ڏني.

تنهن "واڏي" واري ڏني، پنهنجي مَلڪ مٽيادار
تہ مزار تو لٿي در تي، ڪندو عرض اپار.

پوءِ چاڪر پاڻ جنگ لاءِ ڪونہ آيو. باقي پنهنجو لشڪر چاڙهيائين تہ وڃي گهگهي تي قبضو ڄمائين. جڏهن هي لشڪر اچي پهتو تہ ڪرمتين ۽ سندن راڄدارن جو بہ جِيئي نوتياڻي جي اڳواڻي هيٺ لشڪر سنيري آيو ۽ چيائون تہ:

"سرين" برابر سنگ، آهن گهگهيءَ جا گلاب چوءِ
جوکيا جنگ ۾ جنگ، نہ تہ مڙس پوندا ماميري"

پوءِ جِيئو انهيءَ لڙائيءَ ۾ ماريو ۽ فتح ڪرمتين جي ٿي. جوکين جا بہ گهڻا ماڻهو مئا ۽ هو قبضو ڇڏي اٿي ويا.

جِيئو نوتياڻي جنگ جو جهونجهار هو. راڻي واري جنگ وقت هو، پر پهچي ڪونہ سگهيو هو.

راڻي ۽ رحمت الله سين هئا ڪين هزار
جِيئا جهونجهارن جي سگهي لهج سار.

جيئي جي جنگين تي ڦلاٺو چيائون تہ:

جيئا جنگان ايوين جيوين مينڍري چنگان
نَر مزار ايوين جيوين ڪَنبرين ڳوهان.

(جيئو جنگين ۾ ائين هڪلون ڪري ۽ تراين جا واڄٽ وهائي جيئن سينهن ۾ چڙا پيا وڃڻ. مڙسن کي ائين ماري جيئن شينهن ڳوهن کي جهوري.)

سندس بهادري کي ڳايائون تہ:

جيئـون سـدائين جنـگ ۾، جيئـو نـہ جنگـان ڏار
جيئـي جـي جنـگ جـا آءُ پـيچ تـہ ڏيـان پـار
جهـڙي ڏت ڏنديـن جـي تهـڙي سـونهن سـردار
جهـڙو نـڪ نـراڙ ۾، تهـڙا ڏاڙهـيءَ ڀنيـا وار.

—

جيئـو هليـو جنـگ تـي، پيچـاڙي پتنـگ
تنهن گهگهيءَ جو گلاب چئي، وجي دولهہ ڪڍيو دنگ
تراريـن ترڪنـد، ڪونهـي ملهـہ مـانجهيءَ جـو.

—

جيئـي جهـڙا جـوان، مـَـر جڻـي ڪامـائڙي
تڪـيءَ ويـل تـرار ۾، آهـن پـَـڙ پليـرا پـائي
مـِيرن ملهـائي، سـُـڻ گهگهـي تـون. گـلاب چـوءِ

—

جيئـون هليـو جنـگ تـي، ڪٽـي پـڙ پـالو
ڦڙڪـي فوجيـن مهنـد ۾، آهـي اُتـالو
نوتيـائي نـالو، اُجـاري اَجـو ڪيـو.

—

# 2. قدمن واري جنگ

گهاري کان ڏکڻ، ڳوٺ "راڄ ملڪ" لڳ، سنڌو درياءَ جي اڳوڻي پيٽ "قنّي" تي "ميران جو مقام" يا "قدمن وارو قبرستان" آهي، جتي ڪرمتي ۽ جوکيا ماڻهو دفنائيندا هئا. "گهگهي واري جنگ" کان پوءِ هديه قبيلي جي ڪرمتين جو ڪو ماڻهو گذريو هو ۽ هو نعش دفنائڻ لاءِ ڪٺي آيا هئا. ڪين رات اتي مقام ۾ ئي پئجي وئي ۽ اتي ئي ترسي پيا. چاڪر جوکيو پنهنجن ماڻهن سان آسپاس پئي هليو تہ ڪيئن "گهگهي واري جنگ" جو پلاند ڪري. ان وقت هو قدمن واري مقام کان اوير "اهب" جي ڳوٺ ۾ اچي پهتو هو. "قدمن واري مقام" تي ان وقت هڪ مجاور "پند" پاڙي جو جوکيو هو، جنهن وڃي چاڪر کي خبر ڪئي تہ وير وجهڻ اتئي تہ مڙس (ڪانڌي) ستا پيا آهن، هلي مارين.

پوءِ جوکين رات جو انهن ڪانڌين تي اوچتو حملو ڪيو. ڪرمتين جي طرف وارن مان هَسو لاشاري (پاڙو مُيچر) ۽ پيروز وڙهيا ۽ وڙهندي ماريا. هَسو چار مڙس ماري اچي چاڪر کي چتايو ۽ ترار سڌي ڪاپار تي وراياڻينس:

هَسُو تي هاڪار ڪيا، ميچُر مڻيادار

تي چُهتاياڻين چاڪر کي، ڪومي منجهہ ڪپار.

ان وقت ڪنهن هڪڙي پالو هنيس جو هَسُو وڃي ڪريو ۽ مري پيو. اهڙي طرح چاڪر بچي ويو. پوءِ جوکيا اُتان اتي ويا. شاعر بکر گدي انهي واقعي ڏانهن اشارو ڪيو آهي تہ:

پيروز پورين اڪرين، هو سورهيہ ساڪاڻي.

---

جاڳائي جوانن کي، جي هتا هتائون

تہ خبر لڌائون، هوند بازن جي بکر چوءِ.

جيئن تہ اها جنگ ميران جي مقام يا قدمن وٽ لڳي، تنهن ڪري "قدمن واري جنگ" جي نالي سان مشهور ٿي. "پند" جوکئي جي چغليءَ تان اهو پهاڪو مشهور ٿيو تہ:

"جڪ ماري جوکيي، تہ بہ چوندو سيکو چاڪر کي."

(يعني حرف چاڪر تي آهي، باقي چغل تي ڪهڙو حرف).

قدمن واري جنگ ۾ جڏهن ڪرمتي ماريا تہ ڪرمتي وري جوکين تي چڙهيا. قيصر خان حَماتي بہ ساڻن شامل هو. گهاري جي لڳ ڀڳ وِيسو جوکيو همت وارو هو. سو ترار ڪٺي بيهي رهيو ۽ چيائين تہ: جيڪي گهوڙن تي چڙهيا تا اچن. سي گهرن تي اچي سهڙندا. پوءِ پنهنجن ماڻهن سان گڏ مقابلي لاءِ بيهي رهيو ۽ ڪرمتين جي لشڪر مان ڏيسر کي ماريائين. پوءِ سُمڙي گبول حملو ڪيو. جنهن ويسي کي ماريو.

ويسو ڏيسر مَتَ تيا. رانديـن پيا يار
ويسي ڏيسر ماريو. ڪيائين بئي جي پچار.

—

سُمڙي گبول سيف ڪڙي ڪِي،
تنهن بجلي جئين برسڻ لايو.

—

سُمڙي ويسو ماريو. ڪيائين بئي جي پچار
لاهي شال ڪلهن تان، وڌي متس حماتي ڪُر اُجار.

قُل مُجر لاشاري پهلوان هو ۽ جنگ ۾ بہ پتيون ڪٽندو هو. پر جوکين سان جهيڙو ڏيندي قُل لاشاري جنگ مان وني ڀڳو. هَسُو لاشاري ڪيس پڄندو ڏسي پويان ترار هنيس، جيڪا ٻُندڻ ڪٺي ويس.

ڪرمتين سان گڏ ٻيا جيڪي لاشاري هئا. تن مان مَنڌي منڌير، موسي منڌير، شاهي موراڻي منڌير، جيئند ٻناياڻي مُنڌير ۽ مريد شَنباڻي لاشاري کي ڪنهن شاعر پنهنجي هڪ بيت ۾ ساراهيو آهي، جو انهن جي حملي سان جوکين جي لشڪر مان "ڊارا نانگرا" ۽ "ميري" ياڙن وارا ميدان مان ڀڳا.

منڌو منجهي اتيو. ڪنيو خان ڪيڙو
شاهي وڏا شوڪارا ڪيا. ڪو ڳانپ وڏو ڳيڙو
جيئند جهونجهارن م. هو عهدي انگيرو
مريد تي ميڙو. هو ابر اوارين جو.

—

ڀڳا "ڊارا" "نانگرا". پِسَريا پنيرو
"ميري" تن جي منهن م سِريا سويرو.

# 3. راهيجي واري جنگ[1]

راهيجي وارو مقابلو خاص طرح لهاراڻين برفتن ۽ چام بجار جي پُٽ چاڪر جوڪيي جي وچ ۾ ٿيو، جنهن ۾ چاڪر ماريو. راهيجي جو مڪان، ڪاري جبل ڪان اُتر طرف آهي جتي پٿرن جا نشان لڳل آهن.

چاڪر جوڪيو، چام بجار جوڪيي جو پٽ هو ۽ وڏو بهادر هو. ايڏي طاقت هئس جو تازي مئل جانور جا عضوا پٽي اڇليندو هو. جهيڙي جو جهونجهار هو. مخالفن سان وڙهڻ ۽ وير وجهڻ جو ڪوڏيو هو.

چاڪر پٽ بجار جو، سورهيه ساماڻو
وڙهي تو ويرين سين، ڪر گهمي تو گهاڻو
منڊل مانداڻو، آهي سورهيه سندي سِر تي.

چام بجار کي ٻـ گهر هئا: هڪ مان ٻـ پٽ ۽ ٻئي مان هڪ پٽ چاڪر هوس. چاڪر جي ماءُ مائي برفتن جي حملاڻي پاڙي مان هئي. ٻيئي پٽ اڃا ننڍا هئا جو بجار ڪان پڇيائون تہ انهن مان بهادر ڪهڙو؟ تنهن تي بجار آزمودو ورتو. هڪڙي تازي وياڻل ڪُتي جا ٻچا گلر آڻائي تنهي پٽن کي هڪ هڪ ڏيئي چيو تہ وڃي گور تي ڪُتيءَ کي ڏيو. هوڏانهن اشارو ڪيائين تہ ڪُتيءَ کي ڇڏيو. ڪتي هئي ڏنگي ۽ ڇتي ٿي بيني هئي، تنهن ڇوڪرن تي رومڙ ڪئي. ٻين ڇوڪرن تہ ڊپ کان گُلر ڪٽي ڇڏيا پر چاڪر نہ ڇڏيو. ڪتيءَ چڪي ڪانچ قاڙي ليڙون ڪري ڇڏيس تہ بہ گُلر کي نہ ڇڏيائين. تڏهن بجار چاڪر ڏانهن اشارو ڪري چيو تہ منهنجو بهادر پٽ اهو آهي.

چاڪر سورهيه هو پر ڏنگو ۽ ارڏو سورهيه هو. هڪ ڀيري سن ۾ سيدن وٽ ويو. اتي ڪنهن نوجوان وٽ گولي مار نئين بندوق هئي، جنهن چيو تہ هي گولي پري ڪان شينهن کي اڦٽ ماري ڇڏيندي. اهو وقت ترار جو هو ۽ چاڪر

[1] هن جنگ جي خبر، ان جو سبب ۽ چاڪر جوڪيي بابت حالات هڪ ڪافي وڏي عرصي ۽ وڏي محنت سان جدا جدا چاڻو ماڻهن ۽ سگهڙن ڪان گڏ ڪيا ويا. جيئن تہ: (1) دريجي جو سگهڙ مرحوم محمد امين پوتاڻي (اميد علي خان جو مامو)، سردار اميد علي خان پوتاڻي، سگهڙ حاجي محمد سودر بگهياڙ (ميرپور ساڪرو) ۽ حاجي اسماعيل بنديچو (ڪرمتي)، سگهڙ عبدالله جوڪيو، وڏيرو علي مراد ٻـرو (اٿل)، عبدالرحمان رونجهو (شهر بيلو)، سگهڙ الله بخش پالاري، پرئو خان گبول (چڪرو، شهر ڪراچي).

ترار جو تکو هو. اهو ٻڌي چاڪر چيو تہ: اها شينهن کي مارينديءَ پر ميدان ۾ مڙس کي نہ ماريندي. نوجوان سيد چيو تہ: نہ، ماريندي. تڏهن چاڪر چيو تہ: آءٌ تو ترار ڪڍي ٻاهر نڪران ۽ پيل کو اها بندوق کڻي ميدان ۾ اچي، پوءِ ڏسون تہ مون کي تو ماري يا آءٌ تو اڳ ۾ مٽ ڪريانس. پوءِ هن نوجوان بندوق کڻي ۽ چاڪر وجي سامهون پڙ ڪيو. ايتري ۾ اها ڳالهہ اندر حويلي تائين پهتي ۽ وڏو سيد وڏي اچي وچان پيو. چون ٿا تہ[1]: هڪ ڀيري چاڪر سن ۾ آيو ۽ سيدن جي اوطاق تي ٻين سان گڏ وينو هو جو پريان ڪارو نانگ ڪچهريءَ ۾ گهڙي پيو. ٻيا ماڻهو ڊپ کان پڇي پاسي ٿيا پر چاڪر جيئن ڪانپ ڪڍيو وينو هو، تئن وينو رهيو[2].

چاڪر کي مقابلي ۾ ڪنهن ڪونہ هٽايو سواءِ دريا خان حماڻي جي، جيڪو پڻ ڏاڍو مڙس هو. چاڪر بہ ڪيس هيسائڻ لاءِ زوري وجي درياخان جو مال هنيو ۽ دريا خان بہ اچي منهن مقابل ٿيو. چاڪر ترار جا بہ تکا وار ڪيا جيڪي دريا خان ڍال تي جهليا. پوءِ درياخان جڏهن وار ڪيو تہ چاڪر ٻڪين پوڻ لاءِ اڳتي وڌي آيو، جنهن تي دريا خان جو ڪَرڙيو (ترار جي مُٺ) وجي ڪلهي ۾ لڳس، پر اهڙو زوراڻتو ڌڪ لڳس جو چاڪر وجي ڪريو. جنهن تي دريا خان ڪريل مڙس کي ٻيو ڌڪ ڪونہ هنيو. پوءِ چاڪر کي کڻي ويا. اهو ڌڪ هن کي اهڙو اثرائتو لڳو جو ڪڏهن ڪڏهن ننڊ ۾ دريا خان جو نالو وٺي اٿي ڪڙو ٿيندو هو.

چام بجار عقل جو اڪابر هو، پر چاڪر ايتري وڏي نظر وارو ڪونہ هو ۽ بعضي پنهنجن جوکين مان بہ گهڻن کي ڏکيو ڪيائين. تنهن تي ڪنهن چيس تہ:

چـــاڪر چـــو چڪاســـيين جيڪـــي ٽڪـــي روزگـــار
بـــيچ ڪنهـــن بادشـــاهہ تـــي جنهـــن ۾ لـــيپ لغـــار

هڪ ڀيري گودڙ نالي "مهمت" جوکيي کي، جيڪو بہ همت وارو ڏاڍو مڙس هو، ڪنهن ڳالهہ تان ڏويون ڏنائين ۽ گابي وانگر رنپايائين. جنهن تي گودڙ چيس تہ: مارڻو اٿئي تہ ماري ڇڏ، باقي جُنيون نہ ڪر. چاڪر تہ بہ نہ مڙيو. جنهن تي گودڙ

---

[1] جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ اها ڳالهہ مون سان سائين غلام مرتضيٰ شاهہ صاحب (جي. ايم. سيد) ٻاڌ ڪئي (نبي بخش)

[2] ڪنهن اهڙي خبر بہ ڏني تہ جيئن ئي نانگ چاڪر وٽان مڙيو تہ ٻيءَ مان جهلي زمين تي سٽيائينس ۽ مارِيائينس.

چيس تہ: مون کي سو رنيايو اٿئي، باقي کا مهل آئي تہ آءٌ بہ ڪجھہ ڪندس. گودڙ پوءِ چاڪر سان اهو پلاند راهيجيءَ واري ڏکي ويل تي ڪيو.

"قدمن واري جنگ" کان اڳ حڪومت ڪلهوڙن کان ڦري ٽالپورن جي هٿ ۾ آئي هئي. مير فتح علي خان اها ڳالهہ ڳڻي تہ سنڌ ۾ جتي جتي قومن ۽ راڄن ۾ وير ۽ جهيڙا جنگيون آهن اهي ختم ڪجن، ۽ راڄن جا پاڻ ۾ صلح ڪرائجن. مير مزار ڪرمتي جڏهن وٽس ويو تہ کيس چيائين تہ اوهان صبر ڪريو. اسان ٻنهي ڌرين جون ڳالهيون ٻڌي فيصلو ڪنداسون ۽ چاڪر جيڪا اُرھ زورائي ڪئي تنهن کي بہ سمجهائينداسون. پوءِ ڄام ٻجار ۽ مير مزار بہ پاڻ ۾ ڳالهايو ۽ مڪلي واري جنگ کي ملتوي ڪيائون.

ڄام ٻجار، چاڪر کي سمجهايو. جنهن مير مزار کي ڏاڙهي ڏني تہ آءٌ ڪابہ اڳرائي نہ ڪندس. پوءِ ميرن چاڪر کي پاڻ وٽ گهرايو. ڪن جو چوڻ آهي تہ برفت مَلڪن گهگهي واري جاگير تي قبضو ڪري ڄام ٻجار کي ڪنهن بہ مالڪاڻي حق ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. انهي ڏانهن لاءِ ڄام ٻجار پنهنجي پٽ چاڪر کي مير صاحبن جي دربار ۾ موڪليو ۽ پڻ چوائي موڪليائين تہ: آءٌ پير مرد آهيان، چاڪر خدمت ۾ موڪليان ٿو. کيس بہ سمجهائيندا ۽ برفتن کي بہ هدايت ڪندا. اسين صلح ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

ڄام ٻجار، ڏُريجي جي پوتاڻي سردار کان سنڌس ڌيءَ جو سڱ چاڪر لاءِ ورتو هو. وقت گذري ويو هو، پر مسلسل جنگين سببان شادي ڪانہ ٿي هئي. اجا بہ هڪ طرف ڪرمتين جو تہ ٻئي طرف برفتن جو وير ٻينل هو. چاڪر جي ماءُ بہ ڄام ٻجار تي زور رکيو تہ ڪيئن بہ چاڪر جي شادي ٿئي، جنهن تي ڄام ٻجار طرفان مير مزار ڪرمتي وٽ نياڻين جي ميڙ آئي تہ جنگ هٽايو جيستائين چاڪر جي شادي ٿئي. مير مزار ميڙ کي مُهت ڏني ۽ ماين کي چيو تہ: ڀلي آيون، چاڪر کي ڀلي حيدرآباد مان وني وڃي پرڻايو. ڇڻن مهينن تائين اسين نالو نہ وٺنداسين. پوءِ ٻي ميڙ برفتن جي "حملاڻي" پاڙي وٽ وئي جو "جهل واري جنگ" ۾ انهن جا مڙس مئا هئا. هڪ ٻي روايت موجب چاڪر، عارب ۽ اوباهيي برفت جو پاءُ ماريو هو. جيڪي مول جا وينل هئا، اهي وير لاءِ سنپريل هئا. برفتن چيو تہ اسين ويري آهيون ۽ وير وٺنداسون. جي ترارين جي ٻاھہ ۾ چاڪر جي پٽ رهجي وڃي تہ ڀل رهجي وڃي، پر اٿين ڪين ڇڏينداسون.

ٻيءَ هڪ روايت موجب "قدمن واري جنگ" کان پوءِ ٻروچن، چاڪر کي چوائي موڪليو تہ: وير ڪونہ ڇڏينداسون. هيءَ قضا هئي جو ائين وَهي وئي، باقي اسين سڀ مري ڪين ويا آهيون. ان وقت چاڪر جو ياءُ ۽ ڪي مايون ميڙ تي ملڪ مريد يا ملڪ ابراهيم ڪرمتي وٽ آيون ۽ ست ڏينهن وينيون رهيون تہ: اسين چاڪر کي تيون پرڻايون، ايستائين وير نہ پاڙيو. ملڪ چيو تہ: اوهان نياڻين آئي مون سڀ وير ڇڏيا، پر چاڪر تي بہ ڪو اعتبار آهي! چون ٿا تہ ان وقت يا ان کان اڳ جڏهن مڪليءَ جي جنگ جا هاواڻا پئي هليا، تڏهن ڪنهن جوکياڻي مائي پنهنجي سهيلي ٻروچاڻي مائي کي چيو تہ: ادي، چاڪر جو خيال رکجوءُ. مائي ٻروچاڻيءَ چيو تہ: "اسان کي الڪو ڪونهي جو چاڪر (جنگ نہ ڪرڻ جي) ڏاڙهي ڏني آهي." مائي جوکياڻيءَ چيو تہ: "جي نانس آنوراءِ[1] جي ڏنائين تہ پاڙيندو، پر جي پٽس ٻجار جي ڏنائين تہ ڪين پاڙيندو."

ڄام ٻجار جڏهن ڏنو تہ چاڪر جي ماءُ جو زور آهي تہ هو پرڻجي، تڏهن شادي جا ڏينهن ٻڌائون. پوءِ هتان مائي پاڻ سان چڱو اتالو وٺي نڪتي تہ حيدرآباد مان چاڪر کي ساڻ ڪري پوتاڻين ۾ وڃي ڪيس پرڻائي. چاڪر کي مير صاحبن حيدرآباد ۾ رهائي ڇڏيو هو تہ فيصلي کان پوءِ راڄداري صلح ٿئي ۽ پوءِ وڃي، پر چاڪر تڪڙو تي "وڃان وڃان" پئي ڪئي. جڏهن سندس ماءُ مائي حيدرآباد پهتي تہ مير صاحب، چاڪر کي موڪل ڏني ۽ فيصلو ملتوي ٿيو. انهيءَ تڪڙ سببان چاڪر مارجي ويو ۽ ڪن پانيو تہ ڪيس مير مارايو آهي. جڏهن روانا ٿيڻ وارا هئا تہ مائي چاڪر کي ٻڌايو تہ: ابا! ڪرمتي لانگهو ڏنو باقي برفتن نہ ڏنو ۽ ميڙ موٽائي ڇڏيائون. تڏهن چاڪر چيو تہ: امان، تون ٿي چوين شادي، پر شادي واسطي هلڻ لاءِ واٽ تہ برفتن مان آهي. شادي جي ڳالهہ اوهان اڳ هلائي ڇڏي آهي. جي نہ هلندس تہ بہ ماڻهو چوندا تہ چاڪر ڪنوار ڇڏي ويهي رهيو. سو امان! تو تہ مارايو. پر هاڻي هل تہ هلون.

چاڪر سان ان وقت ڄڃ ۾ جهجها ماڻهو گڏ هئا. الهداد پنڊ (جوکيو پاڙو پنڊ) ۽ ان جاماڻهو. گودڙ جوکيو ۽ سندس پنجاهہ کن ماڻهو. اقبال شيدي، هَسُو لنگهو. گلاب لنگهو ۽ ٻيا نوڪر چاڪر گڏ هئا. حيدرآباد مان روانا ٿيا

---

[1] منو گبول. هاڙهو احمداڻي ڪرمتي. ۽ انوراءِ جوکيو ٽيئي يار هئا. وڏي ڳالهہ ڳت وارا هئا ۽ جيڪو وعدو ڪندا هئا سو پاڙيندا هئا. (ڏسو "پنيور وارو مقابلو ۽ مڙسن جون ماهيون".)

تہ چاڪر، الهداد کي چيو تہ: فلاڻي وات سان هلنداسون جيئن رات هلي "راهيجي" تي ٿيون. اها ڪڙڪ گودڙ جي ڪَن تي پئجي وئي. هن جي من ۾ مدي هئي، جو چاڪر ساڻس جنيون ڪري ڪيس رنيايو هو. جي گودڙ دغا نہ ڪري تہ چاڪر سلامتي سان نڪري وڃي ها:

چوءُ وَٽ ۾ چاڪر جي، گاندو گودڙ هو
چور ڪان چڱي نہ ٿئي توڙي سَر سڪر هوءِ

گودڙ ڏاڍو مڙس چور هو. ۽ ڪو وقت حملائين مان عارب ۽ موٺيي سان گڏجي مال ڪاهيا هئائين. جڏهن حيدرآباد تي ويا. تڏهن عارب ۽ موٺيي، گودڙ کي چيو هو تہ: "پاڻ هڪ ٿانءَ ۾ ڪاڌو آهي. اسان کي رڳو ايتري خبر ڏجئين تہ چاڪر اسان وٽان ڪڏهن ۽ ڪٿان ٿو مَٽي." عارب شيرو هو يعني تہ برفتن جي "شيرو" پاڙي مان هو ۽ موٺيو "چورو" هو. يعني تہ برفتن جي "چورو" پاڙي مان هو.

چاڪر حيدرآباد مان روانو ٿيو تہ گودڙ اڱواٽ عارب ۽ موٺيي کي چوائي موڪليو تہ چاڪر رات راهيجي تي اچي رهندو. راهيجي جي جُوءِ بارڻ ۾ "اُٺ پلاڻ" مڪان جي مٿان آهي، جتي چوڪنديون آهن. ٻي روايت موجب گودڙ اڱواٽ چوائي ڪونہ موڪليو، پر مقابلي وقت چاڪر کي ڇڏي ويو.

چاڪر وارا راهيجي تي اچي رهيا. چيائون تہ رات جو هتان نڪرنداسون. سفر لاءِ الهداد پنڌ پاٽي ڪٽڻ لاءِ ويو تہ هڪڙي هنڌ تماڪ جو دڪايل پتو ڏٺائين. موٺي اچي ٻڌايائين تہ برفتن جا مڙس هتان مَٽي ويا آهن، سي ڄاڻ تہ پهتا. اتي برفت بہ اڙ ڪريو وينا هئا. سي اچي سامهون ٿيا. چاڪر جي ماءُ وڏي وڃي ڪين شرمايو تہ "هينئر موٺي وڃو تہ آءٌ چاڪر پرٽايان. باقي پوءِ آءٌ چاڪر کي سُونگيءَ ۾ ڪانہ سانديينديس." مائي جو اهو گفتو ٻڌي هو مڙس مڙيا ۽ چاڪر وارا بہ اتان اڳتي روانا ٿيا. پر برفتن مان ڪنهن ڪريل پويان بندوق ڇوڙي. اتي چاڪر بيهي رهيو ۽ ماءُ کي چيائين تہ: امان! هاڻي پُٺ ۾ بندوق جهلي اڳتي ڪونہ هلندس. پوءِ جنگ لڳي جنهن ۾ ٻيا سڀ پڄي ويا. باقي رڳو الهداد پنڌ سندس ماڻهن ساڻ چاڪر سان پيڙو رهيو.

ٻي هڪ روايت موجب، چاڪر جي ڄڃ جڏهن "مول" کان ڪاڇيل ۾ اٽڪل ڇهن ستن ميلن پنڌ تي "اُٺ پلاڻ" مڪان تي پهتي تہ هوڏانهن برفت جيڪي

سنيريل هئا. سي بہ بندوقن سان ڇڙهيا. اوباهيو ۽ عارب شيرو سندن اڳواڻ هئا. لنگها ساڻن گڏ هئا. جيڪي دهل وڄائيندا پري کان ڄتائي (اطلاع) ڪندا آيا. چاڪر کي آواز ڪن تي پيا تہ بيهي رهيو. اتي گودڙ جوکيي چيس تہ تو مون کي گابو ڪري رنيايو هو. اڄ آءٌ توکي رڻ ۾ ڇڏي ٿو وڃان، سو پنهنجا ساٿي وني هليو ويو[1]. چاڪر سان باقي الهداد پنڊ ۽ سندس ماڻهو اقبال شيدي، لنگها ۽ نوڪر چاڪر وڃي رهيا.

جڏهن برفت سامهان نڪتا تہ مائي ماءُ چاڪر کي چيو تہ: تون ترس تہ آءٌ وڃي ٿي برفتن کي موٽايان. چاڪر چيس تہ: "تورو نہ ڪڄجان. باقي ڇوين تہ وير ٻئي دفعي ونن. مائي وڃي سامهين ٿي، جنهن تي برفتن چيو تہ: "مائي، وير پراڻو نہ ٿئي. اسان هينئر مڙون ٿا." پر اڳتي ڍوري "سنهڙي راهيجي" تي وڃي هوا ۾ بندوق ڇوڙيائون ۽ چيائون تہ بندوق ٻڌي چاڪر ڪونہ مڙندو. پوءِ چاڪر موٽ ڪاڏي ۽ جڏهن مقابلو ٿيو تہ:

دنگ الهداد دست ۾ تو ڏئي ويرون وريامن
حبو، گلاب جهڱ مڱ جهومڪ پيتو پياڪن

چاڪر پيو وڙهي تہ الهداد پنڊ (جوکيو) چاڪر کي بچاءُ ڏيڻ لاءِ سندس پاسو نہ پيو ڇڏي. تڏهن چاڪر چيس تہ:

چاڪر چيو پنڊ کي نہ هڻ مون مهنداءَ
هڻ آڏي، هڻ جيٺي، هڻ هٺندو آءَ

الهداد جواب ۾ چيو تہ آءٌ اڳئي رئيسن مهندان وڙهندو هوس ۽ اڙجهل ڪندو هئس. ٻٺ جون لڪڙيون ٻٺ تي ٻرن، هاڻي آءٌ بہ تنهنجي ٻٺ جي لڪڙي آهيان. ائين چئي الهداد ڏک هٺندو ڏک جهليندو چاڪر جي آڙ ڪندو آيو. تان جو وڃي ڪريو. اقبال شيدي وڙهيو پئي تہ پاسي ۾ ترار لڳس. گهاءُ وڏو هو ۽ چم لڙڪيس پئي، جنهن کي ڏسي چيائين تہ اِهي مير چاڪر جا جهنڊا آهن.

هڪ روايت موجب چاڪر خان برفتن کي چيو تہ: بندوق متان هڻو! جنگ تراڙين سان ٿيندي. مگر برفتن مان ڪن چيو تہ: ترار جي جهيڙي ۾ چاڪر خان سيني کي ڪٿي ڇڏيندو. انهيءَ ڪري "سيدي" کي چيائون تہ: گوڏي تي ڏک

---

[1] الهہ بخش پالاريءَ جي روايت موجب: گودڙ پنجاهہ جوکين سان ڀڄي ويو.

هڻينس، متان پوئتي موٽي. "سَيدي" نالي هڪ برفت چوڪرو[1]. بندوق جو ملوڪ، سائين گڏ هو. تنهن بندوق هڻئي، مگر بندوق جهليو چاڪر هليو آيو. ائين ڇهه بندوقون جهلي وجي ميڙ ڪي رسيو. چاڪر خان ڪي هلڻ وقت ماڻس چيوهو تہ: موٽيو تنهنجو مٽ آهي جو منهنجي تڇ پيتي هٿائين. اتي چاڪر موٽيي ڪي تنواريو. موٽيو ميڙ مان نڪتو ۽ سامهون تيو[2] پر چاڪر ترار سان ٻانهن ڪٽي ڇڏيس، مگر پوءِ ٻانهن بہ وجي ڪريو.

ٻي روايت موجب چون ٿا تہ چاڪر زخمي ٿي ڪريو، پوءِ موٽيو متان آيس. چاڪر ڪي چيائين تہ: تون مون ڪي ڏڪ هڻ، پر چاڪر چيو تہ: نہ، اجان بہ تون هڻ. پوءِ اڳ ۾ موٽيي ڏڪ هنيو. چاڪر موٽيي جي ڏڪ آڏو ڪيڙي (ڍال) ڪانہ ڏني ۽ ڇڻ پنهنجي مٽ ۽ يار جي هٿان مئو.

ميان امين محمد پوتاڻي جي روايت موجب موٽيو برفت، چاڪر جو يار هو. اهو سامهون آيس، تڏهن چاڪر چيوتہ: "تان يي موٽيو". ائين چئي ڏڪ هنيائينس ۽ ڪلهو ڪٽي ويس. چاڪر ماريو پر موٽيو بہ گهائجي پيو. تڏهن لنگهي چيو تہ: اهو گهاءُ ڇڻ گدڙ جي ڏاڙهہ آهي. مڙئي خير آهي. انهيءَ تي موٽيي چيو تہ: متان ائين چئين! هيءَ شينهن جي ڏاڙهہ آهي ۽ آءٌ انهيءَ وگهي ئي مرندس. پوءِ موٽيو انهي زخم وگهي مئو.

"موٽيو مَٽ ٿيو. چاندي چاڪر خان جو"

صفر لنگهي پنهنجي بيت ۾ چاڪر ڪي ساراهيندي انهيءَ ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو تہ:

پچو مرد موٽيي ڪوئن، جو آيو چاڪر ڪوئن چَڪي
هو مَٽ سندس، صفر چوي، هونديس روح ۾ ڳالهہ رکي
ليڪي منجهہ لکي، هو جوڪيو هزارن ۾ هڪڙو.

---

چاڪر جت چَهتُائي ات سائس ستيا ست
پيچي ڏاڍا پڙ هٿا. هُو هاڙهي پاڻ همت
الله داد ڪيائون اڳ ۾ جنهن جي مڙئي مصلحت
ڪي سردارن صفت. جوڪيي سندي جنگ جي.

---

[1] الهہ بخش ٻالاري جي روايت موجب "سيدي" هڪ چورو ڇنو رلي ملڪن وٽ آيو. پوءِ ان مان "چورا" ٿيا.
[2] موٽيو لنهراڻي برفت. چمل لنهراڻي جو رڏو پيا.

سگهر پرئي خان گبول چيو تہ هن جنگ ۾ الهداد پنڊ ۽ چاڪر جا ٻيا ساٿي ۽ نوڪر چاڪر وڙهيا ۽ ماريا. چاڪر پاڻ ترار سان ڪي مڙس ماريا. پر چاڪر ڪي بندوق جو ڦهريون ڏڪ چگي برفت جو لڳو ۽ ٻيو بندوق جو ڏڪ عارب شيري جو لڳو جنهن سان مڙس مئو. چگو برفت ڪو ايڏو پهلوان ڪونہ هو. پر اتفاق سان ان جو ڏڪ اڳ ۾ لڳو ۽ چاڪر گهائجي پيو. انهيءَ تي مشهور بيت آهي تہ:

جڏهن جنگ جُڙي، تڏهن ڇَبو موجو مَٽ تئي
نہ تہ حَماتي حمر جي تَوري ڪيئن تُري
جئين اڳي آدم ماريو هو نوزڪ ناڏ ڪري
تيئن "چگي" جي "چاڪر" تان اچئو قَڪَ ڍري
قضا ائين ڪري، جيئن چگي چاڪر ماريو.

آدم حماتي هو. جيڪو دڪي ۾ اَڪن جو ڪير ڏهي مينگهواڙن ڪي ڇوڙن رگڻ لاءِ ڏيندو هو. هڪ جنگ ۾ اهڙو اتفاق ٿيو جو نالي واري مڙس نوزڪ خان ڪي آدم جي ترار جو ڏڪ لڳو ۽ هو مئو. نوزڪ احمدائي "پٽ مڙهو" مڪان جو وينل هو ۽ وڏو پهلوان هو.

آدم دڪي ڪِڙڳ ڪوائي مَٽ ٿيو متارن
جنهن هنيو نوزڪ مير ڪي ٿائي ۾ توڪن.

ڇَبو (ڪکن مان نهيل جُوتو) ڪڏهن بہ موجي (موزي) جي مَٽ نہ ٿيندو. پر جنگ ۾ چاڪر جهڙي پهلوان تي چگي جهڙي رواجي ماڻهو جو پُڪو اچي پيو. جو چگي بندوق هنئي جيڪا اچي چاڪر ڪي ران ۾ لڳي. متان وري عارب جي بندوق بہ بت مان نڪري ويس، چاڪر ڪري وري اُٿيو ۽ عارب ڏانهن هليو آيو. چاڪر ڪي ايندو ڏسي عارب هڪل ڪئي تہ: هاٿي ڇڏيوس جو ڪريل مڙس هليو تو اچي، سو پلي اچي مون ڪي ماري.

پرئي خان چيو تہ: منهنجي ڏاڏي ملوڪ خان چيو تہ ڪريم ڏنو گدو "اٿ پلاڻ" ۾ رهندو هو. آءُ ان وٽ مهمان ٿي ويس. اتان گڏجي عارب شيري وٽ وياسون. ان وقت عارب شيرو جهور پوڙهو هو ۽ ڪنن جون پاپڙيون پٽي لڏيس. عارب ڪان خبر پڇي سون. تنهن مٿين حقيقت ٻڌائي ۽ چيائين تہ "چاڪر ڪي منهنجي بندوق بت مان نڪري ويئي ۽ ڪري پيو. تہ بہ وري اُٿي هڪ ٽنگ تي ڪڏندو آيو ۽ ٽپ ڏيئي مون تي اچي تلوار اُلاريائين. پر ٽپ ۾ ساهہ ڇڏيائين ۽ اُٿلي وڃي پوئتي ڪريو. چاڪر جي تلوار

منهنجو تورو ڪلهو اچي وڍيو، جنهن جو نيشان اڃان بينو آهي. آءُ چاڪر جي سرَ تان ڦري آيس، بت ۾ ساهه ڪونه هئس پر مڙس جي مُڇ پئي ڦَري. هَسُو ۽ گلاب ٻئي چاڪر جا گڏا ساٿس گڏ هئا ۽ اهي به وڙهيا.

هَسُو گلاب جهڳ مڳ جهومڪ پيتو پياڪن
ڏُنگ الله داد دست ۾ تو ڏئي وٺيون وريامن.

"راهيجي واري جنگ" تي سُنگر لنگهي، صفر لنگهي، محراب لنگهي ۽ ٻين سگهڙن بيت ٻڌا ۽ چاڪر کي ساراهيو.

چاڪر ڳالهه چئي، ته آءُ ويندس ياري يوت ڏي
تڏهن "عارب" "فتح" پاڻ ۾، آهي پُرسن ڳالهه پَهي
ته ويري اسان جي وچ تان، تووجي گس گَهي
سي مڙي سڙي مُڇ تي، هليا ڪُونڌ ڪهي
بجاراڻيءَ بيگ کي، پيئي سُڌ سَهي[1]
تنهن ٻڌائي ٻيلين کي، چاڪر ڳالهه چئي
ته "جهَل" برفتين جاد ڪي، تا وڙهن واجهه لَهي[2]
اوهين ائين ماريجا مصريون، جئن ٻڌن پار پئي
ليڪا لاڪيٺن جا، تون "سُنگر" سار سهي
رُونسو راهيجيءَ تي آهي، وڏي وڄ ڳئي
ڪڪرين ڪَڙڪهه لائي جنهن ۾ ڏاڏا ڏوڏ ڳسئي
ويئي ريک رَهي، چوڏس چاڪر خان جي.[3]

—

چاڪر ٻيا چُون، پر آهي بجاراڻي پير ٻيو
عهدي اهڙو ابڏو، جنهن جون پلڪُون پري پُون
مُنهرو مُڙي مرد جو، تسوڙي هوڏانهن هزارين هُونَ
جئن پتنگ آڳ پون، تئن پئي تو "ميرڻ پوتو" مڇ ۾.
رڻ جهڻ راهيجيءَ تي، پکڻ تا پون

---

[1] بجاراڻي = چاڪر.
[2] "جهل" يعني "جهل واري جنگ" جنهن ۾ برفتن جي هار ۽ جوکين جي سرسي تي.
[3] ريکَ = مال (ٻڪرين) جي ڏند تي ليڪو.

ڪَشي ڪَسُونبا دست ۾، پياڪ پيالن
اهدي الهداد ليکيان، ياري مان پندن
اقبال الولون ڪيون، لڳي چاه چون
جهيڙي جهونجهارن، تي موڪ هنيائون مصريون.

---

رڻ جهڻ راهيجيءِ تي، پکڻ ٿا پون
"چڳي" جون چاڪر تي تيون سانگيون سانڍ ڪن[1]
چڳي جا چاڪر تي اچيو ڦُڪَ ڦرن[2]
تڏهن ايئن چون، ته "چڳي" "چاڪر" ماريو.

---

جيئن تي چيو چاڪر مير، ڪيائين آرڻ آئي اونهئين
ستن ساڻ، سُنگر چوي، ويو سَوَ سين نيئي سير
هوڏانهن بہ ڪَڙهو ڪڏي بينو، لوهار پوٽو پير[3]
وجهي وڪڙ ويرن سين، اُت بينا جوان جنجير
راهي رُڪ وراهيو، موٽيي چاڪر مير
بجارائي بَهير، پانجي سر ڏيئي سرهي ڪئي.

---

چوڏس چاڪر مير جي، هو آئي أبتو پير
سو پيالين جو پارکو، چلين ڏٺي چڱير
هئو سنگت سان، سُنگر چوي، ڪلي وير ڪَنڌير
گجي جيئن گَجمير، تيئن جوکيو ڏنو جنگ ۾.

---

چئو جيئن چاڪر مور جي، ڪُڙي نہ ڪڙڪي
موٽيو چاڪر مَت پيا، تن ڪا ڏران ڳالهہ ڏرڪي
پيتئون پکون پرت جون، ڪا سَر بت جي سرڪي

---

[1] سانگيون = تاريون. شاعري ۾ ائين چيل آهي ته ٻاتي جڳي جا ترار ڪاٽ هنئي، بندوق هنيائين جيڪا چاڪر کي گوڏي ۾ لڳي.
[2] ڦڪ، ڦُڪ = ڪنو، ٻڪو.
[3] لوهار پوٽو يعني موٽيو.

رُڪ جي گهوٽيا، مس سي موٽيا، اها پنجاهين پَرڪي
بانڪي پٽ بجار تان، رُڪ ڏني رڙڪي
آيا ڏوڏوڪار ۾، تڏهن لهرو پيا لڙڪي
مور ماريو مَرڪي، ڪڙڳ ويل ڪني جي.

—

چئو جيئن چاڪر مير جي، ڪُڙي تان نہ ڪڙياس
گهوٽ گهٽن کي سامهون، سيهي سٽ ڏنياس
سٽ ڪُٽ سَڪيلن جي، اچي ڪَنڌين ڪر رکياس
اها سُوڏي ڳالهہ سندياس، ملڪن ۾ مشهور ٿي.

—

ڇهہ ۾ چاڪر خان جي ڪُڙي تان نہ ڪُٽياس
جا رَه ڳوٺ هياس، سا وِ ڪَ ويريءَ سامهون.

—

اُيو عهدي اڳرو، ڇهہ ۾ چاڪر خان
بيٺو برفتين سين، سگ اڙائي سان
اَندين لڙڪئين آئيو، جنهن جي قدمن تان قربان
هن مامري جو "محراب" چوي، مرد مرندي لڌو مانُ
سو جوکيي پوٽو جوان، ڪڏندو آيو ڪُڙيءَ تي.

—

ڏَر ڏرتي، پڳ پاوڙي، تا چاڪر خان چون
تين سَئين تَپين آئيو، آندا ڳجهڙين
رڻ ۾ راهيجي جي پکڻ تا پون
ستن ۾ سرهو ٿيو، چاڪر خان چون.

چون ٿا تہ جڏهن چاڪر بجار کي چاڪر جي مرڻ جي خبر ملي، تڏهن ارمان ۾ پئجي ويو. وڏيءَ عمر جو اڳئي هو. ويتر پٽ جي خبر بڌي زمين تي تريون کوڙي آهستي ٿي اُٿيو. ۽ چيائين تہ چاڪر جو وير جوکيا وٺندا.

ڏِبي ڏِبي اٿيو، پوندا ڏيئي پون
ماءُ مرادون پنيون، گهنگهرن پيون مون.

چاڪر بجار پوءِ پڇي نہ سگهيو ۽ برفتن کي رڳو پئون ڏنائين تہ:

برفت بڪ پـُڪا ڪيا، بارڻ ٿيو بيرون
چـُرٽين ڪي چوريءَ جون، آهن هميشه هيرون
ونا آهن ويڙ ويرون، جاد ڪري، جوڪيو چئي.

نتالي گبول جي روايت موجب، جڏهن چام بجار برفتن ڪي پٽيو ۽ بارڻ جي ويران ٿيڻ جو چيو، تڏهن موٽ ۾ برفتن بيت چوائي موڪليو تہ:

جيئن باغ بارڻ جا، ڏين بارڻ تي بوڙيون
صحيح هٺداسون ساڪرو، ڪڏائي گهوڙيون
ڪٽاريون ڪوڙيون، ڪاتيون چام ڪـُچن ۾.

وڏيري علي مراد بـُري جي روايت موجب، چاڪر جي مارجڻ بعد چام بجار هيٺو تي لس طرف آيو ۽ ليـَاري طرف اچي رهيو. عبدالرحمان رونجهي جي چوڻ موجب تہ موجوده لاڪڙي جي باب ۾ (الگ لـَياري) "چام بجار جو مامرو" اجا موجود آهي، جو شايد چام بجار جي جاگير هو.

# 4. مڪلي واري ٻي جنگ[1]

ڪجھ عرصو اڳ هڪ جنگ مڪلي تي لڳي هئي، جيڪا ڪرمتين ڪٽي هئي. هيءَ مڪلي واري ٻي جنگ هئي جيڪا جوکين ۽ ڪرمتين (بلوچن) جي وچ ۾ لڳي. جوکين جو اڳواڻ ڄام ٻجار جوکيو ۽ ڪرمتين جو مير مزار ڪرمتي هو. هيءَ جنگ 1203ھ ۾ مڪلي تي لڳي، جنهن ۾ مير مزار مارجي ويو. جوکين جنگ ڪٽي. ان بعد ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي پٺڀرائي سان ڄام ٻجار جوکيي، ڌاراجا جي راڻي ارجن کي ماريو. راڻي ارجن سان ڪرمتي مدد ۾ هئا. تنهنڪري پڻ ميان غلام شاهه جوکين جي پٺڀرائي ڪئي ۽ هو طاقتور ٿيا. هنن مڪلي واري پهرين جنگ جي وير وٺڻ لاءِ وڏي جنگ جو سانباهو ڪيو، ۽ ان لاءِ ڄام ٻجار جي پٽ چاڪر جوکيي کي موڪليائون. جنهن قدمن واري مقام تي ڪانڊين تي حملو ڪري وير وڌو، ان تي ڪرمتين مڪلي تي جنگ ڪرڻ جي تاريخ ڏني.

روايت-1

مڪليءَ جي پهرين جنگ هارائڻ کان پوءِ ڄام ٻجار ٻيلي ۾ وڃي رهيو هو. اُتان پوري سنبت ڪري آيو ۽ ڇئن مهينن بعد مڪلي تي ٻي جنگ لڳي. ڄام ٻجار وڏي سنبت سان وڏو لشڪر گڏ ڪيو ۽ مڪلي تي ميين علي شيرازي جي قبي وٽ ڇانوڻي هنيائين. ٻيبين کي دعا لاءِ وني آيو. مير مزار خان ۽ ڪرمتي چڙهيا ۽ مڪليءَ تي لوئنگ پير جو اچي سلام پريائون. مير مزار کي جتيءَ ۾ ڪندو لڳو، تنهن پنهنجي لشڪر کي چيو تہ: سَوڻ سنو ناهي، موٽي هلون پر هنن جو ضد تہ جوکين کان وير وٺجي. هوڏانهن ڄام ٻجار دعا لاءِ آيو سيد علي شيرازي وٽ. سيد چيو تہ: "ڪرمتي جي سواريءَ تي آيا تہ اسان جي جهلڻ جا ڪين آهن. پر جي پُوٺي (پيادا) آيا تہ تون ڏانئو ۽ هو آهن پن، لٽي وجهجان.

---

[1] هن روايت جو مدار ڪوهستان جي مشهور شاعرن براهم گهانداري، ڄام ٻجار جوکيي، ملبع ڪرمتي ۽ ڪن نامعلوم شاعرن جي ڇيل بيتن، مرحوم حاجي سرمان خان بگهياڙ، حمزي جوکيي، وسائي سائينداداڻي، حامد خان رند، طاهر محمد موريائي ۽ محمد امين پوتائي جي زباني روايتن تي آهي، جيڪي 1944ع کان 1962ع تائين مختلف هنڌن تي ڪيل ڪچهرين ۾ قلمبند ڪيون ويون (ن-ب).

جوکيا آڙ ڪري وينا هئا. ڪرمتي چڙهيا پئي آيا. ڪين جو ڪين جي ٽوپين جا چندا نظر آيا. تڏهن مير مزار گهوڙي تان لهي پيو ۽ چيائين تہ: جيڪو مڙس مرڻ لاءِ تيار هوندو، سو گهوڙي تي نہ چڙهندو. انهيءَ تي سيئي گهوڙن تان لهي پيادا ٿيا. تڏهن فقير ڪڙياٽي شيخ ڪين چيو تہ: جنگ ۾ سوپ اوهان جي ڪانهي، پلو ڇاڻو تہ موٽي وڃو، پر هنن چيو تہ وڙهنداسون. پوءِ ڪٽن پيا پگ. تڏهن شيخ ڪين چيو تہ: هاڻي ڇئو تہ جوڪين جي ترار بند ڪريان، ڇئو تہ بندوق. چيائون تہ بندوق بند ڪر، جو هو آڙ ڪري وينا آهن، اسان جو نسهو ڪدي ڇڏيندا. پوءِ شيخ وڃي آڏو ليڪو ڪڍيو ۽ چيائين تہ: ليڪو نہ ٽپجو. جي ليڪي جي اندر هوندا تہ اوهان کي هار ڪانہ ٿيندي، پر هو جوش مان ليڪو ٽپي ويا. شيخ وري وڃي پنهنجو پٽڪو وڇايو ۽ چيائين تہ: هيءُ نہ مٽيو تہ هنن جي ترار بہ ٿو بند ڪريان. پر هي پهلوان جوش ۾ اهو بہ مٽي ويا ۽ وڃي جوڪين کي آڙ مان اُٺاريائون. هنن کي وڃهہ ملي ويو ۽ جسلهہ ڪري مزار خان جي لشڪر مٿان وري ويا.

چام بجار، سيد عالي شيرازي جي درگاهہ جو پاڇو جهليو بيٺو هوءِ اندر سيد عالي جي قبي ۾ دعا لاءِ بيٺيون وينيون هيون. مير مزار خان جي لشڪر ۾ فتح خان گبول بندوق جو ملوڪ هو. سندس بندوق تي طلاق لکيل هئي تہ هڪ دفعو گٽس تہ ٻيو دفعو نہ هڻندس". چيائونس تہ هو بجار بيٺو آهي، هڻينس بندوق! چيائين تہ: ڪپار ۾ ٿو هڻانس. بندوق هنيائين تہ بجار جو ڪٽنسريو (ڪيمخواب جي ٽوپي جي چوڌاري پٽ جو دوشالو) ڪٽي ويئي. چيائونس تہ: اجان بجار بيٺو آهي. چيائين تہ: منهنجي طلاق لکيل هئي، هاڻي وچينءَ تي روزو ڪونہ پچندس ۽ ٻي ڪانہ هڻندس. پوءِ بندوق ڦٽي ڪري، ترار سان وڙهيو ۽ مارجي ويو.

مصري گبول لاڪاٽي، مزار خان جو وزير هو. جنهن جي هٿ ۾ جهنڊو هو. جڏهن جوڪين جي اڙ مان ڪيل حملي ۾ ڪرمتين جي لشڪر جا چڱا مڙس مارجي ويا تہ هنن وڃي جهنڊي تي حملو ڪيو. تڏهن ڪرمتي جهنڊي کي بچائڻ لاءِ اچي مچ ٿيا:

"جهنڊي اتي جهور هئي، ڪلها - گهہ ڪرمتين جي." مير مزار خان کي بہ گهيرو ڪري ويا. چام بجار جو پائيٽو شهزاد جنگ جو سپهہ سالار هو، تنهن

ان وقت اچي للڪاريو تہ: مزار خان منهنجو مَٽ آهي، سو ميدان ۾ اچي. مزار خان سُئو، سو چيائين تہ: "ادا مصري! پٽَ جي گندي ڪين آهيان، جو ڊِڪيندام، هٿي پري ٿيو تہ سيال سامهون ٿيان". پوءِ هڪل ڪري هٿي شهزاد ڪي ترار سان ٻہ اڌ ڪري ڇڏيائين، مگر ترار ٻہ جهري پيس، ڦرُ نڪري ويو ۽ منيو جدا ٿي ويو:

سٽيائين شهزاد ڪي، جنهن جو ڪيائين ڏڙ سسيءَ ڪان ڌار
جهُري سونهري ساهُوءِ جي، ڪانهي مانجهيءَ تي ميار

اتي ٻيا جوکيا ورائي ويس. مزار ڪي ٻين ترار ۽ ڪاتي آٿي ڏني، پر اُها سَنڌ تان وهي پر هڏ تان نہ وهي.

يارهن ڪاتيون، تيرهن تراريون، هنيون مير مزار
تہ وار نہ وڍي هيڪڙو، سَنڌيون ٿي وئي ڌار.

پوءِ مير مزار وڙهندي مارجي ويو. اندران ٻيبين ڪي پسڻ پئجي ويو، تن بجا رکي چيو تہ مزار مارجي ويو. پر بجار جنگ جو زور ڏسي جواب ڏنو:

اجان مير مزار جا، جهندا پيا جهلن
ٻيٺا مير ٻبر جا، اجان ڪُڙها پيا ڪڍن.

—

ٻبر چايا سي سَوايا، جن ۾ ڍاءَ نہ پوي ڍنگ
پاسي مير مزار جي راڏن لايا رنگ.

اڳ برفت ڪرمتين سان پيڙا هئا، پر جنگ ڪان اڳي چام بجار برفتن مان "آري" جي گهر ڪي پنهنجي پاسي ڪيو. مَلڪ ننگر چيو تہ: آءٌ هيئن روبرو ٻيهي ڪرمتين ڪي ڪونہ مارائيندس، پر جنگ ۾ پاڃ لاءِ چوندس. پوءِ اوهين همت ڪجو! پوءِ هلنديءَ جنگ ۾ ننگر برفت چيو تہ "پڇو ڪرمتيا، بندوقن نياسين!" انهيءَ تي ڪرمتي ۽ ٻيا وني پڳا. مير مزار ميدان جهلي ٻيهي رهيو، پر هاٿي ٿورا ٿي پيا. انهيءَ تي ڪنهن چيو تہ:

آري، راڏو پان ۾، اصل هئا يار[1]
پر اوڳو اُٺ آريءَ جو، تُڪيل هو ٿوئنتار

[1] آري = برفت ۽ راڏا = ڪرمتي.

رڻ ۾ راڏن جـــو اچـــي، بـــر ۾ لاڙيـــائين بـــار
هـــين ڳـالهيون پـاڻ ۾، ڏنـائون ڏاڙهيـون کـي مـزار
سـي پرس پـاڙيـون ڪينڪي، نـ آيـون منجهـ نيسار[1].

ڪرمتي کي مئا کي پڳا، ٻېر جا پٽ يارهن هئا.

"ٻيٺا مير ٻېر جا، يارهئين گل هزاري"

انهن مان هڪڙو ملڪ ابراهيم، جيڪو نٽي ۾ ڪڃريون نچائيندو هو. جنگ ڏي خيال ڪونہ تيس. جنگ جو ٻڌي چيائين تہ: جوکيي تي ٿا وڃن. چڻ "سهو ڏنائون آڪور ۾، " سوماري ايندا. آءٌ ڪونہ ٿو وڃان. پوءِ خبر پيس تہ مزار مارجي ويو، تڏهن زرهہ وجهي آيو. جوکيا سوپ ڪٽيو، ڇانوٽي ڪيو. مڪليءَ تي وينا هئا تہ ملڪ ابراهيم کي ايندو ڏٺائون. پڇيائون تہ: هي ڪير؟ ٻجار چيو تہ: هي ملڪ ٻېر جو پٽ ابراهيم آهي. آهي ڪو اهڙو مڙس جو وڃي واريس؟ الهداد مهمت جوکيو. تنهن چيو تہ: منهنجو يار آهي، جي اوهين چئو تہ وڃي اُٿلايانس. ٻجار چيو تہ: ڀلي، پر پيا ٻہ يارهن پاڻ سان وني وڃ. هاڻي ٻارهن مڙس اُٿيا. الهداد وڃي ڪينڪاريو ۽ چيائين تہ: هتي يارهن مڙس وني توکي منٿ ڪرڻ آيو آهيان. ڄام ٻجار چيو تہ: پٺهين ۽ ڏاڏهيـن جو سهائو اُجهامي ويو. هاڻي اُٿلي وڃ. اتي ملڪ ابراهيم چيو تہ: اُٿلي ڪونہ ويندس. ائين چئي ابراهيم ترار هنئي تہ الهداد (مهمت پاڙو) وڃي ڪريو:

جهرڪي جلوا ڏئي، مهمت مُنهن ۾ مصري.

ترار الهداد کي لڳي ۽ ڪريو پر وري اُٿي ويو. باقي ڏک سو حياتيءَ تائين پئي وُڙهس. ملڪ ابراهيم ائين ٻين کي ٻہ ڪيرايو. اتي ٻجار چيو تہ: مٿي اُٿاريو تہ منهن ۾ پئيس. پوءِ مٿيءَ جا ٻڪ اُڇلايائون تہ ملڪ ابراهيم ڪٺي اکين تي هٿ رکيا. پوءِ مڙس کي ڪيرائي ماريائون.

جنگ کان پوءِ جوکيا جڏهن وڃي ڪچهريءَ ۾ وينا تہ ڄام ٻجار کي چيائون تہ: اسان فتح ڪري مڙس ماري ڏنا. هاڻي اسان کي ڳاءِ. ڄام چيو تہ: بيشڪ فتح اوهان جي، پر اوهين گهٽا هئا ۽ هو ٿورا هئا تہ ٻہ پڳا ڪين.

الله اُومَ پڇـــن، هـــوءِ پـــڙ م پڇـــار جـــن جـــي
جـــڏ تـــورا پـــسي تيلهيـــا. تـــڏ جنـــگ آنـــدي جوکيـــن.

---

[1] نيسار = ڳچ ۾. سار ۾.

چام بجار داناءَ هو. جيڪي مڙس ميدان ۾ بهادريءَ سان وڙهيا ۽ ماريا، تن ڪي مرڻ کان پوءِ ننڊڻ مناسب نٿي ڄاتائين، پر جوڪين پاڙروئن زور آندو ته من اسان جا نالا ونيءَ بيت ڏئي ته اسين مرڪون. تڏهن چيائين ته مون چيو ڪونه ته هو ٿورا هئا، ۽

بـــارهن جوڪيـــا هڪـــڙو ٻـــروچ، هئـــي وڙهـــڻ جـــي وار
رات هـــُـــيائي ڪانـــــ ڪـــا، ٻـــوڙا هئـــا ٻپهـــار.

هاڻي ڪيئن اوهان جو انصاف ڳايان! باقي چئو ته سيد عالي جي ڪرامت ڪي ڳايان، چئو ته منهنجي نصيب تي اچان. پوءِ بيت ڏنائين ته:

آئيـــن الهـــداد اُســـري، تـــون متـــي ميـــر برهـــام
توکـــي ٻولـــي ٻـــَـٻـــَـــراڻي، عـــازي پـــري گـــام
توبـــ ڪـــدي مـــصري مڙهـــ مـــان، ســـورهيـ ســـرت ســـڄاڻ
پر اهي آگي جا احسان، نـ تـ دست چڙهيـو هئيـن ديوَ جي.

تڏهن جوڪين چيو ته: پر جو ٻين کي ماريوسون؟ تنهن تي هڪڙي جوڪيي کان بجار پڇيو ته: ها ابا، توکي ڪنهن جو ڏڪ آهي؟ ان جواب ڏنو ته: ڪکي مُچئين واري جو. ائين ٻئي کان پڇيائين، وري ٽئين بہ ائين چيو. اهو ڪين مُـڇن وارو سورهيہ سوڍو ڪَلاڻي هو، جيڪو وڏي لڪر خان جي پيڙهي مان هو. تڏهن چام بجار بيت ڏنو ته:

آراڏي اُٺـــيءَ تـــان آيـــو نـــَـــڪراڻي نـــُـــل
پـائي تـُـراري توريـان، تـــ ڪونهـي مـانجهي سندو مـُـل
اهـــو الله جـــو اَمـــُـــل، جـــو مـــور تلنـــدي مـــاريو[1]

پوءِ بکر گڏي، چام بجار کي بيت ڏيئي چيو ته:

ڏکـــڻ آ ڏيکـــاءَ ڪيـــو، تـــ جئـــن چـــام بجـــار
تئـــن اُتـــر وڄـــون آئيـــون، کـــي مـــانجهي ســـاڻ مـــزار
ســـي وســـن وَرن ڪينکـــي، اچـــي گـــوڙ ڏنـــي گرنـــار
آچيـــــن پٽيـــــن آئيـــــا، کرمتـــــي ڪاٺـــــار
ســـي واريـــي ورنـــدا ڪينکـــي، مـــانجهي ســـاڻ مـــزار
ٿيهـــ جوڪيـــا هڪـــڙو ٻـــروچ، هئـــي وڙهـــڻ جـــي وار
بيگيـــن جـــا، بکـــر چـــوءِ، چـــام! پـــورا ڏيـــاءِ پـــار[2]
مـــَـتئي آهـــي ميـــار، جـــو مـــُـنهن نـــ آئيـــن ميـــر جـــي.

---

[1] الله جو اَمـل يعني امر
[2] بکر چوءِ = بکر چوي. بيگين جا = بيگن جا، شاندار مردن جي.

اها ميار ڄام بجار تي رکيائين، جو هو جنگ جي ميدان ۾ ڪونہ لٿو ۽ ميين عالي شيرازي جي روضي واري طرف بيٺو هو ۽ پري کان جنگ پئي ڏٺائين، اهو انهي ڪري بہ جو ڪجھ وڏي عمر جو هو.

مُنهن نہ آئين مير جي، ڏوران ٿئين ڏنيار
تہ هڪڙا هئا صاحب ڏٺي سنڌ جا. ٻيا ڇپر ڇڳيدار
مُنهن گهُنڊي، ڇپ وات ۾، اڇي ڏمريا ڏاڙهيار
سهندا سهندين گڏيا، تہ ترنو ڪن سہ تار[1]
اها ساک سگهڙ ڇوءِ، آ توني ڄام بجار
مَتيئي آهہ ميار، جئن مُنهن نہ آئين مير جي.

## روايت-2

قدمن واري جنگ کان پوءِ ڪرمتي ڪاهي بيا. نن "نتالي جو ڪوٽ" جيڪو درسائي ڇني ۾ هو، سو ڦُريو. نتالو پڻ سائينڏني جو، ڄام بجار جوکيي جو چاچو هو. ان بعد کيرائي ۾ "وڏئي جو ڪوٽ" (ڦتي تي ميران کان الهندي) ڦُريائون. اهڙي طرح يارهن ڪوٽ ڦريائون. انهيءَ تي ڪنهن ڄام بجار کي چيو تہ:

پئسا ميڙي پاپ جا، ڄام! ڪارهن ڪوٽ اڏياءِ
تن مان نالي نہ پيوءِ هيڪڙو، جهڙي کيرائي جي واڻ[2]

ڪرمتين جي ڪاهن سبب جوکيا حب ٽپي وڃي لس ٻيلي ۾ رهيا. اُتان ڄام بجار، گاديءَ واري سيد شيرازي نٿوي کي ماٿهو موڪليو تہ وچان پئي صلح ڪرائي. سيد شيرازي جي صلاح سان جوکيا نياٿيون ميڙ وني ڪرمتين وٽ آيا. مير مزار ميڙ کي مان ڏيئي ڪرمتين کي چيو تہ: ميڙ قبوليو! پر ڪيڪو هديھ چيو تہ: اسان جا ڪانڌي ماريا اٿن، صلح نہ ٿيندو. ڪرمتين جو پڳدار ملڪ مريد هو. مير مزار چيو تہ: ملڪ مريد ڏانهن ڪانُ موڪليو[3]، پوءِ جيڪو فيصلو ڏنائين اهو قبول آهي. پوءِ ڪرمتين ملڪ مريد ڏانهن ڪانُ ڏياري موڪليو ۽ جوکين جي ميڙ جو ٻڌايائون. ملڪ مريد "ڪانُ" پيچي موڪليو. يعني تہ جنگ جو فيصلو ڪيائين.

---

[1] يعني سهندا سهندن گڏيا، ڪي ڪرمتي ۽ ڪي جوکيا ٻاٿ ۾ يار هئا. پر جنگ ۾ ڪين مڙيا.
[2] کيرائي جي واڻ، ڪاري واڻ.
[3] نشاني طور.

پڇـــي ڪـــانُ موڪليـــو، ملـــڪ مريـــد مٺيـــادار
تـــ متـــي بـــَـــچ بجـــار، مَ ڇـــڏيو ڪـــي مـــُـــدعين.

ميڙ موٽي وئي ۽ پڳل ڪانُ وجي ڄام بجار کي ڏنائون، جنهن چيو تہ:
اســـان ميـــڙ موڪلـــي، ســـندي ســـَـــيدن
جنـــي ميـــڙ موٽـــائي، پيـــو پـــَئـــُـــن پاســـاروتن[1]
پـــَـئـــُـــون پـــارهن بجـــار جـــا، وڏا واليئـــڙن
الله ڪٺـــي اوبـــاهيو، ڳيـــرو منجهـــ بـــازن[2]

ڪرمتين جوکين کي چوائي موڪليو هو تہ: چوٿين مهيني مڪليءَ تي جنگ ڪنداسين، تيستائين ڪو ڪنهن جو نالو نہ وٺي.

هوڏانهن چاڪر جوکيو جيڪو ميرن وٽ حيدرآباد ۾ هو، تنهن جي شاديءَ جا ڏينهن ٻڌا. چاڪر حيدرآباد مان موٽيو پئي تہ واٽ تي راهيجي وٽ برفتن هٿان مارجي ويو.

هڪ روايت موجب ميرن ٿورو وقت ٿيو هو جو ڪلهوڙن کان سنڌ ورتي هئي. مير مزار کي مير فتح علي خان چيو هو تہ: اسين تازا آيا آهيون، تون صبر ڪر. اسين پاڻهي اوهان جو فيصلو ڪنداسين ۽ تنهنجا هٿ رت ۾ پرڻ ڪين ڏينداسين. مير مزار اها ڳالهہ سيني کي سمجهائي، مگر عمر ساڪاڻي ڳبول چيو تہ: مزار! جيترا آهن تنهنجي ماءُ جي ٻَڙي ۾ وَرَ[3]، اوترا اڄن تا تنهنجي دل کي گوتا، اسين پنهنجو وير پاڻ وٺنداسين، مير اسان جي پاران وري کهڙو وير وٺندا!

صلاح مصلحت بعد ٻاهر نڪتا تہ مير مزار کي جُتيءَ مان ڪنڊو لڳو. انهيءَ تي وري بہ سمجهايائين تہ: هينئر صبر ڪريو جو هي سوڻ سولو ڪونهي. انهي تي عمر ساڪاڻي هيڪاري تيزي ڪئي. انهيءَ تي مير مزار ڪيس چيو تہ: اڙي! ويندين پڇي، ناحق ٿو مڙس مارائين. جڏهن جنگ تي چڙهڻ جو فيصلو ڪيائون تہ انهي ٿاڻي مير مزار وڏي مهماني ڪري سيني کي هڪ جهڙو ٻوڙ پلاءُ کارايو.

(1) تن جو داءُ نہ لڳو، تن جو ياڳ ڦٽو.
(2) اوباهيو = مٿي ڪيو، وڌايو.
(3) مير مزار جي ماءُ مائي سوني سلطاني ٻاهر جي هئي، ڪرمتين مان ڪانہ هئي.

جڏهن مير مزار جي نہ هلي، تڏهن "ڪَڙياٽي شيخ" جيڪو هن طرف جو وزير هو، تنهن بہ اچي سمجهايو ۽ "ميران ڪڙيي" (شيخن مان وڏو درويش) جو ليڪو ڪديائين تہ متان اڳتي وڌو. مگر هي ڪانڌين واري غم ۾ هئا، تن ڪي ڪتان ٿو ليڪو جهلي! سي ليڪو لنگهي ويا. آخر شيخ چيو تہ: جنگ ۾ گهوڙي تان متان لهو! جي گهوڙي تي هوندا تہ فتح اوهان جي آهي. انهيءَ تي هڪ بلوچ سخن ڪري قسم وڌو تہ: هاڻي متان ڪو گهوڙي تي چڙهيو آهي. پوءِ سڀ گهوڙن تان لهي پيا.

مڪلي واري جنگ جبل ڪان اُلهندان لڳي. مير مزار ۽ ڪرمتي اُلهندين ميدان ڪان نڪتا ۽ چامر بجار، ميين سيد عالي شيرازي تان دعا گهري، اُيرندان آيو. چون ٿا تہ پيروز جي پاءُ عمر ساڪاٽي جنگ ۾ اڳرائي ڪئي. هن جنگ ۾ ڪرمتين هارايو ۽ چامر بجار ڪٽيو.

## روايت-3

چامر بجار، ميين عالي شيرازي جي روضي تي ويو. خواب ۾ اشارو ٿيس تہ: "تون ڏاٿو، هو گاهہ". مير مزار خاص ترار گهڙائي هئي، سا بہ ڪانہ وڙهي. مير مزار پهلوان هو، ڪنهن شاعر چيو تہ:

"هيڏانهن هُونِ هزار، هوڏانهن هڪڙو مير مزار"

انهيءَ جنگ تي برفتن جي لنگهي براهم گهانداري بيت چيا تہ:

مانجهي مير مزار سين، چڙهيو "ڪرمت" ڪار
چوندي ڪيائون چاري، "مصري" اوني جو مهندار[1]
سو هَنئي ڪي حامي ٿئي، بانڪو بور سوار[2]
جو "ميرَل" ڪنيو مدار، سو مڙني ڪي معلوم هو[3]

---

مانجهي مير مزار سين چڙهيو "ڪرمت" ڪُل
عيسب اُني جي مهند ۾. غازي سُونَهي گل
سو آراڏي آٿيءَ تان، آيو نڪراٺي نل[4]

---

(1) مصري خان گبول چوڪيدارن جو سرڪردو مقرر هو.
(2) هنئي ڪي = ڏاڙي ۽ حملي وقت حامي ٿئي = مدد ڪري ۽ اطلاع ڏئي.
(3) بور = سوار = بور گهوڙي تي سوار. ميرل = يعني مصري خان گبول.
(4) آراڏي ائي = جدا خاص ڪند يا پاسو (جنگ جي ميدان جو). نڪراٺي = نڪر خان جو پوٽو.

جان تُراري توريان، تان مانجهي ناهي مُل
اهڙو ٿي امُل، مورُ ٹلندي ماريو.

—

سو مور ٹلندي ماريو، ڪيو پيرو بگهياڙن[1]
"عيسب" ڏاري اڳ ۾ پتنگ تا پچن[2]
وٽون ڏنيون تي وتريون، عيسب جي يارن[3]
وٽي حَسَڻ هٿ ۾، "پِي پِي" پيالن[4]
"مليراڻي" مور جون، تيون ڳالهڙيون ڳٽجن.[5]

—

"راڏو" ريشم پٽ جئن، ڪرنگهر نہ ڪوئي[6]
مير هنيون تي مصريون، جت هئي ڄر ڄَيي ڄيري[7]
"محمد" ميهي سانَهہ جيئن، مرڙو نہ موڙي[8]
شينهن شُماري چيلهہ تي، تُڪا ڪيو توري[9]
احدي "الهيار" ليکيان، جنهن ڪوندَ وڏا ڪيري[10]
جهونجهارن جهوري، رڻ سڄو ٿي رگيو.

—

نَڪُرَ پُٽ نَڪُر جا، عيسب خليفا
تيغ اُجاريئي آپڻي، هڻي ڪڙو ڪوڏ منجهان
مرزا ۽ مريد جا، اهي اُهج سدا
جنگ ۾ جُوڏ جُتا، ڳوري پيم، براهم چئي.

---

(1) پيرو = حملو.
(2) عيسب ڏاري = عيسب جت وڙهيو ۽ ماريو اٿي.
(3) وٽون = ڪسونبن جون وزچون.
(4) حسڻ. رودڙاڻي پاڙي مان بگهياڙ.
(5) مليراڻي = راڏو مليراڻي. ڳالهڙيون ڳٽجن = سندس بهادري، سان وڙهڻ ۽ مرڻ جون ڳالهيون.
(6) راڏو يعني راڏو مليراڻي.
(7) مير. يعني راڏي.
(8) محمد رودڙاڻي پاڙي مان بگهياڙ. مرڙو نہ موڙي = خيال ئي نہ آڻي.
(9) شماري = شينهن جي ڪل.
(10) الهيار بگهياڙ پاڙو رودڙاڻي.

مانجهي مير مزار، اڇي ننگر ڪوڙيا نينهن جا
هوُرين اوءَ نه هلڻا، ڳوئرا ڳورين بار
مير مزار، مائن سر بي اوار
تولاءِ راڻيون روئنديون، سارينئي سردار
اُيرندي پاران آئيون، وڄون ڪري ولهار
تن آئي ابرَ اوتيا، ڪي جوڙ چگي جنسار
جوڙ جڙون جڙواڙ، براهم بَهدوُرَن جون.

هن جنگ ۾ بگهياڙن جو "رودڙاڻي" پاڙو سڄو ڪم آيو ۽ منجهائن ڪوبہ ڪونہ بچيو. گهرن ۾ پوئتي فقط ننڍڙا ٻار وڃي رهيا هئا. محمد رودڙاڻي جو هڪ پٽ نالي "شهز" ننڍڙو هو، باقي "الهيار" اڃا ڳڀرو هو. تنهن کي محمد چيو تہ تون پوئتي سنڀال لاءِ رَهُ ۽ سندس تلوار بہ مٽ کان ڌار ڪري ڇڏيائين. پر الهيار پوئتي نہ رهيو. تلوار جو قرُ ۽ مٽ تہ هٿ ڪائين، پر انهن کي جوڙ سان ڳنڍڻ جي ضرورت هئي. خبر پيس تہ جوڙ سندس مڱ وٽ آهي. اُها چوڪري ملاحظي ۾ هئي (يعني منهن لڪائيندي هئي) پر هيءُ هن وٽ هليو ويو ۽ وڃڻ سان جوڙ گهريائين. چوڪريءَ مُنهن ويڙهي، اُبتي هٿ سان هن کي جوڙ ڪڍي ڏني. تڏهن الهيار جوڙ وٺي کيس چيو تہ: مُنهن اُنهن کان لڪائجانءِ جيڪي موٽي اچن. جوڙ وٺي، تلوار نوڪي، ننڍڙي ڀاءُ شهز کي پڳڙا ڏيئي پرچائي، پاڻ جنگ تي روانو ٿيو. ميدان ۾ محمد پڇيس تہ: پوئتي ڪير ڇڏي آيو آهين؟ تڏهن چيائين تہ: پوئتي شهز ڇڏي آيو آهيان. پوءِ هي سڀ وڙهيا ۽ ميدان ۾ مئا.

چون ٿا تہ مير مزار کي ٻہ تراريون هيون، جي ڏکن ۾ مُنين مان نڪري ويون. پوءِ سوڍي ڪلاڻي کيس ٻي هٿيار ڏسي، جهلي پاڻ سان بيهاريس ۽ پنهنجي توڙي مير مزار جي مٽ، ٻنهي کي پٽي ڏڪ هنيائين. انهيءَ تي ڪنهن شاعر چيو تہ:

سوڍو وڏي شان سين، هو ميرل وٽ مزار
سو ڪڏهن چرندو ڪين هو، آرڻ آئيءَ وار
سو اٺيذ اواريون اڇليو، مٿس ناهہ ميار[1]

---

[1] اٺيذ = پهلوان، بهادر. اواريون = پنريون تراريون.

اِهــي پنجــاهيين جــا پـــار، ســئامون ســگهڙ چــوي.
جهڙو وڙهيو سوڍو ڪلاٺي، تهڙو جي وڙهي ڪرمت ڪار
تـ ڪـاريءَ قنـذار، هونـد ملـڪ ونـي ڏيــن ميـر ڪـي.[1]

حاميد خان رنـد ۽ سگهڙ حمزي جوکيي جي روايت موجب[2] هـن جنگ ۾ هڪ جوکيو، جيڪو ماءُ جو هڪڙو پٽ هو ۽ مير مزار کي پـائيندو هو. سومير مزار جي آڏو آيو. تڏهن چيائينس تـ: تون بـ تو سامهون اچين؟ هـن چيـو تـ: اڄ جنگ آهي! اتي مير مزار چيو تـ:

"منيئي ماءُ بيگم، جنهن جو تون هيڪڙو!"

ائين چئي ڏک هنيائينس تـ وجي ڪريو. هن جنگ ۾ رجيرن ڪرمتيـن جي "مَـرُوئا" پاڙي جي ٻن ڇٽن دُري ۽ حمر پڻ وڏي بهادري ڪئي:

ســـــونا دُر دُري ڪـــــــي، بيٺـــــا حمـــــر هـــــار
جنهـــن پرماريـــا مروئــا، تنهـــن پـــر ڪڇـــان پـــار
ســـت پيڙهيـــا ســــردار، مروئـــن ڪـــل ملهائيـــا.

عمر ساڪاڻي گبـول ۽ سندس سـاتي جنگ مـان لڪـي پچي ويـا. ميـر مزار باقي تورن ماڻهن سان وجي بڇيو. تڏهن سڀ اڇي جهنڊي لڳ گڏ ٿيـا تـ جيئن جهنڊو سلامت رهي.

جهنـڊي متـي جهـور، هـُـئي ڪـُـلها - گـَـهـ ڪرمتيــن جــي
سـَـت پــَـت سر واهيــن جـي، هئـي جهنـڊي متـي جهـــور
احـــدي الهـــداد چئـــي، اُت ڪـــري پيـــا ڪنگـــور
لـِــڪي ويـا لغــور، تـــڏهن ونـــو مينهـــن مــزار تـــي[3]

مير مزار وڏي بهادريءَ سان وڙهيو، پر سندس ماڻهو ٿورا هئا. سندس هار ٿي ۽ پاڻ ماريو. سندس وصيت هئي تـ مون کي مڪليءَ تي ئي دفنائجو ۽ پوئتي ڪٿي نـ هلجو. کيس ۽ ٻين سندس ويجهن ساٿين کي اتي دفنايو ويو.

ڇام بجار شاعر هو. کيس سيئي وتون مليل هيون. کيس سندس مـاڻهن چيو تـ مڪليءَ جي جنگ ۾ جن سورهيائي ڏيکاري. انهن جي لاءِ بيت ڏي. پانياڻون تـ اسان جي

---

[1] ميو کي يعني مير مزار کي.
[2] تاريخ 3 ڊسمبر 1962ع تي ڪچهري بنگلي ميرپور ساڪري ۾ حاميد خان رند جي زباني قلمبند ڪيل.
[3] لڪي ويا يعني عمر ساڪاڻي گبول ۽ ٻيا سندس ساٿي لڪي پچي ويا.

ساراھ ڪندو ۽ ڪرمتين جي ندا. بجار چيو تہ: شاعر سچ چوندا آھن، تنھن ڪري آءٌ جي ڪا اھڙي ڳالھہ ڪري وجان تہ ڪاوڙ نہ ڪجوءِ. پوءِ بيت ۾ ڪرمتين ۽ مير مزار جي ساراھ ڪيائين ۽ جوکين مان جن پاڙن وارا جنگ مان ڀڳا ھئا، تن جي ڪُوار ڪيائين:

مــاٺھو مڙيــو چــُــون تــہ تــون بيــت ڏي بجـــار!
مــور جـي ھئـا مڪلـي جـا، تـن جـي متئـہ سـاک بجـار
ڪنــــدا شـــاعر ســـچيون، ڏينـــدا پـــورا پـــار
پــر شــاعرين سـندي سـچ ۾، تــو ڏسـان لــب لغـار
اَچــي پــَـتـِـــي آئيـــا، ڪرمتـــي ڪاٺـــار[1]
موريـــن مـــــچون مڪڙيـــون، ڏاڙھييـــن ڀنيـــا وار
بيــــزارون پيـــــرن ۾، ڪيـــــڙا ڪـــــڙيءَ ڊار
رات ھئـــي ڪانڪـــا، ڀـــوڙا ھئـــا ٻيھـــار
"ڊيـــلا" ڀڳـــا "ڊاڳـــڙا" "بنديچـــا" "ســـالار"[2]
"چـــام" چـڏياٺون پــڙ ۾، تيـــا الاھـــي تــُــھار[3]
ٻــارھن جوکيــا ھڪـڙو ٻـروچ، تـي وڙھـڻ سـندي وار
ميڙھـــي ميـــر مـــزار، مڪلـــي ســـپ ملھـــائي.

انھيءَ تي جوکيا اچي ڪاوڙيا. تڏھن بجار نالا ڪٽي ٻڌايا تہ اوھان مان فلاڻن فلاڻن کي نَپَ ڪنھن جا آھن؟ سيني چيو تہ اسان کي ڪَڪَي مُچَ واري (يعني سوڊي ڪلاٺي) جا ڏک آھن.

ٻـــارھن تراريـــون ٻـــروچ جـــون مجيـــون تـــي مـــردن
جھــڙي ســوڊي ھڪــڙي ڪــي، تھــڙي جــي ٻيــا ڪــن
تــہ مـــزار متـــانھون ٺئـــي، ھونـــد ميرمنجھـــہ مـــردن.

سالارن جوکين بہ مڪلي واري لڙائيءَ ۾ مڙسي ڪانہ ڏيکاري، تڏھن ڪنھن چيو تہ:

ســـالارن کـــان ســـچ ڀلـــي، ان کـــان ڀلـــو ويـــرو
تڪـــر ۾ تيـــرو، پنھنجـــو ڪـُجـــان ڀـــاڻ ســـين.

---

[1] اچي پتي = ٻڌري پٽ.
[2] ڊيلا. ڊاڳڙا. بنديچا ۽ سالار = جوکين جون اوڙڪون. جن مان "ڊاڳڙا" ميرپور ساڪري جي آسپاس ۽ سالار ھن وقت درساڻي چني (ملير جي اُپرندي طرف) رھن.
[3] چام = چامن جي اوڙڪ (موسيٰ وڏو ۽ تـسر نندو).

ڪنهن سُڄاڻ، مَلڪ ننگر برفت تي حرف رکيو تہ:

"مزار مارائي، وجي ڪوٽڙي ۾ قراريو"

باقي برفتن جي راڄدارن مان قيصر خان حَماتي نہ ڦريو:

"ڪَڪي قيصر خان جون، هيون ٻچارون پاتارين"

قيصر خان توڙي سندس پٽ بهادري سان وڙهندي ماريا:

ڪَڪا پٽ قيصر جا، هئا بهرام ٻئي بانڪا
وڙهندي ويرين سامهون، واري ڏين وَڪا
لائي توءِ تراريين، سر واهين جا سٽڪا
ڪري لوهُوسين لٽڪا، وڃي گَڏيا جوان جنت ۾.

قيصر خان حَماتي جنهن قول ڪيا هئا، تنهن پنهنجا پورا ڪيا ۽ مڙس مير مزار جي پاسي وڙهندي ماريو.

ڏيئي ٻول ٻروچ ڪي، ٻڌا هئا حماتي هتيار
چئي: موتان لڳي ميهڻو، ٻنا مير مزار
پَٽئون ڍٽ ٻچار، هئي ڪَڪَي قيصر خان جي.

چون ٿا تہ گندبي منداڻي يا ڪرمتين مان ڪنهن ٻئي ڏاڍي مڙس اڳ جوڪين جو مال هنيو هو. انهن ۾ هڪ ماتيءَ جي مينهن بہ هئي. مائي گندبي وٽ لنگهي وئي ۽ چيائين تہ: هڪ مينهن اٿم جنهن جو کير پُٽڙو قيصر پيئندو آهي. گندبي چيو تہ: امان! تون پنهنجي مينهن ڪاهي وڃ، ۽ مائيءَ کي گنديءَ جا پئسا بہ ڏنائين. پوءِ قيصر جڏهن وڏو ٿيو تہ ماءُ چيس تہ: جي منهنجو سپوت پٽ هوندين تہ هميشہ ٻروچ جي پاران وڙهندين. قيصر جوڪين جي "حماتي" پاڙي مان هو. جڏهن مڪلي جي جنگ لڳي تہ قيصر اهو سپوتائي وارو اکر ياد ڪري ٻروچن جي طرفان وڙهيو ۽ ٻچاڙي تائين بينو، تان جو مارجي ويو. پوءِ ملڪ ڪرمتي، انهيءَ انصاف ۾ حماتين کي ساليانو خرار سارين جو ۽ هڪ پاڏو ڏيندو هو. جيتوڻيڪ هن جنگ کان پوءِ ڄام ٻجار، حماتين کي قيرائي پنهنجي پاسي ڪيو:

"ٻجار بار وجهايا. تپ چڙيو تيپرن"

مير مزار باقي ٻچيل ٿورن ماڻهن سان ميدان جهلي بينو، تان جو سڀ وڙهندي مارجي ويا.

اگِ جئن ابـڙي ڪيو، سـانَ سـبر ۽ سـالار
جئـن دودي ديميـون پيليون هئـي منجهـه هـزار
جئن عبدالله خان اُناڪي، تئن ڪي مانجهي مير مزار
جئن ڪيهر شينهن ڪيڏارا ڪري، تئن ڪيا مانجهي مير مزار.

هن جنگ ۾ ڪرمتي تورا هئا ۽ تڪڙا تي آيا هئا. جو هارايائون. جيڪي پويان رهجي ويا هئا تن مان ڪنهن چيو تہ:

پرهئـي جـي اسين هيڪاندا هئـون، تـڏهن تيـڏيءَ وار
تہ ڪيئن جوکيو جنگ ڪتـي وجـي. اسان ڪنان بيهار!

هن جنگ لاءِ جوکين جو هڪ وڏو لشڪر "هاليجي" واري پاسي کان آيو. رُوحا ۽ رحميداد انهيءَ لشڪر جا اڳوانَ هئا.[1]

رُوهـا رحميـداد، ڪڻـي جنـگ جلالـي آئيـا
هـاليجي تـان هيـٺ پئـي، وجـي نميـا ننگريـار
هُـن بہ پـَهـي ميرين پانَ ۾، ڪيو آريون استيمار[2]
"هـڻ هـڻ" حمزايـن جـي، ۾ائـيءَ ڏيـن نـہ وار[3]
آتـش مٿـي اُسـريا، ڪـري سيلا سـر سينگار
بچـي وئيـن بجـار، جـو سَـرڻ پئيـن وجـي سيدين جـي.

—

مـُـريد ميهـي سـانهَ جئـن، اچـي پـُـور پئـي[4]
تـن سـانين سـگَ اڙايـا، واگهيـن وگنديئـي
ڪـوٽ خرارين نـہ پيئـي، ورتـا ڏرينـدي ڏيئـي
سـانگو ڪـن نـہ سـاهہ جـو، هينـو هـٺ نيئـي
بـڏن پـار بيئـي، تـہ ڪـا حمزايـن هيـڏي ڪئـي!

—

(1) شايد هي بيت برفتن جي طرف جي گلاب لنگهي جا چيل.
(2) ميرين = ڪرمتين.
(3) حمزاين = ڪرمتي بلوچن.
(4) مريد. بيراڻين ملڪن مان هو.

خيري خلوت خارجي، ٻـي وائي نـه واري[1]
ٻينو مير ميدان ۾، ٻرگه ٻاهه ٻاري
چوڏس چوڪس ڪيائين، آنڌائين آڏيءَ اُنائي
چُر پُر چاهه چوگان ۾، وڌئين ڳوڌ ڳاهي
وڙا ريڪ راهي، نر پنهنجي ناموس جي.

مڪلي واري اها جنگ 6 جمادي الاول سن 1203ھ ۾ لڳي، جنهن ۾ مير مزار ماريو. مير مزار، مير خيري ۽ مير ابراهيم ٽنهي جون قبرون هڪ ٻئي سان لڳو لڳ مڪلي تي آهن. اهي قبرون مرحوم حاجي عبدالرحيم شاهه جي بنگلي جي لڳ ڏکڻ طرف آهن. مير مزار جي قبر جي سنگتراش جو نالو "باد محمد شاهه سنگتراش" لکيل آهي. ڄام ٻجار اٺ سال پوءِ سن 1211ھ (1796ع) ۾ وفات ڪئي ۽ "چوکنڊي مقام" ويجهو اوڀر طرف دفن ٿيو.

---

[1] خار = ڪار. جنگ جي ڪاوڙ. خيرو. مير مزار جو ڀاءُ هو، ۽ جنگ ۾ ماريو.

# 5. چورڙي واري جنگ[1]

هيءَ جنگ برفتن ۽ گبولن جي وچ ۾ "چورڙي" مڪان تي لڳي. "چورڙو" ڪيرٿر جي لڪ طرف ٿاڻي بولاخان کان اُتر ڪوهه الهندي طرف آهي.

مينهن وٺو تہ گبول مال سانگي اتي اچي وينا. حملائي برفتن مان هڪ شخص، پاڙو "شودو" تنهن هڪ گبول کي ماريو. گبولن ان جو عيوض ڪيو ۽ ان شودي کي ماريائون. پوءِ هتان مَلڪ احمد خان ۽ ملڪ جيئند خان لشڪر وٺي چڙهيا. "ٻچاني" جي مڪان وٽ مَلڪ احمد خان ناچاڪ تي پيو، سو موٽي آيو. باقي جيئند خان لشڪر وٺي گبولن تي ڪاهي ويو. موٽي انهن گبولن بہ مقابلي لاءِ لشڪر چاڙهيو. اها خبر ملڪن (برفتن کي پئي، سي رات جو وچي پاڻيءَ جو گهٽ جهلي وينا. پوءِ گبول جيئن لڪ مان لهي هيٺ آيا تہ پويان اڙن مان برفتن بندوقون هنيون، جنهنڪري گهڻا گبول مارجي ويا. هنن کي واهہ ئي ڪانہ ملي جو جنگ هٽي سگهن.

پوءِ ميرن، مَلڪ احمد خان کي حيدرآباد گهرايو ۽ چيو تہ: اوهان زيادتي ڪئي آهي، جو راڄن جي ٻن ذرين جي وچ ۾ عيوض پوري ٿيڻ کان پوءِ اوهان پاڻ لشڪر ڪري چڙهيا ۽ ويساهي ماڻهو ماريا. ملڪ اهمد خان چيو تہ: شودو منهنجي لشڪر جو اڳواڻ هو،انهيءَ ڪري آءٌ پاڻ چڙهيس. باقي جيڪي گبولن جا مڙس مئا تن جو عيوض ڀرڻ لاءِ تيار آهيان. ميرن جو اصول هو تہ ڪنهن بہ طرح راڄ نہ وڙهن، سو گبولن کي بہ صلح لاءِ چيائون.

پوءِ ميرن، برفتن ۽ گبولن جو صلح ڪرايو ۽ پاڻ ۾ "گَـرڙو سـُـڪُ" ڪيائون، يعني گڏ ويهي پيالا پيتائون.

---

[1] هن جنگ جو ايترو بيان. سگهڙ الله بخش پلاري ۽ لال بخش حملائي کان مليو.

# 6. مينهين پنهور جو مقابلو[1]

پنهورن مان هڪڙا وڏيري دودي خان وارا هئا ۽ ٻيا خان محمد وارا. انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ صلح ٿيو ۽ گڏجي هڪ ٿيا. اهو وقت هو جو ڪنهن اچي دانهن ڪئي ته ڪو مغيري وڏو ڌاڙيل ۽ هاٺو آهي، انهي ڪي ڪو جهلي. انهيءَ تي وڏيري خان محمد چيو ته: آهي ڪو مڙس جو هن سان مقابلو ڪري. تڏهن مينهون لڏاٺي اٿيو ۽ چيائين ته آءٌ مقابلو ڪندس. ٻوءِ هي مڙس وڃي وڙهيو. ٻيو ساٿس سنگتي اسماعيل پنهور هو. مينهين وڏو مقابلو ڪيو ۽ شهيد ٿيو. ٻيڙي فقير چارڻ هينين بيتن ۾ مينهين جي جنگ ڪي ڳايو ۽ وڏيري خان محمد جي ساراهه ڪئي، ته هو خوش ٿي ڪيس انعام اڪرام ڏئي ۽ زري زربفت واري لباس جي پاڪر پهرائي.

ساراهيان سچو ڏڻي، سارهه جنهن جي ڪن
قادر جي قدرت جا ٿا چارا چٽ چلن
دانهه دودو خان هيو دولهه ڏنهن ڏيرن
هڪ صاحب سرداري گهٽي، ٻيو سونهين سردارن
خشڪي سيلابي خير سين، ٿا پرڳڻا پرڪن
پرچي سرچي پاڻ ۾، حاضر ٿيا حڪمن
آڏو خان محمد خان هو عادل سين عملن
تنهن تواضع تمام ڪيو، سين ورنهه وڏيرن
دانهين اچي دانهن ڪري، ڪوڪ وڏي آ ڪن
ته تنهنجي عمل عدل جي مات لڳي اٿئون من
مغيريءَ جي مَئي جو هوند حاڪم هٺ ٻيجن
ته ڪڏهن نه اهڙي ڪن، ناحق ڪنهن سان نه ٿئي.

ناحق ڪنهن سان نه ٿئي، ڏس ورنهه ويچاري
آڏو دزد دلاور وينا آڻ اختياري
ته ڪو مَرڪي مرد چڙهي وڃي ڙي قابل ڪيڏاري

---

[1] ڪمڻ فقير چارڻ کان سن 1957ع ۾ دادو ۾ ميان دين محمد چارڻ سان ڪيل ڪچهريءَ ۾ قلمبند ڪيا ويا.

هو يـي وري نـه ويـنـا ويـسلا، رڻ بـارڻ بـاري
خـان محمـد خـان مـُـكا چگـا چـالاري
هيـڏهن دَل دلاور دل جـا، هـاٿون هاكـاري
پونـدا پسـاري، كنـدا مـردن سـاڻ مقـابلو.

الله جـل جلالـه سـائين قـادر پنهنجـا كـم هلائـي
جا تقدير ڏٺيءَ جي توڙئـون، امـر منجهـ سيكنهن آهي
ويـر وڏيـرا وچ كچهـري، جـُـنگ وينـا جـايون جوڙائـي
خـان محمـد خـاص آڏو اهـو اَلاءِ اَلائـي
كي همراهـ اوهان جا قابو، كواڙبنگ جوان اوهان ۾ آهي
اتي مينهون مڱ مانڌان اتيو آ، جـو دُرس دلاور دلِ لائـي
بڌي مچي متجي ني بينو، محكم متي موت چـُـئائي
هاٿون هـاٿن كـي گـڏيا، هـن يـي چـڏين هـٿ چكـائي
بيو اسماعيل ساٿن سنگتي، واهـ پنهوار وڙهيـو ونـگ پـائي
كون كنهين ڏي قابو اچي، سيكنهن جي سـر تـي آهي
مـار تـرار، اتـار اتـاهون، لوهـو لعـل اتـي رنـگ لائـي
مولهـ سلامت مينهيـن آنـدي، گهـاؤ وڏو ڏاڍي پـڻ گهـائي
لرزيو كين اتي پڻ لائق، كيهـر آيس كـَستئون كاهي
منجهـ كچهري "مـينهون" آيو، نمـك جو ننـگ ملهـائي
وير وڏيرن تنهن كي واريو، "جـوڙ مينهيـن كـي جس جڳائي
آئين كم اسان جي اهڙي، سورهـ سانگو سـر تـٿون لاهي"
جهـڙو جـوان لڙايـون كـري، اعتبـارين اهـڙو ئـي آهـي
پئـي جليـو پتنـگن وانگـي، اوئـس آرڻ جـو اَهلائـي
سـورهـ شـير شـهادت رسـيو، ويـو وارو پنهنجـو وڃـائي
خـان محمـد خـوش وسـي اعلـيٰ عـز جنهـن جـو آهـي
پـاونگ، گهـراُن سـاڻ پلاٿيـو. بيـڙو عـالم منجهـ بڌائـي
زَري تـَـران زرَ بفتـُـون، پيچـون پـاكر مـون پهرائـي
بيڙي اتي باجهون كندو. كلمون كوڙ منجهان جوڃائي.

لاالہ الا الله محـمـد رسـول الله

## 7. وسائي مهر جو مقابلو[1]

وسائو مَهر (پاڙو ڇُتا)، ساڏور مَهر (ساڏور مَهرن جو وڏو) ۾ ڪِـر پيو ماڙيچو. ٽيئي ڏاڏا مڙس هئا. وڳ وجي هنيائون ته پويان واهر بـ اچي پهتي. وسائو وڙهيو. باقي ٻئي ڄڻا بي ايمان ٿي ڀڄي ويا ۽ واهر ڪان جانا پيري جند ڇڏائڻ لڳا. وسائي تي مڙس ماريا. پوءِ پاڻ بہ مارجي ويو. ساڏور ۾ ڪربيو بہ واهر هٿان مارجي ويا، پر مڙس تي ڪين مئا. وسائو سنڌ ۾ جيسلمير جي ٻـَني (سرحد) ڪان پريان جيسلمير جي حد ۾ رڪيل آهي ۽ "وسائو شهيد" پيو سڏجي.

هاتڪ پت هميـر جي، ارڏي ڪيو اَلاءُ:
هو تيهہ ڄڻا اسان تي ڄڻا، ڪونهي جنگ جفاءُ
سَت ٻـڌڻ آ سُورهيان، آهن سويان هٿ الله.

—

ڪِر پيي پهري ڪَنجري، هيڻي واريائين هام
بانهان ٻـڌي بارجان، پيو ڪري سا ڏور سلام.

—

پائيتو منا خان جو ڪوپو قرارو
وسائي وس ڪيو وڙهڻ جو وارو
مهر تہ مت وارو، هڻي شير شهيد ٿيو.

—

[1] سگهڙ صابر قاسماڻي شر جي روايت جيڪا اُباوڙي ۾ ڪيل ڪچهري (8 جون- 1962ع) ۾ قلمبند ڪئي وئي.

## 8. لنجن جي ڪَريڙ جي نَڪرن تي چڙهائي[1]

"لنجا" دَل قبيلي جو پاڙو آهي. لنجن مان درويش راڄسين سومراڻي ٿيو، جنهن جي اولاد مان "راڄسين پوٽا دل" لڏي وڃي ڪڇ ۾ ٻني ايراضي ۾ ڪارنگيي ۽ نڪرانيي جي جهل (تڙ) تي ويٺا. "پڇم ۾ "ڪَريڙ" جا نڪر، جي اتي جا راوَ ٻه هئا، سي "گهوڙا واهي" ڌاڙا هڻندا هئا ۽ ڦريون ڪري مال ڪٺي ويندا هئا. انهيءَ ڪري ماڻهن ۾ آزار مچي ويو هو. جڏهن ٽالپورن جو دؤر آيو ته حڪومت طرفان سنڌ جي قومن جي مدد ٿي. ان وقت خليفي گل محمد راڄسين پوٽي جي وڏي عزت هئي ۽ هن ڪڇ ۾ پرنديار‌ي تي وڃي راڄ ٻڌو هو. ان وقت نڪرن سنڌ جي حد مان لنجن جو مال هنيو. پهريائين راڄوٽي ٺاهه لاءِ "ٻني" وارن "راڄسين پوٽن" فقيرن جون ٻه دفعا وٽن ميڙيون ويون پر نڪرن ڪين مڃيون. پوءِ هتان سنڌ مان لنجن جو لشڪر چڙهيو ۽ فقيرن کي پرنديار‌ي مان ميڙ لاءِ گهرايائون. پر تڏهن ٻه نڪرن نه مڃيو پوءِ سنڌ جي لشڪر ڪريڙ ۾ نڪرن تي چڙهائي ڪئي. انهيءَ مقابلي ۾ نڪر هيٺا ٿيا، آڻ مڃيائون ۽ مال موٽائي ڏنائون. ابن، الياس، سرماڻ، لکو، مانجهي، همير ۽ ٿينجڻ لنجن مان همت پريا مڙس هئا. ٻئي طرف سيڏل، هالو، واگهو ۽ راوت نڪرن جا اڳواڻ هئا. انهيءَ جنگ تي پرنديار‌ي جي راڄسين پوٽن فقيرن مان ڪنهن بيت چيا:

اللہ جـــل جلالـــــه، جـــڏهن ســـفر ســـنيوڙا
ســـــوڻ ســــڦرا ســــاتيين، وينـــدي واٽ ٿيـــا
"اَبـــن"، "اليـــاس" پـــاڻ ۾ ٿيـــا "ســــر مـــاڻ" وٽ ســـوڙها
تـــه هلـــو پـــڇون "لکـــي" کـــي جـــو پلـــو آن جـــو پـــاءُ
"مـــانجهي" پـــٽ "مظفـــر" جـــو آرهـــاڻين جـــو راءُ
هلايـــائون ٻئـــي همـــير کـــي، جنهـــن دانـــه در پڳـــا
ســـعيو کـــري "ســـومراڻي"، هنيـــو ٻـــاڻ هٿـــا[2]

---

[1] راوي (مرحوم) خليفو صابر پٽ خليفو علي "راڄسين پوٽو" لنجو دل، وينل اَبن جو تڙ، تعلقو مٺي. خليفي مرحوم سان 1959ع ۾ ڪڇهري ٿي ۽ هي احوال قلمبند ڪيو ويو.

[2] سومراڻي يعني اولياء راڄسين سومراڻي، جنهن جي هن طرف کي دعا هئي ۽ دشمن کي پٽ جي ڪاني.

وجي ڪڙڪيو ڪوٽ ۾ "ٽينجڻ" ڪيو ٽڪا
تنهن پڇي پست پورا ڪي، وڙهڻ جي ويرا.

—

ڪُڏا ڪريو ڪوٽ ۾ سينڌل سنئين نہ ڏي.

—

"هالي" گهٽا هلائيا، ڪڏي ڪاڳريا.

—

ڪڏيو ڪاڳرن ڪي، وينو واگهو ائين چوءِ
"پڇن سي پِتين چڏي، اُڏڪو جنين هوءِ"[1]

—

سائو متي سوندري، تو پورا ڪٽي پير
متي جا وڙهڻ وير، سا رکي راهت روح ۾.

—

ٻڙيو متان ڳاٽ، نهاري راوت راءِ
هڪڙاميڙا مريدن جا، بيا پسو پير اُيا
ڪن نير بُڏا ڪپڙا، ڪني لال لانگوٽيا
ڪي گهڻا پُٽن گودڙيين، ڪي سونهن سفيدا
اوچڻ جن سين اهڙا، تن سين هٿيار پڻ هئا
ڪُند، ڪٽارا، ڪاتيون، هئا جَنبورن جوڙا
ري سَراٽان سَنا، پيرن پڙ پيا
وڍيائون تنهن واگهي ڪي، جنهن جا ڏُبن ڏڙ پيا
راوت رؤنسي وڌائون، جنهن جي نڙي ناڏ ڪيا[2]
ڪٽي چُٽي ڪينءَ سين، لال لنجا وريا
لٽن ڏولائي جا ڏينهڙا، لٽن واءُ سئا
ويندا سي ايمان سين، جي ڪلمون چون مُنها.

---

(1) "پتين چڏي" ڪڇي سنڌي جو محاورو آهي - معنيٰ "پتيون ڇڏي".
(2) رونسي وڌائون = مري وڌائون. نڙي ناڏ ڪيا = نبض مان رت ربلا ڪيا.

## 9. جتن ۽ چانگن جي چاٽي واري جنگ

هيءَ جنگ ميرن جي اوائلي دور ۾ لڳي. "چاٽي" هڪ "گهاري" يا "ڪاري" آهي، جنهن ۾ سمنڊ جو پاڻي وير تي چڙهي ۽ لهي. "چاٽي" جي پريان ڏکڻ طرف ۽ ڪافي گهڻي زمين آهي. چاٽي جي ڊنڊ، ديهه ڪاڪ (تپو ڏوجهو) تعلقي جاتي ۾ آهي. هن جنگ ۾ هڪ طرف جت هئا ته ٻئي طرف ٻيا راڄ هئا، جن مان گهڻا چانگ هئا. انهيءَ ڪري هن جنگ کي "چاٽي واري جنگ" يا "جتن ۽ چانگن جو مارو" سڏيائون. جت، "چاٽي" جي پرينءَ پر (ڏکڻ طرف) هئا ۽ چانگ ۽ ٻيا راڄ اورئين (اُترئين) طرف کان آيا. ٻنهي طرفن جا جيڪي ماڻهو مئا ۽ اتي لَتيائون، انهن ماڳن کي "جتن ۽ چانگن جا ڊير" چون، جيڪي جاتي تعلقي جي ديهه هيتمان ۾ آهن.

هن جنگ جون ڳالهيون ويندي هن دور تائين نثي ۽ لاڙ طرف مشهور رهيون آهن ۽ اسان پنهنجي پيچا دوران ست روايتون قلمبند ڪيون. جن مان پهرين پنج بين سچاڻن جون آهن ۽ باقي ٻوين ٻن مان هڪ حاجي ناهڙ چانگ جي ۽ ٻي چگّي جت جي آهي، جيڪو پاڻ انهيءَ جنگ ۾ موجود هو.

### روايت حاجي سرماڻ خان[1]

مرحوم حاجي سرماڻ خان ٻگهياڙ چيو ته: "چاٽي" واري ماري ۾ جڏهن هڪبئي کي سامهون ٿيا ته شير خان جتَ، سمندر چانگ کي پنهنجو مَٽُ چاٽي سڏيو. هو ٻوڙو هو ۽ سڏ ڪونه سمجهائين. تنهن تي اڳ ۾ پيروز شاهه وجي شير خان کي سامهون ٿيو. ٻويان سمندر به وجي ساڻس گڏيو. شير خان جت جو ترار هنئي ته ٻنهي مان باهه هلي ويئي:

سڏ ڪيائين سمندر کي ته آيو پيروز شاهه
هنيئاين هڪل ڪري ته ٻنهي مان ٻهار

شير خان جت وڏي همت وارو ۽ بهادر مڙس هو. ترارن جا ڏکن مٿان ڏک لڳس ۽ پاسي کان گوشت پئي لُڏيس ته به پئي وڙهيو. جڏهن چيائونس ته هي

[1] حاجي سرماڻ خان جي ڳوٺ مڪان ٻونبري ۾ 2- جنوري 1950ع تي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪئي وئي. آمريڪا مان پڙهائي ڪري 1949ع ۾ وطن ورڻ بعد. سنڌ جي سگهڙن سان ڪچهريون ڪرڻ واري رٿيل ارادي موجب هي پهرين ڪچهري هئي.

زور وارا ڏک آهن. بيهي ڪونہ سگهندين. چيائين تہ: "هي قسمت جا ڪيسا آهن. پل پيا لڏن." سندس سؤٽ راڏو بہ سائس جنگ ۾ گڏ هو ۽ وڏو پهلوان هو. پوءِ سندس دل ٿوڙڻ لاءِ ڪنهن چيو تہ: "راڏو مري ويو ۽ تون بہ ڇاڻ تہ مئين." تڏهن وڙهندي ورندي ڏنائين تہ:

"راڏو ڪو مري!

راڏو مري تہ ڌرتي ڏبي، نونڌ نچن!"

تعني تہ جي اجا ڌرتي ڪانہ ڏبي آهي تہ راڏو بہ ڪونہ مئو آهي. ائين تراريون هڻندي شير خان اچي راڏي جي لوٿ مٿان بيٺو. راڏي کي بندوق لڳي هئي جو مئو هو. چيائين تہ:

"راڏي جي ڏيڻَ (ڏائڻ) هـنيون ڪڍيو آهي."

پوءِ ست ڏيئي سامهون هڪ چانگ کي دَسي چيري سندس رت جو چرون پري پيئڻ لڳو. جنهن تي سندس لنگهي چيس تہ: "متان هن جو رت پئين جو هن کي ڪنهبڙي جي بيماري هئي." تڏهن چيائين تہ: "راڏي جي موت مون کي هنئين تي تَـئي وڌي آهي، چيم تہ دشمن جو رت پيان تہ من باهہ ڍري ٿئي!". ان لڙائي کان اڳ دلدار جت مارجي ويو. جنهن تي سندس يار الهداد ڪرمتي شاعر بيت چيا، جن مان هڪ هن طرح تہ:

ارڏو الهـداد چـوءِ مـون سـين هـو يـاري برابـر يـار
سـومن کـي مـور نـہ وسـري دل منجهـان دلـدار.

## روايت خانبهادر خير محمد خان چانديو[1]

اول ڪنهن وقت چانگن، "جام" نالي جت کي ماريو هو. پوءِ چانگ ۽ جمالي هڪ پيري جڏهن "مـُگر - پين" جي ميلي تي جاتي ۾ آيا تہ دينار نالي جمالي کان بندوق ڇٽي وئي ۽ جت مئو. انهيءَ تي جتن، سردار شيرخان چانگ سوڏا چاليهہ مڙس ماريا. پوءِ چانگ ۽ جمالي سنيري نهي وڏو لشڪر وني جنگ لاءِ آيا. فيروزشاهہ ۽ سمندر چانگ سردار هئا ۽ ٻئي طرف شير خان جت سردار هو. جنگ ۾ شير خان کي تراريون لڳيون ۽ آنڊا لڙڪيس پر چيائين تہ: "اهي قسمت جا

---

[1] مرحوم خير محمد خان چانڊئي سان سندس فرزند مرحوم محمد يوسف چانڊيي جي دعوت تي سندس پنهنجي ڳوٺ (الگ لاڏيون) ملاقات تي. مرحوم ان وقت پيرمرد هو پر اجا پڙ هو. اڳئين وقت جون ڇگيون خبرون ٻڌايائين.

ڪيسا آهن". آخرڪار ماريو. جتن سان ٻيا سندن پنهنجا راڄ وارا پيڙا هئا. شير خان وارا راڏائي جت هئا. لاڪائي جت هن جنگ مان ڀڄي ويا.

اهو لائق نہ هو لاڪي جو، ويو ڇاٽيءَ وير ڇڏي
راڏا راڄ اڏي، جوان گهڙيا آهن جنگ ۾.

ڪنهن ٻئي قبيلي جي بروچ اڳواڻ بہ شير خان جت کي ڏاڙهي ڏني هئي تہ هو سائس پيڙو رهندو، پر اهو بہ ڀڄي ويو. تڏهن ڪنهن چيو تہ:

ڏاڙهي ڏنياءَ جت کي سا وڏي ڊرپ تياءَ
جهڳو جهڻ ڪياءَ، گهر گهگهيريون لڄايئي.

**حامید خان رند جي روايت**

شير خان راڏو جت هو. سمندر ۽ پيروز چانگ هئا. جن جمالين سان گڏجي جتن تي حملو ڪيو. جت مارياڻون ۽ انهن جي گهرن ۾ گهڙي سامان ڪنياڻون ۽ ماين کي ڦرياڻون. شير خان کي جڏهن چانگن جي حملي جي خبر ملي تہ "سمندر سمندر" ڪري اٿيو. مقابلي ۾ سمندر ۽ پيروز کي مارياڻين ۽ پوءِ پاڻ بہ مارجي ويو. انهيءَ جنگ تي شاعر الله داد هينيان بيت ڏنا:

سڏ ڪيائين سمندر کي، وجي پيروز خان
ٻوڙي ٻيلين کان پڇيو، تہ هو ڇا ٿو چوي خان
چئي: سڏ ڪيائين توکي، وجي ٿو پيروز خان
اتي سمندر ڳالهہ سمجهي، ڪئي عمرائي اُناڻ
پر سڻيائين سمندر کي، پوءِ اٿيو پيروز خان

شير خان جو ڀهريون ڏڪ سمندر ۽ پيروز خان ٻنهي کي ڪٽي ويو:

شابس واليڏانا لوهار، جو تو گهڙيو شڪيلو شير خان جو
هٿي جي هڪڙي کي تہ ٻنهي مان ٻهار.

سرها ويري سي جي لوءِ نہ لڄين ۽ گهر ٻار نہ ڦرين. چانگن جا چڱا مارجي ٻيا ۽ ٻوين کي پوءِ اها ساڃاءَ نہ رهي تہ جتن جي لوڙهي جي لڄ رکن.

چانگن ۽ جمالين کي ڇا چوان آئون
چانگن ۽ جمالين جون منيون نہ مائون!!
هوند پڪا پشگيزن جا ڏنگر نہ ڊائون
ڪپر ڪيائون. نيائون پڙڇ پندا پاڻ سان.

## دودي زنگيجي جي روايت[1]

ان وقت جت، ديهہ "ڇيچ درس" ڀپو مڙهو بولا خان، تعلقو جاتي ۾ وينل هئا. اتي جتن جي هڪ مائي گيهہ ڪٽي هٽ تي وڪڻڻ آئي. مائي ۾ واٽيو تڪا منا ٿيا. هٽ تي هڪڙو چانگ ڪٽ تي ستو پيو هو، تنهن واٽيي کي چيو تہ: "ڪهڙو نہ حسن وارو ماڻهو آهي، اڙي واٽيا ڏي پئسا!" اتي مائي چانگ کي چيو تہ: سنڀاري ڳالهاءِ. تڏهن چانگ چيس تہ: توکي بہ حُسن ڪنيو پيو گهمي. انهيءَ تي مائيءَ جو هنيس منگهہ گيهہ وارو مٽي ۾ تہ ڪَنا گهڙي ويس ۽ چانگ مري پيو. پوءِ چانگن پلاند وٺڻ لاءِ مائي جي پاءُ کي ماريو، جيڪو جتن ۾ سڪر هو. اتي جتن وري چانگن مان ڪنهن سڪر ماڻهو کي مارڻ جو قصد ڪيو. سو رات جو راڏي مَلڪ جي ترار ڪنيائون، جنهن تي راڏي جو نالو ۽ لوهار جو نالو لڪيل هو. جَت چانگن جي راڄ ۾ گهڙي پيا ۽ چانگن جي سڪر کي مارڻ لاءِ تلوار جو وار ڪيائون. چانگ تہ مري ويو پر ترار ڪٽ کي لڳي ۽ ڪُپي ويئي ترار کي سٽ ڏنائون تہ ترار پڄي پئي ۽ نالي وارو ٽڪر ڪٽ ۾ لڳل ڇڏي موٽي آيا. چانگن صبح جو ترار ڏٺي. ڏنائون تہ ترار آهي جتن جي سردار راڏي مَلڪ جي، سو اها ترار ڪٽي آيا شير خان چانگ وٽ، جيڪو چانگن جو سردار هو. شير خان اتان ئي چڙهيو. اول اچي جاتي وٽ پيو شهبيگن جتن جي ٽولي مٿان. جت وڙهيا ۽ شير خان چانگ کي ماريائون. اهو حملو ٿيو "ڪُتڪي" وٽ ٽپي مغليين ۾، پر چانگ اصل وينل تعلقي بدين جا هئا. پوءِ چانگ موٽيا تن وڃي چوڏهن راڄ چاڙهيا هوڏانهن ڪڇ مان پڻ جت اُڪري آيا. بئي لشڪر "چاٽي" ۾ اچي دوبدو مقابل ٿيا. پهرين سٽ ۾ جتن جو وڏو راڏو ملڪاٽي مارجي ويو. پوءِ باقي وڃي رهيو شير خان جت، جيڪو پڻ ملڪاٽي جتن ماڻهو. انهيءَ لڙائي ۾ ونهين فقير جت جي پاءُ سان رَجُو پوٽو سالار وڙهيو هو. "ڇڳو" جت جيڪو سگهڙ ۽ شاعر هو، سو بہ هن جنگ ۾ وڙهيو هو، سندس نڪ تان ترار آئي، جنهن تان پوءِ سونو نڪ وجهرايائونس.

---

[1] هي روايت سگهڙ دودي زنگيجي جي زباني. ڪڇهڙي چوهڙ جالي ۾ تاريخ 22- اپريل 1962ع تي قلمبند ڪئي ويئي.

## روايت ڪيٺا خان[1]

ڪو چانگ بيمار هو. تنهن جتن جي انين ۾ پٺي ڪير پيتو ۽ اتي ئي ڪتي مري ويو. چانگ گڏجي شير خان جت وٽ آيا. تنهن چيو تہ: ادا! چانگ اهڙو سگهو مڙس ئي ڪونہ هو جو جتن ماريو هجي. اوهين مڙي وڃو. خواهہ مخواهہ ماڻهو وڙهي خراب ٿيندا. شير خان جي انهي جواب تي چانگن کي جت ماريا.

چانگن ڏنو تہ متان جَت وير وٺن. سُو چانگن جي سردار وڃي ميرن کي سگ ڏيئي ساڻن مائٽي ڳنڍي ۽ پوءِ جَتن تي جُوٽي ڪنيائون. انهي تي ميرن، جتن جي سردار شير خان کي فيصلي لاءِ گهرايو. ميرن سندس هلت چلت ڏسي چيس تہ: شير خان! تنهنجي متي ۾ گهنڊي آهي. شير خان جواب ڏنو تہ: اهِا تراريون ڪنديون. ائين چئي دبار مان هليو ويو. ميرن کي شير خان جي سرڪشي تي ڪاوڙ آئي، تن چانگن کي مدد ڏني، جن جاتيءَ ۾ وڃي جتن تي حملو ڪيو.

اُتي جت جوان، توتي دودا ديميون آئيون
توڏانهن مير سرائي موڪليا صوبا ۽ سلطان
شير اتي شير خان، ڪر ڪا ڪيڏ ڪني جي.

جتَ بہ شير خان جي اڳواٽي هيٺ لشڪر گڏ ڪري مقابلي لاءِ ميدان ۾ آيا. لڙائي هلندي شير خان جت، چانگن جي سردار تي وار ڪيو تہ ان جو پاٽيجو اچي وچان پيو تہ من جت سردار جي ترار مون کي لڳي تہ پوءِ مامو ڏک هٽي ماريس، پر شير خان ترار هنئي تہ مامي پاٽيجي ٻنهي مان پاهر.

ٻِن مَتَن مان پاهر پئي. تنهنجي سونهري سلطان
مر مرڪي پيءُ تنهنجو دولهہ "دريا خان"
مر مرڪي ماءُ تنهنجي گهگهيري "گلشان"
جنهن توکي تج ڏني، تو هٿي پيتي پهلوان
سانگين جا سلطان، آهن ونا مينهن متانءِ تو.

---

[1] هيءَ روايت سگهڙ ڪيٺا خان جي زباني. وتيجي ۾ حاجي ڪرمي مرحوم ٽ تيل ڪچهريءَ ۾ تاريخ 23- سيپٽمبر 1961ع تي قلمبند ڪئي وئي. راوي ڪيٺا خان سن 1963ع جي آخر ڌاري وفات ڪئي.

پوءِ شير خان جت تي ٻه سانگين يعني ترارين جو مينهن وسي پيو. زخمي ٿي ڪري پيو ۽ اتي ئي پَساهه پورا ٿيس.

جتن چانگن جهور، ڪيائون نل پل نا ڪويو
جتن سٽي چانگ ستو ڪيا، پڳا ٽٽون ٽوپڻ ٽور
ساهو جت شير خان سين، مرڪي بيٺا مور
تن ملڪ مغليين وٺ، وجي ڪي قائم ڪچهري ڪور

انهيءَ واقعي کان پوءِ جت وڃي جاتيءَ ۾ ويٺا.

هن جنگ ۾ جتن جي سورهيائي ۽ ميرڻ خان جت ۽ سندس ساٿين جي بهادري کي ڪنهن ڳايو. هي سڀ مڙس هن جنگ ۾ ماريا.

جت بيٺا عيد نماز ۾ پرهي پٺ (پٺيهر)
تن پورا پاڳو تن کي، هٿا واري ڏنا ورَ
سوڏا سڪيلن کي هٿا ساهوُن ڪيايا سر.[1]
سيهي جو سڏ ٿيو، جت لڳي تي لاري
مانجهي ميرڻ خان جي، هٿي اوچي انباري[2]
سونهي مير شير خان جي، رڻ ۾ پاٽاري.

—

رڻ ۾ زنگي خان جي تي خاشي ڪير وڙهي
جيڪي آيا عالم خان سين تن مان وئڙو ڪين وري.

—

جيڪي آيا عالم خان سين سي سڀ جنگين جا جونجهار
سُونهي سَونهري چيلهه تي، هو ميرڻ مٺيادار
انهينءَ ساهُوئن جا سينگار، وجي لحظي ۾ لال ٿيا.

## منشي محمد صالح جي بياض ۾ لکيل بيان

مير فتح علي خان سڀ پاترو (اڳواڻ) مصلحت لاءِ گهرايا. سيني مير صاحب جي ڳالهه مڃي، پر شير خان جت چيو ته آءٌ راءِ سان شامل نه آهيان. مير

---

[1] ڪيايا سر = سراڻ چاڙهايو.
[2] ميرڻ خان چانگ.

زور رکيو ۽ جواب گهريو. شير خان جت منهن متي پٺي طرف ڪيو. مير چيو تہ: "تنهنجي ڪنڌ ۾ ور آهي." شير خان چيو تہ: "جي سچي ميريءَ جون تلواريون گڏ ڪندين تہ بہ هي ور ڪڏي ڪونہ سگهندين." ائين چئي پنهنجا ماٿهو وٺي هليو ويو. مير پوءِ جمالين، چانگن ۽ کوسن جي راڄن جي پنيرائي ڪئي جن کي جتن مان خوف هو. تڏهن شير خان جت وارا ڦليلي جي ڪپ تي وينل هئا. پهريون مقابلو ٿيو جنهن ۾ جمالين، چانگن ۽ کوسن جون جتن پٽيون ڪڍي ڇڏيون. پوءِ انهن جا وارث لوٽون ڪٽي اچي حيدرآباد جي ڪوٽ هينان ٿي لنگهيا. مير پٺي پڇيو تہ پٺي بڌايائونس تہ هي جمالين جون، هي چانگن جون ۽ هي کوسن جون لوٽون آهن. هن جهيڙي بعد جت لڏي وڃي جاتي ۾ ويٺا.

ان واقعي بعد سيني راڄن جتن کان بدلي وٺڻ جي رٿ رٿي. پوءِ اُنن تي چڙهي تڏن ۾ تراريون ويڙهي جاتي ۾ ويا ۽ اوچتو جتن تي حملو ڪري انهن جا ٻار ٻچا ماريائون ۽ مال ڪاهيائون. شير خان کي اوچتو خبر ملي ۽ هو هليو آيو. جمالين ۽ چانگن جا سردار ٻئي گڏيا آيا. ٻنهي مان هر هڪ جي مرضي ٿي تہ آءُ شير خان کي ماري مير وٽ سرخرو ٿيان. مگر جيئن هو ويجهو آيو تہ شير خان هنئي جا ترار تہ ٻنهي مان باهر هلي ويئي.

اُتي جت جوان، توتي دودا ڏيميون آئيون
توڏانهن "مير" سرائي موڪليا، صوبا ۽ سلطان
تون ڪر ڪو ڪيڏ ڪني جو، شير اُتي شير خان
تو پيتو اوبارو علي جو، ڪ پڪ پيتياءِ پهلوان
ٻنهي منين مان باهر وئي تنهنجي سونهري سلطان
هونديون حوالي حورين جي، جنت منجهہ جوان
تو لڏيو عهدي سين ايمان، هي فاني جڳ فنا ٿيندو.

—

ڪاڏئون پيتئون ڪنهن جو ڪونہ ٿي، نڪو ٿي ڪيو گناهہ غريبن
جنهن تي چوڏنهن راڄ چڙهي پيا. حملو ڪيو هزارن
پوءِ سرهي ٻڌي سندرو. لج جو "لاڪائين".[1]

—

[1] لاڪائي پاڙو جتن جو.

چـــانگن جمـــالين جـــون مـــُـــنيون نـــ مـــائون!!
پـــُـــشڪ مـــان پيـــدا ٿيـــا هونـــد لڇـــون نـــ لٽيـــائون[1]
چولـــي ۾ گهگهـــي جـــو ڪـــر ويڇـــو وڏائـــون
ڪـُـپر ڪيـائون، جـو نيـائون پـڙچ پـِـندا پـاڻ سـان.

---

مـــاين معصومـــن جـــي، ڪـــانهي مـــوت مـــدام
ڪـُـهڻ ويـل ڪانـ ڪي، ڪـا چـانگن اٺڪـل اوغـام
مـاين جـي مـلام، تـــن تـــي رهـــي گـلا گهگهيريـن جـــي.

## حاجي ناهڙ چانگ جي روايت[2]

ميرن (1786ع ۾) بادشاهي ورتي تہ ان وقت جت ۽ چانگ زور واريون قومون هيون. جتن جي سردار توڙي چانگن جي سردار جو نالو شير خان هو. ميرن جي ڪنهن وزير مير صاحب کي چيو تہ انهن قومن مان حڪومت کي خوف آهي. وزير جي انهيءَ انديشي جو آزمودو هن طرح ورتائون، جو مير صاحب بنهي قومن جي سردارن کي پاڻ وٽ گهرايو. آڏو وزير جو طنبو هو. اتي سلام ڪونہ پريائون پر قناتون ڦاڙيندا اچي مير صاحب جي طنبو تي سهڙيا. اتي مير صاحب کي بہ پڪ ٿي.

چانگن جو سردار شير خان چانگ هر سال جاتي ۾ "مـُـگريين" جي ميلي تي اچي اولياءَ جا پـَـڙ کير سان ڌئاريندو هو. اها جتن جي جوءِ هئي. تنهنڪري وزير مصلحت ڪري جت سردار کي چيو تہ: شير خان چانگ تنهنجي حد ۾ اچي تو پڙ ڌئاري، تون چو نٿو ڌئارين؟ جتن جي سردار چيو تہ: اها رسم آهي جا هو اچي ڪندو آهي. آءٌ بي ڪانہ ڪندس.

---

[1] پـُـشڪ = گهگهو. حاميد خان رند هيءُ بيت هيئن ڏنو تہ:
چـانگن ۽ سراين کـي ڇـا ڇـوان آئـون
ڪوسن ۽ جروارن جون مـُـنيون هيون مائون
تڏهن پکا پشڪيزن جا ٿي ڍنگهر داناٺون.

[2] هيءَ روايت حاجي ناهڙ چانگ پٽ حاجي ميران (1964ع ۾) عمر اسي سال ڪن وينل ڳوٺ مرزا خان چانگ جي زباني، پير ملوڪ ساهہ بدين وٽ ڪچهري ۾ تاريخ 19- ڊسمبر 1964ع تي قلمبند ڪئي وئي.

شير خان جت جو اهو جواب ٻڌي، وزير ٻين جتن سان مصلحت ڪئي تہ وجي چانگن سان وير وجهي اچو. پوءِ دلدار نالي جَت ٻيو هڪ جت ساڻ ڪري، ويس مٽائي، جوڳي ٻنجي مرليون ڪٺي "مار ڏ مَـلير" (هن وقت ديهہ، ٻهڊمي کان 4 ميل ڏکڻ اوير تي) ۾ گل محمد نالي چانگ جي ڪري تي آيا. واٽ تي هڪ ماٺهو دلدار کي سڃاتو. تنهن کي چيائين تہ: "ديس چوري پرديس ٻڪيا، وجون تا ٻڪيا ڪندا." ڪري تي گل محمد کي چيائون تہ رات ترسنداسون. پوءِ رات جو مڙس کي ڪُهي هليا ويا. اها سُڌ چانگن جي سردار شير خان کي بہ پئجي وئي.

هوڏانهن جڏهن شير خان جت سردار کي خبر پئي، تنهن "ٻيبان نور" وَلاسي ڏَجاٽي ("ڪيڙ" کان هڪ ميل ڏکڻ تي سندس قبو. جتي "ٻيبان غوث" بہ سڏجي) کي گهرائي ورتو ۽ ڪيس ڪجائي تي چاڙهي، دلدار جت جون ٻانهون ٻڌائي، مٿي تي قرآن شريف رکائي، ڪلهي تي واڳ ڪري ڏنائينس تہ هاٽي وجي خون بخشاءِ. ميڙ پهتي تہ شير خان چانگ راڄ گڏ ڪيو. تن مصلحت ڪئي تہ ميڙ ڪين موٽائينداسين، گل محمد جو خون معاف ڪنداسين. گل محمد "محبتاٽي" پاڙي مان هو ۽ محبتاٽي "وڏا ڪن" (شير خان چانگ وارن) جا پائر هئا. انهيءَ مصلحت ۾ هڪ ٻِـنائي چانگ بہ وينل هو، جو ٻوڙو هو. تنهن اها ڳالهہ نہ سَمڌي. سو صبح جو سوير ترار ۽ ڪوئري ڪٺي ٻاهر جهنگ تي ٿي ويو تہ دلدار جت ڪجائي سوڌو سامهون گڏيس. هنيائينس جا ترار تہ سِـسِي وجي پري پيس. اهو لقا ڏسي ٻيبان سڳوري اُٺ ڪٺي پوئتي واريو.

شير خان چانگ کي جا اها خبر پئي تہ چيائين تہ: ٻوڙي قهر ڪري ڇڏيو، پر هاٽي وير پئجي ويو. مٿان مُـگرپين اولياءَ جو ميلو بہ اچي پريو آهي. صلاح ڏنائونس تہ: هاٽي تون پَـڙ ڏٺارڻ نہ وڃ. شير خان چيو تہ: ولي تان پيرو ڪونہ پڄندس، پر اڳي وڏي ناٺ سان ويندو هوس، هينئر رڳو پنجاهہ گهوڙي سان ويندس. انهيءَ مصلحت سان شير خان چانگ پنجاهہ ماڻهن سان سوار ٿـي "مگرپين" وڃڻ لاءِ سنبريو. جهليائونس تہ نہ وڃ، پر شير خان چيو تہ ويندس. اها خبر جت سردار کي پئي، تنهن چانگن جي اچڻ واري گس تي ڪاهو ڪٺائي، مٿان مٽي پرائي، زمين هموار ڪري ڇڏي ۽ پنجاهہ توبچي کوڏي ڇُـٽ وهاري ڇڏيا. چيائين تہ جي چانگ وڙهي تہ وڙهجئو، نہ وڙهي تہ گس ڏجوَ.

تڏهن ڪنهن چيو تہ: "سردار، چانگ تي ايڏو تو وسهين تہ پلا آزمودي خاطر ڪو اڪيلو سوار موڪل جيڪو وڃي چانگن آڏو متي، پوءِ ڏس تہ ڇا ٿا ڪن." پوءِ سوار موڪليائين، جنهن اچي شير خان چانگ وارن جي اڳيان گهوڙو واريو. شير خان چانگ سان گڏ همراهن ۾ دينار نالي جمالي هو، جو ڪوڏي چُٽ توبچي هو، تنهن چيو تہ: دشمن آڏو اچي گهوڙو واريو آهي، هٿانس تو بندوق. شير خان ٽي دفعا جهليس تہ بہ هو نہ مُڙيو ۽ هنيائين بندوق تہ مڙس وڃي ڪريو. اهو لقاءُ جو پريان جت سردار پٽي ڏٺو، تنهن پوءِ ماڻهو موڪليو تہ چانگ اچن تہ نہ ڇڏجوَن.

چانگ ويجها آيا تہ هنن بندوقون هنيون ۽ پنجاهي مڙس وڃي ڪريا. پوءِ جت سردار چيو تہ اجا بہ جيڪي منجهن جيئرا آهن، انهن کي بہ ڪهي ڇڏيو. شير خان چانگ زخمي هو سو ميدان ۾ ترار نراڙ کي ڏيو وينو هو تہ ڪنهن چيس تہ هاڻي ٿا ڪُهنئي. جواب ڏنائين تہ: "رڍ ٻڪري ميلي کي منهن ڪانہ ڏيندي. جڏهن انور (پاڏا) ڪُسندا تڏهن ميلو مچندو." پوءِ مڙس سڀ مارجي ويا. جاتي جي پهلاج واڻيي، اها خبر شهر ۾ ڏني ۽ اتي جي مسلمانن گڏ ٿي لاشن کي تڙ ڏياري، جنازي نماز پڙهائي، لاش پيتين ۾ بند ڪرائي "رام باراهي" جي مقام تي موڪليا.

پيروز شاهہ ۽ حسن (مزاراڻي چانگ) ٻئي ڄڻا "مارڏ ملير" کان پٺي آيا تہ نوڪرن چيو تہ مقام ۾ ميڙ آهي. پڇيائون تہ ڪهڙي پاڙي تي" نوڪرن چيو تہ پنهنجي پاڙي تي. تڏهن گهوڙا مقام ڏانهن واريائون. اتي پيروزشاهہ قول ڪيو تہ: "ادا شير خان! اڻين ڏينهن اندر وير وٺي اچي تنهنجي ماني کندس يا پاڻ ٻنهين جي ماني گڏ هلندي، هاڻي گهر وڃڻ اسان کي حرام آهي."

پيروز شاهہ ۽ حسن پوءِ ڳوٺ جي ٻاهران طنبو هڻائي ان ۾ رهيا ۽ راڄ گڏ ڪيائون. همراهن کي چيائون تہ: اوهين سنبت ڪريو تہ اسين مرشد کان دعا پنيو ٿا اچون. لشڪر کي آن نہ ڪارايو پر ڪير ۽ اَمل جو ڳاڙ پياريو. ائين ڇٽي بدين ۾ احمد شاهہ قلندر ڏانهن روانا ٿيا. احمد شاهہ جي خليفي، پيروز ۽ حسن کي ايندو ڏسي شاهہ کي ٻڌايو تہ ٻئي پيا اچن. قلندر شاهہ چيو تہ: مون ڏي نہ اچن. پيروز شاهہ ۽ حسن غم ۾ اتي ئي ويهي رهيا. ويني ٽيو ڏينهن ٿين، تڏهن احمد شاهہ سندن پڇا ڪئي. خليفي ٻڌايو تہ: ٽيو ڏينهن ٿيو اٿن

انهيءَ پيٽي تي، نہ اَن نہ پاڻي، وينا آهن. احمد شاهہ چيو تہ ڪو ظلم ٿيو اٿن، سڏيون. چانگن چيو تہ: تون مرشد آهين، دعا ڪر تہ جتن کان وير وٺون. احمد شاهہ خليفي کي جهنڊي آڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ پوءِ جهنڊو چانگن کي ڏيئي چيائين تہ: جمعي ڏينهن جهنڊو کوڙجو.

هتان پيروز شاهہ چڙهيو تہ ساڻس چانگ سڀ گڏ هئا. هڪڙا سنجراڻي چانگ (جيڪي تلهار کان اُلهندي وينل هئا) تن جو وڏو ڏاڏو سنجر ۽ ٻيا بنورائي چانگ جن جو وڏو شادمان. ٽيا سِيراڻين وارا جمالي (جي اتندا ويهندا چانگن سان هئا ۽ دينار بہ انهن منجهان هو) ۽ ٻيا راڄ بہ ساڻن پيڙا هئا.

جڏهن جت سردار اها خبر ٻُڌي، تڏهن "چاٽي واري ڊوري" وٺ ڪاهو ڏياري سڄو راڄ ۽ ٻار ٻچا اندر ويهاري حفاظت ڪري ويهي رهيو. پيروز شاهہ بہ وڃي گهيرو ڪيو ۽ جت سردار شيرخان کي چيائين تہ: راڄ ڇڏي ٻاهر نڪر تہ لڙائي ڪريون، پر جت رڳو حفاظت ڪري ويهي رهيو. پوءِ چانگ سوڻ[1] ڏسي ٽوليون ٺاهي، ڪاهي جي چوڌاري حملو ڪري آيا. بنورائي چانگ پنيان بيٺي آيا ۽ سامهون پيروزشاهہ وارا هئا. اتي شيرخان جت سنجر چانگ کي سڏيو پر هو سامهون نہ ٿيو. انهيءَ تي پيروز شاهہ چيس تہ: آءُ تنهنجو مٽ آهيان، تون مون کي سامهون آءُ. تڏهن شير خان چيس تہ: چڱو تون منهنجو مهمان آهين، تنهنڪري اڳ ۾ وارو تنهنجو آهي. پيروز شاهہ چيس تہ: منهنجي اڪين ۾ رت تو ڦري، پهريون وارو توکي آهي، پوءِ وارو آهي ٿي ڪونہ. اتي شير خان ترار هنيس جا مٿان زرهہ ڪٽي اڌ مٿي تائين اچي بيٺس. ايتري ۾ شادمان بنورائي چانگ اچي وچان پيو ۽ جت سردار کي ٻانهن آڏي ڏيئي، پوئتي ڪري، ترار هنيائينس تہ ڪلهي وٽان بغل تائين ڪٽي ويس. ٻت چنڊيائين تہ ڪِري پيو. بنورائي چانگ ۽ ٻيا اچي جي پويان پيا، تن راڄ کي بہ تراريِن مان ڪڍي ڇڏيو. ننڍو وڏو ڪونہ ڇڏيائون. سنجر چانگ ڪونہ وڙهيو. لاڪاڻي جت سامهون آيس، تنهن کي چيائين تہ: آءُ توسان ڪونہ تو وڙهان، مون کي گهٽي ڏي تہ آءُ نڪري وڃان. ان کي گهٽي ڏنائين سو هليو ويو.

---

[1] احمد شاهہ قلندر کان مليل نيزو کوڙي وينا. چون ٿا تہ مينهن سان گڏ سٺي مڇي وٺي. اِهو سوڻ ڏسي پوءِ جتن تي حملو ڪيائون.

پيروز شاهه پڇيو تہ فتح ڪنهن جي ٿي؟ چيائونس تہ پنهنجي. پڇيائين تہ شير خان ڪٿي؟ چيائونس تہ سامهون ڪريو پيو آهي. وري پڇيائين تہ سنئون آهي يا اونڌو؟ چيائونس تہ اونڌو. اتي چيائين تہ جاتي اسان کي نہ ڏنائين. مئي کان پوءِ بہ زمين ۾ چڪ اٿس. وري پڇيائين تہ سندس راڄ بچيو؟ چيائونس تہ راڄ بہ مارجي ويو. تڏهن چيائين تہ پوءِ سوڀ پنهنجي ڪانہ ٿي، باقي وير وڃيو ٿا هلون. هاڻي باقي جيڪي جيئرا دشمن آهن، تن کي ڪُهي ڇڏيو. چگو جت بہ زخميو پيو هو، چيائين تہ اهو شاعر آهي ان کي نہ مارجوَ.

چگي جتَ انهي لڙائي تي پوءِ بيت چيا تہ:

سڌ ڪيائين سنجر کي، جنهن گيدي ساريو گهر
نَهرو نڪري آئيو، پيروز شاهه نر
جنهن جي ٻن مَيتَن مان ٻاهر وئي سونهري سمندر.

وڏو گهر سنجراڻي چانگ هئا، پڳ انهن تي هئي، پر انهي جنگ کان پوءِ ڇڏي ڏنائونس.

هَڏائي هُل تي آيا، جُڙي جنگ تي آئيا
ڏاتي ڏيهہ ڪِلايا، ڪيڙين ڪيل لائيا.

هڏائي چانگن (شير خان جي ڳوٺ کان اوير طرف وينل) مان ڏاتو اڳواڻ هو، جيڪو وڏا قول ڪري جنگ تي چڙهيو هو، پر ڏاتو بہ ڀڳو.

## شاعر چگي جت جا بيت[1]

چگو جت شاعر ۽ پنهنجي راڄ ۾ سَرِيال هو. ڪڇ جي ابڙاسيي واري علائقي ۾ "سنڌيارا" تلاءَ تي رهندڙ هئا. جڏهن خبر پيتس تہ جاتي ۾ جتن تي ڏکيو وقت آيو آهي تہ ماڻهو وٺي چڙهيو ۽ "چاڻي واري جنگ" وقت اچي پهتو ۽ پاڻ جنگ ۾ وڙهيو. پوءِ هن جنگ بابت بيت چيائين جيڪي هيٺ ڏنل آهن.

انهن بيتن ۾، جنگ کان اڳ وارا کي ٽاڻا ۽ جنگ جو سندس اکين ڏٺو احوال ڏنل آهي. چگو پنهنجي طرف جي ڳالهہ ٿو ڪري، جنهن موجب سنڌ جي

---

(1) چگي جت بابت احوال ۾ اهي بيت اسان مرحوم مالڪڏني فقير تالي جت کان 2- جون 1971ع تي ٻڌا ۽ لکيا (فقير 80 - 85 سالن جي وڏي عمر جو ۽ وڏو سڄاڻ هو.) سندس خدمت ۽ عزت اسان پاڻ تي ڪئي ۽ فقير انهيءَ محبت ۾ ڪيئي سال اسان وٽ (سنڌ يونيورسٽي جي حيدرآباد شهر واري احاطي ۾) رهيو ۽ وفات بہ اتي ڪيائين. چگي جي احوال ۽ چگي جي بيتن بابت سندس زباني بلڪل تصديق واري آهي.

حڪومت ۽ ان طرف وارن کي جتن سان وڙهڻ جو ويچار هو. ان جو سبب اهو هو جو پهريائين ڪنهن چانگ هلي اچي ڇُرڇ جاڳائي ۽ جتڻ مائي "ڪوئنر ٻائي" کي اجايو اکر ڳالهايو، جيڪا هٺ تي گيهه وڪڻڻ آئي هئي. مائي همت واري هئي، جنهن اهو گيهه وارو ٿانءَ هن کي اهڙو تہ زور سان مٿي ۾ هنيو، جو ان جا ڪَنا اندر گهڙي ويا ۽ اهو مڙس مري ويو. انهيءَ تي فتح علي چانگ، جيڪو شايد حڪومت طرفان هتي ڪنهن عهدي تي هو، تنهن ڳالهہ کي وڏو ڪري وڌائي حيدرآباد لکي موڪليو تہ قومن ۾ فساد ٿيو آهي ۽ اهي وڙهي ولٽي ڌارو ڌار ٿيا آهن ۽ جتن ڏاڍائي ڪئي آهي.

اڳتي بيتن ۾ ڏنل ڪن ٿاٽن، جنگ بابت ٻين روايتن ۾ آيل اهڃاڻن ۽ فقير مالڪڏني جت جي وضاحتن مان ائين معلوم ٿئي ٿو تہ مير فتح علي خان راڄن ۾ صلح ڪرائڻ ۽ اندروني طور ملڪ کي مضبوط ڪرڻ واري رٿا موجب، شير خان جت، شير خان چانگ ۽ ٻين چڱن کي گهرايو ۽ سمجهايو. ملڪ شير خان جت، سنڌ ۽ ڪڇ جي جتن جي وڏي طاقت کي خيال ۾ آڻيندي، مير صاحب جي ڳالهہ تي ڪن نہ ڏنو ۽ سامهان سوال جواب ڪيا. مالڪڏني فقير چيو تہ: شير خان وڏو دلير هو ۽ ڪنڌ ۾ گهنڊي وجهندو هو (ڪا ڳالهہ نہ وڻندي هيس تہ منهن ۾ گهنڊ وجهي ڪنڌ ورائيندو هو) اها سندس عادت هئي. مير صاحب جي ڪچهري ۾ بہ ائين ڪيائين، جنهن تي مير صاحب چيس تہ: شير خان، گهنڊي ڪڏي ڳالهہ سمجهہ. انهيءَ تي شير خان جواب ڏنو تہ "مير اها گهنڊي مصريون ڪڍنديون يا ڪنواريون لاهينديون، باقي ٻئي جي لاهڻ جي ڪانهي." مصريون يعني تراريون، يعني جنگ ۾ تراريون لڳنديون ۽ پوءِ جي اها گهنڊي نڪري تہ نڪري. چاٽي واري جنگ ۾ شيرخان تراريون هنيون ۽ جهليون ۽ مير صاحب سان پنهنجي ڪيل قول کي پورو ڪيائين. چڱي پنهنجي بيت ۾ چيو آهي تہ:

"جو مهندان ڪيائين مير کي سو تو پنجاهيو پاري"

ملڪ شير خان اهو جواب ڏنو ۽ في الحال فيصلو نہ ٿيو. تڏهن شير خان چانگ لشڪر گڏ ڪيو. هتان مَلڪ کي پنهنجن سمجهايو تہ صلح واري ڳالهہ چڱي آهي ۽ چانگن ڏانهن ميڙ موڪلجي. اهو مڃيائين. پوءِ دلدار هالاٽي جيڪو مناٽي قبيلي جو هو ۽ چانگن سان بہ دوستي جو ناتو هئس، تنهن کي

قرآن شريف کڻائي ميڙ مڪائون. اهو جڏهن ميڙ کڻي شير خان چانگ وٽ ويو جيڪو جاتيءَ ۾ "مگر پين" اولياءَ جي ميلي تي آيل هو. تہ ان کي ايندو ڏسي دينار جمالي جو اتي هو تنهن بندوق هنيس ۽ دلدار مئو. شير خان چانگ کي اها ڳالهہ ڪانہ وڻي پر دينار جي اڳرائي صلح جون واٽون بند ڪري ڇڏيون. ڇگي بہ پنهنجي بيت ۾ دينار کي ننديو آهي. دلدار جي مارجڻ تي ملڪ شير خان جت سڀ آسرا لاهي، خود شير خان چانگ کان وير وٺڻ جي رٿ ڪئي. اها ڇڻائي بين روايتن مان بہ ٿئي ٿي. غالبا جڏهن شير خان چانگ پنهنجن ماڻهن سان "مُگرپين" جي ميلي تان تي موٽيو، تڏهن جتن گس جهل ڪيس سندس پنجاهہ ماڻهن سان گڏ ماريو. اها ايڏي وڏي اڳرائي تي وئي، جو حڪومت طرفان جتن جي خلاف لشڪر چڙهيو. جنهن جو سپهہ سالار مير نارو خان هو. هي حڪومت جو لشڪر هو، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف پاڳن ۽ قومن جا ماڻهو شامل هئا. ٻئي طرف رڳو جت هئا. جيڪي ڇگي جي چوڻ مطابق:

"تيا سامهان ساري سنڌ کي."

جنگ جي ميدان ۾ مڙسن جي مقابلي جا ڇگي جيڪي اکين ڏٺا احوال ڏنا آهن، انهن موجب جتن طرفان مناڻي قبيلي وارا آخر دم تائين وڙهيا. "يَسلاڻي" نک مان عبدالله وڏي همت سان وڙهيو. ملڪن سردارن سان جيڪي راڄ پيڙا هئا، تن مان هڪڙا حمراڻي مَلڪ جو راڄ هئا ۽ ٻيا "راڏن" ملڪن جا راڄ هئا. "نئيار" جت (ڳائي مال وارا)، جن مان مناڻين جو ڏاڏو منو هن جنگ ۾ موجود هو. "مناڻي" ۽ ٻيا قبيلا حمراڻي مَلڪ طرفان آيا ۽ وڙهيا. "اوناڙي" جت (انن وارا) راڏي ملڪ جي لٺ ۾ هئا، جن مان ڪي ڀڳا. ڇگي انهن کي نِنديو آهي تہ اُنين جي ڪير جي قِيڻ ڇنيندڙن سٽ نہ جهلي ۽ دانهون (گٺا) ڪري وٺي ميدان مان ڀڳا. شير خان وڏي بهادريءَ سان پنهنجي لشڪر کي همٿايو ۽ وڏي دليريءَ سان وڙهيو. سنجر چانگ کي للڪاريائين تہ: تون منهنجو مٽ آهين ۽ مقابلي لاءِ اچ. پر چانگن جي لشڪر مان سنجر بہ سوپ ڪانہ ڪئي. شير خان جي سامهون نہ آيو ۽ ميدان ڇڏيائين (جيئن ٻين روايتن ۾ ڄاڻايل آهي). شاعر ڇگي پاڻ پنهنجن ساٿين سان گڏ ميدان ۾ اچڻ ۽ وڙهڻ جو ذڪر ڪيو آهي.

1. ساراهيان سچو ڏڻي جو صاحب رب ستار
قادر جي قدرت کي پَريون کونهي پار
هو اَهل کن آڙاه جي پيا انهيءَ پار[1]
هو سوئنچو سِرايَن کي کو وڙهڻ جو ويچار
تن هلي اچي هٿ تي کيو ڪيتو منجهان ڪار
منهندان مَلَڪزادي، حمزي پوٽي، پس تنهين جا پار[2]
"ڪوئنر بائي" ڪُر اجاريو، پڻ ملهايا يار[3]
تنهن بائي بولائي هنئي پارِي پهريئن وار[4]
گهَڙيءَ جا گهِڙي ويا ڪنا منجهه ڪپار
پوءِ مردود مري پيو اهڙي سان آچار.
تڏهن فند فتح علي گهڙي ورتو انهيءَ وار[5]
تہ معلوم پهچن مير کي وجي سوڌا سماچار:
تہ پٽَر ولِٽي پاڻ ۾ تيا ذارو ڏار[6]
پيا وير وڏاندرا، خاصا خريدار.
ڏُومي ديميون چڙهيون ڪٽڪ ڪارونيار
تني ليکو ناه ڪو، بيحد بي شمار،
سي جُنبي آيا جنگ تي سندي پيڻءَ بازار[7]
اول ڪانئر مان ڪين ٽئو جنهن دُڪائي دينار[8]
ڏني باهہ بندوق کي انڌي منجهہ آهنڪار[9]
هو منهندان مِناٽين مان ڪو ساهو سلحدار

---

(1) اهل کن آڙاه جي = جنگ جي آڙاهہ يا مچ کي مچائڻ جي پيا کن.
(2) ملڪ زادي = جڻ راڏن جتن جي طرف جا جيڪي ملڪ ۽ سردار هئا. حمزي پوٽي = امير حمزي پوٽي بلوچاڻي.
(3) "ڪوئنر بائي" = مائي جو نالو جيڪا "مناٽين جتن" جي پاڙي مان هئي.
(4) پاري = گيهہ وجهڻ واري وڏي ماٽي يا گهڙي.
(5) فتح علي چانگ ان وقت سٽ سٽي ۽ رٿ ڪئي.
(6) پٽر = پٽ. راڄ. ولٽي = ڪاوڙجي. ڦري.
(7) پيڻءَ = مغل پيڻءَ. پيڻءَ بازار = مغليين يا جاتي شهر جي بازار.
(8) دينار جمالي چانگن جي طرف جو.
(9) اهنڪار = هٺ. غرور.

تنهن اول تان عيسب جهلي جنگ جت جهونجهار[1]
گڏ تنهين سان گاگن هو، جيڏا هئا يار[2]
گهڻو ملوڪن مجيا تيجي جا توار[3]
بنکي بازيون کيڏيون منـِي مڻيادار[4]
کڏي پيا کٽڪ ۾ ورنهه چوڙي وار
پوءِ سـِراين جي سار، سـُوڏي لڌي ساهـُـئين[5]
2. پنڌرهن پٽر آئيا سنيري سراين سات
هتان هئي هيڪڙي سندي جتن جات
سي نينکي نتيار اتيا تن ماري کيا مات[6]
هئن هينئين جي حـَمات، تيا سـَمـُهان ساريءَ سنڌ کي[7].
3. تيا سـُمهان ساريءَ سنڌ کي جنبي جت جونجهار
هلي هالائي آئيو تنهن کـِي پنجاهي پکار[8]
تہ صبر کـِجا ساهـُئا آهي اسان جي وار
مري لاهيون ميهڙو سندو جيڏن جار
سو مرکي مصحافن سان، هليو وري هتيار
کيڙو خنجر خان سين کاتي نہ کاٽار
وسوڙو ويساه گهٽي يانيائين کانہ پلکار
پر مدي مـَسـُو من ۾ هئي شومت بي شمار[9]

---

(1) عيسب مناٽي، چڱي شاعر جو ياءَ.
(2) گاگن مناٽي جت.
(3) تيجو مناٽي.
(4) منو مناٽي.
(5) سراين جي = چانگ. جمالي وغيره.
(6) نينکي اتيا = ٽپ ڏيئي اتيا. نتيار = نتي وارا. ڳاين جي مال وارا: هڪڙا جت "نتيار". ٻيا "اوناڙ" (انن وارا).
(7) حمات = حمايت.
(8) هالائي = دلدار جت. پارو مناٽي، لک هالائي.
(9) مسو جمالي، جنهن شايد دلدار جت کي ويساهي آندو.

تنهن ڪاٽي ڪوجهو ڪر ڪيو گيدي گلادار
هي وجي گهڙيو گهوٽ گهٽن ۾ الله جي آڌار
تہ مصريون تنهن ملوڪ تي وٺيون انهيءَ وار
سامهان سراين ڪي دست هنيا دلدار
پوءِ پَتَنَڻ پئي پڪار، تہ راوت راڄ - ڳهو ٿيو [1].

4. راوت راڄ - ڳهو ٿيو تنهن تي ويرا ايءَ وَهي[2]
جيڪا چانگن چِتَئي سا جي ڪيائين سهي[3]
مرڻ جي ملوڪ سَان تَن جي پَرنديئي ڳالهہ پهي[4]
تہ مصري مير ملوڪ جي جيڪر خان ڪنئي[5]
تہ هنيائين هت ڪٽي هوند چيتاري چٺي[6]
ويئي ريک رهي، دليءَ سين دلدار جي[7]

5. دليءَ سين دلدار جي رکي پت پرور
دبايائين دستن سان جو هو جمالي جَبر
موڙاتي مسوءَ جو تنهن ڪُونئر جهوريو ڪر[8]
رڻ ۾ راماٽو ڪيو، هالاٽيءَ حشر
تڏ سردار سپ سڏائيا تہ پائرا ڪريو پر[9]
واريون وير ورنهہ جو، ونڪا ڪريو وَر[10]
بيئو مرد ميدان ۾ وجهي هوڏ حمر[11]

---

(1) راڄ ڳهو = راڄ جو ڳهو، راڄ جي عيوض قربان.
(2) ويرا اي وهي = مٿس اها ڏکي مهل آئي.
(3) چتئي = چتائي.
(4) پرنديئي = پرينديئي، شروع ڪان ٿي.
(5) مصري = ترار.
(6) چٺي = ٻولائي.
(7) ريک = همت ۽ سورهيائي قائم رهي.
(8) مسو جمالي جو ڪنڌ مروٽيائين.
(9) سردار شير خان جت.
(10) ونڪا ڪريو ور = بانڪا اوهين ڦري اچي گڏ ٿيو.
(11) حمر = شير خان جت کي شاعر سندس وڏي ڏاڏي حمر جي نالي سان ٿو سڏي يا حمر ملڪاڻي سردار جو ان وقت شير خان سان پيڙو هو.

ڪڙي ۽ قاتل جو هو ساهن ساڻ ٽمر[1]
هيءُ سٽ پيڙهيو سردار هُو، هو نسورو نوڪر[2]
هن ميڙي ميلهي ڪار جو پٽر ڪيو پرڏر[3]
هت سنڌ، سرارو، ساڪرو، ڪاڇو، ڪارونجهر[4]
اُڄ سرو ۽ عمر ڪوٽ، پڇم پار ڪر
پيڙو ٿيو پَٽَن تي، تيلي سيوئي تر
پر ساهن سراسر، هئي موران ڳالهه مرڻ جي.

6. هئي موران ڳالهه مرڻ جي سندي روحَ ريلي
سو نڪي دانهين ويو دليءَ تي، نڪي ويو بيلي
مُنهن گهُندي، چپ وات ۾، بينو خان ڪنو ڪيلي
سارنگ سراين ڪي متان ويو ميلي[5]
عبدالله ائين آئيو، جئن روءِ اچي ريلي
پوءِ "پَلاٿي" پيلي، ڪني ساڻ ڪٽي ويو[6]

7. ڪني ساڻ ڪٽي ويو، تنهن ڇا پاري هئا پاءَ
پائر، پالا، پليون، جي هوتن مُل هئا[7]
ته هي پاتارين ۾ پڌرا حمراٿي هئا
ڏاڍو تؤ ترار جو، متي پڙ پيا
اومانجهي ماڳ مئا، پر لڳيءَ چاهه نه چُريا[8]

8. پر راڏي جي رهاڻ ۾ جي حماتي هئا
تن ڦوڪ نه جهلي ڦيڻ چَٽين گيدي ڪن گُئا
چڏي لڄ لَسا ٿيا ڪَهُو ڪير - ڏها
هي مانجهي ماڳ مئا، لڳي چاهه نه چُريا.

---

(1) ڪڙو ۽ قاتل = نشو. جنگ کان اڳ نشو پي مست ٿي وڙهندا هئا.
(2) هيءُ = شيرخان جت. هو = چانگ يا جمالي اڳواڻ ڏانهن اشارو جنهن کي ميرن جو ماڻهو ٿو سڏي.
(3) ميلهي ڪار جو = پهلوانن جو. هادرن جو. پٽر ڪيو = ميڙ ۽ مجسرعو گڏ ڪيو.
(4) هت = آڏو، آڏي طرف وٽ.
(5) سَراين. يعني سامهون چانگن جمالين جي لشڪر تي ترارين جو مينهن وسي ويو. متائن جنگ جو ڪڪر وري ويو. کين ڍڪي ويو.
(6) سورهيه عبدالله جت، پاڙو منائي. نک پلاٿي.
(7) پليون = پليون گهوڙيون. هوتن مل هئا = جتن وٽ هجن ها.
(8) لڳيءِ چاهه = جنگ جي باهه لڳڻ ساڻ.

9. لڳيءَ چاھہ نہ چُريا، ھُو ھو اَحدي آڏيارو[1]
راڏي تي رحمت جو ٿيو نرمل نغارو
مَلَڪ ٿيو مھند ۾، ڪٽي ڪرُ ڪارو[2]
نان نان پير نڪاءَ تي، ھڪل ھوڪارو
لائي بينا لاڏڪا چَڪر چوڱارو
جوانن جي جنگ سان نھڪيو مير نارو[3]
"واروڙي وارو، متان ڪا گگھيري گلا ڪري!"[4]

10. گگلا گھيرين جي چڏيو لاڏڪا لاھي
سيڪو پنھنجي سر ڪي سوريءَ سنباھي
تڏ سي اُپي ويا آڙَن ۾ لاڳا پا لاھي
اُتان زنگياڻي آئيو ڪٽڪ سان ڪاھي[5]
تنھن وڏا ھت ويرين ۾ "چڱي" چتائي
تنھن ڪي وڏيري ورائيو سڪر سڏائي[6]
تہ مرڻ ڏيو مَ ملوڪ ڪي مر پوءِ جا پير ڳائي[7]
پر ويرين واجھائي، اڇي چٽنچل چور ڪيو[8]

11. آڇي چٽنچل چور ڪيو، ويرين ڪنھن وَڙڪا[9]
رُڻ جھڻ راڙو رُڪ جو، جت سانگين ڪيا سڙڪا[10]
جوانن جي جنگ جا پيا ات پَڙڪا[11]
ھڪل ھيبت ھن جا ڪيچ سُئا ڪڙڪا
مانجھي سي مرڪيا، جن ڪٽي ڪٽڪ واريا.

---

(1) ھو = ملڪ شير خان جت، راڏو پاڙو.
(2) ڪارو = شير خان جت جيڪو سانورو ھو.
(3) مير نارو خان ميرپور وارو جيڪو سامھون لشڪر ۾ ھو.
(4) شير خان ائين چئي پيو پنھنجن کي ھمٿائي.
(5) چڱو جت (شاعر) جيڪو "زنگي" جو پٽ ھو انھيءَ ڪري "چڱو زنگياڻي".
(6) وڏيري = شير خان جت.
(7) ھي شاعر آھي. ھن کي بچايو تہ پوءِ مڙسن جي بھادري کي واکاڻي.
(8) چٽنل چور = چڱي جت کي زخمي ڪري وڌ؛
(9) وڙڪا = ورائي.
(10) سانگين = ترارين.
(11) پڙڪا = ھڪلن ۽ ڌڪن جا پڙاڏا.

12. ڪُٽي ڪٽڪ واريا، سيئي ساري
شير خان شَلين ۾ وڏا هت واري[1]
سڏايو سنجر کي تو ڪليو ڪينڪاري:[2]
"آءُ تون اوڏو اُسري، توکي سَرتيو تو ساري"
جو مهندان ڪيائين مير کي سو تو پنجاهيو پاري[3]
سَٽ ڪُٽ سراين جي هئي دلاور ڏاري[4]
پوءِ چڱي چيتاري، ڪيائون مزماني مير کي.

---

(1) شلين ۾ = چلين ۾. چلون = لشڪر جون شاهي توليون.

(2) سنجر چانگ. جنهن کي شير خان جٽ للڪاريو.

(3) جيڪو قول شيرخان جٽ حيدرآباد ۾ مير صاحب جي آڏو ڪيو هو سو پيو پورو ڪري (يعني تراريون هٿي ۽ جهلي).

(4) شير خان دلير جي مٿان ترارين جي سٽ ڪٽ هئي.

# 10. پيٽاري واري جنگ[1]

هيءَ جنگ "ڇاڻي واري وڏي جنگ کان ڪجهه پوءِ جتن ۽ سنڌ جي انتظامي اٿالي جي وچ ۾ "پيٽاري جي اُتران "ٻني" ۾ رڻ جي ڏنگ تي لڳي. شاعر چگو جت ان وقت حيات هو ۽ هُن هِن جنگ تي بيت چيا. بيتن ۾ ڏنل اهڃاڻن، مالڪڏني فقير جت جي وضاحت ۽ ڪڇرين ۾ بيان ٿيل ڪن ڳالهين مطابق جو سبب هن طرح معلوم ٿئي ٿو.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڇ تي چڙهائي ڪري پنهنجي فوجي طاقت ڄمائي هئي. سندس وفات کان پوءِ ڪلهوڙا حاڪم ڪمزور ٿيا ۽ سنڌ جي سرحدن تي ٻيا قابض ٿيا. سنڌ سان لاڳيتو ڪڇ ۾ جتن جي قوم طاقتور هئي. اهي ڪڇ جي راءِ سان پيڙا هئا. ڪلهوڙن جي آخري دور کان وٺي ٽالپورن جي اوائلي دؤر تائين، هو سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي خود مختار ۽ طاقتور رهيا. انهيءَ طاقت جي زور تي ئي ملڪ شير خان جت بالآخر سنڌ جي نئين حڪومت سان طاقت آزمائي ۽ "ڇاڻي" واري جنگ لڳي. ان جنگ ۾ لاکاڻي جت ڪين وڙهيا ۽ ٻيا ڪي "اوناڙي" جت پڳا. "مناڻي" وڙهيا، پر منجهائن هڪ مڙس نِبَهندو عالياڻي ميدان مان ڀڳو، پر ٻتال تي ويو ۽ ست پيرا "ڇاڻي" ٽپيو. هڪ پاسي کان گهڙي ٻئي پاسي وڃي وري موٽي. ان تان پهاڪو پيو تہ "نِبهندو ست پيرا سير اُڪتو" لاکاڻين ۽ نِبَهندي عالياڻي جي پٽ ۽ پوٽي پوءِ ٻئي اها ڳالهه ڳڻي تہ ڪنهن پر "ڇاڻي" واري ميار لاهجي.

لاکاڻي لُوٽي تي وينل هئا. ساڻن بيو راڄ "مَتوئن" جو هو. ميان غلام شاهه واري وقت ۾ انهن تي "ماليات" ٻڌي وئي، يعني ساليانہ ڏاڻبندي يا ٻئي ڪنهن حساب سان رقم ٻڌي وئي. ڪلهوڙن جي زوال واري دؤر ۾ هنن کانہ ڏني. پر ٽالپورن جي حڪومت م نئين سر سرحدن تي انتظام ٿيا. جنهن موجب ڪو ڪنياڻ فوجدار، لُنڊن ۽ ڪوسن جو مختصر اٿالو ۽ منشي ساڻ ڪري "لوٽي" ڏانهن روانو ٿيو تہ اتي لاکاڻي جتن کان ماليات وصول ڪري.

---

[1] فقير مالڪڏني مناڻي تالي جت جي زباني قلمبند ڪيل.

اها خبر سپ کان پهريائين جيوي نالي لاکاٽيءَ کي پئي، تنهن سيني کي ٻڌايو. هي موقعو ڏسي مڙس تيار ٿيا ته مقابلو ڪن ۽ "ڇاٽي" واري ميار لاهين. منداڻي جتن مان به مڙس ساڻن ڀيڙا ٿيا جن ۾ عارب، سوٽڪ ۽ سهراب همٿ پريا هئا. نبهندي عالياڻي جو پوٽو شير نالي همٿ پريو جوان ساماڻو هو. سو به اڳي پهتو ۽ چيائين ته: آءٌ سر به ڏيندس پر ڏاڏي تان ڦهاڪو لاهيندس. پوءِ هنن ويهي مصلحتون ڪيون. ٻار ٻچا ٻئي پاسي روانا ڪري ڇڏيائون. جتن کان سواءِ متوئا، واڍا توڙي ڀاڙي ۾ وينل مينگهواڙ ڀاڻ سان ڀيڙا ڪيائون. پوءِ "لُوٽي" کان هليا ۽ "پٺاري" جي ويجهو اچي گس جهلي وينا ته جيئن ئي سنڌ وارا رهمڪي کان اچن ۽ هي مٿن حملو ڪن. رهمڪي بازار کان جيڪا واٽ لُوٽي ڏانهن ويندي هئي، ان تي رڻ کان پريان ڀهريون پِياٽو (ڀاٽي ڀيڻ جي منزل) پٺارو هو، جنهن تي مَنداڻي جت وينل هئا.

هي اڳواٽ جنگ جي تياري ڪري وينا هئا. جڏهن سنڌ وارا پريان روانا ٿيا ته هنن کي خبر پئي ته انهن ۾ ڪي ته دفتري منشي ۽ عملي جا ماڻهو آهن، باقي سپاهه ايترو گهڻو ڪونهي. جڏهن هو رڻ وارو پنڌ ڪيو اچي پٺاري جي اُترئين طرف رڻ جي ڪنڌي تي پهتا ته پٺاري ۾ ڀاٽي ڀيڻ ۽ ساهي ڪٽي اڳتي لُوٽي ڏانهن روانا ٿين ته هنن مڙسن دير ئي ڪانه ڪئي ۽ مٿن حملو ڪيائون، جنهن ۾ عارب منداڻي سامهون لُنڊ بروچ کي ماريو ۽ پاڻ به مئو ۽ شير عالياڻي ڪنياڻ کي ماريو ۽ پاڻ به مئو. ڪوسا جيڪي ڪنياڻ جي اناليِ ۾ هئا سي ميدان ۾ ڪين بيٺا. پر ڪنياڻ جي اڳواٽي ۾ لُنڊ ۽ ٻيا جيڪي مڙس هئا سي آخر تائين ميدان ۾ بيٺا ۽ جتن، متوئن، واڍن ۽مينگهواڙن مان گهڻن کي ماريائون. سنڌ جو باقي بچيل اٿالو لاشا ڪٺائي ڀوئٽي موٽيو. جتن ۽ ٻين کي ٻئي طرف ڪٺائي "ٻُرڪر جي تڙ" کان اُتر ۾ لوٽي جي تڙ" کان ڏکڻ دفن ڪيائون. بودلو شيهه به هن مقابلي ۾ ماريو. هو درويش قبيلي جو هو. سو هن مقام تي "شهيدن جو مقام" نالو پيو. چڱي جت هن جنگ تي بيت چيا جن مان جيڪي مالڪڏني فقير کي ياد هئا سي اسان لکيا ۽ هيٺ ڏجن ٿا.

1. ساراهيان سو ڏٽي جنهن جي وڏي وڏائي
"لاکاٽي" لُوٽي ۾ هدائي[1]
"مَتوُٽا" ان ماليات ۾ ڀيڙا هئا پائي[2]

---

[1] هدائي (بلوچڪي ٻولي جو اُچار) = خدائي. ڏٽي جا پيارا.

[2] ماليات = زمين ۽ پيدائش.

"جيوي" ڳالهه جتن ڪي سورهيه سڻائي
تہ اُپڙي تي اُتر ۾ ڪا بيليا بلوائي[1]
مانجهيا متان ڪا ڪريو ڪوجهي ڪمائي
تن مردن ميحون رتيون ڪُنني کير ڪائي[2]
هو نُهَرا نِوائي، راوتَ رکي اُپيا[3].

2. راوت رکي اُپيا سي لاڪاڻي لُوٽار
مهندان ڏنو مير ڪي قيصر شينهن قرار[4]
تہ: وک مَف ڪٽج وترَي هي آهن باروچاڻا پار
گس تي پُٽ گگهَيرين جا آهن پاري وڏا پار[5]
مر سٽي ڪيچ قنڌار، تہ مانجهي ميرن گڏيا.

3. مانجهي ميرن گڏيا مهندان ماهيا سانَهه
روت پچايائون رُڪ جا سي مرڪائي موتن خان[6]
هي دفتري ديوان، وجي ڏين سماچار سنڌ ڪي[7].

4. ڏين سماچار سنڌ ڪي، کهي ڪاڳَريا[8]
تہ: هي قيصر شينهن ڪاڇي جا، هو بروچ ئي بيا[9]
سورهيہ ڪندا سا، جا ڪي سويدار سنڌ سان [10].

(1) بيليا = اي بيليو، ساٿيو. بلوائي = پچار، چئوبول.
(2) ڪني = ڪن، ڪنڌر.
(3) نهرا ("ن" جي پيش سان. جتن جو اچار) = نـهرا، وڏن سڱن وارا ڏاڍا جوان. نوائي رکي اُپيا - تياري ڪري جنگ لاءِ اٿيا.
(4) قيصر شينهن = شير نالي جت. نک عاليائي، ياڙو مٽائي.
(5) پاري = ڳرا، وڏي همٿ وارا. پار = پاٽر.
(6) رڪ جا = ترارين جا. خان = سنڌ جي لشڪر جا اڳوان، سپهه سالار ڪنيار.
(7) دفتري ديوان = سرڪاري منشي جيڪي اڪثر هندو هئا ۽ ديوان سڏبا هئا ۽ جيڪي لشڪر سان ۽ لکپڙهه لاءِ گڏ هوندا هئا.
(8) ڪاڳريا = ڪاغذن وارا، دفتر رکندڙ.
(9) ڪاڇي جا = ڪڇ جا. هو بروچ = سنڌ وارا بيا بروچ.
(10) سويدار = ملڪ شير جا ڄڻ، جنهن لڙائي ڪئي پر آن نہ مڃي.

5. جا کي سوپدار سنڌ سان، اهڙيءَ منجهه آهين [1]
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾ تا ويتر وڌائين [2]
پڙتا پنجاهين جا مر ڳجان ڳوٺ ڳاهين [3]
راوت سڀ راهين، لاڪاڻي لوٺي ۾ [4]

6. لاڪاڻي لوٺي ۾ مڙيو مصلحتون ڪن
تہ: جوانا ڪو جواب ڏيو "ڪيئن وڙهيو سين ويرين!
لڄون، لڏون، لاڏڪا چڏيا ڪين پچن [5]
حرم ڪريو هلندا پهرو نہ پاسي تن [6]
نان وڙهي سين ويرين، سائو سوپارا تيو."

7. سائو سوپارا تيو، انهيءَ اهجاڻن
ڪُتا تي ڪونهر پٺاري پڙن [7]
آيو عارب ات هئا منجهان منڌائين [8]
ليٿائي رکيو لُنڊَ ڪي هائنگ پئي هئن [9]
مهندين لڳيون منهن ۾، جهليا پير پوين [10]
ڪوما ڪسي چريا، ڪنئي لوت لُندن [11]
جوشيءَ سان خانن، تن ڪُتي ڪٺڪ واريا.

8. ڪُتي ڪٺڪ واريا، پاونگ ڪوڙي پير [12]
هڪڙيون شيرون شاه بدين تان، پيو شيرون مٿان شير

---

(1) اهڙي منجهہ = اهڙي رتا ۾.
(2) وڌائين = رٿ ڪي وڏو ڪن.
(3) پڙتا = پلٽا. جنگ ۾ ڪيڏون. پنجاهين جا = اهي جيڪي جنگ ۾ اڪيلا پنجاهن جا مٽ. ڳجان = ڳوٺ. ڳاهين = ورائي ورائي بيان ڪن.
(4) راهين = جنگ جي فصل جون راهون ڪن.
(5) چڏيا = پوئتي گهرن ۾ چڏيا.
(6) زالن کي اڳتي هلندو روانو ڪريو ۽ انهن سان پهريدار مڙس موڪليو.
(7) ڪتا تي ڪونهر = هنن اچي ڪوهر (پاڻي لاءِ) ڪوٽايا. پٺاري = پٺاري وٺ. پڙن = پڙ مڙسن.
(8) عارب "منڌائي" جتن جي پاڙي مان.
(9) هاٿنگ = پهلوان (عارب).
(10) اڳين کي جو تراريون لڳيون تہ پويان بيهي رهيا.
(11) کي چريا = ميدان مان ڪسڪي ويا. لوت = ڏڙ اُن لنڊ جو.
(12) پاونگ = پهلوان جيڪو پڙ ڪري بيهي وڙهي. شيرون = چيرون فتح جون. شاه بدين (مهاب دين) = بدين جي ولي کي.

پھريـن شـرم شـهيد ڪـري، پـوءِ پريـائين پيـر [1]
ڪنـي سـاڻ ڪتيـاڻ ڪـي ڍڳ ڪيـائين ڍيـر [2]
سڀجو ڏيهہ سـانڪي ٿيـو، شـال ڏنـو جـو شـير [3]
هن جهوري مـتَ جهُـوڙير، وجي اڳيون ڪـر اجاريو [4]
9. آيـو بودلـو اُسـري، تتـي تيـڏيءَ وار [5]

..................................................

..................................................

جـن پيتـي شـاهہ شيرن جـي سـي چـُريا ڪيـن چمـار [6]
متـي شـرم مـاهو ٿيـا مـري مينگهـواڙ [7]
واڍيُ پنهنجـي وار، ات مـري تنهـن ملهـائي.

---

(1) شرم شهيد ڪري = پنهنجي زال نالي "سڪان" کي ماري. پوءِ پريائين پر = پوءِ اچي جنگ ۾ پيئو.

(2) ڪتياڻ = سنڌ جي لشڪر جو سپهہ سالار.

(3) سانڪي ٿيو = ساڪي ٿيو، شاهد ٿيو. شال ڏيو = چال ڏنو. ڪڏي اچي ترار هنئي. شير = شير مثاثي جت.

(4) جهوري = زخمي ڪري، ماري. مت = پنهنجي مٽ ڪي. آڏو مقابلي ڪندڙ کي. جهوڙير = جهوڙي وارو. وڏي پٽڪي وارو. وڏي تري وارو (ڪتيان). اڳيون ڪر = اڳ وارو بڻ. سندس پنهنجو ڏاڏو نبهدو، جيڪو اڳ "چاٿي" واري جنگ ۾ بتال ٿيو هو ۽ نہ وڙهيو هو.

(5) بودلو = "بودلو" نالي جتن جي "شيهہ" ( = شيخ. يعني فاقيري ۽ درويش) پاڙي مان.

(6) شاهہ = چاهہ. لسي. شيرن جي = جتن جي. چمار = مينگهواڙ.

(7) متي شرم = سندن ننگن تي. ماهو ٿيا = وڙهندي وڙهندي مارجي ويا. واڍي (اسم جنس طور "واڍو" لاءِ آندل) = واڍا جيڪي جتن طرفان وڙهيا.

# 11. مير ٿاري خان جي جنگ[1]

هيءَ جنگ ذوالحج مهيني سن 1218هه (1803ع) ۾ لڳي. هڪ طرف ميرپور خاص جو حڪمران مير ٿارو خان ۽ سندس سپاهه هو ته ٻئي طرف حيدرآباد طرفان مير محمد خان ۽ سندس سپاهه هو. هن جنگ لاءِ ڪو خاص سبب ڪونه هو. ميرپور خاص جي طرف وارن مرين ۽ حيدرآباد جي طرف وارن لغارين ٿوري جهيڙي کي وڏائي وڏو ڪيو. مير ٿارو خان بروقت موجود ڪونه هو، ۽ پنهنجين ڪيٽين ۾ هو. جي هتي هجي ها ته ايڏو ممڻ نه مچي ها. ڪيس خبر تڏهن ملي جڏهن طرفدار قبيلا جنگ لاءِ تيار ٿي ويا هئا.

سهراب فقير چارڻ جو ان وقت جو وڏو داناءُ سگهڙ هو، تنهن پنهنجن منظوم بندن ۾ هن جنگ جو سمان چِٽيو آهي ۽ جنگ ۾ جيڪي بهادر وڙهيا ۽ ماريا، تن جا نالا ونئي ڪين ڳايو آهي. سگهڙ سهراب جا اهي منظوم بند "جنگنامي" جي نظم جو هڪ انوکو ۽ اعليٰ مثال آهن.

قــادر قــدرت جــو ڌڻــي، راز رب جبــار
خــاوند خــالق خلــق جــو، آ قدرتــي ڪلتــار
جنهــن جــوڙي راس جهــان ڪيــو، درس ڪــري ديــدار
خــاصو خلقيــائين خلــق ۾ نـُـور نبــي نــروار
ســو شــفاعت ســاڻين ڪنــدو، امــت تــي اظهــار
ٻيــو علــي شــاهه ســخي چــوان، ديــن ســندو دهــوار
تـَـنهين جــي تعريــف جــو شــرح ناهــه شمــار
حيــدر حمــايت ڪــري ڏنــي ســنڌ ميــرن کــي مختيــار
ســي ســپ جـُـڙيا ســنڌ ۾، عــامن ســندو ســينگار
بيحــد بلوچــن ڪيــو، تــي قــابلن قــرار
تــن دزد مــارائي ديــس مٿــون، ڪــڍيا چــور چڪــار
امــن ۽ امــانت جــو آهــي بــانڪن مٿــي بــار

[1] سهراب فقير جو هن جنگ بابت هي منظوم بيان، اسان ميان دين محمد چارڻ (دادو) جي معرفت ڪمن فقير چارڻ کان ٻڌو ۽ قلمبند ڪيو.

پر فائق مير فتح علي هو سنڌ جو صاحبدار
جنهن جو وڄندو هو ويرن سر نوبت نت نقار
رڪندو هو راوت سو سندو شوق شڪار
سو هاٿڪ هزارن سان چڙهندو هو دولهه دل سينگار
تنهن جي تڪ ترار ڪٿون تي ڪنبيو ڪيچ قنڌار
جنهن جو داٻ دهلي تٿون نه لٿو. ڪابل ناهه قرار
جيسلمير ۽ جوڌپور، هوڏانهن ڪـَر هالار
پيو پـُـڄ پڄٽيءَ اُتي، ڏر وڏو ڏهڪار
مبني مڏئي ملڪ ۾، ناميو تيونروار
تنهن جو گونجو گنداواءَ تي دارُو ڏنڌ آنڌار
تنهن جا سوين سلامي هٿا. سهراب چٽي سئووار
جنهن جو ايڏو هو اختيار، سو راوت رب رضا رسيو.

---

هاٿي سن بارهن سٺو ذوالحج ماهه ارڙهن ورهيه اظهاري
غازي مير غلام علي کي، صاحب سنڌ ڏني سرداري
شير سلامت تخت تنهين جو. بخت بلند تيو بسياري
زابر زور زبر سان ظاهر. مير مسَند منصبداري
ڪوبي سانَ ڪرامت قائم. عارف اعليٰ ٿيو اظهاري
ڪر معليٰ تي ڪرم الله جو. جسوَت جنگ سندو جهونجهاري
شان شعور شناخت سورهيه. ڪوبہ قابل ڪلانداري
مير مراد علي مـَرڪي ساڃر. صاحب سخن سچاري
پير سڌير بهادر بانڪو. لڇپت لائق لطفداري
تاءَ ترار تنهين جو ثابت. نام بلند تيو نرواري
جنهن جو لشڪر آهي جوانو. سنڌ سرو ۾ سنگت ساري
هوڏانهن نارو مير موچارو. مرڪي جسوت جوڙ وڏي جنساري
سو اڙبنگ ارٺل، سرجو سورهيه. ڪوبو، ڪلي قرب قراري
تن گڏ سنڌ جو شان وڌايو. همت ڪئي هوشياري
تيز تني جا نائب نهڙا. لائق خان لغاري

اُتْ ڏسي تن ڏائي ڇڏي جنهن تي ول جني ويچاري
مري مڳ هئا ميرن جا ديريدار اتي دهواري
تن سڏائي سوگهو ڪاريو، ساڻ حڪومت حڪمداري
تڏهن بيلي بول ڪيو بولائي، ڏانهينءَ ڏانهن پسي پوڪاري
تڏهن لغاري لائق هليا، وير ڇڏائڻ تنهن ڪي واري
اَولاپيَا اُتي سي انڪي. تن سرواهن ڪئي سٽڪاري
مري مڳ وڏائون ماري، ڪڙڪي ڪونڌ هنيس ڪاپاري
هن پيي هنيا هتيار هڪلْ سان، هاڙي ڦتي ڦٽ وڏا ڦيڪاري
هڪ ڦٽيو ماري پڻ ماريو. اجل آهي جني اختياري
هيڏانهن مَرين وجي ڪيو ميڙو، هوڏانهن واهر لغارين واري
جنگ ڪنداسون جُوڌئون جوڙي، ڏات جني ڪي ڏاتر ڏياري
جني آ اهڙي اختياري، سي مر سوپ گتي سرها تين.

—

ڪوسي هيءَ خبر، وجي ڏانهن ڏياري ديري تي[1]

.........

خط پرواني خوب تي نامئي ڪئي بـ نظر
تَنهين ترت تيار ڪيا، سڏي سپ سڪر
تن ڪي چاڙهيون تو چوي گوئي هيءَ گفتر:
تـ ارڏا اڳيئون اتَوَ پير بلوچ بشر
تن سان تلوارن جا ڪجو ڪُونڌَ ڦهر
سي مرڪي مرد چڙهي هليا لائق سان لشڪر
تن اچي غازي خان لغاري سان ڪيا هل هنگام حشر
هي پيي سپ سچا هئا سارڏو. گل گوئي گوهر[2]
تن ڪيو ماڳ مقابلو. تيو سُنچو منجهہ شهر

---

[1] هن سٽ ڪان پوءِ ڪي سٽون ڪٽل آهن. جن موجب اندران ڪوٽ مان ڪنهن معزز يا مير صاحب جي ڪنهن ڪاردار ڏانهن سفارش جو خط مليو. ڪوسي اهو خط پهچايو. اهيءَ لڪيل خط تي نامئي نظر ڪئي. بهرحال مير نارو خان ان وقت موجود نہ هو.

[2] سارڏو = شينهن.

ٿيا سَٽ ڦَٽ سرواهن جا، ڪڙڪيا ڪونڌ ڪپر
هيڏانهن نوَ ماريا نرمل، هوڏنهن بارهن ٿيا باهر
جن ڦهہ ڦهہ ڦهڪا ٿي وڌا، چَهڪا ساڻ چَڪر
سي موتي مارائي ويا، جدا ٿين جگر
جن ڪي ڏات ڏني ڏاتر، سي مر سوپ ڪَٽي سرها ٿين.

---

تڏهن لکي خاص خبر، هن "مير ناري" ڏانهن موڪلي [1]
تان قابل ڪرهہ نہ ڪجي، ساڃا سڻ ڪ سَپر
اها مصلحت اتئي مچ تون، عقلئون اڪابر
جي پائر ڏيو پائن جو، تن ڪي ڪرهين ناهہ ڪٿر
هوند ماري ملڪ منانجي، پرائو پرڏر
اها سڌ سکر، جوڙ اتئي بہ جنگ جو.

---

واهہ بُڌي تنهن وير، وهندو ورائي مُڪو [2]
تہ جودئون انهي جنگ جي، ترت اتم تدبير
جيئري جنگ جي جڳهئون، ڪين ورندس وير
تون تان پرمل پيڙهين جو، سڻ صاحب مير سڌير
آءُ بہ بَچيندس تير، جيڪي جوان آيا سر جنگ جي.

---

هاٿي ميرن ميڙ موٽائي، قابل ڪٽڪ ڪا ڪونائي
ظاهر مير چڙهيو سر لشڪر پنهنجو پاڻ پيو مرڪائي
سانچو سَروَ صنوبر سورهيہ، سوار پيادا چوڪس چائي
فائق فقيرو ساڻ فقيرن سنمک سپ سپاهہ سڏائي
"چتو" چوهٺون هليو چٽڪي، نال هليو هو نام لڪائي
گوهر "گنوهر" چڙهيو تت غازي، "راوت رڏ" هليو رنگ لائي
هڪ سهڻو بيو سِرجو سورهيہ، ڪوپو ڪسٽئون ڪَنوَت ڪڏائي

---

(1) مير ناري خان کي حيدرآباد طرف جي مير محمود خان جي مصلحت.
(2) مير ناري خان جو جواب.

سپ سوار سنگت جا سبز سان، دولهہ دَل چڙهن دل لائي
منزل منزل ساڻن ميڙا، ڪاءِ ڪَرن ڪَيڪان ڪڏائي
هڪ ٻئي کي هو چون حقيقت، مڙس تجو ميدان مَچائي
ان جيها افضل ايماني، ڀهڳڻ ٻول چڙهن ٻولائي
جود منجهان جنگ اتي جوڙي، نر ڪيا نخرا ناز نچائي
نيلا نيزن سان نرمانا، تازي هليا تيز تپائي
سرخ سنجاف سينگاري سورهيہ، برچا پنج ڪلياڻ ٻُڙائي
ڪِٽ ڪميت وَهن تت ڪاچي، سرخ سفيد سَمنَد سڏائي
پور بوراق چوٽون بلخي. عربي اَبلق اسپ اُنائي
تُرنگ اتي طاوسي تُرڪي. مُشڪي مردن ڪنيا مچائي
ثابت سنج سي ڪي سهڻا، پاڻ چڙهيا پوشاڪون پائي
تن پوشاڪون ڪهڙيون پهريون، جلمل هول ڪنگول هلائي
پَستو، بيرم، بجوا اسري، صاف صفاف ٻڌن سانباني(1)
پيچٽون پيچ وجهن سر پڳئين، پٽڪا پٽ ٻَڌن پهرائي
زري ظاهر ڪن زرينا. لونگيون لعل ڪُرن لٽڪائي
گنديون گلبدن جون گهَريون، سرسيون پانيون تن سباٽي
ڪيمخابون تت ڪَرن ڪليلا. مرد متي ڪن مَغزي لائي
املايا اطلس عنبر سان. ريزه راز ربا رنگ لائي
سون رتيون سَرياٽون سونهن، هال رتيون هالار هوائي
تاس ڏڪيو سر پائن طُرا، جود ڪرڻ ۾ جنگ جڳائي
ملتاني مردانيون چيٽون، چنيون ڏڪيون تن چُوندائي
واهہ بنات ڏڪائن ڏالين، بيحد بخمل ساڻ بنائي
ڪلنگيون ڪوڏ ٻَڌيون سر ڪوپن، سُوسيون سرخ سبز سڏائي
ڪان ڪمان هٿن ڪانوتا. مرد چڙهيا سي موزا پائي
هندين هار ٻڌا تن هاڙهن. سون سروپاٽون سبائي (2)
سرس صقيلان لعل لهورو. چيلهن ٻڌيون تن چوچائي

(1) اصل ائين.
(2) اصل ائين.

مِـصريون موڪ ڪنيون متوالن. اصفهاني عرق اڙائـي
جمدر جوڙ ڪيون جوانن. پـختا پـڙ پولاد پچائي [1]
تت تلواريون ذات بذاتيـون. جونهـردار جـُـفت جڙائـي
هٿنداسين هاڙهن کي هيڪر. ڪـلي منجهه ڪيي ڪڙڪائي
تن ڪنيون بندوقون بهت بداريون چڙيون چوٽ ڪيون چٽڪائي
شَشڪانيون ۽ شير - دَهانيون. رميون راز هٿن رنگ لائي [2]
مُهڻيون جُهڻيون ڪُهڻيون قابو. وڏ ڦڙو جٺن مينهن وسائي [3]
بل بلوچ بهادر بانڪا. چليا سي سپ ڪستئون ڪاهي
جلد جمالي جنگ جهونجهاري. مـري هليا مچ مچائي
نظامـاڻي ناميا نرمـل. چـل ڪـري هليـا چـل چتـائي
پڙ باڪراڻي ڪن پـُلڪارون. جود جاداڻن جس جڳائي
واهه لغارن ڪيون للڪارون. پورا پوندا پاڻ پچائي
ڪَرن ڪاه ڪلوئي قابل. چاڪ چڙهيا سپ چونڪ چتائي
واهه ڪليري وير وڙهڻ جا. جعفر ڪي مر جس جڳائي
نوحاڻي سپ ناميا ناطق. چڙهيا چوُرنگ چستئون چائي
ڪيل ڪنياڻ اتي ڪن خاصا. ڪُهاوڙ ڪَنو خوب ڪـنوائي
کورڪاڻي سپ خان ڪني جا. شوقئون آيا شور چتائي
جلالاڻـي جـوان جنـگ ۾. آڙن آيـا سـي بـه اُنـائي
پـل بلـوچ پيرڳڙي بانڪا. جوان آيا تت جهـَرڪا لائـي
چانديا. لـُنڊ. لشاري لائن رنـد رمت ات رس رهائي
ڪُڻاڻي بـُوهـَڙ بـَـچايون. دَل مـَـلهن سپ ديميون لائـي
گڏ گوپانگ گاڏهي غازي. مگسي آيا مولهه ملهائي
جَت جوتي سي جوان جنگ ۾. پـَـتي آيا پڙڪا لائـي
ڪَليرن ڪاهه ڪئي تت ڪڙڪي. جويا جوان رکن جلدائـي
بانڪا سي بـوزدار بهـادر. نـونَ لهنـگ اُمنگ اُنـائي

[1] اصل. همدرد جوڙ ڪيون.
[2] بندوقن جا نالا.
[3] ترارين جون صنفتون.

مَلوڪاٽي مرد مٿيرا، سوڍا سنگت ساڻ سوائي[1]
ڪوسا خان اتي مرڪيلن، نيزا هڻندا نر نچائي
هي سڀ اڙد اُنايو اچن، ڌهه ڌهه ڏيميون درس ڏيائي[2]
تن ڪاري تي منزل قابو، وڏي ڪلي تي ڪاهه ڪڏائي
مير ناري جو ملڪ مَناڙي، ترت وڏو تن طنبو لاهي
مير محمود مردانو آيو، نر آيو نَريان نچائي[3]
سانچو صاحب سوڏو سورهيه، چڙهيو هراسان چت لائي[4]
ٻيِر سُڌير بهادر بانڪو، اَڙَن آيو سو ٻه اُنائي
مير اچي ات مصلحت ڪئي تان ديرو وجهو درس ڏيائي
هاتڪ ڏي تا چوڻ هَلايون، راوت راز رڪو رنگ لائي:(5)
"پانهه آ پرچاءَ موچارو، وڙهڻ واٽ اسان تو ناهي
سمجهه صحيح ڪر مير موچارا، جنگ اسان کي تو نه جڳائي"
تڏ ڏنو جواب جوانا جسوت، نارو مير چڙهيو نهڪائي
تنهن سان خان هٿا سڀ چڙهيا، چورنگ چستئون چائي
سڀ جوان هٿا سي سورهيه، اچن چاهه منجهئون چارائي
عبدالله خان احمد خان آيا، بانڪا پائر سي پڙڪائي
نهال خان چوهٿون آٽن، آڙن آيا سو ٻه اُنائي
سجاول مري مگ ميلي، سرس صقيلن ساڻ ستائي
لال خان فتح خان لائق، مري آيا مولهه ملهائي
صوبدار لغاري آيو لائق، مَلهيو پاڻ وڙهيو مرڪائي
سعد خان پرڳڙي بانڪو، جوان آيو تت جهَڙڪا لائي
ڏتو جمالي جوان جُنگن ۾، پيارو پاڻ وڙهيو پرچائي
پيا پيي سوين سپاهه وڙهي ڪن وارا، جهڪاجهڪ ڪرن جهڪائي
خدمتگار هٿا نِي خاصا، آيا سي اڻ موٽ اُنائي

---

[1] شايد صحيح ملوخاڻي.
[2] هي سڀ = مير محمد خان سان گڏ حيدرآباد طرفان.
[3] نريان = نر گهوڙو.
[4] اصل ائين (؟)
[5] هاتڪ ڏي = حاذق ڏي. يعني مير ناري خان ڏي جيڪو وڏو سياڻو آهي.

وَنکا وير آيا تت وهلئون، گوني وينا گاجون لائي
ونـي شينهن اڇي آڙ وينو، ترتئون تير تفنگون تائي
هيجان هيڏانهن ڇيو هلائن، اڳيئون مير ڇڏي موٽائي
آڙن منجهہ آسر جو اُسري، بينا بانڪا توفون تائي
ماري مڙس وڏا تنهن مانجهي، دهرا دس هنيا دس لائي.

—

تڏ مير محمود بـڏا تت مورچا، ڦري آيس فوجون لاهي
ظاهر يي تڙ پيڙ تني کي، پيس پڇاڙي سو پريائي
ورنهہ وير وڙهيو تت وَهندو، کيهر کسنئون آيس ڪاهي
اُتلي پيو ات طاهر اَتکي، ڇهہ ڇهہ ڪن اتي ڇهڪائي
مور مقابل ٿيا ات مرکي، وَهندو واهہ وڙهيو ونگ پائي
ٿيا امام جوان جنگن جا، کوکر خان وڙهيا کونسائي
چئي تکبير تني تت تيئين، لَٽ پَٽ لوهہ هٿن لک لائي
هک بئي کي سي هٿن هُميلان، لاشا لعل وجهن ليٿائي
ناري ناهہ وڏا تي نهکا، ڳوڏن ڳاهہ بڏا تت ڳاهي
واهہ هٿن جو مورچو مِلين، لَڙن پِڙن اُت لحظا لاهي
چئو چارڻ تون تن جون صفتون، سيڪنهن سورهيہ سچ سهائي.

-

ديمي درس ٿيا دود ستا، کليون کڙڳ وهاون خستا
ماريوَمٽ وهاوَن مَستا، راوت رک بڏا تت رستا
کُڙها کلي پون کاهيُون
طاهر خان کيون بہ طفيلان، کوسي کڙڳ هٿي کيون کيلان
زنگ وڏي پيو زرهان زيلان، پڙ ۾ پتنگ پيون کن پيلان
ماري اُت وجي منهن کايون
طاهر تيز وڙهيو تت تائوَ، غازي گڏ کري تت گهائو
وير وساڻ صَقيلَن سائو، بير بهادر جنگ جنبائو
اَرڏو اڏ کري اُتلايون.

واھ وڙھڻ جا جنھن ڪيا وارا، ڇھڪا ڇاھ وڏا تن چارا
سندس سپاھي سي سوپارا، ڪڙڪي ڪُونڌ ڪٽن ڪپارا
وھنـــــدو وڍ وجھـــــن وھـــــايون.
دانھ درس ھٽن دو دستي، ڪوپو ڪپي ڪيھر ڪَستي
ھُوڪ ھنئي تنھن ھاڙھي ھستي، ماري مَٿ مناون مستي
تـــائو تيـــز وڙھيـــو ھـــو تـــايون.
گوھر گنوھر چڙھيو غازي، سَٿ ڪُٽ سيف صقيلن سازي
بيـر بندوقـن سـان ڪئـي بـازي، اَرڏو اُلٽ وڙھيـو اغمـازي
عـــارف اڙٻنـــگ پيـــو انـــايون.
جسوَت جلد وڙھيو تت جائي، ڪنا ڪڙڳ ويس تت ڪائي
سـر شـھيدن مـوت لڪـائي، وڙھـي ورنھـ وڪ وڏائـي
رڻ ۾ رڏ رھـــي ڪـــن رايـــُـــون.
جوان وڙھيـو تـت جھڙڪـا لائـي، اڳ ۾ اڙٻنـگ ويـو اُنـائي
پيـو پتنـگ جـان پاڻ جلائـي، بـانڪو ھشـت بھشـت سڏائي
نـاميو نيڪـي ويـو نباھيـُـون.
غـازي خـان مـري موچـارو، وجـن سـاڻ وڙھـي ڪيـائين وارو
سـر صقيلـن جـو سـتڪارو، ڇھڪـو چسـت ٽيـو چـوڏارو
ورنھـ واھـ وڙھيـو وڪ وارو، غـازي گـڏي تنـي ڪـي گھـايو
ڪونـڌ مڙئـي اُت ڇھـ ڇھڪايـُـون
عـارف عقـل سـاڻ اَلايـون، مـري مـرد وڙھيـو مرڪـايون
غـازي خـان تنھـن تـي گھـايون، سـھڻو شـير شـھادت پـايون
جعفـر خـان ڪليـريءَ ڪاھيو، نمڪ جـو جنھـن ننـگ ملھـايو
پرتئون پيـر اڳيئون تـي پـايو، ڇَـھڪو چُـست ھٽـي ڇھڪـايو
ورنھـــ واھـــ وڙھـــي وڏ گھـــايون.
ڪيھر ڪونڌ اُتي تي ڪُـنا، بـارا بھـل وجھـون تنھـن ٻنـا
نامئي نسنگ ھنئون لڪ لٽيا، چستئون چست اتي تي چٽا
مـــڙي ڪليـــري پـــاڻ ملھـــايون.

ميهر شاهه مهايون مارو، ڏوڪن ڏار وجهيو تن ڏارو
نامي نيڪيءَ ننگ نهاريو، اڳ ۾ اڙٻنگ ويو انايون.
ڪوڪر خان وڙهيا تت خاصا، سورهيه شير ڪَٽِن شاباس
رڻ ۾ رت پريا تن پاسا، جن مقابل هنيو مُهايون.
بيڙو ٻول وڙهيو ٻولائي، نهرو ناميو نسنگ نوائي
ٻهادر ٻان نشان ٻجائي، ميل وڙهيا ات مچ مچائي
رڻ ۾ ريلا پاڻ رچايُون.
رتو راض وڙهيو رنگ لائي، ڪيهر ڪست منجهئون پيو ڪاهي
فوجون ڦاڙ وجهي ڦهڪائي، ڇَتو چوهه هليو چمڪائي
مگ وڙهيا سي پاڻ مرڪايُون.
فتح خان اُتي ڦهڪايون، ڪوپي ڪونڌ اتي ڪڙڪايون
مصريون مگ هنيون ٻه - مُنهايون، لاشا لال وجهن ليٽايون
ستا شير شهادت پايُون.
ونگ ونگارو وهنگ وهائي، شير شمشيرون ڪوپو ڪاهي
تنهن کي نپ ڪيا تنهن ناهي، ڪنا ڪوڪر پيا ڪِنوائي
واهه وجهن سي جلد جلايُون.
ڪو پر ڪڙڳ جتان اُت ڪٽن، ٻارا ٻهل وجهون جت پٽن
ناميا نسنگ هنيو لک لٽن، چورنگ چست اتي تا چُٽن
دُهرا دست هٽن دٻايون.
ڪمال خان ڪليري ڪڙڪيو، سورهيه سيفن سان تي سرڪيو
اٽڪيون اڏ ڪيون تي اڙڪيو، غلام الله ملوتت مَرڪيو
جهور جهڪور ڪنگور ڪڙڪيو، تائو تيز وڙهيو تت تايون.
جهان خان جوان لغاري، جلمل جن ڪنيا جونجهناري
جهڪا چوڪس ڪري چوڏاري، ڪپي هول ڪنگول هزاري
ڪُوپو ڪَره ڪلي م ڪاهيون.
خيري خان ڪيا تت سٽڪا، لغاري لايا چوڪس چٽڪا
ڦهه تي ڦهه وڏا تنهن ڦٽڪا، لوهو لعل ڪيا تت لٽڪا
شير شهيد ڪيو سر سهيون.

وھہ وھہ واھہ وڙھي ڪن وارا، ڪَتن سَتن ڪونڌ قرارا
ماريو وڃن موت نقارا، ڪونڌ ڪُنا تت قرب قرار
جودئون جود وڙھيا جنگ لايون.
واھہ ولي محمد جت وڙھيو، جنگ ۾ جوان غازي تت گھڙيو
ڦھہ ڦھہ ڦيھہ وجھي وڏ - ڦڙيو، مَتومَت مَتن ڪي مڙيو
بيحد باز بندوقين لڙيو، نامي لحظي ڪيون لڙايون.
لائي لغاري ڪيا وھہ وارا، غلام الله وڏا گلزارا
وڏا شير تتي سٽڪارا، دتگ ڪپي ڪيا تنھن ڏڏڪارا
غازي گھوٽ وجي تت گھايُون.
شير وڙھيو سھراب سوائي، جنھين جوھر خوب کنوائي
راوت رِڏ تيا رڻ وائي، واھہ بُوھڙن خوب بَچايون.
عالم شاھہ سيد سويارو، وڃڻ ساڻ ڪيو جنھن وارو
سورھيہ صقيلن سان ڪيو وارو، محب مري تيو مڳ متارو
جنھن جواني جس جُڳايُون.
وڏو ڪرم علي رند ور وڏائي، ڪيھر ڪست منجھئون پيو ڪاھي
مھرا مَت ڪيون ڪِڳ ڪائي، ستو شير شھادت پائي
پيو پتنگ جان پاڻ جلايُون.
غلام علي مرزو رند حيدر، ھٺي ھتيار سچا تيا سَبر
ڪُھن ڪونڌ اتي تا ڪيھر، ونگا وير وجھن تا ويھر
ڇھڪا ڇھڪ وجھن ڇھڪارو، گل محمد، محمد خان مارو
تائن تيز ھنيو تڪرارو، وڏئون وَڏو ڪائن وارو
ڪڙڪيو ڪونڌ ڪٽن ڪاپارو، دانھن درس ھٺن دل لايون.
خيرو خان جمالي جنگي، ناھر نسنگ وڙھيو تت ننگي
راوت رت منجھئون تيو رنگي، ترت ترارن جي ڪئي تنگي
ڦٽڪا ڦاڙ وجھن ڦھڪايون.
اميد علي اتي اچي اٽڪيو، قابل ڪونڌ ڪپر جان ڪڙڪيو
سورھيہ سيفن سان جٺن سرڪيو، ھيبت ملھہ وڙھي تي مرڪيو
مصريون مرد ھٺن مونھايون.

حيات خان هٿو حَميلان، ڪوسي ڪڙڳ هٽي ڪيون ڪيلان
بهادر پٽ اتي ڪيون پيلان، محمد خان ٻڌا تت ميلان
ناميا نسنگ وجهن نہ نايُون.

جنگ جمالي جودئون جوڙن، مصريون ماڳ مُنهايون موڙن
ٽيڪان مار تتان اُت تـوڙن، ڪنان خان اتان اُت ڪوڙن
واهہ جمالي ڪن جلدايُون.

شير خان اَٽڪيو شير بهارو، َفتح خان وڏو ٿهڪارو
چاڪر دودي وڏو ڇهڪارو، سونو عرضي جيئو جهونجهارو
چاڳ وڙهيو تت ڇهڪا لايُون.

پيا ڪنياڻ اتي جنگ جوڙي، ڪنان خانن وڏا ڪوڙي
موسو مُنهين مور نہ موڙي، واهہ اسماعيل وڏو ولوڙي
قابل ڪوند وجهن ڪيرايون.

جوان خضر پيو جنگ ۾ جائي، جيري جوان وڙهي جنگ لائي
قوس ڪنياڻ خوب ڪنوائي، جن سُتوٽا ڪيون سرسايُون.
کهاوڙ ڪيل ڪيون اِت ڪيلان، زنگ چنان ۽ زرهان زيلان
پڙ ۾ پتنگ پئي ڪيون پيلان، تائو ترت ڪيون ٻہ تفيلان
لائق لذيون رڻ ۾ لائئون.

بهادر پيل ڪئي تنهن پيلي، هنيون تراريون مڳ جان ميلي
رڻ ۾ تڙقي پيو طفيلي، وڏو بندقن رڻ ۾ ريلي
جوان وڙهيا هوند جند جلايون.

عزت خان آيو ات اُسري، دانهہ دُرس وهائي دُسري
نامي نسنگ هنئي ات نسري، ماري موڪ هنئي ات مصري
مري موت پنهنجو مرڪايَون.

آدم خان ڪوپو پيو ڪاهي، اڙن ۾ اڙبنگ اُنائي
مري محراب وڙهيو مرڪائي، ستو شير شهادت پائي
سانچن ثابت هنيون سرواهيون.

مــري مــڳ هئــا مردانــا، خــاني خــان وڙهيــا وچ خانــا
جـــن لائـــق ســـرناما، مريـــد پـــٽ پيـــا پروانـــا
ڏوڪـــي ڏار وجهـــن تـــت ڏايـُــــون.

ڪاهہ فقيرو پيو واهہ واري، سنگت منجهہ هيو سو ٻاري
مصريون مڳ هنيون تنهن مـاري، دانهہ درس هيـو دلداري
ٻـانڪو پــڙ وڙهيــو پڙڪايـُــــون.

ڪوپـو ڪاهہ وڙهيـو تـت ڪـاهي، اڙن ۾ اڻ مـوٽ اُنـائي
قابل ڪونڌ هنيو ڪڙڪائي، جنهن ستوٽا ڪيون سرسايون.

پٺي آهہ ڏتـو پـڙ ٻـانڪو، دولهہ دسـت وڏو تنهـن ڏاڪـو
ست ڦٽ شير وڏو واهہ واڪو، جهڳ مڳ جوڙ جهڳوڙ جهڙاڪـو
وهنـــدو وجهـــي هـــن بـــ وهايـُــــون.

گـــل محمـــد مگسـي مـارو، ڏاتـــو ڏار وجهـــي تـــت ڏارو
نامي نمڪ جو ننگ پاريو، پتنگ وڙهيا پهچي پٽ پايـُـون.

جعفـر خـان ڪلوئـي آيـو، ٻـاگي ٻـائن ڪـي پڙڪـايو
سنگت فقيري ساڻ سوايو، سورهيہ سرند ڪيون سرسـايون.

سوين سپاهہ وڙهي ڪـن وارا، ڇهڪـا چاهہ وڏا تـن چـارا
شير وڙهيـا سـي سخن سچارا، رڻ رهيـا سـي رت وهـايون.

ٻيا جي پوءِ آيـا لڳي لاٽـي، سيڪو پنهنجو قدر سجاڻي
پير پنهنجا تو هرڪوئي ڄاڻي، کهڙي ڳالهہ ڪيان واڪاڻي
لڪـــامورن منهـــن لڪايـُــــــون.

نـاري ناهہ وڏا تنهـن نهڪـا، ڦٽي ڦـٽ وڏا تنهـن ڦهڪـا
چورنـگ چسـت وڏا تنهـن ڇهڪـا، آگي اڏ ڪيــن اُٽلايـون.

ڦهہ ڦهہ ڦاهہ جٽان ات ڦهڪـن، لاون لحظي دي وچ لهڪـن
چقمق چسـت چوڏاري ڇهڪـن، دلمـل دسـت دٻايون ڌهڪـن
ڪڙهـــ ڪلـي ۾ پـون ڪاهيـُــــون.

ڇهڪا ڦڪا تيا چوڏاري، ڪڙڪيون ڪان لڳن تت ڪاري
ڪونڌ ڪرن ات هفت هزاري، چُـتڪيا ٻـانَ اتـي پڙڪـاري
ڌهــرا دســت هٿـــن دٻايـــــون.

کهڳل ڪوچ ٿيو ڪيڏارو، دارون ڏنڌ ڪيو ڏنڌڪارو
رڻ ۾ رڏ وڙهي ڪن وارو، سورهيه سيفن سان سٽڪارو
ڇهڪا ڇهڪ وڄهن ڇهڪايون.
چئو سهراب تني جو وارو، پڙ ۾ پتنگ ڪرن پوڪارو
چُٽڪيا موت نقارا مارو، سورهيه ساڪ هٽي ڪن سارو
زنگ هٽن تت زور وهايَون.
زابر زهوان چاون زيلان، ڪَني ڪوڙ اتان ڪن ڪيلان
هاڙهِي مارن تت حميلان، رهه رهه ريج ٿيا تت ريلان
خانا خان وڄهن تت ڪايُون.
ڪوپر ڪَرنگهه جتان رت ڪٽن، بارا ٻهل جتان ات ٻٽن
ناميا نسنگ هنيو لڪ لتن، لت پت لال لهو ۾ ليٽن
ڪڙهه ڪلي ۾ پون ڪاهيُون.
جهان جهان جهور جهڪور جُنباوَن، ڪهه ڪهه ڪونڌ ڪيو ڪيرائن
وهه وهه وير اتان ورڪاون، ڪوپر ڪرپ ڪلنگ ڪيرايون.
دهه دهه دس هٽن سي دهرا، مَهه مَهه ملهه ٿيا تت مهرا
لايون لال ليڪن لهرا، غازي گل بدن تت گهرا
بيحد بانَ نشان بڇايون.
پڙڪيو باز ڏيون پلڪاري، ڪٽن سٽن ڪونڌ قراري
سر شهيدن موت پڪاري، مرڪي موڙ بدن مٽياري
جوان وڙهن جت جنگ جُنبايون.

---

ناري ڪئي ناهه. سا سيف صلاح، رتا رڻ ۾ راهه
ڇهڪيو وڄهن چاهه. اتي دلخواهه. ڪيل ڪيلن اتي خان خماري.
سندس جو سپاهه. وڙهيا اتي واهه. ڇهڪي اتيا چاهه
اتي دلخواهه. ڪيل ملنگ اتي امير انباري.
سي پاون هول. اتان ڪن ٻول. ڪپي ڪنگول
ڪوڏيا ڪن قول. جودئون وڙهيا نت جوان جونجهاري.
رڻ ۾ ڦٽيو رڏ. پيو تن سان گڏ. سورهيه ڪن سڏ

ماري پِجن هڏ، مير متن کندو کون مياري.
ڪلي ان ڪبير، چئي ڪبير، وڙهيا تت وير
لکين تقدير، مرن مهمير، جو ڪڙهه ڪلي ۾ پون ڦهاري.
دلو پڳو دت، رڻ ۾ ڏسي رت، اُتان چوڙيس ست
تيو بي همت، سوئي ڪائي يت، جي ٻاهر ٻڌاڪ هٽندو هو ڪراري.
اتي بچل جي شاهه، گهوڙي ڪئي ڪاهه، سا سيف صلاح
رميو اتي راهه، ميرن جو مياري.
هيڏنهن سپ شير، جي دل جا دلير، سيڪو سڏ ڪلير
ڪپيو ڪن ڊير، جو ڦهه ڦهه ڦاهه وجهن ڦهڪاري.
چڪاون چوٽ، اتان اڻ موٽ، ڪراون ڪوٽ
جوڙيو جنگ جوٽ، سي ڪونڌ قزاق هاتڪ هزاري.
وڙهيا جت واگهه، سي ڪونڌ قزاق، هاڙهي وجهن هاڪ
ڇهڪي وجهن چاڪ، سي سورهيه سخي سخن سچاري.
ڪن سورهن سينگار، گلي گُل هار، ڪنيو چڙ انار
جنگي گل جوان آڻن اختياري.
اتي اڙٻنگ، خاطو تہ ختنگ، پون پتنگ
وڙهيا پائي ونگ، ڪپن سن ڪلي ۾ ڦهاري.
ڊوڙي وڙهيا ڊوڙ، ڪني ڪيائون ڪوڙ
ٻڌائون موڙ، جُتا جنگ جوڙ، ڪٽي سوپ ساري.
ڪٽي جنگ جن، مٽيارا مرڪن، ڪپيا ڪُٺڪن
ڦٽيا ڦڙڪن، ڪلمون ڪهن، چٽي سنگت سوياري.

-----------

## 12. نوحاڻين جو جهان خان پرڳڙي تي حملو

نوحاڻين اهو حملو 5 محرم سن 1212هه ۾ جهان خان جي ڳوٺ ۾ سندس ڪوٽ (حويلي) تي ڪيو، جنهن ۾ جهان خان وڏي بهادري سان وڙهندي شهيد ٿيو.

اول جمالين ۽ نوحاڻين جو جهيڙو ٿيو، جنهن ۾ جمالي ڀڄي نہ سگهيا سو وڃي جهان خان پرڳڙي کي دانهيائون. جهان خان مير صاحب جو مامو هو. هوسڙيءَ واري جاگير سندس هئي، ۽ "جيوڻ شاهہ" جي تڪيي جي پرسان سندس حويلي ۽ ڪوٽ هو، پر وڏي ڳالهہ تہ جهان خان سرڪش ۽ سورهيہ مڙس هو. هر دانهيءَ جي دانهن اوتائيندو هو، ۽ هيڻن جي مدد ڪندي پرائي جهيڙي ۾ بہ گهڙي پوندو هو ۽ خود پاڻ ڌر ٿي بيهندو هو.

جمالين جا ماڻهو ماريل هئا، سو انهن جي پلاند لاءِ جهان خان جمالين کي ساڻ ڪري چڙهيو. نوحاڻين کي خبر پئجي وئي سو لشڪر گڏ ڪيائون. جهان خان اتان مڙيو جو گهڻا ماڻهو مرن ها. بلوچن جي ريت موجب، وير اوترو پاڙبو جيترو هوندو. نوحاڻين اوچتو مٿان پئي جمالين جا ٽي ماڻهو ماريا هئا، انهيءَ ڪري نوحاڻين سان بہ اوترو ئي پلاند ڪرڻو هو ۽ نہ وڌيڪ. اتي رکيي پرڳڙي، جهان خان کي خبر ڏني تہ بہ نوحاڻي پائر دُرو ۽ دولت فتح باغ وٽ جدا وينل آهن. پوءِ جهان خان اوڏاهين اٿليو، ۽ دُري ۽ دولت کي وڃي چتايائون تہ مڙس ٿيو جو وير پاڙڻ آيا آهيون. ان وقت وٽن ٻيڙي معرفاڻي چانديي جو پٽ مهمان هو. هي ٽيئي مڙس مقابلي لاءِ اٿيا پر مارجي ويا. مڙسن جي ميار رکيي پرڳڙي تي رهي جو جُوٽي (چغلي) ڪنيائين. دُرو ۽ دولت ٻئي رامين (پٽ جَلوَ جو) غلاماڻي جا سوٽ هئا، پر ڪاوڙجي وڃي فتح باغ وينا هئا. رکيي پرڳڙي جي ساڻن سنگت هئي، پر هن ڪين خاطري ڏني هئي تہ جمالين جي پاران سندن وار بہ ونگو نہ ٿيندو.

دُري ۽ دولت جي مارجڻ تي نوحاڻي اچي تتا تہ جمالين بدران هاڻي سنئون سڌو جهان خان کان وير وٺنداسون. نوحاڻي گهڻا حيدرآباد جي لشڪر ۾ هئا، ٻيا مير صاحبن جي نوڪريءَ ۾ هئا. رامين خان خود مير صاحب جي حاضري ۾ هو. تنهن دانهن ڪئي تہ جهان خان جمالين جي جهيڙي ۾ پئي اسان جا مڙس ماريا آهن. هاڻي اسان جو مقابلو سنئون سڌو جهان خان سان آهي.

ميرن جو دستور هو جو راڄداري فيصلو ڪندا هئا ۽ راڄن ڪي پاڻ ۾ وڙهڻ نہ ڏيندا هئا. سو راميڻ ڪي منع ڪيائين، ۽ چيائين تہ عيدالضحيٰ گذري تہ فيصلو ڪنداسون.

عيدالضحيٰ اچڻ واري هئي جو مير صاحب جا نوحاڻي نوڪر ۽ سپاهہ موڪل وٺي ڳوٺ روانا ٿيا. پر راميڻ جو رخ ڏسي مير صاحب ڪيس پاڻ وٽ جهلي ڇڏيو. ٻئي طرف جهان خان ڏانهن ماڻهو موڪليائين تہ ٻنهي کي روبرو ڪري فيصلي لاءِ تاريخ مقرر ڪجي. جهان خان آيو تہ راميڻ اڳ ۾ ئي ڪچهري ۾ مير صاحب آڏو ويٺو هو. ۽ جهان خان کي ڏسي مُڇن تي هٿ هنيائين. تڏهن مير صاحب گهور وجهي ڏانهس نهاريو. جهان خان بہ تورو ويهي اٿيو ۽ فيصلي لاءِ چيائين تہ جڏهن ٿيو تڏهن ڏسنداسون. تنهن تي مير صاحب کيس آگاهہ ڪيو تہ: تيستائين پنهنجو خيال رکج، متان نوحاڻي توسان پلئہ ڪن. جهان خان ارڏو مڙس هو، تنهن راميڻ ڏي نهاري چيو تہ: ريدڙ کهڙو پلئہ ڪندا. اتي راميڻ ٽپ ڏيئي ٿيو ۽ هوڏانهن جهان خان ترار ڪڍي، پر مير صاحب وچ ۾ پئي جهليو. پر جهان خان جا ٻانهن ورائي تہ مير صاحب جو تاج ڪري پيو. مير صاحب انهيءَ ڏينهن توڙي ٻئي ڏينهن غم ۾ ويٺو رهيو. ۽ راميڻ بہ پوءِ ٻگهار وٺي عيد لاءِ موڪلائي روانو ٿيو.

راميڻ جو ميرصاحب کي غم ۾ ڏٺو سو پانيائين تہ جهان خان کان ناراض آهي. هي جو چڙهيو تہ پنهنجي ڳوٺ ڪونہ ويو. ۽ سڌو آيو "ڪنگوري" لڳ هيسب خان وٽ، جيڪو ان وقت نوحاڻين جو پڳدار هو. هن ماڻهو موڪليا ۽ سڀ نوحاڻي اچي گڏ ٿيا. پوءِ خود جهان خان کان پلئہ وٺڻ جو فيصلو ڪيائون ۽ ان لاءِ سنبت ڪيائون. هڪ سؤ مڙس نوتڪ خان سنجراڻي (نوحاڻين جو پاڙو) سان حيدرآباد روانا ٿيا تہ جي جهان خان اتي عيد جي ڏينهن اچي تہ مارينس. باقي ٻيا مڙس غلاماڻي، هيسباڻي، سرياڻي ۽ سنجراڻي پاڙن مان راميڻ ۽ هوت خان جي اڳواڻي هيٺ جهان خان جي ڳوٺ تي ويا.

بروچن جي جنگ جي رسم هئي تہ ٻولائي وڙهن. سو ٻهرياٿين جهان خان جي ڳوٺ جو گهورڙيو واڻيو تنهن کي ٻاهران ڦري اُماڻيائون ۽ چيائونس تہ: اسين نوحاڻي آهيون. وڃي جهان خان کي دانهن ڏي ۽ ٻڌاءِ تہ اسين سندس مهمان آهيون. واڻيو دانهن ڪڻي ويو ۽ جيئن چيائون تيئن وڃي چيائين. پر

جهان خان هن جي ڳالهه کن ٺي ڪانہ لاٺي. پوءِ نوحاڻين نارو چانڊيي (ٻيڙي معرفاڻي جي پٽ کي جنهن جو پاءُ ڏُري ۽ دولت سان گڏ ماريو هو، ۽ جيڪو پاءُ جي وير وٺڻ لاءِ نوحاڻين سان گڏجي آيو هو) کي چاري ڪري موڪليو تہ جهان خان کي ڏسي اچي تہ ڪتي آهي ۽ ڪوٽ ۾ اندر ٽپڻ جي واهہ جانچي اچي. هي جو اچي ڪوٽ جي چوڌاري ڦريو تہ ڪيس جهلي وڌائون ۽ جهان خان جي آڏو آندائون تہ هي ڪو جانچوس آهي. جهان خان پڇيس پر چانڊيي سچي ڪانہ ڪٺي، تڏهن حڪم ڏنائين تہ هن کي ماريو. اهو ٻڌي هن چيو تہ: منهنجي مٺي چانڊيا ٽورا ڪين ٽيندا، پر نوحاڻي جي تنهنجا گهورا آهن سي توکي اڄ ڪ سيان گڏجن، تون انهن جو ڪو جتن ڪج. اتي جهان خان چيو تہ: هاڻي جيڪي چوي ٿو سو سچ ٿو چوي. مڙس کي ڇڏي ڏيو تہ جيڏهن جو آهي تيڏهن وڃي. نارو چانڊيي موٽي اچي سچي خبر ڪٺي ۽ ٻڌايو تہ: ڪوٽ جي ٻاهران هڪ شاهي اروڙي آهي، جنهن تي چڙهبو تہ مٿان ڪوٽ جي چوٽي ۾ هٿ پئجي ويندو ۽ مڙس اندر ٽپي پوندا.

هاڻي جڏهن نوحاڻين کي پڪ ٿي تہ جهان خان کي ڄاڻ ٿي چڪو، تڏهن سانجهيءَ ڏاري وجي ڪوٽ تي ڪڙڪيا. گبر خان نوحاڻي ايندي ئي بندوق چوڙي تہ پل جهان خان سجاڳ ٿٺي. سمي غلاماڻي، جهان خان جي اوطاق جي ٻاهران اچي بلوچڪي جنگ جو "شعر" هنيو[1]. جهان خان اڳ اندر ڪوٽ ۾ داخل ٿي چڪو هو، پر جيئن تہ مڙس وڏو دلير ۽ بي پرواهہ هو، سو خبرن ملڻ تي بہ مقابلي لاءِ مورچا پوريءَ طرح ڪونہ ٻڌائين. بيو اتفاق اهڙو ٿيو جو جهان خان اندر ويو تہ ڪوٽ وارو دروازو پوريءَ طرح بند نہ ٿيو ۽ هڪ طاق کليو رهجي ويو. پوءِ هڪڙا نوحاڻي وجي دروازي مان اندر گهڙيا. تہ ٻيا وجي ڪوٽ جي مٿان اندر ٽپڻ لاءِ اروڙيءَ تي چڙهيا.

دروازي وٽان جيڪي گهڙيا تن جي اڳ ۾ رامڻ هو. انهن سان آڏو مڙسن مقابلو ڪيو ۽ جهان خان رامڻ کي ماريو. ساڻس گڏ جاني غلاماڻي بہ ماريو. اروڙي تان اڳ ۾ حيدر سحاقاڻي[2] وجي ڪوٽ تي اُچاٽيو. پر پويان ملهڻ محسوداڻي بہ ٻٽ هوس. تنهن چيس تہ: "اندر ڪوٽ ۾ ٽپ. نہ تہ جاءِ ڏي".

---

[1] بلوچي ۾ 'شعر' معني 'جنگ جو شعر' يا جنگي 'رجز'.
[2] يعني اسحاقاڻي پاڙي مان نوحاڻي.

حيدر چيو تہ: "جاءِ ڪونہ ڏيندس. تپان آءٌ تو باقي منهنجي مٽ جو وارو ونجان" (يعني تہ آڏو هو مون تي وار ڪري تہ تون سپر ڏيئي جهلجان). ملهغ چيو تہ: "واهہ جو وارو وننندس". ائين مڙس تپي پيا. ۽ نوحاڻين ڪي دروازي ۽ ڪوٽ تان بہ - طرفي حملي جو وارو ملي ويو.

پر جهان خان وڏيرو دلير هو سو دهليو ئي ڪونہ. دروازي وارن ڪي چوٽ ڏيئي وري اچي ڪوٽ وارن ڪي سامهون تيو. پنهنجن مڙسن ڪي جيڪي نوحاڻين ڪان تورا هئا، همتايائين ۽ بچون ڪيائين. پاڻ هڪلون ڏنائين ۽ جلهون ڪيائين. نيٺ هڪل ڏنائين تہ: "هيسب خان ڪٿي آهي، منهنجو مٽ آهي ۽ ميدان ۾ اچي". هيسب خان ڪونہ هو پر سندس پاءُ هوت خان سامهون هو، جنهن جواب ڏنو تہ: "هيسب خان آءٌ آهيان، جهان خان هليو آءٌ". تڏهن جهان خان وڪ وڏائي چيس تہ: "بروچ، منهنجي اڳڻ آيو آهين، سو مهماني جو اڳ ۾ وارو اتئي" (يعني تہ پيل اڳ ۾ تون مون تي ترار جو وار ڪر). هوت خان وڏي وار ڪيو، پر جهان خان جبل هو، رڳو سپر ڇنديائين پر مڙس ڇُريو ئي ڪونہ. پوءِ جهان خان وار ڪيو تہ هوتَ خان سپر آڏو ڏني، جيڪا ڏڪ سان اتڙي اچي سندس متي ۾ لڳي، ۽ هو پاڻ پوئتي تڙهي ويو. جهان خان پريان چوٽ ڪيس ۽ ماريس ها، پر هوت خان جو پاءُ جعفر خان جيڪو پنهنجو مٽ ماري بينو هو، تنهن تڪو تي اچي پاسي ڪان جهان خان تي وار ڪيو ۽ سندس ڪيڙي (سپر) واري بانهن ڪٽي ڇڏيائين (ڏڪ سان وڃي ويئي)، ساڳئي وار ۾ هينان وري سَڏرِ ي (پنيري ترار) ڪري بيءِ بانهن ۾ هنيائين تہ جهان خان جي بانهن مڙي ويئي. پوءِ مٿان بيو وار ڪري اها بانهن وڍيائين. پوءِ جعفر خان هوت خان ڪي چيو تہ: "اچي مارينس جو تنهنجو مَٽ آهي"[1]. ائين جهان خان ۽ بيا تيرهن مڙس پرڳري ڪوٽ اندر ماريا.

جڏهن جهان خان ڪي ماريائون تہ اندران روج تيو ۽ اوسارو ڪنيائون تہ:

"جهان خان، خان اَها"

"ڪتيرين ماريا، خان اَها"

"ريڊرين ماريا، خان اَها"

---

[1] دستور هو تہ مٽ مٽ ڪي ماري. اهو وڏو عيب ۽ وڏي گلا هئي جو ڪو گهٽ ماٺهو ڪنهن نالي واري مڙس ڪي ڏڪ هڻي ماري.

جهان خان جي ماءُ وڏي حوصلي واري مائي هئي، تنهن منع ڪئي تہ ائين نہ چئو، چئو تہ:

"خانين ماريا، خان اَها"

اتي جعفر خان هليو آيو ۽ چيائين تہ: اجا اسان جو پلئہ رهيل آهي سو وٺڻ تو اچان. جهان خان جي ماءُ پڇيس تہ: باقي ڪهڙو پلئہ رهيل آهي؟ چيائين تہ: دولت خان جي ماءُ اچي وڃان پئي هئي تڏهن جهان خان جي بندوق جو ڪُنداڪ مائي کي لڳو هو، سو جهان خان جي ماءُ ڪٿي آهي جو اهو پلاند ڪرڻو آهي. تڏهن مائيءَ چيو تہ: اها آءٌ آهيان، ۽ آءٌ اچان ٿي. جڏهن مائي آئي تہ: جعفر خان مٿي تي ادب وارو هٿ رکي، ڪنداڪ ڪٿي پُٺيءَ تي ڇُتو.

رستم خان پرڳڙي نوجوان هو، سو ڪنهن محبت ۾ گرفتار هو ۽ ڪوٽ کان ٻاهر ڪٿي پاسيرو هو. نوحاڻين ميدان ماري بندوقن جو دس ڇوڙيو ۽ پوءِ وڃي گهوڙن تي چڙهيا. رستم خان اهي نڪاءُ ٻڌا ۽ ٽپ ڏيئي اٿيو. تڏهن چيائونس تہ: توکي ڪنهن ڏنو تہ ڪونهي، تون ڇو ٿو وڃين. جواب ڏنائين تہ: تو تہ مون کي ڏٺو آهي، سياڻي تون ٿي چوندئين تہ آءٌ نڪاءُ ٻڌي ويهي رهيو هوس. سو بندوق کنيو ڊوڙندو آيو ۽ نوحاڻين کي هڪل ڪري چيائين تہ: اجا آءٌ جيئرو آهيان، مقابلو ڪري پوءِ وڃو. ائين چوڻ سان، سامهون گوڏو کوڙي هنن تي بندوق سجيائين. اتي ڪن چيو تہ ڇدا ٿيو، نہ تہ هڪ کان ٻہ مڙس ماريندو. ٻين چيو تہ مڙس يڪي سر آيو آهي، ڇڏيوس تہ اول وارو وٺي، هڪ مئي پاڻ تورا ڪين ٿينداسون. تڏهن سعيد خان سحاقاڻي جيڪو سگهو ڇوڙي - پٽ مڙس[1] هو، تنهن چيو تہ: آءٌ تو مڙس کي سامهون ٿيان: آءٌ سندس مَٽ آهيان. پل تہ مڙس وارو وٺي. ائين چئي ترار ڪڍي مٿس سُوڙهہ ڪيائين. رستم خان بندوق هنيس تہ ڪانُ سيني مان نڪري ويس، پر چيائين تہ گٽو آهين! رستم خان چيس تہ: "آءٌ گٽو ڪونہ آهيان پر هوئي هڪڙو" (يعني تہ ڪان هئوئي هڪڙو. ٻيو آهي ڪونہ جو هڻان)؛ ائين چئي بندوق ڪٽي اڇليائين ۽ سعيد خان کي سامهون هٿ نہ واريائين جو مڙس ڪان جهليو تي آيو. سعيد خان اچي ترار جو وار ڪيس ۽ هيڏانهن رستم خان وڃي ڪريو تہ هوڏانهن سعيد خان وڃي ڪريو.

[1] ڇوڙي پٽ = اهڙو سهڱو جو ڪنل ڊور جي تنگ مروٽي ڇڪي ٻٽي ڪڍي.

نوحاڻي، جهان خان ۽ ٻين کي ماري هليا ويا ۽ پويان ٻيو ڪو ٻاتي يا ساٿي ڪونہ بچيو هو. جهان خان جي والده پوءِ چڙهي وئي حيدرآباد. جڏهن اها خبر اتي پهتي تہ مير صاحب سخت ڪاوڙيو تہ نوحاڻين ڏاڍائي ڪئي آهي. پوءِ حڪم آيو ۽ نوحاڻين کي گهرايائون. سڀ راڄ مان ست ڄڻا چونڊ ويا. مير صاحب جي خاص ڪچهريءَ ۾ هرڪو هٿيار ڇوڙي پوءِ اندر ويندو هو. نوحاڻي بہ دستور موجب هٿيار ڇوڙي اندر ويا، پر ان ڪان اڳ مير صاحب ڪچهري مان اٿي ويو هو. ٻيا جيڪي هٿا تن رٿ ڪري ڇڏي هئي ۽ ماڻهو بيهاري ڇڏيا هئا تہ جيئن ئي نوحاڻي هٿيار ڇوڙي حاضر ٿين ۽ ويهن تہ ڪٽي ٻڌجون ۽ پوءِ ماري ڇڏجون. سو هي جيئن هٿيار ڇوڙي آيا ۽ اچي وينا تہ ڪين ڪٽي ٻڌائون ۽ پوءِ ٻڌل مڙسن کي مارڻ لاءِ ٻاهر ڪڍيائون. جهان خان جي ماءُ جيڪا اندر هئي ۽ فيصلي جو پئي پڇيائين، تنهن کي خبر پئي تہ ست نوحاڻي آيا جن کي ٻڌي ٻاهر ڪڍيو اٿن تہ انهن کي مارين. مائي وڏي مرداني هئي، تنهن چيو تہ: ٻڌل مڙسن کي مارڻ سان جهان خان جو بدلو ڪونہ ٿيندو. مائي ڊوڙي ٻاهر نڪتي ۽ سڌو هلي آئي. تيستائين پنجن مڙسن کي پورو ڪري ڇڏيائون جو مائي اچي وچان پئي ۽ باقي ٻن مڙسن گبر خان ۽ شير خان کي بچايائين ۽ ڇڏايائين.

هن مقابلي تي پانڌي فقير ڪيبر، جيڪو ان وقت ٽنڊي باگي لڳ "ڪاڪ" جو وينل هو ۽ پوءِ مال ڪاهي اچي نوحاڻين سان گڏ وينو، بيت چيا، جن مان ڪي دستياب ٿيا، جي هيٺ ڏجن ٿا[1] ظاهر آهي تہ فقير اهي بيت نوحاڻين جي طرفان چيا.

رامـــڻ خـــان روان ڪيـــو چانـــدين مـــان چـــاري
ڀهگـــڻ پـــٽ ٻيـــــــڙي جـــو نـــارو عتبـــاري
چانـــديو چـــارالي آئيـــو تـــہ ســـوپ اتـــو ســـاري
هـــو اچـــي ڪڙڪيـــا ڪـــوٽ تـــي هـــام ٻـــري ٻـــاري
غـــوث ٻيـــر گـــودڙي هـــنَ تـــي ڊار چگـــي ڊاري
سا پنجاهين پاري، جا ڪري چڙهيا هئا ڪنب مـان[2]

[1] اهي بيت شاهہ محمد خان نوحاڻي جي ڳوٺ 14 مارچ 1968ع تي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيا ويا.
[2] ڪنب = هڪ ڍورو جو غالبا "پراڻ" جي ڇاڙهہ. جنهن کي "ڦتي جا ڪنب" ڪري چون، جتي نوحاڻي وينل هئا.

چانديو چاري جنگ جو، واقف تيو ويهي
نر نوحاڻي نيش هئا نَلِيءَ جا نيهي[1]
مَلهي آيا مينهن جيئن، پاڻي جيئن پيهي
ڪوٺ قذاق تپي آيا، آڙَ پڃي ايهي
ڳالهہ ڪريان ڪيهي، هُن جي واجب وير ونڻ جي.

---

رامڻ روئنڪو منديو، زور پلي پائن
چڙهيو ڌئنر ڪميت تي سَر مورو سَرتن
حويليءَ ۾ هُل تيو ڪيو راڳاڻو رندن
هٿي ڳڙهہ ڳاڙهو ڪيو، سانداهہ سراڻين[2]
منو پٽ مراد جو هو سنجراڻي ساڻن[3]
واريو وير وڄن، دُري دولت خان جو [4]

---

جهان خان جبل تي سنڌ ۾ ساماڻو
اُڌڪيو تي پيٽ ۾ نَر وٽيي ناڻو [5]
ناحق نوحاڻين سان وڳيو ويڳاڻو [6]
پيلي تڏ پرڳڙي جو پڳائون پاڻو
هو پنجاهيا پانڌي چئي هميشہ هاڻو
پد متي پاڻو، ڪڏهين ايندو ڪينڪي [7]

---

جهان خان جبل هو، ڏاڍو ماڏو مير [8]
ڪوين ڪاهڻ ساڻ ڪيو اڄڻ ساڻ انڌير

---

(1) نر ء نيش = همت پريا. وڏي طاقت وارا. نلي = نوحاڻين جو اصلي قديم ملڪ.
(2) يعني نوحاڻين جي "سراڻي" پاڙي جي مڙسن.
(3) منو نوحاڻين جي سنجراڻي پاڙي مان هو.
(4) واريو وڄن = وڻيو وڄن. دري دولت خان جو = دري جو ۽ دولت خان جو.
(5) اُڌڪيو تي = اڌميو تي (ناڻو). نروٽيي = نروٽيي ڪي. نر مڙس ڪي.
(6) وڳيو = وڙهيو.
(7) جهان خان پاڻ مري ويو سو وري ڪونہ ايندو.
(8) ماڏو مير = ڏاڍو ڏونگر. ڏکيو پهاڙ (تشبيهہ موجب).

تنهن حاذق حويليءَ ۾ ڏِڱ ڪري ويا ڏير
واري ويا وير، ڏُري دولت خان جو.

—

خان تہ مڙيئي خان هئا، پر خان تہ هيسب خان
هو سوالين آئي سرهو ٿئي، ڏئي مهمانن کي مان
قلعي وير ڪاوڙ ڪري لڳيءَ جنگ جوان[1]
سر مورو سَرتن جو هو هاڙهي هوت خان
هيڏي ڪندو ڪير بيو ڪي جيڏي جعفر خان
نَر نوحاڻي نيش هئا "نلي" جا نيشان
جوڙي ڪنيائون جنگ جا سڀئي سامان
کهاڙا ڪَتبَنِ ۾، پيا واڍين ماڻ وريام[2]
سي اچي ڪڙڪيا ڪوٽ تي سمهاڻيءَ سلطان
دوڙي تن درن تي اچي ڪوپن هنيا ڪان
اڳيان بہ اتي پيا ڪٽن متان خان
جن جُنگ پٽ ڇاوا جوهري، تن ماين لڌا مان[3]
نلن منجهہ نڪاءَ تيا سئا جڳ جهان
"مني" هنيون تي مصريون سنجراڻي سروان
"تاجو" وڙهيو تارَ ۾ اچي سان ايمان[4]
ملهغ ڪيا تي مجرا، لڌا محموداڻيءَ مان[5]
صوبي سعيد خان، پيڳا در پرڳڙيءَ جا.

هڪ روايت موجب ٽنڊي باڳي طرف جا بہ زئونر بلوچ، منگو ۽ فريد. جهان خان وٽ مهمان هئا ۽ اهي بہ جهان خان جي طرفان باهرئين دروازي تي حملي وقت وڙهيا ۽ مارجي ويا.

ڏينهن جمعي جي دؤر پڙهيائون چنجر تيو چنچار
رُڪن راسيون ڪڍيون، نهڪن ٿا نهڪار

---

(1) قلعي وير = جنگ وقت.
(2) ڪتبن ۾ = انن متان پاڪڙا ۽ انهن جا ڪتنب (تن ۾).
(3) جهان خان جهڙن جنگ مڙسن جي سائن مان لڌا.
(4) اچي ايمان سان = پوري پڪي سچي ايمان سان.
(5) ملهغ محموداڻي.

رات چانــدوڪي، آيــا ڏوڪــي، ويــري هــن آوار
آيــو عبــدالله آســاني ڪڍّــي تيــغ تــرار
ڏڪ هنيــائين ويريــن کــي ڪــي چــاليهن مٿــي چــار
حسن، حمزي ڦيهـ وڄائي جن جا ڏور ٻـُـجهن ڌڪار
ائيــن غــلام حسيــن ڪرهــو ڪڍّائيو جٺن آڳ پتنــگن آر
رامــڻ کــي رائــي وڏو، توفــڪ جــي تڪــرار
زئونر زوراور زور وڙهيا جن جي ڪرهـَ ڪلوهئي ڪار[1]

پرڳڙي جيڪي جنگ ۾ ماريا سي "ٽنڊو جهان خان" (جيڪو هن وقت ويران آهي) لڳ دفن ٿيا. اهو مقام (تعلقي حيدرآباد ۾) ٽنڊي حيدر کان ٽنڊي قيصر ڏانهن ويندڙ رستي لڳ ٽنڊي حيدر کان اٽڪل ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن مقابلي ۾ شهيد ٿيل پرڳڙين مان سٽن جي قبرن تي، جيڪي پٿرن جون آهن ۽ مٿن سنگتراشي آهي، شهيدن جا نالا ۽ تاريخون لڳل آهن[2]

- شهيد رئيس جهان خان پرڳڙي 15 محرم سن 1212 هـ ڏينهن جمع، معمار استاد جمع خان.
- شهيد رئيس عبدالله، خان، 15 محرم سن 1212 هجري ڏينهن جمعہ.
- شهيد رئيس رستم خان پرڳڙي، 15 محرم سن 1212هـ ڏينهن جمع، ڪمدار ڪرم خان پرڳڙي فقير، مالڪ نواب خان.
- شهيد رئيس محمد خان پرڳڙي، 15 محرم سن 1212هـ ڏينهن جمعہ.
- شهيد رئيس غلام حسين خان پرڳڙي، 15 محرم سن 1212 هـ، ڏينهن جمع.
- شهيد رئيس حسن خان پرڳڙي، 15 محرم سن 1212هـ ڏينهن جمع.
- شهيد رئيس بهادر خان پرڳڙي، 15 محرم سن 1212هـ ڏينهن جمع.

---

[1] هي روايت ۽ بيت ماستر شفيع محمد ٻگهيي جي مضمون "ٽنڊو جهان خان" تان ورتل آهي، جيڪو رسالي نئين زندگي، مهيني سيپٽمبر 1967ع ۾ ڇپيو.
[2] اهي نالا ــ جئن مٿئين مضمون ۾ ڏنل آهن تئن ڏنا ويا آهن.

# 13. لغارين ۽ رندن جي جنگ

تالپورن جي دؤر ۾ "شهدادپور تعلقو" چڻ ضلعي جي برابر هو. جنهن ۾ موجوده سانگهڙ ضلعي جي شهدادپور، سنجهوري ۽ سانگهڙ (الهنديون ڀاڱو) تعلقن واري ايراضي شامل هئي. مير شهداد خان هن ايراضي مان شهداد واهه کٽايو هو. ان بعد شاهوخان، مارک واهه کي کوٽائي وڏو کري اوپر طرف ان کي شهر "جهول" کان ٻه اڳتي وڌايو. جنهنکري ان کي "شاهو واهه" سڏيو ويو. انهن واهن جي کري گهڻي زمين آبادي هيٺ آئي. شاهو واهه سان لاڳو ڏکڻ طرفان (موجوده سنجهوري تعلقي واري حد ۾) اندازاً موجوده جمڙائو واهه کان وٺي اوپر ڏانهن ويندي ڳوٺ ٻُرڙا تائين، مير محمود خان (جنهن جي نالي سان ٽنڊو مير محمود سڏجي ۽ جنهن جي اولاد مان هن وقت مير حاجي علي احمد خان ۽ مير رسول بخش خان[1] وڏي همت ۽ حوصلي وارا آهن) جي جاگير هئي، جيڪا "مير محمود خان جي پَني" (رک واري زمين جنهن ۾ فصل کان سواءِ گاهه تئي ۽ مال چري) سڏبي هئي. هن "پَني" جي ڏکڻ طرف "مُتَهلي" واري ايراضي (موجوده ڳوٺ "شاهن رند" وٽ) ۾ رندن جو راڄ هو. جنهن جو وڏو نهال خان رند هو. هنن حيدرآباد جي حکمران گهراڻي کي سڱ ڏنو هو ۽ انهيءَ ويجهي مٽي جي کري سندن مقامي اثر رسوخ ۽ طاقت ۾ اضافو ٿيو. نهال خان پاڻ وڏو لائق هو، پر هڪ اوڏڻ گهر واري مان کيس گل محمد نالي پٽ هو. جيڪو نهايت سرڪش ٿي ساماڻو ۽ نه رڳو پاڙيسري راڄن سان اهنج ڪيائين پر مير محمود خان واري پني ۾ پنهنجون گهوڙيون ۽ بيومال چوڙي ڇڏيندو هو. جيڪو بيو پيل ڪندو هو.

انهيءَ تي اتي جي هارين ۽ پاڳين حيدرآباد ۾ وڃي مير محمود خان وٽ دانهيو. جنهن پنهنجا ماڻهو موڪليا ۽ نهال خان ڏي به چوائي موڪليائين پر هن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي. تڏهن مير محمود خان پڇا ڪرائي ته انهيءَ طرف بيو ڪهڙو همت وارو مڙس آهي جيڪو رندن کي جهليندو! تڏهن کيس ٻڌايائون ته جعفر خان لغاري اهڙو آهي، جو اوهان جي طرفان کيس خاص پيغام ويندو ته ان کي مانُ ڏيندو ۽ رندن کي منهن ڏيندو.

---

[1] مير رسول بخش خان ڏيڍ سال کن اڳ (1- مئي 1982ع تي) گذاري ويو.

جعفر خان جو ڳوٺ شاهو واهه جي اُتر طرف هو ۽ سنجهوري کان ڏکڻ وينديءِ شاهو واهه تائين ساڻس راڄ پيڙا هئا ۽ سندس وڏو اثر رسوخ هو. جڏهن مير محمود خان جو ونس خط آيو ته سيني کي سڏي صلاح ڪيائين، جن اها راءِ ڏني ته: اسان جو تعلق ڳادي وارن ميرن سان آهي، جن سان رند سگهيٽا آهن، انهيءَ ڪري رندن سان مقابلو ڪرڻ ڄڻ خود ميرن سان مقابلي جي برابر ٿيندو. جعفر خان چيو ته: مير محمود خان کي اهو سڀ ڪجهه معلوم هوندو، پر انهيءَ هوندي به هن مدد لاءِ لکيو آهي. مناسب ناهي جو مدد نه ڪجي. ٻيو ته نهال خان رند وڏو لائق آهي ۽ منهنجي ساڻس ڏيٺ ويٺ آهي. ان سان ڳالهائيندا سون ته معاملو صلح سانت سان نبري ويندو. تڏهن سيني جي اها صلاح بيني، ۽ جعفر خان پوءِ مير محمود خان ڏي لکي موڪليو ته: اوهان حجت سنياري اسان ڏي لکيو آهي، سو اسان ان جو تدارڪ ڪنداسون ۽ ڏٺي ڪندو ته سڀ چڱي ٿيندي.

جعفر خان پوءِ نهال خان ڏي سلام موڪليا ۽ چيو ته: اسان تي مير محمود خان جو بار پيو آهي ته سندس "ٻني" کي پيل کان بچايون. تون پاڻ لائق آهين ۽ پنهنجن ماڻهن کي منع ڪر ته "ٻني" ۾ گهوڙيون ۽ مال نه ڇڏين. نهال خان سلامن جو مان رکيو ۽ پنهنجي ماڻهن کي زباني هدايت ڪئي پر گل محمد ڪونه مڃيو ۽ ويتر وڌيڪ پيل ڪرائي. تڏهن جعفر خان پنهنجي سوٽ شاهه علي خان کي موڪليو ته وڃي "ٻني" واري ايراضي ۾ اوطاق ڪري ۽ غريبن کي پيل کان بچائي. شاهه علي خان وڃي اوطاق اڏي وينو. مقامي آبادگارن کي آسرو ٿيو. پر گل محمد حملو ڪري اوطاق پٽي ڏني ۽ چيو ته: "جعفر کي جي چيڙي نبيري ڪرڻي آهي ته شاهو واهه جي پرِيان (اتر طرف) ڪري"! شاهه علي خان پوءِ جعفر خان ڏي حال موڪليو ته: اوطاق پٽي ڏني اٿن پر آءٌ هن هنڌ جو اڇي وينو آهيان سو ڪونه اُٿندس. اڳتي جيڪي ٿيو تنهن کي منهن ڏيندس. پر رند صلح واري ڪا ڳالهه ڪانه ٿا مڃن.

سؤ سؤ ڳالهه سرائي جي رند ڪين ڪنين ٿو لائي[1]
ونيو ٻانهان ٻاجهه سان ٻينو سنگ ستا سڀ لاهي
اوڏڻ ڄائو سڀ ڪان سائو، سنج گهوڙي تي ساهي
چٽي: زور گهڻو جو لائي، تنهن سان ڪريان طور ترار هو.

---

سرائيءَ جي، يعني جعفر خان جي.

الله بخش پيروزاڻي (موجوده ڊنڙي شهر جي لغارين مان ان وقت وڏو) کي معلوم ٿيو تہ رند جنگ لاءِ تيار آهن، سو شاهہ علي خان جي پٽ پيروز ڏانهن چوائي موڪليائين: رند (گل محمد) وڏا هُل هُلايا آهن ۽ هو جنگ ڪرڻ وارا آهن، انهيءَ ڪري اوهان بہ پنهنجي تڪڙي تياري ڪريو.

الله بخش ماڻهو موڪليو رهبت روانو
منهنجو تنهن پيروز کي ڏجوءُ ظاهر زبانو
تہ: رند ڏاڍي اچي راڻء بڌي آ دل تي ديوانو
سٽت سمانو، اوهين جوان ڪريو ڪو جنگ جو.

تڏهن جعفر خان راڄن کي چاڻ ڏنو ۽ تڪڙو لشڪر ڪري چڙهيو تہ متان شاهہ علي خان کي ماري وجهن. ساڻس سندس پنهنجا ويجها عزيز، بيا ڪُلڪلي پاڙي جي لغارين مان کي اپرا مڙس، پاڙيسري راڄ "آرادين" جن مان آڍو آرادين وڏي همت وارو هو، خاصخيلي ۽ بيا شامل هئا. پر وارن لغارين مان پليو خان ۽ مير محمد خان همت وارا هئا پر وقت سر پهچي نہ سگهيا:

هوڏنهن مگ مير محمد هو، هوڏنهن پليو خان
جي ڪا وٽي وقت جي تہ ڪڏائن ڪيڪان
پر ويو وقت قضا ٿي پهتا نہ پهلوان.

ڊنڙي وارن پيروزاڻي لغارين مان "نظر" نالي آيو ۽ ڪڏڙي طرف جي "بوداڻين" مان بہ کي آيا پر وڙهيا ڪين:

نظرنسريو ڪونہ ڪو ٿيو اگهن جي آچار
"بوداڻي" بہ بس ٿيا جن هنيو ڪونہ هٿيار.

جعفر خان جي پُٽن مان علي بخش ترار جو وڏو ڪيڏاري هو ۽ خدا بخش بندوق جو وڏو توبچي هو. علي بخش کي هڪ پيري حيدرآباد ۾ مير صاحب تلوار ڏيکاري ۽ سندس راء پڇي. چيائين تہ: "مير صاحب! واهہ جا آهي". تڏهن مير صاحب چيو تہ: "هائو! پر مٺِ ۾ ذرا ڪوتهہ آهي" (يعني ذرا ننڍي آهي). تڏهن علي بخش چيو تہ "اُها وِڪ وڌائي هٿبي". مير صاحب چيو تہ: "جنگ ۾ وِڪ رتيين وِڪامندي آهي". علي بخش جواب ڏنو تہ: "سر ڏني سهانگي ملندي".

جڏهن جعفر خان لشڪر ڪري چڙهيو. تڏهن علي بخش کي چيائين تہ: تون وڏي هلي چاچي شاهہ علي خان شان پيڙو ٿي متان ڪيس ڪو نقصان

پهچي. هن وٽ پلي گهوڙي هئي سو وڏي وجي پهتو. پر جنهن اوطاق طرف ويو سا رندن جي هئي ۽ پويان رندن جو لشڪر تيار هو. گل محمد پري کان ڏسي چيو تہ: "علي بخش مون توکي آسمان تي پئي ڳوليو پر تون تہ زمين تي ملي ويو آهي". علي بخش اهو ويڻ ٻڌي لهي پيو. ايتري ۾ جعفر خان وارا شاهہ علي خان واري ماڳ تي پهتا ۽ علي بخش ڏانهن ماڻهو موڪليائون تہ اچي ساڻن پيڙو تئي. علي بخش چيو تہ: رند ويڻ ڪڍيو آهي، هاڻي فيصلو اتي ٿيندو جتي آءٌ بيٺو آهيان. زمين ڇُري تہ علي بخش ڇري. تڏهن جعفر خان بہ لشڪر سان اتي آيو ۽ چيائين تہ اول صلح جون ڳالهيون ڪنداسون ۽ صلح ٿيو تہ جنگ نہ ڪنداسون، هن طرفان ڪوبہ اڳرائي نہ ڪري.

جعفر خان، نهال خان ڏي ماڻهو موڪليو تہ: ادا، ڳالهيون ڪنداسون. نهال خان اها ڳالهہ قبولي ۽ پنهنجن ماڻهن سان اڳتي وڌي آيو. ٻئي طرف اچي هڪبئي کي ويجها ٿيا. تڏهن جعفر خان ۽ نهال خان پاڻ ۾ ڳالهايو. هو پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهہ تي ٻهيڻ وارا هئا. جو گل محمد کي اها ڳالهہ نہ وڻي ۽ هن اوچتو جنگ جي ٻاهہ دکائي، يعني تہ جعفر خان جي طرف وارا جيڪي اويسرا بيٺل هئا ۽ جن مان پيروز خان سڀ کان ويجهو هو، تنهن تي گل محمد جلهہ ڪئي ۽ ترار جي ڌڪ سان پيروز خان کي پورو ڪري ڇڏيائين. اتي علي بخش خان ترار ڪڍي چوٽ ڪئي ۽ وجي گل محمد سان آڙا اٽڪايا. نهال خان جي پرسان بيٺلن مان ڪن جنعر خان کي ڇنايو. تڏهن خدا بخش خان بہ خود نهال خان تي بندوق سجي. هن طرفان مڙس وڌيا ئي مس تہ خدا بخش جي بندوق نهال خان کي نشان ڪري ڇڏيو. پوءِ ٻنهي طرفان مڙس جنبي ويا. آڏي آراڏين اچي ٻئي طرف جي هڪ خاصخيلي جوان کي ڪنيو. جيڪو نيٺ پڳو ۽ آڏو پويان ترار جون چوڪون چڪائيندو ويس. علي بخش خان اچي گل محمد کي ڪنيو ۽ نيٺ ترار جي اهڙي تہ تکي وارو وار ٻڌائين جو گل محمد وارو وني نہ سگهيو ۽ رڳو ڪيڙي ڏيڻ ۽ پاڻ بچائڻ ۾ پورو هو نيٺ علي بخش جو ڌڪ لڳس جو وجي ڪريو. علي بخش ميدان ڪري ٻنهي رهيو ۽ ڪريل مڙس کي پيو ڌڪ نہ هنيائين. ڪن بيانن موجب گل محمد جا وار وڌا هئا. ڪيس علي بخش جي ترار ڪجهہ لڳي جنهن تي سندس وار نائجي ويا. پانباڻوز تہ هاڻي هي مڙس ڪريو سو ڪونہ اٿندو. پر هن

ڀوءِ وار هڻائي، ڀوئٽي ورائي ڏنو تہ ڀيروز خان ڀاسي سان اويسرو بيٺو هو، جنهن کي ترار هڻي ماريائين ۽ ڀوءِ ڀاڻ بہ ڪريو ۽ مئو.

نهال خان جي مرڻ تي ٻنهي طرف جا ماڻهو ميدان ۾ نہ بيٺا ۽ جعفر خان پڙ ڪٽيو.

جُنگن ۾ جُنگ هو، جُنگ بہ جعفر خان
راڄن ۾ راڄائتو، پڙ ۾ پهلوان
ڪاڻين ڪيائين ڪانڪا، ڏنئين مير صاحب کي مان[1]
"ٻَني" پليائين، ٻيل جهليائين، هيڻا همٿيائين
چاڙهي شرطئون شهلي خان
اڳيئن بہ نرسنگ هو نهرو نهال خان
سو جي پلي پنهنجن کي تہ لهن هَل هنگام[2]
پر هن جي هلي ڪانڪا پُٽر نہ موڪيو ڀاڻ
ڇَبي ٻِج مان ڪين تئي چگّي منجهہ چوگان[3]
اوڏن چائو ڪين چائو، جنهن هنيا هوند شغان[4]
تنهن تي أسري "علي بشڪ" آئيو مرد ڪري ميدان[5]
ٻيا ترارين ڀاڻ ۾ سِگَ اڙائي سانهہ
ٿي سَٽ ڀَٽ سَرواهين جي گهوگهٽ ۽ گهمسان
سَجي بندوق سرائي أت، نر ڪري نيشان[6]
ڪڙ ڪڙ ڪري ڪان ويو جنهن نيو نهال خان[7]
"آڍي" آراديسن ات ملهايو ميدان

[1] ڪاڻين ڪاڻ ڪيائين = انڪار ڪونہ ڪيائين. مير صاحب = مير محمود خان.

[2] سو نهال خان جيڪڏهن پنهنجن کي پيل ڪان جهلي.

[3] ڇبو ٻج = ڇبي دارو ٻج. جنهن ۾ اُن جي پلي ڏلي هر قسم جي جنس پيل هجي.

[4] شغان هنيا = وڏي ڏنا، ديڪ ڏنا، داڙ هڻي.

[5] تنهن تي = اوڏن چائي گل محمد تي. علي بشڪ = علي بخش، جعفر خان جو پٽ. اسري آيو = حملو ڪري آيو.

[6] بندوق سجي = ڏڪ هڻي لاءِ بندوق سڌي ڪئي. سرائي = خدابخش، جعفر خان جو پٽ.

[7] نيو = نهوڙيو، ماريو.

اوڏڻ پٽ الٽي پيو جڏهن ڌڪ دگران[1]
بانڪو پوءِ بيهي رهيو جنهن سوڀ ڏني سبحان[2]
ڇٽي: پيو ڌڪ هٿدس ڪينڪي جو مڙس ڪريو ميدان
پر هن ڇڳائي ڪاڻ ڪِي. جنهن ماريو ويسرو وريام[3]
پيروز پٽي پڙ ۾ سينگاريو سامان[4]
جُڙيو جعفر خان جنهن جو شاهه رکيو هو شان
"مُتَهلي" جو مان، لغاري لاهيو وڃن[5]

---

(1) الٽي پيو = الٽي پيو، ڪري پيو. دگران = پهلوان (علي بخش).
(2) بانڪو = بهادر علي بخش.
(3) هن = گل محمد. جنهن کي علي بخش جو ڌڪ نه هنيو. ويسرو = ويسرو بيٽل. پيروز خان.
(4) پٽي پڙ ۾ = ميدان ۾ مارجي ڪري.
(5) جڙيو = ڪامياب ٿيو. متهلو = "متهلي" ٽالي علائقو (هن وقت ديهه جو نالو).

# 14. احمدپور لماواري جنگ[1]

ٻگهو دستي تنهن کو ماٺهو ڪارو ڪري ماريو ۽ الهيار خان شر وٽ بيروٽي ۾ اچي پناهه ورتائين. دستين چيو تہ مارين تہ عورت بہ مار، پر هن ائين نہ ڪيو. دستي انهي تي الهيار شر وٽ آيا. الهيار چيو تہ: هو بائٺ تي آيو آهي. انهيءَ کي ڪيئن ڇڏيندس؟ انهيءَ تي وڏي جنگ لڳي. هڪ طرف الهيار شر وارا ۽ ٻيا ڪي لنډ ۽ ڪوسا ساٿس، ٻئي طرف دستين جي مدد ۾ بهاول خان رياست جو نواب (وفات 1224هه / 1809ع) جنهن پنج سؤ روهيلا چاڙهيا. احمد پور لما ۾ جنگ لڳي. الهيار شر پڙ کٽيو. هن جنگ ۾ دستين وٽ توب هئي جنهن کي بخش پٽ سخيءَ جو جهندو ڪٽي سامهون ٿيو. الهيار خان جو پٽ دين محمد ۽ ڀاءُ صوبدار خان پڻ اهڙي سورهيائيءَ سان وڙهيا، جو نواب جا ڪپتان مارجي ويا ۽ انهن جا جنازا احمد پور ۾ ڪٽي آيا. انهيءَ جنگ مان بارڻ دستي ڀڄي ويو، پر پوءِ مڙس وني آيو ۽ بيروٽيءَ ۾ اچي الهيار خان کي ماريائون، پر پوءِ شرن بہ بارڻ دستي کي "مانسنگ جي ڪُڙهہ" ۾ وجهي ماريو ۽ وير ورتائون. ان وقت شرن سان بہ ڪوسا ۽ بہ مڙس لُنډ گڏ هئا. احمد پور لما واريِ انهيءَ جنگ تي هڪ بيت هيٺ شامل آهي:

بشڪ پٽ شخيءَ جي، ڪيون سچايون[2]
دينڻ سان هئن، جهنگير جايون[3]
صوبدار، علي جي يار، وَهَ جو وير وڳايون[4]
اتان آوَن، ڪلمان ڳاوَن، اُتان ڪنا خوب ڪنوايون
اَيون احمدپور ۾، ڪپتانن جون ڪايون
تُڪ هئي بارڻ دستي کي، ويو منهن ڀڄتي پايون
ٿيڪ ڪنون تلوار نہ ڪڍيس، ويندو آلڏ لڪايون[5]
پر ۾ بارڻ دستي کي، ويا رن ۾ رُڪ چٻايون
لُنډ ڪوسي شر بازيون چايون، ويا وير ڀڄايون.

---

(1) ڊاڪٽر بلوچ جي قلمي ذخيري تان ورتل.
(2) بخش پٽ سخيءَ جو.
(3) دين محمد پٽ الهيار جو.
(4) صوبدار ڀاءُ الهيار جو.
(5) ٿيڪ = ڪپ.

## باب نائون

# سنڌ جي سورهين جون انگريزن سان جنگيون

## 1. انگريزن طرفان ملڪ فتح ڪرڻ جي سازش ۾ قنڌار جي افغانن، بلوچستان جي خانن ۽ سنڌ جي ميرن جون انگريزن سان لڙايون

جن ڏينهن ۾ شاهه شجاع بادشاهه ڪابل ۾ حڪومت ڪندو هو، تن ڏينهن ۾ دوست محمد خان سندس وزير هو. شاهه شجاع بادشاهه، دوست محمد خان جي ڀاءُ فتح خان کي غزنيءَ جي حاڪم کان (جو شاهه شجاع جو ناني ء ڏن پروُ هو) ساليانو لوازمو وٺڻ لاءِ موڪليو ۽ ايترو به چئي ڇڏيائينس ته جي نه ڏي يا ڏياري موڪلڻ جو انجام نه ڪري، ته جنگ ڪري تابعداري مڃائي اچجانس. انهيءَ تي فتح خان غزني ۾ آيو ۽ اچي اُتهون جي حاڪم کان لوازمي جي تقاضا ڪيائين. جنهن ڏيکاريو ته هن سال فصل جي نه ٿيڻ ڪري ڍل ڪانه اُگهڙي آهي. ٻئي سال اڪين سان بادشاهي ڏن موڪليندس. پوءِ فتح خان ڪي ڏينهن اتي رهي پيو. هڪڙي ڏينهن غزني جي تلاءُ تي فتح خان مجلس ڪئي ۽ اُتهون جي حاڪم کي چوائي موڪليائين ته: پنجن سوارن سان اچي مجلس ۾ شريڪ ٿيءُ. جنهن تي هي حاڪم بي ڊپو مجلس ۾ آيو. مگر فتح خان ڌڪ هڻي ماري وڌس ۽ اهڙي ظلم ڪرڻ بعد يڪدم ان جي محلات ڏي ويو ۽ سنديس راڻي (شاهه شجاع جي ڌيءُ) کي چوڻ لڳو ته تنهنجي پيشگير ۾ جو نَوَ لکن روپين جو قيمتي اڳٺ پيل آهي سو ڪڍي ڏي. راڻيءَ چيس ته اڳين توکي لائق ناهي. مگر هن ماري ڇڏڻ جو ڊپ ڏنس. تنهن تي لاچار ويچاري راڻي پاسيرو وڃي اهو اڳٺ لاهي آڻي ڏنس. اهڙي ظلم ۽ بي مروتيءَ جو سارو احوال راڻيءَ بروقت پنهنجي خاص ماڻهو هٿ پنهنجي پيءُ شاهه شجاع ڏي لکي موڪليو. بادشاهه اهو احوال پڙهي دل ۾ سور ساڻي في الحال صبر ۾ رهيو. فتح خان جڏهن غزني کان موٽي آيو، تڏهن شاهه شجاع کي اچي چيائين ته

---

(1) هيءُ احوال اخبار تعليم مطبوع قيصره پريس حيدرآباد سنڌ مارچ 1909ع، آڪٽوبر 1909ع مارچ 1910ع ۽ مئي 1910ع ۾ قسطوار ڇپيو.

غزني جي حاڪم دل ڏيئي نہ ڪئي. لاچار حڪم پٽاندر جنگ ڪئيسون. جنهن ۾ هو مري ويو. بادشاھ چيو تہ نهيو. مگر ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن فتح خان بادشاھ جي ڪچهريءَ ۾ آيو. بادشاھ وجهہ وٺي ترار جا اڳيانس رکي هئي، ان سان فتح خان جو سر لاهي رکيو. حاضر اميرن وزير کي انهيءَ تان ڏاڍي مٺيان لڳي تہ بي قصور وزير جي پاءُ کي ڇو مارياٿين؟ اڄ هڪڙي کي ماريو اٿس سڀاڻي بين کي ماريندو. انهيءَ ڪري کيس تخت تان لاهي، دوست محمد خان کي ڪٺي تخت تي تاقيائون[1].

شاھ شجاع کي دوست محمد صلاح ڏني تہ هتي پناڻ سڀ تنهنجا مخالف آهن. متان توکي ماري وجهن، تنهنڪري ہٺي ڪنهن ملڪ ۾ وڃي رھہ. تنهن تي شاھ شجاع چيو تہ: آءٌ فرنگين جو لشڪر آڻي بہ هڪ ڀيرو ڪابل قنڌار جو تخت ضرور هٿ ڪندس ۽ اوهان کان وير وٺندس. ائين چئي پنهنجي وزير کي وٺي ڪلڪتي ڏانهن رخ رکيائين. ڇو جو ان وقت انگريزن جي ڪئمپ اجا رڳو ڪلڪتي ۾ هئي.

جڏهن ڪلڪتي جي ڪوٽ ۾ شاھ شجاع ۽ سندس وزير کي ويني گهڻا ڏينهن گذري ويا، تڏهن هڪ ڏينهن وزير کان صلاح ورتائين تہ هاڻي ڇا ڪرڻ کپي؟ وزير صلاح ڏني تہ فرنگيءَ جي در تي وڃي فرياد ڪر، من ڪو داد ٿئي. نيٺ ائين ڪيائون. فرنگي سندن دانهن ٻڌي کين دلاسو ڏنو تہ: آءٌ اوهان جي دانهن ضرور اونائيندس، پر مون کي سربستو احوال ڏيو. تنهن تي شاھ شجاع ٻڌايو تہ: آءٌ پنهنجن ڇٽن دوستن سميت قنڌار جي ڪوٽ مان نڪتو هوس ۽ واپار سانگي سنڌ مان ٿيندو جيسلمير وڃي نڪتس.

سنڌ امن وارو ملڪ هو. اتي جيترو وقت رهيس ۽ وڻج واپار ڪيم، ڪنهن بہ مون سان ڪوڙنس ڪانہ ڪئي. پر جڏهن جيلسمير ۾ آيس ۽ منهنجا چارئي دوست واپار سانگي شهر ۾ ويا تہ ڌاريا ماڻهو ڏسي اتي جا رهاڪو ساڻن وڙهيا ۽ ڇئني کي ماري ڇڏيائون. هاڻي اوهان وٽ انهيءَ لاءِ آيو آهيان تہ مون سان ڪجهہ لشڪر گڏي ڏيو تہ جيسلمير سان جنگ ڪندا سين. ملڪ اوهان جو ٿيو پر سنگتين جو وير آءٌ وٺندس.

---

[1] ايستائين نثر ۾ خود راوي جي زباني آهي. ڏسو اخبار تعليم مارچ 1909ع.

انگريزن کيس پهريائين پنج هزار لشکر ڏنو. جنهن سان جيسلمير تي حملو ڪيائين، پر ٻه هزار لشکر مارائي پوئتي موٽيو. وري ٻي مدد وٺي ساڍن ستن هزارن جي لشکر سان ٻي چوٽ ڪيائين، پر انهي ڀيري ٻـ هڪ هزار ماڻهو مارائي موٽي آيو.

آخرڪار باقي بچيل لشکر کي گڏ ڪري انهن کي شراب جا شيشا پياري، جيسلمير جي سوڍن کي سامهون ڪيائين. انهي ٽئين حملي ۾ جيسلمير فتح ٿيو. پوءِ مال خزانو لٽي سيٺي کي خوش ڪيائين.

اتي افغانستان کي وري هٿ ڪرڻ ۽ دوست محمد کي شڪست ڏيڻ جي تياري ڪيائين. هاڻي انگريزن وٽ بيشمار لشکر اچي گڏ ٿيو. سموري لشکر کي پاڻ سان گڏ وٺي هلڻ جي بدران، لشکر جا جدا جدا جٿا ناهي روانا ڪيائين. پهرئين جٿي ۾ ويهه هزار لشکر هو جنهن کي مسقط واري واٽ کان افغانستان ۾ پهچڻ جو حڪم ٿيو. ويهن هزارن کان ٻـ وڏيک لشکر جو ٻيو جٿو، ٿر واري واٽ کان ڪابل قنڌار ڏانهن روانو ٿيو. باقي سٺ هزار لشکر سنڌ واري گس کان روانو ٿيو.

انگريزن جو لشکر سنڌ اندر پهريائين گهوڙا باري ۾ آيو. اتي ڪجهه ڏينهن آرام ڪري پوءِ درياءَ جو ڪپ ڏيئي لشکر وچ سنڌ مان مٿي هليو ۽ هلندا هلندا اچي شڪارپور ۾ پهتا. جيڪو لشکر ٿر واري واٽ سان روانو ٿيو هو، تنهن مان بُک ۽ اُڃ وگهي ماڻهو مرندا، باقي ڪي ٿورا اچي سکر وٽان نڪتا، سي ٻـ اچي شڪارپور ۾ پهتا. هوڏانهن ڪوهستان واري واٽ کان ويندڙ لشکر جڏهن "ميري" (قلات) جي ڪوٽ وٽ پهتو، تڏهن "ميري" جي حاڪم کي چوائي موڪليائون تہ: ڏن ڏي، نہ تہ جنگ ڪر. ان وقت قلات جو حاڪم محراب خان هو. تنهن جنگ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. ڪوٽ تان توفن ۽ بندوقن جي نڪانوڪي شروع ٿي. انگريزن جي لشکر بہ مقابلو ڪيو. آخرڪار بروهين جي لشکر جو گهٽو تعداد پنهنجي ملڪ لاءِ وڙهندي ڪم آيو ۽ محراب خان بہ شهيد ٿيو. انهي جنگ ۾ محراب خان جو پنج هزار لشکر ۽ انگريزن جا ڇهہ هزار ماڻهو مارجي ويا. محراب خان جو پٽ نصير خان وڏو سورهيہ سردار هو. تنهن دودي آڻ ڪانہ مڃي. پر يڪدم آسپاس کان لشکر گڏ ڪري، انگريزي لشکر سان مقابلو ڪيو ۽ آخرڪار کين قلات مان تڙي ڪڍيائين.

انگريزن جو لشڪر ڪابل قنڌار ڪي ويجهو پهتو تہ شاهہ شجاع، دوست محمد ڪي چوائي موڪليو تہ: جي پيڇڻو هجئي تہ مهل اِها اٿئي. تنهن تي دوست محمد جواب ڏنو تہ: ڪابل قنڌار جي بادشاهي آءٌ مئي مارائي ڪان سواءِ نہ ڇڏيندس. توڪي جيڪو لشڪر چاڙهڻو آهي، وني آءُ.

پهريون حملو جرنيل جي ڪمان هيٺ ٿيو، پر پٺاڻن اڳتي وڌڻ نہ ڏنس. جنگ جو نمونو ڏسي جرنيل صلاح ڏني تہ هتي پڇڻ پيٺي ناهي، پڇو تہ پڇون. ٻيو حملو قنڌار جي ڪوٽ تي جيڪب صاحب جي اڳوائي هيٺ ٿيو. جيڪب صاحب اهڙي حرفت سان پٺاڻن کي گهيري ۾ ورتو جو پٺاڻن پنهنجا پنج سؤ ماڻهو مارائي پاڃ ڪاڍي. انهي حملي ۾ انگريزن جا ڇهہ سؤ ماڻهو مري ويا. دوست محمد پنهنجي لشڪر سميت جنگ جي ميدان مان ائين ڀڳو جو پنهنجي پٽ عبدالله خان جي بہ خبر ڪانہ ورتائين، جيڪو قنڌار جي ٺي قلعي ۾ رهيو. عبدالله، پيءُ جي پيڇي وڃڻ ڪان پوءِ باقي بچيل لشڪر جيڪو هزار ڪن هو، تنهن کي گڏ ڪري بهادريءَ سان انگريزي لشڪر جو مقابلو ڪيو ۽ ميدان جنگ ۾ ئي وڙهي سِر ڏنائين. اتي ڪابل ڪان بہ قاصد ڊوڙندو آيو ۽ دانهن ڪيائين تہ: "قنڌار مان پيڇي جيڪي ڪابل ويا، سي اتي ئي ماريا."

شاهہ شجاع، انگريزن جي مدد سان قنڌار تي قبضو ڪري ويهي رهيو. لشڪر جا جيڪي ماڻهو هند سنڌ مان نيا هٽائين، تن موٽڻ جي ڪئي. اهي انگريز جرنيل جي ڪمان هيٺ موٽيا ۽ سنڌ اچي سکر ۾ ساهہ پٽيائون. مير علي مراد سندن ساٿ ڏنو. باقي مير رستم خان حيدرآباد ڏانهن مير نصير خان ڪان مدد وٺڻ لاءِ روانو ٿيو. مير نصير خان ڪيس دلداري ڏيئي مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو. پر مير صوبدار انگريزن کي چوائي موڪليو تہ: مهل اِها اَٿوَ. جي سنڌ هٿ ڪرڻي اٿوَ تہ يڪدم لشڪر وني اچو. انهي خط تي انگريزن پنهنجو لشڪر وڏائي هالن تائين آندو. اهو خط ملندي ئي انگريز حيدرآباد ڏانهن وڌيا ۽ مياڻي ٻيلي ۾ ڪندن جو لوڙهو ناهي، ان جي آڙ ۾ ويهي رهيا. ساڻن سادا ست هزار لشڪر هو. هوڏانهن مير بہ انگريزن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ پنهنجو ٻارهن هزار لشڪر وني مياڻي ٻيلي وٽ ڦليلي جي ڪپ تي اچي ويٺا[1].

---

[1] اهي انگ اکر انگريزن جا ڏنل آهن ۽ صحيح ناهن. انگريزن ويساهي حملو ڪيو ۽ سنڌ جو لشڪر وقت سر گڏ ٿي نہ سگهيو.

صبح جو پرهه ڦُٽي، مهل ٻنهي طرفن کان هڪڙي پاسي توفون ۽ بندوقون هليون. ٻه ٻئي پاسي آمهون سامهون تارين جي جنگ شروع ٿي. هڪڙو صبح جو پهر، ٻيو بارود جو دونهون. انگريزي لشڪر وجهه وٺي ميرن جي لشڪر کي پنيان ڦري اچي ميرن جي لشڪر تي حملو ڪيو. هن جنگ ۾ انگريزن ڪٽيو. ميرن جا اٺ سؤ ماڻهو ماريا ۽ انگريزن جو هڪ هزار لشڪر مئو.

انهيءَ جنگ ۾ ميرن کي هارائڻ ۾ مير صوبدار جي سازش جو وڏو هٿ هو. انهي اميد سان ته سنڌ جي حڪومت جي پڳ ڪيس ٻڌائي ويندي، پر انگريزن ڪيس نوڙ جي پڳ ٻڌائي، پري بازار ۾ بي عزت ڪيو ۽ ٻين ميرن سان گڏ ڪيس جهاز ۾ چاڙهي قيدي بڻائي روانو ڪري ڇڏيائون.

## شاعر ڪامل جا چيل بيت

1. ساراهيان سچو ڌڻي. آهي عالمن الله
ڪابل آئون قندار هو شاهه شجاع بادشاهه
دوست محمد خان پٺاڻ هو. تنهن جو وهلو وزير آهه
شاهه شجاع سوڙهو پيو تن ماڻهن جي مٿاءِ
رعيتَ راهون بنديون. آيا دانهين در مٿاءِ
وري وزيرن تي چيو. تون راض نه ڦٽاءِ راءِ
سمجهيو شجاع ڪينڪي. توڙي در آئيو داناءِ
فتح خان پٺاڻ هو. "دوستن" سندو پاءِ[1]
شجاع سو ماري وڌو. گهوٽ وهائي گهاءِ
پر "دوستن" در منجهاءِ. ڪڍي تخت تان تالان مجيو.

پوءِ دوست محمد چيس:

2. هيڏهون تئين هيڪلو. هوڏنهن ڦري پٺاڻ پياءِ
اُتي بي ڪا دس چتاءِ. اِتي گهم مف هيڪلو.

جواب شاهه شجاع جو:

3. ڪَنڌ نه ٻري ڪنبڙئين. اچي توئن منجهه ساڙ پانو
وجي ڪنهن ولايت توڙن. چول چليون آيانو
پوءِ فرنگي آيانَو. وجي ڪنهن روايت مڙن.

---

[1] دوستن = دوست محمد. جيڪو پهريائين شاهه شجاع جو وزير هو. پوءِ افغانستان جو بادشاهه ٿيو.

4. ڪلڪتي سندي ڪوٽ ۾ ڳهتا لڳاسين ڏينهن
والي من وَسائي موتن سندا مينهن
تنهن وري وزير کي چيو: ادا هاڻ ڪريون ڪيئن
راتين ڏينهان ڏينهن، اٿين لنگهي ويندا ڪيترا.

5. فرياد ڪر فرنگي کي ساجهر سويرو
دانهين وڃ در تي، دائم جهلي ديرو
تہ من ڪو موڪ ملهيرو، ساجهر تيئي سهنج سان.

6. ڦيري فرنگين پڇيو: خبر ڏيو خير جي
متان ڪي ماندا ٿيو، اوهين مٽرس ٿيو مڃي
پوءِ لکن سان لوچي، دارون ڪندو سانوَ دل جو.

7. چي: قنڌار سندي ڪوٽ مان، مون سان يار چڙهيا چار
سونهاريءَ تنهن سنڌ جا، بندَ تہ بڌايانءِ پار
ڪنهن نہ چيو ڪڏهين، توٽي وٺج ڪيم واپار
آيس جيسلمير ۾، پري لٿو پيو هوس پار
سودي خاطر سُود جي منهنجا چلي ويا ها چار
جنگ تہ جيسلمير ۾ لڳي چئني سان چوڌار
صاحب چنچل ماريا چار، شاه شجاع جا سنگتي.

8. فرنگي فلڪ چاڙهي پهريان پنج هزار
جنگ تہ جيسلمير ۾ وڃي ڪنداسين ڪار
مائهن ٻہ هزار، مارائي موٽيا پوٺتي.

9. وري ٻيجهيءَ چوٽ تي چڙهيا ساڍا ست هزار
وري ٻہ هيڪ هزار، مارائي موٽيا ماڳ تي

10. ٽيجهيءَ چوٽ تي چڙهيا، ٿيا رڻ مٿي راهي
راند ڪيائون رب جي تڏهن ٻازي ٻتائي
ڏيئي شام شراب جا، تن جي واڻي وڃائي
پوءِ سودا سوائي، اڄي ويڙهي ورتائون هٿ سان.

11. پوءِ هلو هلو پائرو، پڇون "دوسن" جا پار[1]
"ڪامل" چوي، انهيءَ ڪوٽ مان چُري هليا چوڌار
لشڪر ليکو ناهه ڪو، سوا لک هزار
هڪڙن جو منهن مسقط ڏي سي ووڙن ويهه هزار
ٻين جو منهن ٿيو ٺٽر ڏي، سي ٻه واڌو ويهه هزار
پوءِ سڄا سٺ هزار، سمهون هلي تنهن سنڌ مان.

12. راتيان ڏينهان پنڌ تي هئي سنگت سا ساري
شاهه شجاع سان سنگتين پت ڇڳي پاري
توريــن گهڻي ڏينهڙي آيا "گهوڙي جي ٻاري"
جتي ڪا واري، ويهي ڪيائون ورونهن جي.

13. ڏيئي لب لنگهيا هئا، سمهون سنڌ منجهاءُ
رعيت رنجايان ڪينڪي، پائي نيان نه پاءُ
ڪانيون گاهه پنهنجو تڪين ڳنهندس گاهه
ڄائي هيڪ الله، سو سوڳند توسان تو ڪٺان.

14. ڪنهندا وهندا تي ويا، پس مٺيائون پاري
آيا شڪارپور ۾ وانگي وڃائي
ٺر رارا ٺورا بڇيا، آيا سکر ڪوڻ ساهي
جن جو مُنهن مسقط ڏي، سي آيا لڪن ڪوڻ لاهي
اڇي سوڙها ٿيا ساهي، شوقيا شڪارپور ۾.

15. آسُر ويل اُٿي ڪري جٺيا جڙيائون
توريــن گهڻين ڏينهڙي اچي ميري مٺيائون
اچي ٽيڙيون ويجهڙيون فرنگي فوجائون
پوءِ ميريءَ مير چوايائون، اچي سلام ڪر سيگهه مون.

16. سلام ڪريان ڪينڪي، جنگ ڪريان جائي
محراب خان ميريءَ تون توب ٻه گهرائي
ڌهه ڌهه بندوقن جي ٿي، ٻي توفن تپائي

---
(1) دوسن

قلات سندي ڪوٽ سان رُڪ ٻڌي رائي
رُڪ تہ راھو منڊيو قلات ڪوٽ تائي
ٻانڪن بروھين ملھائي، ميريءَ جي ڏٺي اُتان.

17. پوءِ قلات سندي ڪوٽ ۾ تي ڏاڍي لڙائي
تڪ سا عيسيٰ خان کي آهي جو پڳو پرائي
جوندي جني مٿي تي ڏني منلي کي مائي
منهن تي محراب خان جي آئي هيري لڙائي
هڻ هڻ وائي وات ۾، ٻيو سوڏا سوائي
پنجاهہ مٿو ميريءَ مٿون، هوڏانهن سٺ سا سوائي
پوءِ هن ٻہ ميري ملھائي، ڏيئي سر سرھو ٿيو.

18. پٽ تہ محراب خان جو، نصير خان ٻہ نر
وڙهي تنهن ويريءَ جو ڪٽي پڳائين ڪر
هو سورهيہ سنگ سپر، تڙي ڪڍيائين تخت تان.

19. هلو هلو پائرو، هلو هٿانئون
تورين گهٽين ڏينهڙي اچي ويجها پيا هٿا واهون
پوءِ دودل جي مٿانئون، اچي پيا اوچتا.

20. ڀهريڻ چوٽ تي چڙهيا، دودل سندا يار
اچي پيا اوچتا ڏوڏو ڪري ڏڏڪار
پوءِ ڀهريان پنج هزار، دودل ماريس ديم موئن.

21. ٻيجهيءَ چوٽ تي چڙهيو، دودو سو دانا
اچي پيس اوچتو رات ڏيئي راءِ
دودل ماريس ديم موئن تي سوءِ ۽ پنجاهہ
پوءِ گيدي تيا گڏ گاهہ، پُور پڇائين پاڻ ۾.

22. تيجهيءَ چوٽ تي چڙهيو. ويو وٺ وٺ ڪري وائي
ڪُتي ڪرمائين سان تنجي وائي وجائي[1]

---

[1] ڪرمائيون = ترارايون.

دودل ماريس ديم مان ست سا سوائي[1]
وڃڻ جي وائي، ستت ڪيائون سيگهه مان.

23. هلو هلو پائرو، هلو هنائون
پڇو دودل جي ديم مان، متان پنيء اڇيئون
اڇي ڪنهن پت تي، متان پڇي ماريئون
دوست محمد سندي در ڏي، اسين قنڌاري ڏي ڪاهيون
اڇي ڪوٽ ٻه ڏنائون، تورين گهٽي ڏينهڙي.

24. اسر ويل اُتي ڪري پوتيون پاتائون
جوڙ ڪٽي سڀ جنگ جا، جٽيا جڙيائون
دوست محمد ڪي ديمن جا ماٿهو مڪائون
هاڻ اُتي پڇ اُتائون، قنڌار سندي ڪوٽ مان.

25. قنڌار سندي ڪوٽ مان، اسان ڪي پڇتو ناهي
وڃهاڻ لڪن ڪوڻ لاهي، دبيندوساڻ ديمن ڪي.

26. پهرين چوٽ تي چڙهيو جرنيل ڪٽي ذاتيون
پناڻ پري جهلير. توڙي رهي هليو راتيون
پوء بانڪا ناهن باتيون، موٺو موٺون پوئتي.

27. ٻيجهيء چوٽ تي چڙهيو، جيڪب تي آيو
فرنگي پنهنجي فلڪ سان ستت ڪري سعيو
ٿيو ڌوهه تنهن ڪوٽ سان، پيو ريسب ٻه رهايو
اڇي رُڪ ٻڌو رايو، قنڌار سندي ڪوٽ سان.

28. رُڪ ته راهو منڊيو، قنڌار ڪوٽ چون
ڳاڙها ڳانا ڳچين ۾ پاتا پناڻ
لڳي ترار تنهن ڪوٽ ۾ پڳا پوٽ وڃن
ڇهه سا فرنگين جا مئا. پنج سا پناڻ[2]
پوء پڳا پناڻ وڃن، پيء ڇڏيو تنهن پٽ ڪي.

---

[1] ست سا = ست سؤ.
[2] ڇهه سا = ڇهه سؤ. پنج سا = پنج سؤ.

29. پڑهو فاتحه عبدالله جي تہ ثواب ٿئيو سؤ وار
ڏسيءِ ايندا ڏينهن کي فرنگي سو هزار
شڪ تہ پين ڪونہ ڪو مت ڪسين سردار
سٿي سڪيلن سان ڪَٿيائون ڪاپار
ڏڙ ڪيائون ڏار، تڪي ترارين سان.

30. ڪرور ڪُوڪي آيو، ڪاهي ڏانهن قنڌار[1]
ڏانهن ڏنائين در تي ڪنڌ پٽي ڪاپار
تہ جا ويئي ڪابل ڏانهن قطار. اُهي اتيئي ماريا.

31. هئڙا جيڪي تڪيا، منجهہ سي ڪوٽ قنڌار
پير تہ پاڙئون پَٽي شاهہ شجاع ويڙءِ سار
متان پويان رلن بار، موٽو موٽون پوئٽي.

32. "ڪامل" چوي قنڌار مان تي پڳا اُتان ٿي
ويلو نہ تڪيا وڃ تي، ڪيائون سڪر منجهہ ساهي
اچي پٽپيون ڪيائين، علي مراد ڪي هٿ سان.

33. علي مراد جو آڪيو سو ڦرنگي سوهانو
رستم ڪي رات جو ڪيائين لاڙ ڏي روانو
مير ايو ميريءَ ۾ تنهن جو بتليو بانو
پوءِ خوش ڪرين خانو، نصير خان توڪي ننگ اُتي.

34. صوبدار لکيو لنگهائيو، فرنگيءَ ڏي ڦيري
ڪونہ چوندو ڪڏهن، وڃ وطن ڏي واري
سگهو آءَ چاڙهي، ملڪ اچي ڪر مات تون.

35. فرنگي فلڪ چاڙهي سگهيرو ڪرين سعيو
سمهون تنهن سنڌ مان اوهين ڪوٽ اُتي ڪاهيو
هالن منجهہ آيو، اچي وينن ويجهڙو.

36. صوبدار لکيو لنگهائيو، آءُ اڳاهون آءُ
لشڪر اينداءِ لاڏ مان ڪاچي وارو ڪاهہ
دودل وارو داءُ، ويل تہ وڙهڻ جي اٿئي.

---

[1] ڪرور = قاصد.

37. هليو تنهن هالن مان پس مٺيائين پار
فرنگيءَ جي فلڪ جا آهن سادا ست هزار
پارهن هزار مير سان نڪري ٿيا نروار
اڳي وينا آڙ ۾ ڪري ڪندن جي واڙ
پوءِ ٿيا توفن جا ڏڏڪار، ڦليلي جي ڪپ تي.

38. هل حشر هُل ٿيو صبح ساويرو
تپائي توفن ڏنا ڪيائون پاسو پسارو
موٽي تنهن مهاڙيءَ ڪان فرنگي ڪيو ڦيرو
توفن تي تڪرار ڪيو، ٿيو اوندهه انڌيرو
دهه دهه بندوقن جي ٿيو گوڙ ٻه غبارو
تي باهه ڇپي جيرو، ترار نڪتي ڪان ڪا.

39. ڦليليءَ جي ڪپ تي ٿيا توفن جا ڏڏڪار
پڙ متي پرزا ٿيا ڇانگ مڙئي ڇوڏار
لَڏي لشڪر هليا، ڪري ڪانڌ قطار
سر ڏيئي سرها ٿيا جي سچا هئا سردار
اَٺ سا ماريا ميرن جا، فرنگي هڪ هزار[1]
پوءِ سڙئي ڪاٺي صوبدار، آٿي ڏني هٿ سان.

40. پيڳ جي خاطر پنهنجي سنڌ ٻه ڏنائين
اُپي تنهن بازار مان مار ٻه ڪاڏائين
پنهنجي مُلڪ مُڪائين، وجهي تن بونُبن ۾[2].

---

[1] اٺ سا = اٺ سئو.
[2] بونبن = جهازن.

## 2. سنڌ جي لشڪر جي انگريزن جي ڪئمپ تي ڪاهه

ڏکڻ هندستان ۾ سپ کان وڏيڪ طاقتور ٿيڻ کان پوءِ، انگريزن اُتر هندستان تي قبضي ڪرڻ جا گهاٽ گهڙيا ۽ سپ کان پهريائين سنڌ ۾ اکيون وڌيون. پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي اميرن کي هڪبئي پٺيان نَوَنَ عهدنامن تي دستخط ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيائون. 1830ع کان حيدرآباد ۾ پنهنجو سفير رهايائون، پنهنجي لشڪر جي سنڌ ۾ حد دخلي ڪرايائون. پهريائين پنهنجي خاص ايجنٽ "پاٽنجر" ۽ پوءِ "اوٽرم" کي موڪليائون تہ حڪمرانن کي هر قسم سان مجبور ڪري هر قسم جا شرط شروط مڃائين. آخر ۾ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري هر قسم جا بهانا ڳوليائون. چارلس نيپيئر فوج وٺي مٽان سکر طرفان اچي پهتو. باوجود انهيءَ جي حيدرآباد جي حڪمران مير محمد نصير خان، انگريزن سان ڪيل معاهدن جي شرطن مطابق سرڪاري طور ڪوبہ اهڙو قدم کڻڻ نٿي چاهيو، جنهن سان انگريزن کي حملي ڪرڻ جو بهانو هٿ اچي. ٻئي طرف وزير نواب احمد خان لغاري، خاص صلاحڪار مير شهداد خان ۽ ٻيا امير اُمراءَ انگريزن جي منافقي ۽ ان سان گڏ دٻاءَ کان تنگ ٿي چڪا هئا. پر مير محمد نصير خان بهرحال عهدنامن کي ٽوڙڻ نٿي چاهيو. انهيءَ ڪري ڪليو ڪلايو ڪنهن بہ قدم کڻڻ کان مجبور هئا.

حيدرآباد ۾ موجود سنڌ جي لشڪر جيڪي ڪجهہ پئي ڏٺو، سو ڪانئن سٺو نہ ٿيو. جڏهن کين معلوم ٿيو تہ نواب احمد خان ۽ مير شهداد خان انگريزن جي اُرهہ زورائيءَ جي برخلاف آهن، تڏهن حڪومت طرفان اختيار ڪيل خاموشي واري پاليسيءَ جي پرواهہ نہ ڪري، درياءَ جي ڪنڌيءَ تي انگريزن جي ڪامپ تي حملو ڪيائون. وڏي همت سان ڪامپ جو بنياد اُکيڙي ڇڏيائون ۽ اوٽرم پڇي جند ڇڏائي، ۽ سڌو وڃي نيپيئر وٽ ساهہ کنيائين. انهيءَ ڪاهہ جو ڪجهہ بيان انهن بيتن ۾ آهي جيڪي علي مگنهار جي نالي سان پوءِ انگريزن جي قبضي بعد ٻين جُڙتو بيتن سان گڏ ڇپائي پڌرا ڪيا ويا. انهن مان هينيان اسان سگهڙن جي ڪچهرين ۾ ٻُڌا.

الله جــل جلالــه ماهيون ٿيــون ملڪــن[1]
جنگيــون، جهيــڙا، جهڳــڙا ڪيــا اڳ اميــرن
هيلوڪــي هــن جنــگ جــون تــا شــاعر ســٿون ڪــن
پـُــلڪارون جرنيــل جــون، پڙهــا تــا بـــ پــوَن[2]

—

ورنـــ وڪيــل پنهنجــا پيــو ننــدو حمــال هــَـلائي[3]
پهيــو پــاٽينجر ســان ننــدو ڳالهـــ وجيــو ڳالهــائي[4]
جو ڪــامپ وجهيــو ڪوٺــڙي ۾، تــو بنگــلا خــوب بنــائي[5]
وجهـــي بنگـــلا وينـــو ســـاري ســـنڌ چتـــائي[6]
دُرس پنهنجـــا درياهـــ ۾ تـــو آگبـــوٽ آٽـــائي
"سِـگهه تَـڪا سنڌ جا مون کي پئسا ڏيو پـُـچائي".[7]

—

ســورهيـ ميــر شــهداد کــي تــو خبــرون ســٽائي[8]
اَتــوَ انــگريزن اهــڙو، جنهــن ســان هيٺــي ڪــومَ هلائــي
گهٽيــون ولاتــون ورتيــون فلنگــيءَ دڙکــي ســاڻ دبــائي
ســنڌ نـــ ڏجــو ســورهيـ! پنهنجــا مــرد ڏجــو مــارائي
تنهـن تـي مڙي ميرن مصلحت ڪـي، صوبـا سـپ سـڏائي.

—

[1] ماهيون = لڙايون.
[2] پلڪارون = طاقت ۽ زور جون ڌمڪيون. جرنيل = نيپيئر.
[3] ورنهـ = مير محمد نصير خان. وڪيل = ايلچي. جيڪي سنڌ جي حڪومت طرفان انگريزن ايلچيـن سان تي مليا تـ عهدنامن موجب هجي ۽ زوراوري نـ ڪجي.
[4] نندو حمال هن بيت موجب اهڙو هڪ ايلچي هو جو اڳ پاٽينجر سان مليو هو.
[5] جو = يعني پاٽينجر.
[6] سنڌ چتائي = سڄي سنڌ کي اک ۾ ڪري.
[7] انگريزن جي لشڪر جي خرچ لاءِ وڏيون رقمون پيو گهري.
[8] سورهيـ = نندو حمال.

منيــان لڳــي ميــر کــي، کــاوڙ قصــد ڪمايــا[1]
"جنـگ ڪريســون ملـڪ نــہ ڏيســون" وائـي ميــر ورايـا.

—

کــاهي پيــڙا ڪــامپ ۾، غـــازين کيـــن گهٽـــايو
پڇــائي اُتـــرام کـــي، غـــازين غـــوراب لٽـــايو.

—

اُتــرام پڇـــي اُتهـــون پيـــو بيڙيـــن ۾ ڪـــاهي
اچيـــو تنهـــن جرنيـــل کـــي تـــو ڳـــالهيون ٻڌائـــي
اتـي سـنير ساڃو ٿـيءُ، تنهنجـي ڪـامپ لـُـٽي آهــي.

—

اها ڪاهہ جيتوڻيڪ وزير نواب احمد خان لغاري جي پوري پنيرائيءَ سان ٿي هئي، مگر سرڪاري طور مير محمد نصير خان جي اجازت کان سواءِ ٿي هئي. انهيءَ ڪري ئي مير صاحب طرفان خسرو بيگ ۽ محمد يوسف خدمتگار خاص طور تي چارلس نيپيئر ڏانهن سفير ڪري موڪليا ويا تہ وڃي حڪومت جي پاليسي جي وضاحت ڪن ۽ هو ڪامپ تي لشڪر جي ڪاهہ بابت غلط فهمي دور ڪن. مگر چارلس نيپيئر اڳيئي سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري چڪو هو، تنهن کي هڪ بهانو ملي ويو. باوجود انهيءَ جي منافقيءَ کان ڪم ونئي، ٻاهرين طور هنن ايلچين کي ڪوڙا وعدا ڏيئي چيائين تہ: اسان جو لشڪر سنڌ مان لنگهي رهيو آهي ۽ اسان کي جنگ جو ڪوبہ خيال ناهي.

"مياڻي جي جنگ" کان پوءِ نواب احمد خان وڃي مير شير محمد خان سان گڏيو ۽ گڏجي انگريزن خلاف جنگ جاري رکيائون، پر مير شهداد خان پنهنجي چاچي مير محمد نصير خان ۽ ٻين سان گڏ انگريزن جو قيدي ٿي پيو. جيئن تہ صلاحڪار جي حيثيت ۾ هو ۽ انگريزن جو مخالف رهيو هو، انهيءَ ڪري هاڻي انگريزن سائس سختي وارو برتاءُ ڪيو ۽ هن وطن جي آزادي جي حامي نوجوان مير کي ٻين ميرن صاحبن کان جدا ڪري سورت ۾ قيد ڪري رکيو ويو. جو نيپيئر کي چيو ويو هو تہ حيدرآباد ۾ انگريزن جي ڪامپ کي باهہ ڏيڻ ۽ ڪپتان انيس کي قتل ڪرڻ ۾ مير

[1] منيان لڳي مير ڪون = مير شهداد خان ڏانهن اشارو. جنهن کي ڪاوڙ لڳي.

صاحب جو هٿ هو. آخر پنجن سالن کان پوءِ 20 مئي 1848ع ۾ هڪ عدالت قائم
ڪئي وئي، جنهن ۾ مير صاحب تي ڪيس هليو، پر متس ڪابہ ثابتي ڪانہ بيٺي.
باقي هڪ سورهيہ محمد پٽ ڏتو لغاري تنهن ڪليو اقرار ڪيو تہ هن ۽ ٻئي لشڪر
حملو ڪيو هو. انهيءَ تي هن کي حيدرآباد قلعي جي دروازي تي ڦاسي ڏيئي شهيد
ڪيو ويو. باقي ٻين کي، جن ۾ لغاري، نظاماڻي، ڪنياڻ ۽ کوکر هئا، تن کي قلعي
جي ٽڪري هيٺان ڦاسي ڏيئي شهيد ڪيو ويو. مير صاحب کي عدالت جتوڻيڪ بي
ڏوهہ ٺهرايو، تڏهن بہ انگريزن کيس وطن وڃڻ بدران وري بہ ڪلڪتي ۾ نظربند رکيو،
جتي 8 محرم 1284ھ ۾ وفات ڪيائين. مير شهداد خان وڏو ديرينو، داناءُ، شاعر ۽
اديب هو. سندس تخلص "حيدري" هو. سندس ديوان موجود آهي.

## 3. مياڻيءَ جي جنگ

هيءَ جنگ ماهه محرم سن 1259هه (17- فيبروري 1843ع) ۾ انگريزن جي سنيري آيل فوج، ۽ سنڌ جي ٽڙتڪڙ ۾ گڏ ڪيل لشڪر جي وچ ۾، ڦليلي جي "مياڻي" وٽ لڳي[1]. انگريز ان وقت هندوستان ۾ وڏا طاقتور هئا. ڪڇ کان وٺي ڪلڪتي تائين سڄي ساموندي ڪناري، توڙي ملڪ جي اندروني حصن ۾ اڌ هندوستان تي سندن قبضو هو. سنڌ هڪ نندو ملڪ هو، انهيءَ ڪري ڪلهوڙن توڙي ٽالپورن جي دور ۾، سنڌ جي حڪومت سياسي حڪمت عملي کان ڪم ورتو ۽ انگريزن سان سفارتي تعلقات جاري رکيا ۽ سياسي معاهدا ڪيا. انگريزن 18-صدي ۾ تجارتي بهاني سان هندوستان ۾ حد دخلي ڪري قبضا وڌايا، ۽ 19-صدي ۾ سنئون سڌو طاقت جي زور تي سڄي هندوستان تي حڪومت قائم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. اتر طرف قبضي وڌائڻ لاءِ هنن پهريائين سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي سٽ سٽي ۽ سنڌ جي حڪومت تي زور آڻي پنهنجي فائدي ۾ عهدناما ڪرايائون.

سنڌي معاشري جي شرافت ۽ صلح جي لاڙن توڙي دوستي دشمني وارن اصولن موجب، مڙسن جي ڪيل قول ۽ چڱن جي اقرارن ۽ خاص طرح حاڪمن جي عهدنامن کي وڏي اهميت هئي. سنڌ جي حڪومت انگريزن سان ڪيل عدنامي جي باوجود ڪن بيجا شرطن جي پوئواري ڪئي ته ٻئي طرف انگريزن وقت بوقت هڪڙا عهدناما رد ڪري ٻيا پٺي ڪرايا، جنهن تي بالآخر تنگ ٿي بلوچن جي لشڪر اؤٽرام جي ڪيمپ تي حملو ڪيو ۽ ڪيمپ پٽي ڪيس ڀڄائي ڪڍيو. پوءِ چارلس نيپيئر فوج وٺي چڙهيو.

انگريزن جي طرفان تيار ڪيل گهوڙي سوار توڙي پياده فوج، توبن ۽ هٿيارن سان، سنڌ جهڙي صلح پسند ملڪ ۽ صلح پسند حاڪمن جي بربادي لاءِ، اُتر سنڌ کان پنهنجون ڪارروايون شروع ڪيون. هن فوج جو سپهه سالار

---

[1] اهو ماڳ هن وقت حيدرآباد کان هالا ڏانهن ويندڙ رستي ۽ ٻيلي ڪاٽي جي مياڻي واري تجرباتي ٻيلي ايراضي کان ميل کن ڏکڻ طرف آهي. اتي ڦليلي کي تورو ور هو، انگريزن جي فوج اُتر طرف ۽ سنڌ جو لشڪر ڦليلي جي پيٽ ۾ توڙي ان کان ڏکڻ طرف هو. اصل اتي ڦليلي مان مڇي مارڻ لاءِ مير بحرن جا گهر هئا ۽ انهيءَ ڪري اها "مياڻي" سڏبي هئي.

چارلس نيپيئر هو. جنهن سنڌ کي انگريزن جي غلامي مجائڻ لاءِ چالبازي ۽ ڏوکي بازيءَ ۾ کسر ڪانہ ڇڏي. خيرپور جي گهراڻي مان مير علي مراد ۽ حيدرآباد مان مير صوبدار پنهنجن سان رنجيده هئا، جن کي نيپيئر لالچون ۽ دلاسا ڏيئي پنهنجن کان پري ڪيو. ينهي گهراڻن جي منشين ۽ دفتري ڪاروبار هلائيندڙن مان ڪن کي چوندي پنهنجو ڪيائين. هنن انگريزن طرفان جاسوسي ڪرڻ، پنهنجن هر دلعزيز حاڪمن تي چوڪسي رکڻ ۽ حملي ڪندڙ دشمنن کي مدد ڏيڻ ۽ پنهنجي ملڪ ۽ ماڻهن سان غداري ڪرڻ ۾ جيڪي ڪجهہ ڪري سگهيا، سو ڪيائون.

خيرپور جو والي مير رستم خان پير مرد هو. هن نيپيئر جي فوجي مظاهري ۽ بد ارادي، توڙي علي مراد کي لالچائي پنهنجي پاسي ڪرڻ واري چال کي ڏنو، پر پاڻ کي بيوس ڏسي حيدرآباد جو رُخ ڪيائين تہ نيپيئر بہ پويان ڪوچ ڪندو لڳو آهيو. مگر وڏي حرفت سان جنگ يا حملي واري ارادي کي مخفي رکيائين. مير رستم خان جي حيدرآباد پهچڻ تي مير محمد نصير خان پنهنجن صلاحڪارن کي سڏايو. هڪ طرف هي ظاهر هو تہ نيپيئر فوج سان چڙهي آيو هو، ٻئي طرف هي ڳالهہ هئي تہ حڪومت جا انگريزن سان صلح ۽ دوستي جا عهدناما ٿيل هئا، جن جي حيدرآباد طرفان ڪابہ ڀڃڪڙي ڪانہ ٿي هئي. انهيءَ ڪري هڪ انگريز جرنيل کي ڪهڙو اختيار هو، جو هو خواه مخواه حملو ڪري! مير محمد نصير خان طرفان موڪليل ايلچين انهن عهدنامن ڏانهن نيپيئر جو ڌيان بہ ڇڪايو هو.

جڏهن مير محمد نصيرخان وٽ امير ۽ اڳواڻ حاضر ٿيا تہ بہ رايون ٿيون: هڪ اها تہ عهدنامن تي اعتبار ڪجي ۽ ڪوبہ تڪڙو قدم نہ کڻجي، ٻيو تہ هي جرنيل جيڪو چڙهيو پيو اچي، تنهن تي اعتبار نہ ڪجي ۽ پنهنجي طرفان حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ تياري ڪجي. وڏيڪ سڄاڻ صلاحڪارن انهيءَ پوئين راءِ تي زور ڏنو. ۽ جڏهن نيپيئر جي بد ارادن بابت پڪيون خبرون پهتيون تہ اهو فيصلو قائم ٿيو. پر هاڻي وقت تمام ٿورو هو. حيدرآباد ۾ جيڪو لشڪر موجود هو يا جيڪو لشڪر حيدرآباد کان اوير طرف ۽ ڏکڻ طرف وارن راڄن مان گڏ ٿي سگهيو، تن کي وڏي همت سان گڏ ڪيو ويو. ٻي رت اها بيٺي تہ حيدرآباد ۾ قلعي بند ٿي ويهڻ ڪمزوري ڏيکارڻ جي برابر ٿيندو. انهيءَ ڪري

ضروري آهي تہ وڏي وجي دشمن جو اڳ جهلجي. تيون تہ قلعي کان ٻاهر اهو ضروري آهي تہ اهڙي جاءِ جهلجي جو جنگ لاءِ آڙ ٿي سگهي. انهيءَ جنگي تدبير مطابق سنڌ جي سڄاڻ سپهہ سالارن، حيدرآباد جي قلعي کي 8 ميل اُتر طرف، ڦريان اينڊڙ دشمن واري گس کي سامهون، مياڻي لڳ ڦليلي جي پيٽ ۽ پسگردائي ۾ وجي مورچا ۽ آڙون ڪري پنهنجي لشڪر کي ويهاريو.

نيپيئر چپ چاپ ۾ ڌوکي سان حيدرآباد تي قبضي ڪرڻ جو جيڪو منصوبو رٿيو هو، سو رُلي ويو. سنڌ جي لشڪر کي آڏو مقابلي لاءِ بيٺل ڏسي ويتر ششدر ٿيو. اڳتي وڌڻ وارو خيال لاهي ڪيمپ هنيائين. اتي مخفي طور مير صوبدار جو خاص منشي آوتراءِ وٽس پهتو ۽ اُن جي معرفت پوءِ حيدرآباد جي طرف جا سڀ احوال نيپيئر تائين پهچڻ لڳا. نيپيئر جي اها ڪوشش هئي تہ خيرپور جي مير علي مراد وانگر مير صوبدار بہ سنئون سڌو اچي سندس ساٿ ڏئي، پر سنڌ جي سورهين ۽ سرويچن جي مرڻ ۽ مارڻ واري ماحول ۾ مير صوبدار اهڙي جرئت ڪري نہ سگهيو. نيپيئر جڏهن ڏٺو تہ ٻئي طرفان ڪوبہ ساٿس اچي ملڻ لاءِ تيار ناهي تہ جنگ شروع ڪيائين. پر پهرئين حملي ۾ شڪست کائي هٽيو. ان بعد جاسوسن کان ڪم ورتائين، جن جنگ هلندي لشڪر کي برغلايو تہ انگريز پٺي ويو. انهيءَ لاءِ تہ هو پنهنجا مضبوط مورچا ڇڏين، جن کي ٽوڙڻ مشڪل هو ۽ آڙن مان اُٿي ٻاهر نروار ٿين تہ انگريزن جي توبخاني جو شڪار ٿين. نيپيئر جو اهو ڌوکو ڪامياب ٿيو. ڦليلي جي پيٽ وارن مورچن ۽ آڙن ڇڏڻ سان سنڌ جي لشڪر جا پير اُکڙي ويا، پر ان هوندي بہ سرَ جي سٽ ڏنائون ۽ بيهي مقابلو ڪيائون، ۽ جڏهن فتح جي باقي ذري جيتري بہ اُميد نہ رهي، تڏهن باقي بچيل لشڪر لاچار ٿي ميدان ڇڏيو.

"مياڻي جي جنگ: جو احوال انگريزن لکيو، جن پنهنجي ساراهہ ۽ سورهيائي بيان ڪئي تہ اسين تمام ٿورڙا هئاسون ۽ ٻئي طرف ٻيڻو ٽيڻو لشڪر اسان تي حملي ڪرڻ لاءِ سنبري آيو هو. حقيقت ۾ سنڌ جو لشڪر نہ فقط ٿورو هو پر ٽڙتڪڙ ۾ گڏ ڪيو ويو هو ۽ ان جو خاص مقصد بچاءُ هو. نيپيئر شروع کان آخر تائين - جنگين کان اڳ، جنگين ۾ ۽ ٽوڙي جنگين کان پوءِ - ڪوڙ ۽ فريب، جاسوسي ۽ فتني، دلبي ۽ ڌوکي سان صلح پسند سنڌ تي غاصبانہ قبضو ڪيو. جو پاڻ جيڪا خبر پوئتي موڪليائين. تنهن ۾ چيائين تہ: مون گناهہ ذريعي سنڌ قبضي ڪئي آهي.

سنڌ جي طرفان "مياڻي جي جنگ" جو صحيح احوال بروقت ڪونہ لکيو ويو ۽ پوءِ جيڪي لکيو ويو سو انگريزن جي بيانن مطابق هو. جيڪي سورهيہ مياڻيءَ جي ميدان ۾ شهيد ٿيا هئا (جن مان ڪي "شهيدن جي مقام" ۾ دفن ٿيل آهن، جيڪو مياڻي واري ماڳ تي آهي)، تن جي پوين مان ڪن وٽ زباني خبرون هيون، جن مان پوري تصديق ٿي ٿئي تہ انگريزن جي پيٽ ۾ سنڌ جو لشڪر ٿورو هو، تڏ تڪڙ ۾ حيدرآباد ۽ ان جي آسپاس مان گڏ ٿيو ۽ جنگ ۾ وڏي همت سان وڙهيو ۽ جنگ هلندي ڪوبہ ڪونہ ڀڳو. اهي ڳالهيون پوءِ انگريزن ۽ سنڌن خير خواهن هلايون. ان جي تصديق انهيءَ مان ٿئي ٿي جو مياڻي توڙي دو - آبي وارين جنگين ۾، سنڌ جي سورهين جي بهادريءَ تي ڪن سگهڙن بيت چيا هئا، جيڪي ڪن ماڻهن کي ياد هئا. پر پوءِ حيدرآباد جي ڪن عامل هندو آفيسرن (جن جا وڏا اڳ ميرن جا منشي هئا ۽ پوءِ انگريزن جا خيرخواهہ ٿيا) جي ذريعي جڏهن انگريزن جي ساراهہ ۽ پنهنجن وڏن جي ڪوتاهين کي ڍڪڻ لاءِ "ميرن جي حڪومت" خلاف ننڍا وڏا ڪتاب لکجڻ ۽ ڇپجڻ شروع ٿيا[1]، تڏهن اصلوڪن بيتن ۾ انگريزن جي شان، ڪن هندو سورمن جي واکاڻ ۽ ميرن ۽ سنڌ جي لشڪر جي گلا جا بيت علي مگڻهار جي نالي سان شامل ڪري ڇپايا ويا. اهڙن وڌايل بيتن کي ڇڏي، باقي بيت جن مان ڪي هن پوئين دور ۾ سگهڙن سان ڪيل ڪچهرين ۾ بہ ٻڌا ويا، سي هيٺ ڏجن ٿا:

فلنگي وڏي فڪل سان وڏو ڏيهن ۾ ڏهڪار
پَر مير رستم ڪين قبوليو انگريزن جو اختيار
اتان مير رستم لڏيو ڇڏي محل منار
آيو مير نصير وٽ ٿي باٿ بي اختيار
تنهن کي ديوَ دلاسو ڏنو تهدليون تڪرار
"سنڌ نہ ڏيون جنگ ڪريون" اهڙا قول قرار
فلنگي وڏي فڪل سان ڪيو جنگ سندو جنسار
هتان سورهيہ سامهان ٿيا "سرگهور ڪَرن سردار"

[1] ڏسو "دو - آبي واري جنگ" هيٺ حاشيہ.

محڪم مير نصير هو مانجهي مرد مزار[1]
پر رضا جا رحمان جي، اڇي بند پيو سردار.

—

گهڻا ماريا جنگ ۾ ڪريان نالا ڇا نروار
مُهڙ چڪي "مَري" آيا مرد مستاني وار
ڪمال خان، خان محمد هئا جُڳ ٻہ جانب يار
فتح خان ماريو نامڪنيو نروار
گوهر خان ملهائيا مڙئي قول قرار
گمن چاڪراڻي ماريو ڪُڏ ڪري ڪوڪار
پِير تہ پيڻ شهر جو هو مانجهي مرد متار.

—

فتح محمد سيد تي هو تيز ترارين تاءِ
واگهہ وڙهيو سر ويرئين ڏس ورنہ سندي واہ!
علي اڪبر سيد ماريو، ڳوڏو ٻڌي ڳاهہ
ناميا وڙهيا ننگ تي، مر صدقي تيڙو ساهہ.

—

مينهن پاڻي پلٽا ڪري پيو اُتر ڪاڻ اڇي
اُت گاجون غلام شاهہ جون ٿو نيزي سر نچي[2]
پڙ گهڙي ڪيائون پڌرو، من غلام شاهہ اڇي.

—

غلام شاهہ شهواڻي جي ڪندو ڪونہ ڪچي
ويري ڏسي وهسي گهڻو، وجي تا نہ هچي.

—

نظاماڻي ننگ ڏٺي هئا پڌرا پاتاري
اُت ڪوڪر ڪٽياڻ ڪيليا، ٻي لاتي لغاري.

—

(1) مزار = شينهن.
(2) گاجون = گجگوڙون.

جي ڪيهر شينهن ڪلام ڪيا، سي مير جان محمد ملهايا
عملو مير جان محمد سان وڪ وڌندي آيا.

---

جان محمد جوانن ڪي، مير ورنہ ڪي واگهر[1]
نا نا بندوقن جا، هوڏانهن توفن جا ڌڏڪر
لڳا مَٿ مَٿن سين، سيهي ڪيا سٿڪر
چانگ بروچ ماريا، ٻي ٻگي جهرڪي جهر.

---

مراد علي آئيو مڱ ٻہ شير متير
جُلهہ ويلي جنگ جي چانگن ڪوپن ڪَئي اُلير.

---

اَنڌو مُلو مسيت جو، تنهن سورهيہ ڪئي سٽ
"علي علي" ڪري اُٿيو لاٿئين ڏاڍي لٽ
اڪين ڏاران آدمي، ناهي انڌي جو وس.

---

سورهيہ مرد ميدان ۾ تا سر جا سودا ڪن
اها جنگ اتي ڏريو تا ٻيءَ جو سعيو ڪن
اها جنگ اتي ڪريو تا ٻيءَ جا ٻول ٻڌن.

"مياڻي جي جنگ" بعد مرثين جي شاعر ثابت علي شاهہ جي پُٽ احسان علي شاهہ هڪ مرثيو چيو، جنهن ۾ جنگ بابت احوال آهن، پر افسوس جو جنگ جي حقيقت ۽ نيپيئر جي منافقت ۽ سنڌ جي لشڪر جي همت ۽ مدافعت کي آشڪار ڪرڻ بدران، احسان علي شاهہ محض "مرثيو" چيو ۽ "مرثيي" جي لوازمات کي پوري ڪرڻ لاءِ هن تاريخي واقعي جو غير حقيقي تصور پيش ڪيائين ۽ ان کي مخصوص "مذهبي" رنگ ڏنائين: يعني تہ "مياڻي جي جنگ" کي "ڪربلا جي جنگ" تصور ڪيائين. مير محمد نصير خان کي امام حسين واري ڪردار سان تشبيہ ڏنائين، سندس عزيزن ۽ صلاحڪارن سورهيہ سپاهين ۽ راڄدارن کي شامي ڪوفي ٻڌايائين، مير صاحب کي مظلوم جي حيثيت

---

[1] واگهر = هڪل.

ڏيئي، سندس واسطي هاءِ واءِ ڪيائين ۽ سنڌ جي ٻين طرفدارن کي شامي ڪوفي قرار ڏنائين تہ هنن مير صاحب سان دوهہ ڪيو جو ڪيس جنگ لاءِ آماده ڪيائون ۽ جنگ جي ميدان ڏانهن نيائون ۽ انهيءَ ڪري انهن کي ڪوڙو ۽ يزيد ڪونيائين، مٿن مير صاحب کي ميدان ۾ اڪيلو ڇڏي ڀڄي وڃڻ جي تهمت مڙهيائين ۽ لعنتون وسايائين:

هـــاءِ راڄـــن ۽ اميـــرن دوهـــہ ڪيـــو ڏيئـــي دغـــا
جيئـن امـام حسـين ڪـان ڪوفـي ۽ شـامي هٿـا قريـا
سـنڌ جـو لشـڪر هـو شـامين جهـڙو ڪوفـي بـي حيـا.

سندس سچو ڏيان انهيءَ طرف ويو تہ "مير مومن. مولائي، حسيني، حيدري، ماتمي هو، جنهن سان وڏو ظلم ٿي ويو. احسان علي شاهہ ويچارو محدود نظر ۽ شعور وارو مرثيہ گو شيعو شاعر هو، انهيءَ ڪري ڌاريئي انگريز دشمن ۽ پنهنجي وطن جي سپاهين ۽ سپهہ سالارن جي جنگ کي "شيعي سني جنگ" جو غير حقيقي رنگ ڏنائين. سندس "مرثيي" جي انهن جڙتو تشبيهن ۽ گلا غيبت وارن بيانن کي ڇڏيندي، باقي نظم جا ياڱا، جن ۾ ڪجهہ اعتدال ۽ نسبتاً صحيح صورتحال سمايل آهي، سي هن طرح آهن[1]

نـــامور ســـلطان ســـرور ســـنڌ جـــو هـــو بـــي نظيـــر
جنهـــن جـــو بـــابو بادشـــاهہ ۽ پـــاءُ عـــالم جـــو اميـــر[2]
ملـــڪ مـــالڪ، راڄ ســـرور، صـــاحب صـــدر و ســـرير
نيـــڪ سيرت، نيـــڪ صـــورت، نـــامور محمـــد نصيـــر[3]
تنهـن کـي لشـڪر سـنڌ جـي چيـو: "ميـر صـاحب نـامدار!
جنـــگ ڪـــر بيديـــن مشـــرڪ ســـاڻ، مومـــن دينـــدار!"

---

[1] احسان علي شاهہ جو هي "مرثيو"، رسالي مهراڻ (سال 1957ع، نمبر 1 ۽ 2) ۾ ڇپيو، جتان اهي اقتباس ورتل آهن.

[2] مير نصير خان جو والد مير مراد علي خان 1828ع ۾ مسند تي ويٺو. ۽ 1833ع ۾ وفات ڪيائين، سندس تخلص "علي" هو. مير نور محمد خان ولد مير مراد علي خان، مير نصير خان جو وڏو ڀاءُ هو، 1833ع ۾ مسند تي ويٺو. ۽ 1841ع ۾ گذاري ويو.

[3] آخري حاڪم سنڌ. سرڪار فيض آثار، هزهائينس مير محمد نصير خان ٽالپر، المتخلص "جعفري" تاريخ 14 محرم 1217هہ، حيدرآباد جي قلعي ۾ ڄائو. 1840ع ۾ مسند تي ويٺو ۽ مياڻيءَ واري جنگ هارائڻ بعد 17- فيبروري 1843ع تي هو ٻين اميرن سان گڏ انگريزن جو قيدي ٿيو. انهيءَ حالت ۾ سنڌ ڇڏي ۽ بالآخر انگريزن ڪيس "دمدم" ڪلڪتي ۾ نظربند ڪيو، جتي تاريخ 7- ربيع الثاني 1261هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازو حيدرآباد آڻي ميرن جي قبن ۾ دفن ڪيو ويو. مير محمد نصير خان وڏو شاعر ۽ اديب هو. سندس تصنيفون هي آهن: ديوان فارسي، ديوان اردو، "مختيار نامو" (فارسي، مصور)، "مثنوي مرزا صاحبان" (فارسي) ۽ "سفرنامہ جعفري" (فارسي نظم ۾).

سوٽ تنهنجا سي توهان سان گڏجي سيئي تا هلن
تنهنجا لشڪر، راڄ ڀائر، سي مڙي تا ميڙ ڪن
سي سيئي سنيري چڙهي آيا ۽ هيئن تا عرض ڪن:
تي مجاهد في سبيل الله، بنام پنجتن
تنهنجو عباس علي همراهه شهداداڻي شاهه
چاڪراڻي، ماڻڪاڻي، هي سيئي تنهنجي سپاهه

---

پرڳڙي ۽ چانگ، مري، ٽالپر ڏوٽا هزار
۽ نظاماڻي، مري، ڪوسا ۽ ڪوڪر نامدار
چلگري، گوپانگ، لاشاري، لغاري بيشمار
رند، ڪورائي، جتوئي، باگراڻي تيا تيار
خان خاناڻي ۽ شهواڻي ۽ شهداداڻي شير
چاڪراڻي، ماڻڪاڻي، نامور سورهيه دلير.

---

ميرمومن مُرتضائي، مصطفيٰ جو ديندار
حُر حسين اِبن علي جو دائما نر نامدار
ها امير وزير جنهن جي در تي دائم بيشمار
خاص خدمتگار ۽ ديوان ڪئين مختارڪار
تنهن روانا ڪيا وڪيل وزير عاقل بينظير
مرزا خسرو بيگ، خدمتگار يوسف بئي امير[1]
تن وڃي انگريز سان ڪيو عهدنامو برقرار
مير صاحب جي دوامي دوستي ڪيائون يادگار
ڇيائون: چار ئي ملڪ تنهنجي آنڪيءَ ۾ پائدار

---

[1] ميرزا خسرو بيگ ابن القندر اصل گرجستان جو وينل هو. سن 1790ع ۾ طفلس شهر ۾ ڄائو. 1805ع ۾ ملا محمد اسماعيل کيس سنڌ ۾ آندو ۽ مير ڪرم علي خان جي حضور ۾ پيش ڪيو. مير صاحب کيس پنهنجي اولاد وانگر پاليو. جو کيس پنهنجو اولاد ڪونه هو. ميرزا صاحب شاعر ۽ طبيب هو. "طب خسروي" سندس تصنيف آهي. شاعري ۾ سندس تخلص "غلام" هو. سندس ديوان، مير صاحبن جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. جنهن تي سندس سجع هن طرح لکيل آهي:
"سلطان ڪرم علي ست ڪ خسرو غلام اوست"
محمد يوسف ولد محمد صالح ذات منگواڻو. اميرن وٽ وڏي عزت ۽ عهدي وارو هو. حيدرآباد ۾ "ٽنڊو يوسف" سندس نالي تي ٻڌل آهي. مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ مير صاحبن جا ديرا اُتي وڃي رهايا هئائين. شاعر هو ۽ "يوسف" تخلص هوس. "ديوان يوسف" ۽ "مثنوي ماه و مشتري" (فارسي) سندس تصنيفون آهن.

تنهنجا جائز عهدناما، تون اسان جو دوستدار
چون فرنگي دوستي ميرن جي تي سالن کنان
آئين اسان جا دوست آهيو، ناهيو دشمن اصل کان.

—

سي رکي هکٻئي جي مرضي ٿيا دلاور دوستدار
مير رستم[1] کي ٻـ چيائون: هل اسان سان ٿي تيار
مصلحت ميرن سان تنهنجي پڻ ڪريون اي ڪامگار
سي ٻـ تنهنجي مصلحت ۾ مونس آهن غمگسار
ساڻ رستم کي وٺي آيا ۽ اچي ڪيائون سلام
مير صاحب جي اڳيئون احوال سارو ڪيئون تمام.

—

چيئون: خصومت خرخسا طرفين جا ناهن روا
دوستيءَ موئن دشمني هرگز نہ ڪن صادق سچا
سنڌ جي لشڪر جا آئين سردار واقف اصل جا
بعد بابي ياءَ جي تون عقل عالم ڪئين خدا
مير صاحب سنڌ سرور! توتي مڙني جو مدار
ننگ پرور مير مومن شاه عالم شهريار.

—

پوءِ سڏيائين راڄ ۽ لشڪر جا ڪوپا نامور
جنگ جا جهونجهار جنگي، رڻ جا راوت شير نر
چيائين: يارو! آئين تہ آهيو منهنجا مونس معتبر
ڇا صلاح آهي اوهان جي، مصلحت ڏيو ڇا خبر؟
جنگ جي هئي مصلحت، يا صلح جي آهي صلاح
جا اوهان جي مصلحت، سا تي اسان کي پڻ مباح.

—

[1] مير رستم خان ابن مير سهراب خان. خيرپور جو آخري والي سن 1820ع ۾ مسند تي ويٺو ۽ 1843ع ۾ خيرپور ڇڏي حيدرآباد آيو. جتان کيس انگريز قيد ڪري پوني وٺي ويا. جتي سال 1846ع ۾ وفات ڪيائين.

تڏ اُتي شهوائي سرڪش ٿيو، چيئين: هي فڪر خام[1]
عهد نامن کي ونـي ڦاڙيائين با خشم تمام
خان محمد ۽ غلام محمد لغاري ڪيو ڪلام[2]
چيئون: فرنگيءَ جو اسان کي ناروا آهي سلام
اُمتي آهيون محمد جا اسين صادق سچا
۽ اسان کي صلح هن ڪفار سان ناهي روا.

—

مير رستم سام تنهنجي آهي، توکان ڪامياب
تنهن سان پُٽ ۽ پائيٽيا ۽ ٽالپر پا در رڪاب
اُن سوا ٻيا راڄ، پائر، خلق عالم بي حساب
تنهنجا پائيٽيا مير صاحب! نامور عالي جناب
سنڌ جي سردار جا ڏهٽا ۽ پوٽا مير جا
پنهنجي لشڪر سان گڏ، همراه تي توسين هليا.

—

سنڌ جي شمشير جي ناموس عالم آشڪار
تا ڪنبن ڪُوپا دلاور، شير سرڪش هر ديار
آهي ناموس بـُـزرگان نـِـت اسان کي يادگار
ڪيئن ڪريون ناموس ڪم، اَي خسرو عالي تبار!
اَڄ ڪنداسين جنگ هن ڪفار مشرڪ سان مـِـڙي
مير سين وينداسين پر هرگز نه ورنداسون وري.

—

هئن چيائون ۽ ڪيائون جنگ تي لشڪر تيار
مير کي ڏئي مصلحت ڪيئون شير غازي شهسوار
۽ ڪٿي فرقان رب جو ڪيائون وعدو برقرار
پڻ نغارو جنگ جو جنگي علم ڪيئون آشڪار

---

[1] تنبي عالم خان جي ميرن جو وڏو مير، غلام شاهه شهوائي ۽ مير خان محمد مانڪاڻي، تنبي غلام عليءَ وارن جو وڏو.

[2] غلام محمد لغاري. مير شهداد خان جو خاص مصاحب. وينل ڪُهنبڙي (تعلقو ميرپور خاص).

اڳ ۾ ڪيئون نوبت نغارا، پُٺ ۾ جنگي پهلوان
ٿيا غضنفر شير غران، جنگ جا سورهيہ سجان.

—

ٿيا ٻئي لشڪر مقابل ۾ وڄايائون نفير
صف بصف سيئي دلاور جنگ تي ٿيا جائگير
نامور "نصر من الله" چئي اُٿيا غازي امير
جنگ جو جهونجهار جنگي، جان محمد شير گير[1]
تنهن سين گڏ سيد فتح محمد لڪياري پهلوان
ٿيا بهادر بي مثل، جنگاه ۾ سورهيہ سبحان.

—

ڀيرين حملي ۾ هٽائي ڪِيئون فرنگي خستہ جان
تير باران چوطرف ميدان ۾ ڪيا پهلوان
صِف شڪن صفدر صفون ڪيون صاف مرد پهلوان
ڌڙ ڌڙن تي ڍير ڪيا هر سُو سَٽي سورهيہ سجان
فتح هئي اسلام جي لشڪر جي بيشڪ بيدرنگ
پر گهُرو دشمن ڪري ٿي جنگ جو ويو پيو هو رنگ.

—

ديس جا دشمن ٿيا ديسَوٽ دولابي ڪتا
زَر جي لالچ تي فرنگي سان وڃي شامل ٿيا.
۽ انهن جي ئي اِشاري تي قُليليءَ پار ويا
تڏ ٻروچن سمجهِو هاڻي آهن هي پولُو پڳا
پوءِ قليليءَ پيٺ مان نڪري مٿي نروار ٿيا
هٿ کڻي شمشير، سورهيہ دوبدو تي تڏ وڙهيا.

—

پر جڏهن ڪاري قضا جي امر ۾ هئن هو لکيو
جان محمد مير ڪي اُت ڪونہ ڪمڪ ۾ رسيو[2]

---

[1] ٽندي جام جي ميرن جو وڏو. مير جان محمد خان خاناڻي.
[2] مير غلام شاهہ خاناڻي بہ ٽندي جام جي ميرن مان هو.

سوءِ سپاهين صادقن سان جوان جنت ڏي هليو
شاهه شهداءَ جي ڪچهريءَ ۾ شهيدن سان گڏيو
تنهن تي "رضي الله عنهم" جي سدائين خاص و عام
"يرزقون فرحين" ٿيو داور وجي دارالسلام.

—

تنهن سين گڏ محراب جو پٽ سُوءِ جنت ٿيو روان
نامور سورهيه غلام شاهه خانائي جوان[1]
ڏيئي هٿ هٿ ۾ هليو هو اُن سين اُن منزل مڪان
هڪڙي هنڌ ماريا، هڪبئي سان همدم توءِ اَمان[2]
تن پٺيءَ ماريا سپاهي چانگ، مَري جان فدا
اُن تي رحمت رب جي، جن حق نمڪ جو ڪيو اَدا.

—

پوءِ غلام شاهه شهوائي، اميرِ نامدار
ڪاهي لشڪر ساڻ آڙه ۾ اَچي ٿيو پائدار
۽ سندس همراه هو همت علي سيد سچار[3]
تنهن کي هئن هو مير صاحب چيو ته: اَي غمخوار يار!
رڻ ۾ ماريو جان محمد جوان کي ويرين اَدا
ڪرمدد اُن جي وجي، هرگز مَ تي اُن کان جدا.

—

هٿ ٻڌي هاتڪ هلي غازي وٺي رخصت رضا
چيائين پرتين رب کي حامي سندءِ ٿئي مصطفيٰ
مير ۽ همت علي ٻئي گڏجي مقتل ڏي هليا

---

(1) ڪمڪ. ڪومڪ = مدد.
(2) توامان = گڏ. ٻٽ.
(3) سيد همت علي شاهه جا وڏا خراسان مان لڏي بکر ۾ اچي رهيا هئا. سيد محمد يوسف شاهه مرزا جاني بيگ جي حڪومت واري زماني ۾ روهڙيءَ مان لڏي ٺٽي ۾ اچي رهيو. تنهن جو پائٽيو ۽ ناني سيد اسحاق شاهه. جنهن کي "پير پرڏيهي" ڪري سڏيندا هئا. تنهن جي ستين پيڙهيءَ مان سيد ذوالفقار علي شاهه. ميرن جي حڪومت ۾ وزير سلطنت هو ۽ سندس ننڍو ڀاءُ سيد همت علي شاهه. مير غلام شاهه شهوائيءَ جو خاص مصاحب هو.

۽ "رضينا بالقضا" اقرار ڪيئون رب جي رضا
اڳ ۾ ساڻس پيرزادو سيد محمد شاهه پير
تنهن پنيان ايمان سان ڪنجڪ ۾ ايماني فقيرُ.
بعد تنهن جي ماريئون عبدالله نظاماڻي جوان
ٽالپر ساڻس غلام علي دلاور پهلوان[1]
في سبيل الله غازي نامور ايمان سان
گڏجي ٻئي ماريا، مري ڪيئون هڪڙي هنڌ مقتل مڪان
پنهنجي پياري وطن خاطر سر ڏيئي سرها ٿيا
تن مٿي رحمت خدا جي شل هجي صبح و مسا.

هنن سورهين ميدان ۾ سر ڏنا پر جنگ جو نقشو بدلجي چڪو آهي. انگريزي فوج جو غلبو ٿي ويو هو. انهيءَ ڪري باقي بچيل سنڌ جي لشڪر لاچار ٿي ميدان کي ڇڏيو. مير محمد نصير خان خيرپور جو، مير رستم خان ۽ سندس ساٿي ۽ مير شهداد خان جنگ جي مرڪز ۾ ڪين هئا، پر هڪ ڪنڌ تي بيٺل هئا. وزير نواب احمد خان جو سپاهه سنڌن بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ بيٺل هو. هنن تي دشمن جي جنهن ڇلنگي حملو ڪيو انهيءَ کي مقابلي ۾ هٽايائون. شاعر جمالين جو نالو به ڪنيو آهي ته اهي به ساڻن هئا ۽ ڏهه ڇٽا هن مقابلي ۾ مٽا.

شير دل غازي غضنفر شاهزادو نوجوان
انور از نورِ محمد نامور شهداد خان[2]
پڳ ڏٺي پاڳارو، ناني ڏاڏي جي مسند مڪان
ڏاڏي ۽ پيءُ جهڙو نت چاچي جو مشفق مهربان
جنگ جي ميدان متقل جو بهادر نامدار
آڙ کان نروار ٿيو نروار عالم آ شڪار.

---

چيائين: چاچا مير صاحب! هاڻ لشڪر کان سوا
جنگ جي ميدان ۾ بيهي رهڻ ناهي روا
جي اسان جا راڄ لشڪر نامور اُمراءَ هئا

[1] غلام علي ولد مير فيروز خان ولد مير نندو خان ولد مير بهرام خان
[2] مير شهداد خان ولد مير نور محمد خان پنهنجي چاچي مير محمد نصير خان جو صلاحڪار هو.

تن مان ڪي ماريا ڦٽيا، ٻيا سڀ ڀڄي ويا ٻيحيا[1]
مير صاحب! هاڻ غازي ڪر جـلهه ميدان ۾
هاڻ پنتي پوءِ پوڻ ناهي اسان جي شان ۾.
هئن چئي ڪيائون جُـلهه، حملو ڪري اڳتي هليا
چاچو ۽ ڀائٽيو بهادر جنگ جا سورهيه سدا
چاڪرائي مير سڀ رستم سان گڏ همراه هئا
خاص خذمتگار منصبدار سڀڪنهن مير جا
سڀڪو پنهنجي مير سان همراه ۽ غمخوار هو
شيردل شهداد غازي مڙني جو مهندار هو.

---

هڪڙي هٿ شمشير، ٻئي هٿ ۾ بهادر ڪئي سپر
چوطرف ميدان ۾ حملا ڪيا اُن شير نر
اُن جُـلهه ۾ ڏهه ڄڻا ماريا جمالي نامور
مير محمد علي، غلام محمد، مبارڪ ٽالپر[2]
شير دل شهداد دولهه نامور جي روبرو
سي شهادت جي شرف، مومن مري ٿيا سرخرو.

---

تير باران رڻ ۾ ڪئي انگريز اُت بي انتها
چوطرف ٿيا تير بي پايان چوباران بي خطا
۽ پليتن دشمنن جا تير زرهن ۾ لڳا
۽ لڳي سيني جوانن جي ڇٽي ڪمرن ۾ پيا
مير مومن نامور ڪي تير ڪنهن بي پير جو
۽ ڪُلهي ساڄي کان ڪُرتي موڻ لنگهي سو پار پيو.

مير صوبدار جنگ جي ميدان ۾ ڪونه ايو هو ۽ گهر ويٺو هو. نسدس وزير ڪوڙو جمعدار تاريجو هو ۽ مير جو وڏو اعتبار وارو منشي آوتراءِ هو. هي ٻئي نسيئر سان ڳالهين ۾ ٻڌل هئا. مير صوبدار جو سهرو محمود. جمعدار

---

[1] شاعر هي ڳالهه لفظ [illegible] هن جنگ هارائڻ کان پوءِ جيڪي هتي رهيا هئا تن کي [illegible] [illegible] هي جيڪي جنگ [illegible]

[2] مير محمد علي ولد مير [illegible] خان، مير غلام محمد خان ولد مير [illegible] خان ۽ مير مبارڪ خان ولد مير [illegible] خان [illegible]

ڪوڙي ۽ منشي آوتراءِ سان هم صلاح هو ۽ انهيءَ وهم ۾ هو تہ انگريز مير نصير خان کي هٽائي مير صوبدار کي تخت تي وهاريندا. انهيءَ ڪري مير صوبدار کي تاڪيد پئي ڪيائين تہ پنهنجي جمعدار ۽ منشي تي پروسو ڪري. هوش محمد شيدي مير صاحب جو خاص نوڪر هو، سو بہ ساڻن گڏ هو ۽ جنگ جي ميدان ۾ ڪونہ هو پر مير صوبدار کي سجاڳ پئي ڪيائين ۽ سمجهايائين تہ ڪوڙي ۽ آوت جي صلاح تي نہ لڳي ۽ پنهنجي سوٹ مير محمد نصير خان سان وفاداري ڪري. مير صوبدار جي سهري ڪيس چيو تہ:

مصلحت ڪوڙي جي ڪُوڙي ناهہ اي صادق سچا[1]
تنهنجو خدمتگار صاحب عقل جو آهي سدا
هن جو ثاني سڀ اميرن ۾ بيو ڪونهي، شها!
هڪڙو "آوَت" هن جو ثاني آهي متصدي بجا[2]
هوش ۾ ڪوڙو ۽ آوت بيئي آهن بي نظير
رڪنِ دولت جا سنڌ، اي صاحب صدر و سرير!

انهيءَ تي هوش محمد، مير صوبدار کي چيو تہ:

هوش محمد عرض ڪيو، اي مير صاحب نامدار[3]
هوش ڪر، بيهوش هرگز ڪيم تي، اي ڪامگار!
مون سين ڏي فتح علي سو شاهزادو شهريار[4]
پنهنجي لشڪر راڄ سان ڪر شير غازي شهسوار
مير محمدڳوٹ ۾، هي ڳوٹ پي قائم ڪريو[5]
۽ اوهين لشڪرامير ن ساڻ نڪري پڳ پڌو!

---

[1] جمعدار ڪوڙو خان ولد الهرکيو ناريجو، مير صوبدار خان جو مالي زير هو، ڪيس اولاد ڪونہ هو. سندس ياءُ ميان پيراڻي خان جو اولاد پهريائين پاڻي خان جي چاڙهيءَ تي رهندو هو. پوءِ انهن مان ميان الهورايو خان ٽنڊي يوسف ۾ رهندو هو.

[2] منشي آوتراءِ پٽ منشي صاحبراءِ ملڪاڻي، تخلص "آزاد" مير صوبدار خان جو خاص منشي ۽ مالي وزير هو. هو انگريزن سان مليل هو ۽ جاسوسي جو ڪم ڪندي سنڌس حوالي هو.

[3] هوش محمد حبشي، مير صوبدار خان جو خاص خدمتگار هو ۽ وڏو بهادر هو. هن سرڪش سر تري تي رکي، دبي جي لڙائيءَ ۾ سنڌ جي آزاديءَ تي پنهنجي جان قربان ڪئي.

[4] مير فتح علي خان ابن مير صوبدار خان تاريخ 24شوال 1264هہ تي ڪلڪتي ۾ نظربنديءَ جي زماني ۾ وفات ڪئي.

[5] مير محمد خان ولد مير غلام علي خان.

مصلحت ڪوڙ جي ڪُوڙي، مير ڳهلا هوش ڪر!
ڏوڙ پئي آوَت جي مُنهن ۾، ناهي آوَت معتبر
هي مبارڪ توکي نا محمود آهي در نظر
جا ڏني محمود سهري تنهنجي بدخبري خبر:
هي تہ بچڙا تيا جهان ۾، معرڪي کان پوءِ پيا
مڙس مارائي، هٽائي، جنگ هارائي پڳا.

---

هي سنڌ سهرو ۽ سالو، هي سنڌ ڪوڙو امير
سو اميرن خاص خيلن ۾ سنڌ خاصو وزير
مصلحت مقبول اَڄ ڪوڙي جي آهي دلپذير
۽ اسان جي مصلحت ۽ عرض توکي ناپذير
تو بڌائي پاڳ توکي معرفت انگريز جي
هن جون فوجون تو سڏائي، پنهنجو لشڪر تو گڏي.

---

مير صاحب! سوٽ پنهنجي جي مدد ڪر، نامدار!
فتح هن جي فتح تنهنجي آهي بيشڪ، شهريار!
بعد پائن جي جٿڻ جڳ ۾، اڄايو شرمسار
شير محمد کي م َ موٽايو ز عزم ڪارزار[1]
سڀ مڙي همراهہ تيسو، رڻ تيغ ماريو بيد رنگ
پائن سوٽن سان وفاداري ڪرڻ ناموس ننگ.

هوش محمد جي انهيءَ صلاح مير صوبدار تي اثر ڪونہ ڪيو. ان بعد هوش محمد ڪيس ڇڏي وڃي ميرپور جي مير شير محمد خان جي لشڪر ۾ شامل ٿيو.

جنگ هارائڻ بعد، وزير نواب احمد خان، مير نصير خان کي سنئي صلاح ڏني تہ درياءَ ٽپي الهندي طرف ٿجي، جو ان پاسي وڏو لشڪر گڏ ٿي سگهيو ٿي. ملير مان ڄام مهر علي جو سپاهہ، ڪوٽڙي ۽ ڪوهستان مان برفت ملڪن

---

[1] مير شير محمد خان ميرپور جو حڪمران جيڪو جنگ جي تياري ڪري آيو هو.

جو سپاهه، سن مان سيدن جو سپاهه، سيوهڻ مان نواب الهداد لغاري (تاجپوري) جو سپاهه ۽ مٽي نواب چانديي جو سپاهه موجود هو. افسوس جو ميرزا خسرو بيگ ۽ محمد يوسف خدمتگار مير صاحب کي نواب احمد خان جي ڏنل انهيءَ صلاح تان موڙي ڇڏيو.

خان احمد خان چيو: لنگهه پار دريائون شها[1]
مير مولائي، حسيني! تنهنجي واهر مصطفيٰ
سر سلامت شال هُئي تنهنجو سدا، پالين پلا
ڳوٺ ۾ ناهي روا توکي هلڻ ۾ مدعا
ڳوٺ ۾ سڀ تنهنجا دشمن، ڪونه تنهنجو خيرخواه
دوست ڪر همراهه پنهنجا، پاڻ سان حافظ الله!

—

هت ٻڌي علي بخش خدمتگار چيو: اي شهريار[2]
تنهنجا خدمتگار آهيون، مير صاحب نامدار
مصلحت موچاري احمد خان ڪئي، اي ڪامگار
۽ خزانو خرچ جو منهنجو ذمو، اي زي وقار!
لک مرادون توسان اي لڪپال غازي خسروا
ڪيم تي حيران هرگز، تنهنجو حامي مصطفيٰ.

—

ميرزا خسري چيو ڪ: اي مير صاحب دينددار
پار دريائون لنگهڻ ناهي روا، اي هوشيار
هل تہ گڏجي سڀ هلون يڪبار عالم آشڪار
پنهنجا مونس سڀ ڪريون معلوم دشمن دوستدار
۽ خزانو خرچ زر اسباب شاهي سلسلا
۽ عيال اطفال ۽ ناموس سي تنهن ڪان سوا.

—

(1) نواب احمد خان ولد نواب ولي محمد خان لغاري.

(2) علي بخش خدمتگار، حيدرآباد شهر جو ڪوتوال هو. سندس پيءُ ميان فقيرو مير غلام علي خا[ن] وٽ ٻرڪ هو. حيدرآباد ۾ "فقير جو پڙ" سندس نالي تي آهي.

سوئن تنهنجا مير صاحب! سي سنڌ ڄاڻي جگر
يار پائر هڪڙي پيءُ جا پٽ ۽ ڀوڻا نامور
سي ڪڏهن هرگز نہ ٿيندا تنهنجا دشمن سربسر
تنهنجي غم ڪان بلڪ سڀ غمگين ٿيندا نوحہ گر
تون سندن بازوبرادر، هو برادر تو سندا
تو ڪڏهن قيدي نہ ڪيا، سي توکي ڪئن قيدي ڪندا؟

—

هاڻي تون هل مير صاحب، ڳوٺ ڏي ياالين يلا
مصلحت سوئن سان ڪر يڪبار حسب المدعا
جي اڇي غمخوار ٿيا مونس ۽ جانب دلربا
ورنہ حق حافظ سدا، خلق خدا ملڪ خدا
مير صاحب کي وٺي هيءَ مصلحت غمخوار جي
پوءِ چڏي آڙهہ، چڙهي اُٺ تي هليو هسوار تي.

—

مير صاحب سان رستم ۽ پيو هو شهداد خان
ڪاهي آيا ڳوٺ ۾ اُو نامور سورهيہ سڄان
ڪونہ ڪو سوئن موڻ آيو، نوحہ گر تي رازدان
هاءِ ٿيا غمگين محزون، خاطر خستہ جان
هاءِ، ميرن ڪانہ ڪئي هرگز تلافي شاهہ جي
برجِ عقرب ڳوٺ جو ٿيو، هاءِ منزل ماہ جي!

—

# 4. مير شير محمد خان "شير سنڌ" جون انگريزن سان جنگيون

### 1. "دو - آبي" واري جنگ

مياڻي جي جنگ کان ڏيڍ مهينو پوءِ (24 مارچ 1843ع، جمعي ڏينهن) مياڻيءَ وارو ٽڙيل پکڙيل لشڪر، مير صوبدار جي ماڻهن سان هوش محمد شيدي ۽ ڪي ٻيا، مير شير محمد خان جي جهنڊي هيٺ اچي گڏ ٿيا. مير شير محمد خان ميرپور کان لشڪر وٺي چڙهيو ۽ حيدرآباد شهر کان اٺ ميل ڪن اوپر طرف ناريجن جي ڳوٺ وٽ اچي جنگ جا جهنڊا کوڙيائين. انگريزن جو لشڪر حيدرآباد مان آيو ۽ اچي سامهون ڪئمپ هنئي. جيئن ته ناريجن جو ڳوٺ "ڦليلي جي دو - آبي" ۾ هو، انهي ڪري هيءَ "دو - آبي واري جنگ" هئي. "دو - آبي" کي انگريزي ۾ غلط نموني سان "دبي واري جنگ" ڪري لکيو ويو. ٻئي نالي سان هيءَ "ناريجن جي ڳوٺ" واري جنگ هئي. هن جنگ کي "حيدرآباد جي جنگ" يا "ناريجن واري جنگ" به چون.

"مياڻي جي جنگ" وانگر هن جنگ ۾ به انگريزن جي فوج جي مقابلي ۾ مير شير محمد خان جو لشڪر ٿورو هو. پر هن "شير سنڌ" پنهنجي لشڪر ۾ سنڌ تان سر گهورڻ جو جذبو جاڳايو. مير شير محمد خان جو توبخانو ۽ ان سان گڏ گولي انداز تيار هئا. بندوقن ۽ ترارين سان گڏ توبخاني دشمن تي گولا وسايا ۽ آخرڪار سنڌ جي سورهين انگريزن جي فوج کي گهڻو پوئتي هٽائي ڇڏيو. پر حيدرآباد تي قبضي بعد نيپيئر سان ڪيئي چغل ۽ جاسوس اچي مليا هئا. هاڻي نيپيئر انهن کان ڪم ورتو ۽ مير شير محمد خان جي بارود خاني کي باهه ڏياري، جنهن تي گولہ اندازن جو توبخاني وارو عملو بيڪار ٿي ويو.

مير شير محمد خان هاڻي يڪ وقت سڄي لشڪر سان حملي ڪرڻ جي رٿ رٿي، جو هاڻي يا ته مري ميدان ملهائڻو هو يا ته هن آخري ڀرپور حملي سان دشمن کي ماري مات ڪرڻو هو. سندس سپه سالارن دوراندیشي ڪري چيو ته: اها رٿ قبول آهي پر انهيءَ شرط سان ته مير شير محمد خان پاڻ جنگ ۾ نه ٻيوي ۽ سلامت رهي، جو دشمن سان اڳتي لاءِ مقابلن جي اڳواڻي ڪري.

اهو انهيءَ ڪري جو ٻيا حڪمران قيد ٿي چڪا هئا ۽ باقي ٻيو ڪوبہ ڪونہ آهي جو جنگ جاري رکي. اهومجائي، مير غلام علي خان ماڻڪاڻي، هوش محمد شيدي، احمد خان لغاري، مير غلام نبي خاناڻي، گوهر خان مري ۽ ڪن ٻين، مير صاحب کي سلامتيءَ واري جاءِ تي پهچايو ۽ احمد خان لغاريءَ کي بہ مير شير محمد خان جي وزير ۽ صلاحڪار طور ساڻس گڏ رهڻ تي زور رکيائون. پوءِ سلام ڪري موڪلائي اچي هن آخري ۽ ڀرپور حملي جي اڳواڻي لاءِ بيٺا. هنن سورهيہ سپهہ سالارن سڀني لشڪر سان وڏي وڏا حملا ڪيا پر انگريزن جو توبخانو سلامت هو، جنهنڪري سڀني انگريزن جي فوج جي مرڪز تائين پهچي ان کي ڇڙوڇڙ ڪري نہ سگهيا.

گهڻي عام سپاهہ کان سواءِ جيڪي سورهيہ ۽ سپهہ سالار هن جنگ ۾ آخر دم تائين وڙهندي شهيد ٿيا، سي هي هئا: مير غلام علي خان ماڻڪاڻي ۽ سندس فرزند، مير علي خان ماڻڪاڻي، مير عبدالله خان ماڻڪاڻي، گوهر خان مري ٻيراني وارو، دائود خان ۽ ڪمال خان مري ٽنڊو آدم، نواب خان ۽ قربان علي خان علياڻي لغاري، هوش محمد شيدي، جعفر خان ڏاهياڻي مري، فتح علي خان منڌيراڻي مري، مرزو خان بداڻي مري، شادمان خان ڪپري، مير بلوچ خان خاناڻي ٽالپور، بالاچ خان ۽ عنايت خان تُرڪ، علي بداڻي، غلام محمد خان ۽ مير صاحب جي ذاتي خذمتگارن مان قيصر قنبراڻي ۽ ٻيا[1].

مير شير محمد خان جي هن جنگ کي ۽ سنڌ جي سورهين جي سورهيائي کي ان وقت جي سگهڙن ۽ شاعرن ڳايو، جن مان ڪي بيت جي اڃا ويندي هن پوئين درو تائين ڪن سگهڙن کي ياد هئا، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:[2]

---

[1] "شير سنڌ"، ڇپايل مير محمد بخش خان ٽالپور (ميرپورخاص، سن 1969ع) تان ورتل.

[2] اهي بيت سگهڙ الله بخش لاشاري (لڳ دڙو) ۽ فقير محمد هاشم مگڻهار (لڳ اونگر). حاجي شير محمد نظاماڻي (ٽنڊو قيصر) ۽ ٻچوڪور (ٽنڊو قيصر) کان ٻڌا ۽ قلمبند ڪيا ويا. انهن کان توڙي ڪچهرين ۾ ڪن ٻين سگهڙن کان سنڌ وارن جي گـلا ۽ انگريزن جي تعريف جا ڪي بہ بيت ٻڌڻ ۾ نہ آيا. جيڪي ڪن هندو پڙهيلن طرفان ڇپايا ويا.

انگريزن جڏهن دغا ۽ ڌوڪي سان سنڌ تي قبضو ڪيو تہ بيانن تي بيان ڪدي، ڪتابن جا ڪتاب لکي، ڪانئن اڳ واري ملڪي حڪومت کي هر لحاظ سان خراب ۽ سندن پنهنجي غاصبانہ قبضي ۽ ڌاري حڪومت کي هر طرح سان بهتر ۽ رعيت لاءِ نعمت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. حيدرآباد جا عامل ۽ منشي، جن کي انگريزن نوڪريون ڏنيون. تن سڀ کان اڳ، انگريزن کان اڳئين درو جي احسانن کي وساريو ۽ ان دور خلاف نندا وڏا ڪتاب لکي انگريز آفيسرن کي خوش ڪيو. "مياڻي" ۽ "دو - آبي" جي جنگين بابت انگريزن جي طرف جي ساراهہ ۽ سنڌ جي *(هلندڙ)*

مــرد چڙهيوميرپــور مــان ڳــوري ڳالهـــ ڳهـــي[1]
بانڪـا باشـا شـير سـان، چڙهيـا قــول ڪهــي[2]
اڇــي ڪـُــڙهن ڪيـڏارو ڪيــو، نــاريجن لهــي[3]

—

شــير محمــد شــير هــو، ڏاڍو ڏونــگر ميـــر[4]
اينــدي ئــي انــگريز جــا ڏِڳ مــاري ڪيئيــن ڍيــر.

—

---

طرف جي گـلا جا بيت نهرائي، ننڍڙن ڪتابڙن ذريعي ڇپايا ويا. گلا وارا اهڙا "انڌي مگڻهار جا چيل بيت" يا "عليَ مگڻهار جا چيل بيت". انگريزن جي ڪن خيرخواه هندو آفيسرن جي اشاري تي حيدرآباد مان ڇپايا ويا. "دو - آبي جي جنگ" بابت سنڌ جي سورهين جي تعريف ۽ انگريزن خلاف جيڪي بيت هلندڙ هئا، تن جي اهيمت کي گهٽائڻ خاطر انهن سان بيا بيت ملايا ويا. جيڪي نہ فقط انگريز جرنيل جي تعريف ۽ سنڌ جي لشڪر ۽ سپهہ سالارن جي گـلا جا هئا، پر انهن ۾ "هندو سورمن" جي ساراهہ جا بيت پڻ شامل ڪيا ويا. اهڙي قسم جا بيت "عليَ" جي جُڙتو نالي سان هڪ لکيل پڙهيل حيدرآبادي منشي پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا مير" (موتي پريس، حيدرآباد، 1938ع) ۾ شامل ڪري ڇپايا. انهن ۾ پهريون بيت انگريز جرنيل جي تعريف ۾ جوڙي شامل ڪيو ويو تہ:

جرنيــل جــوڌو جــوان هــو ڪٽــي مــنزل وڏائيـــن
سٽي شير محمد ميــر جــو وجــي توفــون ڪنيـائين
جنــگ نــاريجن شــهر ۾ آٽـــي ڏنـــائين.

هن بيت جي ٻولي ۽ سٽاء مان ظاهر آهي تہ ڪنهن سگهڙ جو چيل ناهي ۽ ڪنهن اڌپڙهيي ناهيو آهي. نہ فقط ايترو پر انهن بيتن ۾ ملتان جي ديوان مولراج جو نالو پڻ آندو ويو تہ:

مولــراج مهتــي ڪيــن گهٽــايو، بينــو مــرد مڇــي
جنگ اڙايائين ملتان سان تنهن جي ڪندو ڪونہ ڪڇي.

(1) جنگ واري وڏي ڳالهہ من ۾ ڪري.
(2) قول ڪيائون ۽ ٻول ٻڌائون تہ ماريندا سون ۽ نہ مڙنداسون.
(3) ڪڙهن = بهادرن. ناريجن جي ڳوٺ وٽ اڇي جنگ لاءِ ميدان ڪري بيٺا
(4) مير = جبل.

ديوان مولراج (1844 - 1849ع) ملتان جو والي هو جو سندس ڏينهن ۾ پنجاب مان سکن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ انگريز قابض ٿيا. انگريزن مولراج کي ملتان جو ناظم مقرر ڪيو. ليڪن انگريزن جو ساٿس ناهہ نہ ٿيو. تنهنڪري سردار ڪاهن سنگهہ کي ملتان جو ناظم مقرر ڪيائون. ديوان مولراج انهيءَ فيصلي خلاف انگريزن سان جنگ ڪئي. پر آخرڪار پيش پيو. پوءِ ڪيس ٻن انگريز عملدارن جي قتل جي ڏوهہ ۾ (جنوري 1849ع) جنم ٽيپ ڏني وئي.
انهن جڙتو بيتن ۾ اصلوڪن بيتن تان نقل ڪندي ناهيو ويو. انهن ڪان سواءِ سنڌ جي لشڪر جو ميدان ۾ وڏي سورهيائي سان وڙهڻ واري وصف کي گهٽائڻ خاطر آڳاٽو انگريزن جي اشاري تي گلا جا نهايت گندا بيت جوڙيا ويا تہ سنڌ جي طرف وارا وڙهيائي ڪين. اهڙن بيتن جي اشاعت پڻ حيدرآباد جي منشين طرفان ٿي.

جوڙي جنگ فلنگيءَ سان سورهيہ شير سچي
آيس بادل بحر جا مٿان رڪ رَچي[1]
جنگ ۾ سورهيہ شير جي ڪندو ڪونہ ڪچي.

—

اَحدي پٽ علي مراد جو سدا سويارو[2]
هٽي تو هڪلون ڪري "مارو ڙي مارو"
اٿلائي انگريز جو وڏئين پورو پاسارو[3]
رڳي هليو رت سان ڦليليءَ ڪپ سارو
جاسين جيئرو جڳ ۾ تاسين ڳوڙو ڳاهہ ڪندو ڳارو[4]
هلي هوش محمد آئيو، ڪري قنبراڻي ڪاهہ
ايندي اُڙدن ۾ تنهن گهوٽ وڄايا گهاءَ
قلو بان ڪڙو ڪيو شيدي پنهنجو ساهہ
سئو لشڪر سان شيدي ماريو، ميار مٿس ناهہ
سويون هٿ صاحب جي جني ڏئي الله
مرد مُڙيا ڪينڪي، واهہ خانن جي واهہ!

## 2. ڪونهيري يا شهدادپور واري جنگ

مير شير محمد خان بيءَ جنگ لاءِ وري لشڪر گڏ ڪيو. وزير نواب احمد خان لغاري ۽ بيا، جن انگريزن کي ڏاريو ۽ دشمن ڪري ٿي سمجهيو، سي بہ اچي مير شير محمد خان سان مليا. جنگ جي حڪمت عملي لاءِ اها صلاح بيٺي تہ جيڪو لشڪر موجود آهي ۽ ميرپور وارو باقي توبخانو ساڻ ڪري درياهہ جي الهندين پاسي ٽجي، جيڪو سڄو پاسو سلامت هو ۽ ٻئي طاقتور قبيلا موجود هئا. جن مان وڏو لشڪر تيار ڪري انگريزن تي زوردار حملو ڪجي. اها صلاح وزير نواب احمد خان ڏني، جنهن اڳ اها ساڳي صلاح مير محمد نصير خان کي ڏني هئي. حيدرآباد طرف انگريزن جو قبضو هو ۽ اُتر طرفان سندن طرفدار مير علي مراد ڪوچ ڪري آيو هو. انهن ٻنهين جي وچان سڪرنڊ

(1) رڪ جا بادل رچي آيا = ترارين جا جهڙ لڳي ويا.
(2) احدي = اڪيلو هزارن جو مٽ. وڏو بهادر
(3) انگريزن جي لشڪر جي هڪڙي پاسي جا ميدان مان پير اکوڙي ڇڏيائين.
(4) جيستائين مير شير محمد جيئرو آهي تہ انگريز سان جنگين جي ڳاهہ ڳاهيندو.

وٽان درياهه اُڪرڻ جي رٿ بيني. مير شير محمد جا قاصد سيوهڻ طرف ويا ۽ بين راڄن ڏي ويا. ڪن روايتن موجب سڪرنڊ طرف جي انڙ سردارن ۽ سن جي ساداتن طرفان اهڙا پيغام مير شير محمد کي پهتا هئا ته انهي رستي سان اچي ته سندن مدد ساڻس ٿئي. جيئن انگريزن کي انهيءَ نئين جنگي رٿا جو پتو نه پوي، سو مير شير محمد خان ميرپور کان اوپر طرف ڪوچ ڪيو جو چڻ سنڌ چڌي تو وجي. پوءِ پرڀان ور ڪري سانگهڙ ۽ اپپور (لڳ جهول) کان شاهپور (شاهپور چاڪر) پهتو. انهيءَ عرصي ۾ شهدادپور کان سانگهڙ تائين لغارين جي راڄن مان گهڻا مڙس اچي مير شير محمد سان شامل ٿيا. هيڏانهن انگريزن پنهنجن جاسوسن ذريعي مير شير محمد خان جي گسن پنڌن ۽ رٿن ارادن تي چوڪسي رکي. جڏهن سنڌ جو لشڪر شاهپور پهچڻ وارو هو ته انگريزن کي چاڻ مليو ۽ نيپيئر گهوڙي سوار فوج شهدادپور موڪلي ڏني ته اها مخفي طرح اڳ جهلي رستو روڪي حملو ڪري. سنڌ جو لشڪر شاهپور کان ڪوچ ڪري "ڪُونهيري" واري پٽ يا پوني[1] مان لنگهي رهيو هو جو انگريزن جي گهوڙي سوار رسالي کي مِٽي ۽ رئي نظر آئي ۽ هنن آڙ جهلي اوچتو حملو ڪيو[2]. ٿوري وقت لاءِ، مگر گهمسان جي جنگ لڳي، جنهن ۾ مير شير محمد جي پيدل سپاهه جا ڪِجهه ماڻهو شهيد ٿيا. بالآخر ٻئي لشڪر پوئتي هٽيا.

### 3. اپپور وارو مقابلو

انگريزن جي گهوڙي سوارن، مير شير محمد خان جي لشڪر جو رخ معلوم ڪري پوئتي شهدادپور رخ رکيو ته وڌيڪ فوج موڪلڻ لاءِ حيدرآباد چاڻ ڏين. ميرشير محمد خان ۽ سندس ساٿين جڏهن ڏٺو ته انگريزن کي سندس گس ۽ رخ جو پتو پئجي ويو آهي، تڏهن پوئتي موٽي سانگهڙ کان پوءِ نارو ٽپي "راولي بند" يا "راورو" وٽي مير علي مراد جي قبضي ۽ اثر واري علائقي کان متان ميرپور ماتيلي وٽان وجي درياهه ٽپي، انهيءَ رٿ سان لشڪر پوئتي موٽيو. هوڏانهن نيپيئر کي حيدرآباد ۾ خبر پهتي، تنهن وڏي فوج موڪلڻ جو

---

[1] ڪونهيري وارو پٽ يا پونو = موجوده شهدادپور تعلقي جي ديهه موٺاچورا. ديهه ٻارو ڏاهري ۽ ديهه گبچاتي (جي ٻاگي) واري ايراضي.

[2] ڪن مقامي روايتن موجب انگريزن جو اتالو "سمير واري ڊوري" ۾ لڪل هو ۽ ڪن جي چوڻ موجب هو "دڪاڪ جي دڙن" پويان هئا. خاطري سان فقط ايترو چئي سگهجي ٿو ته هنن کي جاسوسي اطلاع مليل هئا ۽ هو اڳواٽ اڙ ڪري بيٺا هئا.

انتظام ڪيو ۽ ان سان گڏ شهدادپور واري گهوڙي سوار فوج کي مير شير محمد خان ۽ سنڌ جي لشڪر جي پنيان پوڻ جو حڪم ڏنو. سنڌ جي لشڪر موٽ تي اپپور (موجوده شهر جهول کان چار ميل ڪن اولهه طرف) ۾ رات جو منزل ڪئي[1]. صبوح جو سنيري ڪوچ ڪرڻ تي هئا جو انگريزن جي گهوڙي سوار فوج اچي پهتي. هن مقابلي ۾ انگريزن جا چار پنج گهوڙي سوار مارجي ويا ۽ مير شير محمد خان جي طرفان فقط ٻه گهوڙي سوار (دريا خان لغاري ۽ غلام حسين لغاري) مئا[2]. انگريزن جي فوج کي وڌيڪ همت نه ٿي جو سنڌ جي لشڪر سان جنگ جاري رکن.

### 4. مير شير محمد خان جو گهوٽڪي جي قلعي تي حملو

ميان محمد خان ولد رستم خان احمداڻي لغاري (مولوي عبدالله جو ڏاڏو) مير شير محمد خان جو گولہ انداز هو. اپپور وٽ انگريزن سان جنگ ۾ ٻيهر شڪست بعد مير صاحب وارا جهول طرف روانا ٿيا، پر انگريزن سندن پيڇو نہ ڇڏيو. آڌو ناري جي اُتل سببان هميشہ پاڻي هوندو هو. مقامي ماڻهن کي اتي جي زمين جيّ نشيب و فراز معلوم هئي، تنهنڪري گهوڙا پاڻي ۾ هنيائون ۽ انگريزن جو لشڪر پويان بيهي رهيو. مير شير محمد وارا سانگهڙ آيا يعني "سانگڙو" اهو "نا ڻي" جو سانگ هو. جنهن جا نيشان سانگهڙ جي اُيرندي طرف موجود آهن. ساڻن چار پنج توبون هيون. ٻن ٻن خچرنَ تي هڪ هڪ توب رکي کڻي آيا هئا. باروت ساڻن هو. پوءِ انهيءَ سانگ سان چوٽيارين ۾ ويا، اتان وري "راولو بند" ورتائون (يعني ناري جي پريان پٽن ۽ ريتي واري متين زمين، "رائي وارو بند"). ملتان وارا فقير ٻہ اڳي راولي واري بند سان ويندا هئا، جو سڌو ميرپور ماٿيلي ويندو هو. مير شير محمد خان وارن داد لغاري جي ڳوٺ ۽ "چانڊَڻ" (جيڪا داد لغاري کان هڪ ميل اوپر طرف آهي. اصل چانوَ جو چنو جيڪو لغارين ناهيو هو ۽ سڀ بلوچ اتي اچي گڏ ٿيندا هئا. ان بعد اتي ڳوٺ

---

(1) اپپور: سنجهوري تعلقي ۾ موجوده شهر جهول کان ٻه - چار ميل اوپر طرف (شهدادپور - جهول واري) پڪي رستي تي آهي. ان وقت جو پراڻو ڳوٺ موجوده ڳوٺ کان ڪجهہ پري هو. جنهن جي پٽين جا ڪي کنڊر اجا تائين رستي لڳ اتر طرفان موجود آهن.

(2) دريا خان لغاريءَ ۽ غلام حسين لغاري، جيڪي لغارين جي انهيءَ دستي جا سوار هئا، جيڪو جعفر خان لغاري طرفان، مير شير محمد خان جي لشڪر ۾ شامل ٿيو هو.

تي ويو جو اجا تائين موجود آهي) جي وچ تي اچي طنبو هنيا. سيني بلوچن کي سڏيائون: لغاري، خشڪ، پتافي، گڏاڻي ويندي مسو واهه ۽ ڏهر واهه جا بلوچ بہ آيا (اهي واهہ ميرن انهيءَ لاءِ کوٽايا هئا تہ مارواڙي ڦورن جو رستو بند ٿئي ۽ ماڻهو بہ واهين تہ آبادي بہ ٿئي. ماڻهن کي چيائون تہ جيڪو جيترو واهہ کوٽيندو اوتري زمين انهي جي. پوءِ بلوچن توڙي بين واهہ. جا حصا کوٽيا ۽ مارواڙي ڦورو بند ٿي ويا). بلوچن، گهــَتا، ڳئون، جانور ۽ اَن وغيــره ميــر صاحب جي مهماني لاءِ آندا. انگريزن گهوٽڪي جي قلعي بندي ڪري ڇڏي هئي. مير علي مراد خيرپور واري جو انگريزن سان تعاون هو، جو اهو علائقو کيس ڏيڻو ڪيو هئائون (پر پوءِ ڪونہ ڏنائون). پڻ پــناڻن جو لشڪر انگريزن کيس حفاظت لاءِ ڏنو هو. ست سئو لشڪر گهوٽڪي ۾ هو. انگريزن جو خيال هو تہ مير شير محمد جيسلمير يا بهاولپور ڏانهــن وڃـي. ميــر شيــر محمــد گهوٽڪي جي قلعي تي حملو ڪيو. صبح کان شام تائين مير جون توبون هليون. اَڏو هنن وٽ بہ توبون هيون (اول مير صاحب هنن کي چيو تہ قلعو ڇڏي وڃو، پر هنن چيو تہ جنگ ڪنداسين). آخر ٻن پهرن بعد هنن آڻ مڃي. فيصلو ٿيو تہ پيا هٿيار ڇڏي بہ بہ ماڻهو هڪ گهوڙي تي سوار ٿي فقط تير ڪمان ڪڻي نڪري وڃن. ٻئي ڏينهن صبح جو انهيءَ طرح لشڪر نڪري ويو ۽ خوشيون ٿيون. مائي صاحب چيو تہ: جهول کان ميرپور ماٿيلي تائين ويندي اسان تي هڪ اهڙو بہ وقت آيو جو فقط هڪ لپ اٽي جي ورهاست ۾ ملي، اُن سان لپ چيڪي مٽيءَ جي ملائي پچائي کاڌي سون.[1]

## 5. مير شير محمد جو شڪارپور تي قبضي جو ارادو

مير شير محمد شڪارپور تي حملي جي رٿ ڪئي. خيال هو تہ ٻيڙين ذريعي درياءُ اُڪري فوج شڪارپور تي حملو ڪندي. پر انهيءَ رات سنڌ جي طرف جا

[1] هي بيان مرحوم مولوي عبدالله لغاري ولد نهال خان لغاري ولد محمد خان لغاري جي زباني سن 1956ع ڌاري قلمبند ڪيو ويو. هن هي سڄو احوال پنهنجي والده مائي بصري کان ٻڌو. جنهن پنهنجي گهر واري نهال خان ۽ سهري محمد خان سميت مير شير محمد خان سان اپيور واري جنگ کان وٺي "سماتري" تائين گڏ هئي. مائي صاحبا سن 1942ع ڌاري (جڏهن حر تحريڪ ۾ سنڌ جو گورنر سر ڊو موڪل ٿي وڃي) 124 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. مولوي عبدالله کان اها سربستي ڳالهہ گورنر ڊوَ ۽ لئمبرڪ عمر ڪوٽ ۾ قلمبند ڪئي ۽ سندس آخري حياتيءَ واري دور ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسان کي ٻڌائي.

کي ماٺهو آيا. جن سان رات جو کي ڳالهيون ٿيون. هنن مير شير محمد کي ٻڌايو تہ مير علي مراد کي انگريزن اطلاع ڏنو آهي ۽ هو لشڪر وٺي چڙهيو آهي. ٻئي طرف شڪارپور ۾ انگريزن جو بندوبست آهي ۽ شايد حملو ڪامياب نہ ٿئي. انهيءَ ڳالهہ جو اثر اهو ٿيو جو مير شير محمد کي شڪارپور تي قبضي ڪرڻ جو خيال ترڪ ڪرڻو پيو ۽ رات ئي رات درياء ٽپي مزاري علائقي ۾ هليو ويو. ساڻس فقط هڪ ٻيڙيءَ جيترا ماڻهو هئا.

پويان جلد ئي مير علي مراد جو لشڪر اچي پهتو. مير علي مراد چيو تہ جن بہ بلوچن مير شير محمد سان مدد ڪئي آهي، تن کي قتل ڪيو وڃي. انهيءَ تي سڄي علائقي جا بلوچ لڏا ڪڻي جيسلمير طرف روانا ٿيا. ساندارا پاڻيءَ جا کين ساڻ هئا. سماتري ديهہ (جا نوَ لک ايڪڙ ميرپور ماٿيلي ۽ جيسلمير جي وچ تي) ۾ ئي هئا تہ پاڻي کپي ويو. موت اکين سان پئي ڏٺائون. اوچتو صبح جو ڏکڻ طرف جهڙ ٿيو، مينهن پيو ۽ تلاءَ پرجي ويا. اجا اتي ئي منزل هئي تہ انگريزن طرفان ماڻهو اچو جهنڊو کڻي "خيرخير" ڪندا اچي پهتا ۽ چيائون تہ موٽي هلو. اوهان کي ڪوبہ هٿ نہ لائيندو. بلوچن چيو تہ اهو علائقو انگريزن علي مراد کي ڏنو آهي، ڪهڙو اعتبار؟ شرط اهو تہ مسو واهہ ۽ ڏهر واهہ وارو بلوچي علائقو انگريز پنهنجي هٿ هيٺ رکن تہ موٽي هلون. اهو شرط قبول ٿيو. ان بعد روهڙي ڊويزن وارو سڄو علائقو انگريزن مير علي مراد کان کسي ڇڏيو. جڏهن بلوچ موٽي آيا تہ خبر ملي تہ مير شير محمد خان ديرو غازي خان فتح ڪيو آهي، جنهن تي ميان محمد خان لغاري سڀ بلوچ وٺي ديري غازي خان ويو. مگر اها ڳالهہ ڪوڙي هئي. پوءِ اتي ئي رهي پيا، جو چارلس نيپيئر جو خط آيو تہ اوهين موٽي اچو. اوهان جي جاگير قائم آهي. محمد خان پٽن کي سڏايو تہ ڪهڙي صلاح آهي؟ چيائون تہ مصلحت انهيءَ ۾ آهي تہ موٽي هلجي. آخر هاڻي هو سنڌ جو حڪمران آهي. انهيءَ تي محمد خان خط قاڙي باهہ ۾ وڌو ۽ چيائين تہ: "سنڌ فتح ڪرڻي آهي".

## 5. راڻپور جي سوڍن جون انگريز تروٽ سان جنگيون

انگريزن جي سنڌ تي قبضي کان پوءِ ترٽ وٽ (Captian Trywhitt) ٿرپارڪر جو ڊپٽي ڪمشنر مقرر ٿيو. ٿرپارڪر مان اجا راڻپور جي سوڍن راڻن ۽ ڪوسن بلوچن انگريزن جي آڻ ڪانه مڃي هئي. ان وقت راڻپور جي پونجاڻي سوڍن مان ڪرڻجي ۽ اڏيسنگ انگريزن جي مقرر ڪيل ڪامورن جا حڪم رد ڪري پنهنجي علائقي ۾ پنهنجا حڪم جاري ڪيا ۽ پاڻ وصوليون پئي ڪيائون. ڪوسن به ساڳيو ڪم ڪيو، جنهن تي ٻيا زميندار به سَتيا ۽ انگريزن جي احڪامن کان انڪاري ٿي ويا.

تڏهن تروٽ، ڏيئومل کي هدايتون ۽ اختيار ڏيئي ڪاردار (مختيارڪار) ڪري موڪليو، جنهن اچڻ سان باهه ٻاري ڏني. ڪرڻجي سوڍي پنهنجي يار پاراٿي ڪوسي[1] کي خبر ڏني جيڪو ڪاردار جي مقابلي لاءِ تيار ٿيو. جنهن کي ڏيئو مل حرفت سان پڪڙائي جيل ۾ وجهي ڇڏيو. هڪڙي ڪولهڻ ڪرڻجي نڪر وٽ دانهون ڪندي آئي ته تنهنجي راڄ تي ڏيئومل اچي ڌاڙائي ڪئي آهي ۽ تنهنجو لشڪر به قيد ڪري ڇڏيو اٿس. اتي ڪرڻجي اٿيو. پوءِ غريب ڪولهين، ربارين ۽ سامين سميت سيني قومن کي گڏ ڪري انگريزن جي ٿاڻن ۽ آفيسن تي حملو ڪيائين. اتي ڏيئومل، تروٽ کي لکي موڪليو ته مون ڪان معاملو زور تي ويو آهي. پوءِ تروٽ گهٽا سيٺ زميندار سڏائي انهن ڪان مدد ورتي ۽ سرڪاري سپاهه وٺي وڏي اٿالي سان پهتو ۽ سوڍن جي لشڪر مقابلو ڪيو. ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ بندوق بازي ٿي، آخرڪار ڪرڻجي ۽ سندس ساٿي ڀاڄ ڪائي، پوڏيسر ۽ ڪارونجهر ڪان ٽپي ڪڇ طرف هليا ويا.

هي ڀهريون مقابلو هو، جنهن کي شاعر تاجي دل ڳاتو[2]

ساراهيان سچو ڌڻي ۽ ساراهيان ستار
واڳهن ويرا واه تي ڪيو موڙائين مدار[3]

---

(1) پاراٿي ڪوسن جو ڳوٺ ننگرپارڪر کان 15 ڪوهه اتر اوڀر طرف آهي.

(2) هي بيت 1964ع ڌاري ڪڇڙي ننگرپارڪر (تعلقو ٽنڊو باگو) ۾ صوبيدار ستيڏان سوڍي جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.

(3) موڙائي = واڳن جو ٻاڙو.

اڙٻنگ اڏيسنگ هو، ڪرڻجي ڪنڌار[1]
پوٻٽ سنگ پڙ جوان هو، سائو تيغ سچار
مُرڙي تن ميواسين جو پئي مانجهين ڪاڏو مال[2]
سڻائون ڪانه، سانئر چئي، ڪنهن حاڪم جي هلڪار
شَرا تورو پنهنجو، تي نبيريائون نروار
پيٽ پريا پرڌانن جا، تيا زوروڻ زميندار[3]
تروَٽ مُڪو هو تاءُ منجهان ڪري مهتو مختيارڪار[4]
ڏيٺو مل ڏيهه ۾، اچي ڌاڙيو وڌو ڌهڪار
ڪَرڻجي ڪاردار سان، توَ ڏيو منجهه تڪرار
وڃ پاراڻي پرم سان، هاڙهي هاسيڪار[5]
ڪولهڻ آئي ڪوڪندي، جنهن جي دانهن پڳي دربار[6]
ته ڪٽڪ تنهنجو ڪرڻجي، سوگهو ڪيو سرڪار
هاڻي وجي ڏجان ڏيهه ۾، منهنجي پَڙي جي پُڪار
پوءِ ڪوڙي، ناري، رانڪ رباري، سامي سُرڙا،
درزي دُرڙا، ڪاوڙيا ڪنيار[7]
هيڪا ييل يالوڙن سان، ييا لنين ساڻ لوهار[8]
ڪاهيو اچن ڪئمپن تي، ڪندا مارومار
پروانو تي پچئيو، تاءَ منجهان تڪرار[9]
پڙهي پروڙي پروانو اچي ڪاوڙيو قهار[10]

---

(1) ڪرڻجي = ڪرڻ سنگهه.
(2) ميواسين جو يعني واڻين ۽ ڪولهين جو مال پئي هنيائون.
(3) پرڌان = راڻن جا وزير ۽ مک.
(4) مهتو = ڏيٺو مل.
(5) ٺڪر پنهنجي يار پاراڻي کوسي کي چيو.
(6) ڪولهڻ اچي چيو ته تنهنجي راڄ تي ڏيٺومل اچي ڌاڙائي ڪئي آهي.
(7) ڪوڙي = ڪولهي. رانڪ = غريب
(8) پالوڙا = پولا.
(9) پچئيو = موڪليو. تڪرار = تڪرو
(10) ڏيٺومل ترٽ کي لکي موڪليو ته معاملو مون کان زور آهي. ترٽ اهو ڏيٺومل وارو لکيو پڙهي اچي ڪاوڙيو.

هڪدم آئايائين امرائن کي، سڏيائين صوبيدار
فوجون ائيون فلنگي جون، جن جو انت نه ٻار
هن جون دم ٻرندي دير نه ڪن، هن کي بلڪ لڳهيو وڃڻ پهار[1]
سڪانين ست ڪُٺ لائي، لسُون لاروُلار[2]
برج لوٺين ٺي باهيون ڪيون، سي هيون ڪارونجهر ڪنار[3]
پوڏيسر جي پر ۾ هئي، لاهورين جي للڪار[4]
جامڪيون تن جوانن جون، هيون چولي منجهه چنوڏار[5]
جوڏي وڏي جنگ جي، ڪلنگي منجهه ڪپار
ميرپور ۾ مردن جي هئي پرسن جي پچار[6]
"تاجا" ڪو ترس پوئي ته وري ڪر ونيچار
اڳيان چڏ اڳتي، هائي ڏي پوين جا پار.

هيءَ جنگ پوڏيسر جي پر ۾ لڳي. انگريزن جو لشڪر ڪارونجهر جبل واري پاسي کان هو ۽ سوڍن جو لشڪر هيٺ پوڏيسر واري طرف کان هو.

## راٺپور جي راٺن جي تر وٽ انگريز سان ٻي جنگ[7]

انگريزن جي سنڌ تي قبضي بعد. ننگرپارڪر مان راٺپور جي راٺن (اڪاسوڍا، پونجاڻي نُک مان) ڪلجي ۽ لاڏي انگريزن خلاف جنگ جوٽي. ان تي تروٽ جيڪو ترپارڪر جو ڊيپوٽي ڪمشنر هو، سو حيدرآباد مان چڙهيو. هن عمرڪوٽ مان راٺو ۽ ٻيا زميندار پاڻ سان ڪنيا ۽ اسلام ڪوٽ جي ترَ مان جان محمد خان نون، جاني لنجو (سخي)، مانجهي مهراڻ پوٽو، ملوڪ لنجو، ٻائري جو نڪر اڪيراج، رحم علي وسائي پوٽو، عباس تيبو ۽ ٻيا پاڻ سان ڪري ننگر پارڪر ويو. پوڏيسر وارا آڪا نڪر، جي راٺپور وارن جا سئوٽ هئا.

---

(1) انگريزن واريون بندوقون يڪدم تيار، پر هنن جون منهان پرڻ واريون بندوقون دير ڪن.
(2) سڪانيون (ششڪانيون)، لس ۽ لاري، سنڌ جي بندوقن جا قسم.
(3) برج لوٺي = "برج لوڊ" بندوقون انگريزن جون.
(4) لاهوري = بندوق جو قسم.
(5) جامڪي = بندوق جو قسم. چولي = بندوق جو پوش.
(6) ميرپور ۾ به هن جنگ جون ڳالهيون هليون.
(7) هيءَ روايت سگهڙ ساهڙ پٽ مارو تيبي جي زباني (19 مئي 1961ع) ۽ ان بعد 1964ع ۾ صوبيدار ستيڏان سوڍي جي زباني پنگريي واري ڪچهري ۾ قلمبند ڪئي وئي.

سي بہ تر وٽ سان شامل ٿيا. جن هلي راڻپور وارن جا گهڻ گهيڙ ڏيکاريا. ان وقت ننگر پارڪر ۾ مختيارڪاري هئي.

ڪلجي ۽ لاڏو ٻئي ڀائر هئا. ڪلجي تروٽ جو مقابلو ڪيو. لاڏي جو پٽ اُڏيسنگ (ڪلجي جو ڀائٽيو) سو جوڌپور ۾ هو جتي سندس پيڻ پرٽيل هئي. ڪلجي وڏو بهادر هو. تنهن ڪارونجهر سان قول ڪيا هئا تہ: توکي رت سان رڱيندا سون مرنداسون پر توکي نہ ڇڏيندا سون. انهيءَ ڪري پهاڪو مشهور ٿيو تہ:

"ڪارونجهر ري ڪور، مريئين تہ بہ ميلهئين نهين" [ڪارونجهر جي وٽ مرنداسون تہ بہ نہ ڇڏينداسون] جنگ ۾ ڪلجي زخمي ٿي پيو. تڏهن ڪارونجهر کي رت جا ڇنڊا هڻي قول پاڙيائين. نيٺ ڪلجي مارجي ويو ۽ سندس ڀاءُ لاڏو قيد ٿي پيو. اُڏيسنگ ان وقت گجرات ۾ هو. سندس پيڻ اهو واقعو ٻڌي کيس ٻانهيءَ جي هٿان ڪچهري ۾ وڃڻ جوائي موڪليو تہ: "پٽهين جيل ۾ پيو آهي، تون وينو آفيم ڳاڙين." اهو مهڻو ٻڌي اُڏيسنگ اتان چڙهيو.

هيڏانهن تروٽ جي فتح ٿي ۽ جيڪي ساٿس گڏ آيا هئا سي بہ موڪلائي ويا. گورا پلٽڻ رواني ٿي ۽ "موکٽي" ڏاري اچي پهتي. تروٽ صبح جو چڙهڻو هو ۽ پنهنجي ذاتي اثالي سان اچا ننگر پارڪر ۾ هو تہ اُڏيسنگ مٿان اچي ڪڙڪيو. سپاهي ۽ پهريدار ماريائين ۽ آخر اچي تروٽ واري طنبوءَ جون قناتون ڪپيائين. تروٽ جان بچائڻ لاءِ وني ڀڳو. اتي ڪنهن صلاح ڏنس تہ: پاڻ بچائڻو اٿئي تہ وڃي ميگهواڙن جي اڏوڙن ۾ لڪ جو انهي پاسي ڪين ايندا. سو هڪڙي ميگهواڙ جي گهر ۾ وڃي لڪو (جنهن کي پوءِ پنجين ريئين جي معافي ملي ۽ چوڙي جي قيمت ڪانئس ڪير بہ نہ وٺندو هو. ان جي پوين مان "واگهو" ميگهواڙ هو جيڪو 1938ع ۾ جيئرو هو) ان ڪان پوءِ اُڏيسنگ جيل وڃي ڀڳو جتان تيرهن ڇڻا ٻيا ڪڍيائين. جن جون هٿڪڙيون ڀڳائين. هڪ ڪولهي جي هٿڪڙي نہ ڀڳي، جنهن چيس تہ مون کي ماريو وڃ ۽ جيئرو ڇو، تو ڇڏيو وڃين؟ اُڏيسنگ ۽ سندس ساٿي فتح ڪري وڃي ڪنهن مندر ۾ ديويءَ جي پوڄا ۾ وينا.

هوڏانهن تروٽ جان بچائي ماڻهو پڄايا. جن وڃي پلٽڻ کي "موکٽي" مان واريو. پوءِ جنگ لڳي جنهن ۾ اُڏيسنگ گرفتار ٿيو. تروٽ چيو تہ بندوق نہ هڻجوس، جيئرو جهلجوس. جڏهن کيس هٿڪڙيون ٿي هنيائون، تڏهن چيائين

تہ: آءُ راجپوت آهيان پڇندس ڪونہ. انهيءَ تي هتڪڙي ڪانہ هنيائونس ۽ اُٺ تي چڙهيو آيو. پوءِ آٽي عمرڪوٽ جي قلعي ۾ نظربند ڪيائونس. جتي گذاريائين. نڪرن ۽ انگريزن جي انهيءَ جنگ تي شاعر تاجي ڏل، وينل اسلام ڪوٽ ڪاڻ ڪوهہ اُلهندي "ٻورڪي" جو. تنهن بيت چيو:

سارهہ ڪر ڪنهن سورهيہ جي رک مردن تي ميار
دل تي چڙهي وپا "ڏل" ڪي، ڪي پونجاڻين جا پار[1]
وانڪا ويرا واهہ تي هئا سائو سلحدار[2]
پوڏيسنز جي پر ۾ هئا مانجهي مل متار
ڪاورنجهر جتي ڪور ۾ هئا هندن لک هزار
"ڪلڄي" جهڙو ڪنهن نہ ڪيو. تروٽ سان تڪرار
لاشڪ پٽ "لاڏي" جو، هو ڪيهر ڪونہ ڪنڌار[3]
چؤڪس "چوڙيو" "ڀهراڻو" تيو ننگر ٿي نروار[4]
راوت "راڻي ڙاڙي" مان، گهند چڙهيو گينوار[5]
پيل سڏي پيڙا ڪري، ٻڌئين ڪولهين جي ٻہ قطار
ڏيئي تڪ ٽڪورن جي، تند وڍيائين تار[6]
وسايائين وڏڦڙو، منجهان تڪ ترار
هت سپ ستا هئا ننڊ ۾. تن سُتن کهڙي سار[7]
در پڳائين، ڏل چئي، ڏيئي لت لغار
تُر پڳائين، تاجو چئي، هتن سان هيڪار
باندين جو بند موڪ تيو. ڪڍيائين قيدين جي قطار
بيٺو باپ ڪڍي ويو. ثابت مان سرڪار
رکيائين تِڪ طنبو تي، ڏسو اَرڏي جو اختيار

---

(1) پونجاڻي = نڪرن جو پارو.
(2) وانڪا = بانڪا. سورهيہ.
(3) لاڏو تنهنجو پٽ اڏيسنگ.
(4) چوڙيو ۽ ڀهراڻو ٻئي ڳوٺ (لوڻي جنڪشن تان اوڏاهين ريل وڃي ٿي) جتي سنڌس پيءُ پرتاپل هئي. چوڪس = سڌو.
(5) ڀهرپائين اچي ننگر لڳ پنهنجي ڳوٺ راڻيپور ۾ پهتو. اتان وري چڙهيو ۽ اچي ننگر ۾ حملو ڪيائين.
(6) ننگر ڪاڻ ڏيسا تائين ٽيليفون جي تار ڪپيائين.
(7) تروٽ جي فوج وارا جن ڪلڄي کي گرفتار ڪيو هو ۽ آرام ۾ هئا.

تڏ "ترون" سو گهر تکيو، جو موچين جو مهندار
اُڏيسنگ اُجاريا. پارکر چارئي پار
ڪلجيءَ ڪارونجهر تي، کٽيا رنگ خرار[1]
سوڍي سي چمار، سٽئي پوَ سرها ڪيا[2]

—

لاڙ پڻ حاجي فقير (وينل ڪارڙي) ڊاڊي مگڻهار، اُڏيسنگ جي جنگ تي هينيون ڇند چيو.[3]

تين ڪيڏي ناراڻ تڻا، جوراور سين جنگ
اڏمل سوڍا آپ ني راءِ شوڀا ڏي رنگ

يعني: اي ناراڻ جا پٽ! تو زوراور سان جنگ ڪئي. تنهنڪري اي پيارا اڏيسنگ (لاڙ جو نالو)! توکي سڀئي راءِ ۽ صوبا رنگ ڏين ٿا. يعني آفرين چون ٿا.

---

(1) کٽيا رنگ خرار = گهڻن شاباسون ڪيائون.
(2) سائڻ = بهادرن. پوَ = جنگ.
(3) هيءَ روايت سروپي مگڻهار جي زباني سنه 1960ع ۾ قلمبند ڪئي وئي.

# 6. شادي خان کوسي جون انگريزن سان جنگيون

ڄيپور اميرن پنهنجي حڪومت واري دؤر ۾ سنڌ جي سرحد تي مختلف قومن ۽ قبيلن کي ويهاريو ۽ وسايو. يا جيڪي اڳ ويٺل هئا تن جي پٺڀرائي ڪئي، تہ جيئن سرحدن کي سنڀالين. انهيءَ حڪمت عملي سان راڄ طاقتور ٿيا ۽ سنڌ جي حڪومت جو موجوده بدين ۽ ٿرپارڪر ضلعن کان ڏکڻ طرف توڙي ٿرپارڪر ضلعي کان اولهہ طرف سنڌ جي طاقت وڌي. انگريزن پوءِ اهي سنڌ جون سرحدي ايراضيون ڇني، پر وارين رياستن کي ڏيئي ڇڏيون. ننگرپارڪر تعلقي جي ڏکڻ اُبرندي ۽ ڇاڇري تعلقي جي اُبرندي طرف سنڌ جي سرحد اڳتي هئي. انهن سرحدن تي ڪوسا، چانديا، سوڍا ۽ سميجا راڄ سنڌ طرفان طاقتور هئا. اُبرندي ڏانهن جوڌپور واري سرحد تي خاص طرح لُڏائي، گهمٽائي، بليلائي ڪوسا سنڌ جي فوجي طاقت جو اهم حصو هئا. ڇَھوتڻ جبل ۽ ان جي پسگردائي وارو سڄو ملڪ (بعد ۾ تعلقو باهڙ مير، رياست جيسلمير) سنڌن سنڀال هيٺ هو. ان جون حدون هي هيون: "بَندي بَائر" کان وني ڏکڻ - اوير رامسر جي ڏونگري تائين، رامسر جي ڏونگري کان ڏکڻ - اوير طرف ڇَھوتڻ جبل تائين، ۽ ڇهوتڻ جي جبل کان اوير طرف "ڏوري مَنُو جبل" تائين. جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو، تہ ننگرپارڪر طرف راڻپور جي راڻن ۽ اوير طرف ڇهوتڻ ڏانهن ڪوسن جي طاقت ختم ڪرڻ لاءِ ڪارروايون ڪيائون.

ڇهوتڻ واري پاسي ڪوسو شادي خان سنڌ جو سڄڻ ۽ سورهيہ مڙس هو. عزت خان جو پٽ ۽ ڪوسن جي گهمٽائي پاڙي مان هو. هن مڙس انگريزن جي پلٽڻن سان مقابلا ڪيا، ۽ انهن کي ماري ڦٽي ڀڄايو. ان وقت "سوڀاري" (تعلقو مٺي، ضلعو ٿرپارڪر) جي درويش سيد جهنڊ ولي شاهہ (پٽ فخرالدين شاهہ) جي زبان مان شادي خان لاءِ دعا جا هي لفظ نڪتا جيڪي مشهور ٿي ويا.

سنڌ بہ شادي هند بہ شادي

ٿرين شادي برين شادي بحرين شادي

هڻ ڙي شادي هڻ

آخرڪار انگريزن جيسلمير ۽ جوڌپور سان عهدناما ڪيا تہ هو شادي خان جي ڪابہ مدد نہ ڪندا. خود شادي خان ڏانهن معتبر ماڻهو موڪليائون ۽

ڪيس لالچائيون تہ هو هٿيار ڇڏي تہ ڪيس ڇهونءِ. ننگر يا چاچري ۾ جتي چئي اتي جاگير ڏني ويندي. جواب ۾ چيائين تہ منهنجي ٻٽ تي جيڪي ترارن جا ڌڪ لڳل آهن، سي اوهان انگريزن جي برخلاف ئي لڳل آهن. انگريزن وري ماڻهو موڪليس تہ ترار ڇڏ! شادي خان وري بہ اهوئي جواب ڏنو تہ: ترار سر ساڻ آهي ۽ سر سلامت آهي تہ ترار نہ ڇڏيندس. پوءِ فرنگي چوڌهن سوءُ لشڪر ساڻ ڪري اچي مُلڪ کي گهيرو ڪيو. شادي خان کي چيائون تہ! "هاڻي چوٽي چوڙي آءُ" (يعني سر اگهاڙو ڪري اچي آڻ مڃ ۽ پيش پئو). پر شادي خان نہ آيو ۽ چوائي موڪليائين تہ:

"لٽ پٽ لوهُو ساڻ، هوندين ڳڏ ڳُڙَهي ۾"

ٻڌايائونس تہ انگريزن وڏو لشڪر چاڙهيو آهي. چيائين تہ: "ايڪ سون لڙٽاهي، لاک سون لڙٽا هي". پوءِ لڙندي لڙندي شادي خان شهيد ٿيو. ڪيتو فقير مگڻهار وينل باڪاسرجو، تنهن شادي خان جي سورهيائي تي "ڏوٺا" ۽ شعر چيا تہ:[1]

## ڏوٺا

چلو چلو چـُهڻ وجان، ڏيئي سر سادان
ڏونگر ڏهڪڻ چو لڳين، تو ۾ ڪوسو شادي خان.

—

گهمرائي گهوڙي چڙهي، فوجن پاڙي ڦير
اڙٻنگ عزت خان رو، شادي ٻَنَڪو شير.

—

شادي ڙي شمشير، عزت ري باندي آڏڳ
هـَڪـِئل باهڙ مير، ڪلڪتي تعريفان ڪري.

## شعر

اول نام علي شير محمد نبي اڏڳ مير
سيبهر آب ذرتي سور ردون ٻـڙا هئي مذڪور
مردون ٻـڙا هئي ايمان جَنگان ڪري ٻَنڪا جوان.
ڪاڳان هٿي شادي خان.

---

[1] هيءَ روايت سروپي مگڻهار پٽ ڏيري جو پٽ آسي جو پٽ ڏورنگي جو پٽ ويري جو پٽ حسن جو، ڏاڏي فقير. اصل وينل ننگر پارڪر. عمر 62 ورهيہ جي زباني ڪڇهري مٺي (1960ع) ۾ قلمبند ڪئي وئي.

پورامار كافر گهير     صاحب چڙهي آيا شير
آيا فضل كي قيري     چلو انگريز كي ڏيري
حاكم حكم هلائيا     نَنهندل كري تيڙايا[1]
اوتاري خان دي آيا     گوڙها اَمل گلاٰيا[2]
پهلوان پيلايا[3]

"زاري" پوچيئا جواب     شادي مرڻ كا شباب[4]
شادي حق مرڻا هئي     كسي كا دپ نه كرڻا هئي
ايك سون ئي لڙڻا هئي     لاک سون پي لڙڻا هئي
جيسا آرابا پستول     باوَل بلوچين را بول[5]
اميد علي چانديا هئي ايم     جائي لڙيا شينهان جيم[6]
گڻن گڏ گجرات     ڏادي بلوچين ري ذات[7]
شادي چوڙ ڏي تلوار     "چوڙون لجي سب سنسار
مير صاحب كي تلوار     ڏرتي نهين جهلي بار"[8]
ڳاوي كيتلا مگڻهار.

---

[1] ننهندل = تكڙ. تيڙايا = گهرايا.
[2] گوڙها امل گلايا = جڏهن شادي خان اوتاري تي تكڙ آيو. تڏهن گهاٽو امل ڳاڙيائون.
[3] پهلوانن كي پياريائون.
[4] زاري = انگريز.
[5] آرابا = نغارا.
[6] اميد علي چانڊيو شينهن وانگر وڃي لڙيو.
[7] گڻن = ڳڻن.
[8] شادي خان چيو: مير صاحب جي تلوار ڏاڍي آهي جنهن جو بار زمين به سهي ڪا نه سگهندي. ڇڏيان ته سڄي سنسار ۾ لڄي ٿيان.

# 7. حُرن جون انگريزن خلاف بغاوتون ۽ جنگيون

سنڌ ۾ "پير صاحب پاڳارن" جي قادري سلسلي جي اسلامي تبليغ ۽ تحريڪ جو بنياد پير صاحب محمد راشد رحہ عرف "روضي ڌڻي" (1170 - 1233هہ) ٻارهين صدي هجري جي آخر ۽ تيرهين صدي جي پهرين ٽيهن سالن واري عرصي ۾ وڌو. توحيد، ذڪر الاهي، تقويٰ (پرهيزگاري)، نيت ۽ عمل جي سچائي ۽ صفائي، سعيي ۽ ڪوشش سان حق حلال جي ڪمائيءَ همت ۽ مردانگيءَ سان دنيا ۾ ڪاميابي سندن تبليغ ۽ تلقين جا مکيہ اصول هئا: يعني تہ ذڪر الاهي، رياضت ۽ عبادت سان دين جي سر بلندي ۽ آخرت جي نجات سان گڏوگڏ سعيي ۽ ڪوشش، همت ۽ مردانگيءَ سان دنيا ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻي آهي. پير صاحب محمد راشد رحہ کان پوءِ سندن سجاده نشين پير صاحب صبغت الله شاهہ اول، جماعت ۾ همت ۽ مردانگي واري جذبي کي جهاد واري منزل تائين پهچايو ۽ ڌارين جي غلبي ۽ قبضي خلاف جنگ جوٽي آزادي برقرار رکڻ جو سبق سمجهايو. ان وقت سکن پنجاب تي قبضو ڪري اُتر طرف سرحد جي پٺاڻن واري پرڳڻي تي غلبو حاصل ڪيو هو ۽ سندن آئنده رخ هيٺ ڏکڻ ڏانهن سنڌ طرف ٿيڻ وارو هو. هندوستان مان سيد احمد بريلوي سکن جي وڌندڙ طاقت ۽ مسلمانن تي سندن حڪومت خلاف جهاد جو جهنڊو بُلند ڪري سنڌ ۾ پهتو تہ پير صاحب صبغت الله شاهہ سندس پوري پٺڀرائي ڪئي ۽ سڄي سنڌ ۾ تحريڪ هلائي مسلمانن کي جهاد جي ترغيب ڏني، ۽ مجاهدن جو چڱو تعداد سندن سڏ تي اچي حاضر ٿيو. پنهنجن مريدن ۽ محبن مان هڪ مضبوط لشڪر تيار ڪري، ڪين حريت ۽ آزادي جو علمبردار بنائي جهاد لاءِ روانو ڪيو.

جماعت ۾ اهو حريت ۽ حُرائيءَ وارو جذبو، سندن پوٽي پير صاحب حزب الله شاهہ (تخت ڌڻي) جي دور ۾ وڌي ويو ٿيو. جڏهن سورهيہ سرويچن جي "فرق جماعت" جو بنياد پيو. پير صاحب حزب الله شاهہ سن 1262هہ (1847ع) ۾ سجاده نشين ٿيو. ان وقت سندن عمر پنجن سالن کان بہ گهٽ هئي. ان کان ٽي چار سال اڳ مهيني محرم سن 1259هہ (فيبروري 1843ع) ۾ انگريزن سنڌ تي غاصباڻو قبضو ڪري سنڌ جي آزاد حڪومت جو خاتمو آندو هو ۽ سندن طرفدار مير علي مراد نئين رياست (خيرپور) جو والي ٿيو هو. سنڌ جي اڳين

حڪمرانن ٽالپور اميرن کي انگريزن قيدي بنائي ٻاهر هندوستان موڪلي ڇڏيو. ۽ سنڌ ۾ ٻئي هر همت ۽ حوصلي واري سنڌ جي خيرخواه ۽ آزادي جي خواهان کي سازشن ۽ مالي مشڪلاتن جو شڪار بنائي ڇڏيو هو. پير صاحب حزب الله شاهه جيئن ئي عاقل بالغ ٿي درگاهه ۽ جماعت جي واڳ سنڀالي ته ڪيس سنڌ ۾ مسلمانن جي خستہ حالي ۽ انگريزن جي غاصباڻي قبضي جو احساس ٿيو. جڏهن انگريزن جي خير خواه مير علي مراد. پير صاحب پاڳاري، درگاهه ۽ جماعت خلاف قدم کنيا. ته پير صاحب حزب الله شاهه وڏي دوانديشيءَ سان جماعت کي وڌايو ۽ پڻ سنگت جي ٽڪن يا "ڄوڪين" ذريعي جماعت کي منظم ڪيو. ساڳئي وقت پير صاحب ۽ درگاهه جي مخالفن، ۽ انگريزن ۽ سنڌن حامين حمايتين خلاف مقابلن لاءِ خليفي غلام نبي لغاري "فرق" فرقي جو بنياد وڌو. هيءَ شروع ۾ ٿورن سنورهيہ سرويچن فقيرن جو ٽولو هو. جيڪو پوءِ آهستي وڌڻ لڳو. مخالفن سان قابلا ڪرڻ ۽ سر گهوري قربان ٿيڻ هنن جو هڪ بنيادي اصول هو.

پير صاحب حزب الله شاهه سياسي بصيرت رکندڙ ۽ نهايت داناءُ ۽ دوانديش هو. جماعت ۾ انگريزن ۽ سنڌن طرفدارن خلاف نفرت جو جذبو پيدا ٿي چڪو هو، پر هند ۽ سنڌ ۾ انگريزن جي تسلط کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته ٻين ٻاهرين طاقتن سان ڪو سلسلو قائم ڪجي ۽ کين انگريزن جي دور ۾ ملڪ جي اندروني حالت کان آگاهه ڪجي. پير صاحب جن ترڪي جي سلطان عبدالحميد ڏانهن اهڙو هڪ خط موڪليو[1] جنهن ۾ لکيائون ته:

"هن وقت جڏهن هندوستان ڇوڏاري بي دين نصارن جي قبضي ۾ اچي ويو آهي: جڏهن دين ايمان منجهي خلط ملط ٿي چڪا آهن ته بگهڙ ڏڻ جا رکوال آهن، شريف ۽ ذليل ٻنهي کي هڪجهڙو سمجهيو وڃي ٿو. هندو زوران زور ته مسلمان ڪمزور آهن. مفلسي گهٽي ۽ بيحد ته سرڪاري مطالبا وڏا وڏ ..........................

---

[1] هن خط جو مسودو سلامت رهيو آهي جنهن جي ڪتابت حضرت پير صاحب جن جي فرزند ميان علي اصغر شاهه ڪئي هئي. ان ۾ ڪيترائي خال آهن اُهڙي طرح [illegible] ڪهڙا الفاظ لکيا ويا ۽ انهيءَ مسودي ۾ خود پير صاحب جن پيا ڪهڙا اضافا ڪيا سو معلوم ناهي. مگر مسودو ميان علي اصغر شاهه نهايت سهڻو تيار ڪيو هو. ايتري قدر جو پنهنجي والد کان خلعت جي تمنا ڪيائين. اهڙن موقعن تي پير صاحب بيحد خوش ٿيندا هئا ته پنهنجن فرزندن کي خاص خلعتون پهرائيندا هئا.

اهي صليب جي نشان کي ايمان جي تعويذ کان وڌيڪ اثرائتو سمجهن
تا ۽ ناقوس جي آواز کي اذان ڪرڻ پائين تا ............. نه
حڪمرانن کي رعيت جي تباهي تي فڪر ۽ غور، ته نه وري رعيت جي
هٿ ڪرائيءَ ۾ زور. هڪ طرف زراعت بي برڪت ته ٻئي طرف ڍل
وصول ڪندڙن جي ڪثرت. باوجود انهيءَ جي، قلم ۽ زبانون، انگريزن
۽ سندن طرفدار تابعن ۽ نوابن جا ٻول ٻولي ۽ ڳڻ ڳائي رهيا آهن.[1]

هيءَ نهايت مخفي قسم جو خط هو ۽ اها ڳالهه راز ۾ رهي ته پير صاحب جن ڪيئن ۽ ڪڏهن اهو سلطان عبدالحميد ڏانهن موڪليو. سن 1308هه (1890ع) ۾ پير صاحب جن جي وفات بعد شايد هن خط جي ڀاڄ ٻاهر نڪتي هجي ۽ انگريزن جي خير خواه جاسوسن اهڙي خبر حڪومت کي پهچائي هجي پر جيئن ته ڪوبه ثبوت موجود ڪونه هو، تنهنڪري هي ڳالهه زباني رهي ۽ لکيت ۾ ڪانه آئي. البت اڳتي لاءِ انگريزن پير صاحب جي اثر رسوخ کي گهٽائڻ بلڪ ختم ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي ۽ جماعت جي همت ۽ حوصلي وارن ماڻهن خلاف عام طرح ۽ حُرن خلاف خاص طرح ڪارروايون شروع ڪيون. انگريزن کان اهو ڳجهو ڪونه هو ته سنڌ تي سندن قبضي (1843ع) کان تيرهن سال اڳ سن 1829 - 1830ع ۾ پير صاحب پاڳاري جن سيد احمد شهيد کي فوجي امداد ڏني هئي. انهيءَ ڪري جيئن پوءِ تيئن پير صاحب پاڳاري، درگاهه ۽ جماعت تي ڪڙي نظر رکيائون.

## پهرين حُر تحريڪ ۽ بغاوت

سن 1896ع ۾ پهرين حر تحريڪ ۽ انگريزن خلاف بغاوت شروع ٿي، ۽ انگريزن جي پوليس ۽ ڪامورن طرفان پير صاحب جي جماعت ۽ حرن خلاف سازشون ۽ ڪارروايون شروع ٿيون[2]. جواب ۾ حرن بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو انگريزن جا قاعدا قانون ٽوڙيائون ۽ سانگهڙ لڳ "مکي جي ٻيلي" کي پنهنجو جنگي مرڪز بنايائون. انگريزي حڪومت خلاف ڪارروائين خاطر،

---

[1] خط جي متن ۽ مسودي لاءِ ڏسو مقدمو "ديوان مسڪين" (پير صاحب حزب الله شاهه "مسڪين" جو فارسي ديوان. شايع ڪيل مفتي محمد رحيم، درگاهه پير صاحب پاڳارو).

[2] تفصيل لاءِ ڏسو لوڪ ادب جي سلسلي جو ٽائون ڪتاب "واقعاتي بيت". سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي - حيدرآباد، 1961ع ص ص 33 - 42.

بارهن ڄڻن جي "پنهنجي سنگت" قائم ڪيائون. جيڪا هڪ "جنگي ڪوئنسل" هئي. ساڳئي وقت اها انگريزن جي حڪومت جي بجاءِ هڪ متبادل حڪومت هئي، جنهن ۾ "بادشاهه"، "وزير"، "ڪوتوال" "منشي" (مُراسلات جو سيڪريٽري) ۽ ٻيا ميمبر شامل هئا. اها بارهن - رُڪني ڪوئنسل هيٺين سورهين تي مشتمل هئي، جن کي انگريزن ڏاڙيل، باغي ۽ قانون کان ٻاهر (Out Laws)قرار ڏنو ۽ انهيءَ ڪري هو "ڀهروَتيا" پڻ سڏيا ويا.

(1) ٻچو پٽ وريام ذات خاصخيلي وينل منزائو تعلقو سانگهڙ. کيس "بادشاهه" بنايائون ۽ هو پوءِ ٻچو بادشاهه جي نالي سان مشهور ٿيو. پير صاحب جن جي نظربنديءَ بعد، سندن اعلان تي سردار محمد يعقوب وٽ سن 1898ع (؟) ۾ پيش پيو، جتان کيس گرفتار ڪري "عيسي ڏاهريءَ" سان گڏ ميرپور خاص ڏياري موڪليائون. جتي انگريز جج مقدمو هلائي کين ڦاسي جي سزا ڏني.

(2) پيرو پٽ صالح فقير وساڻ وينل ڪنڏو تعلقو سنجهورو. "جهوڙي لئي" وٽ سن 1898ع ۾ ليوڪس جي لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿيو.

(3) تڳيو چانگ پٽ دوسو چانگ وينل سماتري تعلقو سانگهڙ. "جهوڙي لئي" وٽ 1898ع ۾ ليوڪس سان وڙهندي سر ڏنائين.

(4) گلو پٽ پريو موچي وينل ڳوٺ نظاماڻي تعلقو سانگهڙ. "جهوڙي لئي" وٽ 1898ع ۾ ليوڪس سان وڙهندي سر ڏنائين.

(5) ڀلُو پٽ گلو ڳاهو وينل موجن، تعلقو خيرپور. "مکي" وٽ غلام محمد جي گهٽ جي ٻريان ٽڪنبي (ٽڪندي) وٽ، پنهنجن ٻن ساٿين مصري ڳاهي ۽ عثمان هگوري سان گڏ ميدان ۾ آيو. "ٻچو" جي سهري دينو کي ليوڪس وٽ موڪليائون ته هاڻي اچي مقابلو ڪر. ليوڪس آيو ۽ مقابلو ٿيو. جنهن ۾ ٽيئي ڄڻا ليوڪس سان وڙهندي شهيد ٿيا.

(6) مصري ڳاهو پٽ خانڻ وينل ٻجر واهه تعلقو شهدادپور. مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي ٻريان ٽڪنبي وٽ ليوڪس سان وڙهندي مارجي ويو.

(7) عثمان هگورجو پٽ ملوڪ وينل چراٽو تعلقو ٽنڊوالهيار. مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي ٻريان ٽڪنبي وٽ ليوڪس سان وڙهندي مارجي ويو.

(8) عيسو ڏاهري هالن واري ٿاڻي تي پيش پيو، جتان گرفتار ڪري، ٻچو بادشاهه سان گڏ مٿس مقدمو هلائي کيس ڦاسي ڏني وئي.

(9) خميسو وساڻ پٽ سچل، وينل باکوڙو تعلقو سانگھڙ. گم ٿي ويو: غالباً ڪنهن مقابلي ۾ مارجي ويو.

(10) سومار ڳاهو. پير صاحب جي انهيءَ نوڪر کي مارڻ ويو، جنهن کي پير صاحب طرفان حرن کي انگريزن جي پيش پوڻ جو اعلان ڪيو هو. پر پاڻ مارجي ويو.

(11) فتلو قاضي. سومار ڳاهي سان گڏ مارجي ويو.

(12) راڻو وساڻ وينل باکوڙو، مرشد جي حڪم موجب پيش پيو، جنهن بعد ڪيس ست سال ٽيپ ڏيئي ڪاري پاڻي موڪليو ويو.

بچو بادشاه ۽ پيرو وزير ۽ ان جي ساٿين جي ڏهڪاءَ سبب پوليس سرڪاري ٿاڻا ڇڏي ڀڄي ويئي. سيني ڀڄي وڃي وڏن شهرن ۾ پناه ورتي. هڪ طرف حرن جو ڏهڪاءُ ٻئي طرف پوليس ۽ فوجي سپاهين جي مسڪينن تي مار، سو ملڪ ۾ هيڪاري هراس پئجي ويو. جوالاسنگھ نالي سانگھڙ جو دفعدار هو. جنهن حُرن کي پڪڙڻ لاءِ ڪوشش ڪئي پر ڪيس ڪوبہ حر هٿ نہ آيو. سانگھڙ ضلعي ۾ هر سال مانگھہ مهيني ۾ "بهرم بري" جو ميلو لڳندو آهي. جوالاسنگھ بہ حرن جي ڳولا سانگي اچي ميڙي ۾ پهتو. جتي گـُلي موجي جي بندوق لڳس ۽ مارجي ويو.

سندن بين ساٿين بہ جدا جدا جاءِ تي مقابلا ڪيا ۽ ست سال ڪن سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت کي ترٽلي ۾ وجهي ڇڏيائون. سنڌ جي عوامي شاعرن هنن سورهين جي سورهيائيءَ کي ڳايو ۽ ڪين جسون ۽ شابسون ڏنيون. هيٺ شاعر محمود ٻلي عرف "مل"، شاعر شادمان مري، ۽ شاعر تاجي ڏل جا بيت ڏجن ٿا جي هنن بهادر حرن جي تعريف ۾ چيا.

### شاعر محمود ٻـلي عرف "مل" جا بيت

شاعر "مل" حرن جي بغاوت ۽ حملن واري دور ۾ موجود هو. سندس جملي بيت تفصيل سان اسان لوڪ ادب سلسلي جي نائين ڪتاب "واقعاتي بيت" (صفحا 42 - 63) ۾ ڏنا آهن. جن مان ڪي ٿورا هٿ مثال خاطر ڏجن ٿا.

انـگريزن جـي صـاحبيءَ ۾، چوڏهيـن صـدي سـير
پـَـرڏر اچـي پيـدا ٿيـا، بانڪـا بـي نظيـر

ٻارهن ڇڻا ٻاهر وَڻيا، مکيءَ پاسي مير
ٻَچو اُن جو بادشاهه، "پيرو" اڳيان وزير
ڪري ڏاڪي سان دلگير، تن ڏيهه ڏڪائي ڇڏيا.

—

ڏيهه ڏڪائي ڏيا سان، ڪيائون زير زبر
اک نه هين انگريز تي، پيو ڪنهن نه متي ڪَلٽر[1]
ماري سَو سپاهين جا، تي لوڙهيائون لشڪر
ڏسي هيبت حُرن جي، تي گهڻن ڇڏيا گهر
پوءِ اتي ويا افسر، انهن جي ٿاڻن پئي ٿُڪون جهليون.

—

مانجهي مرد "مَکي" جا، غازي ڪين گسُن
عداوتي اونداهه جو، تا ڏِئي تي ڏسن
جت تڪيائون تت هنيائون، تر نه گٿو تن
رڳا چغل چُٽيا، بات متي بانڪن[2]
انِي ڪي انصاف جا، مجرا تا ملن
ڳالهيون پيون ڳائجن، تن مردن جون "مل" چئي.

—

ڏسو مٺيا مردن جي، ايڏا جن ايمان
ٻارهن سِر سچي ڏيهه کي، سامهان تيا سلطان
حاڪمن مٿن هلائون ڪيون، بيا طرحين طرحين طوفان
پَرين سوڌا پيڙجي ويا، اُهي جند ڳاري جوان
ته ٻه اکر هڪڙي انگريز جي، ڪانَ ڪديائون ڪانَ
بانڪن پنهنجي بهادري سين، ڇڏيو توري اُپ آسمان
آخر خاڪ مکان، هتان هرڪو ويندو هليو.
هتان هرڪو ويندو هليو، پنهنجو وارو وچائي
هيڪر دانهن دهليءَ سوڌي، ڇڏيائون نالو ڪيائي

---

[1] يعني ضلعي جا حاڪم "ڪليڪٽر"
[2] چٽيا = هڻ نشانو ڪيا، ماريا.

ميڙي "ٻهرم ٻري" جي تي آيا ڪٺڪ ساڻ ڪاهي
بندوق جولاسنگ ڪي، ٻُـتيائون ٻولائي
موڏي گُـلي موچـيءَ جي، اها ڪئـئي آهي
ڏهلي چـڏيائون ڏر تي، ڪتو ڪيرائي
ڏيئي پڙهو سي ويٻا سيني سٽائي
متان ڪو ان حساب ۾، صبح غريب گهلائي
ڊڄي ان جي ڊائي، تي گهڻن رضائون گهُـربون.

—

ٻارهن چڙها ٻهروتيا، سوريہ هٿا ٻہ سڌر
لنڊن سوڏا لڪجـي ويا زور پريا زبر
رائيءَ ڏاڍو روچ ڪيو سٺي خوب خبر[1]
ونيو سنڌ ساري تيا هاٺي وچن حُر
ڪري ڪوئنسلون پاڻ ۾، پيا منجهه پچر
"دلـيءَ" ديباچا ويا، "ڪلڪتي" ڪاڳر
"پوني" دانهن وجي پُـڳي، اُتي "امبراسر" [2]
لکنو ۽ لاهور ڪان، چڙهيا "گڊ گام" ڪان گورنر[3]
بمبئي بندر "ٻڙودي" جا، ڪئين آيا ڪمشنر
اسپيشلون آئيون، ڪٺي فوج اپر
"اسٽيل" بيهي رهيو، پنهنجا ويڙهائي ور[4]
"ليوڪس" اچي لوڪ جا ڪاٺي ڪانيا گهر [5]
بي قانوني ڪيترا، تنهن هلايا هُنر
تہ ٻہ آيا ڪين ڪَپَـرَ، انگريزن جي اَمر ۾ [6]

—

ٻارهن چڙها ٻـَـهروتيا، سورهيہ هٿا سجان
ڏسي هيبت حرن جي، ڏڙڪو ۽ ڌهمان

---

[1] راڻي وڪٽوريا.
[2] امبراسر = امرتسر.
[3] گڊگام = گڙگائون.
[4] اسٽيل انگريز آفيسر جو نالو.
[5] ليوڪس انگريز جيڪو حرن خلاف ڪارروايون لاءِ مقرر ٿيو. هن ماڻهن جي گهرن کي باهيون ڏيارڻ ۽ بي قانوني ڪئي.
[6] ڪپر = ڏاڍا مڙس.

پـــوري پئـو نــ جهليــو، پيــو هــائو هندســـتان [1]
مـددون مگيـائين رائــن كــان، ڏيئـي تــارن جــا طوفـــان
چئـو ڏس چوكيــون بيهـي ويــون دنــگن تــي دربـــان
ڏاڍا مـــڙس ڏيســـي آيـــا جوڌپـــور كئـــون جـــوان [2]
كـي جنگـي جيسـلمير كـان، كـي مـانجهي كـان ملتـــان
كـــي كوپـــا كراچـــي كـــان، آيـــا پنگجـــي پهلـــوان [3]
كـاپون اچــي كنيـــون تيـــون، ميـــڙا منجهـــ ميـــدان[4]
پـــر جهلـــي كـــو ايمـــان، مـــور نـــ لڙي مكـــيءَ كـــي.

—

مـــاري منكـــر كيتـــرا، ڏهليـــا تـــن ڏقيــــر
هونـد كيـن ونـائن هـا كنهـن كـان كنهيـن پـت پيـر
پـــر مجـــي امـــر مرشـــد جـــو آيـــا اُنـــي ويـــر
"پيـــرو" سـنـدي پـــادر ۾، بيـــو قـــدم وجهـــي كيــر
كتـــان ليـــن كوڏيــــا، "گــــلي" جهــــڙا شــــير
اڙٻنـــگ ڏيئـــي اُليـــس، آيـــا ملهـــ ميـــدان تـــي.
آيـــا ملهـــ ميـــدان تـــي، ســـانگو پلـــي ســـاهـ
مـاٺهو مكـائون مينـر كـي، جـو بچـــو بادشـــاهـ
تـــ: لڙائـي اتئـون لوئـر سـين، تـون سـگهو اچ صبـاح
تنهـان اگـي چغلـي هنئـي، "كيريـي" كـري كاهـ
تنهـن تـي كـامپ چڙهـي كيـتري، جنهـن جي نـ سڌ سمـاءُ
ڏســي هيبـــت حـــُرن جـــي، دهلـــي ويـــا دانـــا.
منشـــين مـــُـت موڙهـــا، ســـكي وئـــڙن ســـاهـ
تـــ: آهيـــون اجـــل ســـامهان، كهـــڙو ورنـــدو واءَ
اُيـــا گوڙيـــون ۽ گوگـــاءَ، كـــن ٽيئـــي ٽـــلٽي وچ ۾.
غـــازي گـــوءِ كڻـــي ويـــا، ٽيئـــي منجهـــان ٽيلـــي
"پيـــرو" ٽوكـــي پيـــدا كيـــو پلـــي رب پلـــي

(1) پورو = انگريز.
(2) ڏيسي = انگريزن جي ڏيهي رياستن جي فوج.
(3) پنگجي = سنيري، تيار ٿي.
(4) كاپون = كئمپون.

ڄهه واهه تنهن وسڻ جي، بلي ڙي بلي!
پروڄ وڏي ٻهڪ سين. تو هاڏيون کيو هلي
ڪوڏئون وڃي ڪلهو هنيو. غازين سان گلي
موڏين هڻي موڄي ڪي. ڪيو ڏار ڏلهي
تہ بہ ڪوڏيو منجهہ قلعي، وڙهيو تي ويرين سان.

ٻارهن ئي ڄڻا ڀهروٽيا، هوند هڪڙي مُٺ هُجن
نہ ڪتا ڪامين منجهہ سي، اهڙا وڍ وجهن
تہ جيئرا هن جنگ جون ڳالهيون ڪيئي ڪن
پر فوجون قري آئيون، ڏاروڏار سين
اصل انهيءَ پٽ جو، مرڻ متيرن
پوءِ مڪيءَ جي مرڏن، وڻ بہ وڃائي ڇڏيا.

## شاد مان مري جا بيت

شادمان پٽ حاجي امام بخش بداڻي مري، وينل ڪنڊير، تعلقو ڪپرو. شادي ۽ شادمان ٻئي پائر شاعر هئا. ٻنهي وڏي بيماري (1918ع) ۾ ساڳئي ڏينهن وفات ڪئي. شادي کي دفن ڪري وري اچي شادمان کي ڪنيائون.

1. ساراهيان سچو ڌڻي، سيني جو سردار
"مري" چئي، محمد مير کي آهي ذات ڌني ڏاتار
شافع ٿيندو، شادمان چئي، اچي اُمت جو آذار
آهي اميد امت کي اچي پير اُڪاريندو پار
اچي سانگهڙ شهر ۾ ٿيو "جولو" جعمدار
ڪَئين ڪُريزون ڪيتريون، هن جو ڏاڍو ٿيو ڌهڪار[1]
هڪ حڪم حاڪم جو ٿيو آٿي نہ اختيار[2]
ڏيو قول قرار، ڪري پُڇائون "پيرو" جون[3].

2. ڪري پڇائون "پيرو" جون، مانا مَنهن چڙهي
ماڙهو سانگهڙ شهر جا تو ڪونيو ڳڏ ڪري

[1] ڪريزون = مائهن سان جنيون.
[2] پرواهہ نہ ڪدي. ڪنهن تي سندس اک ڪانہ ٻڌي.
[3] انعامن جا وعدا ڏيئي. پڇا پيو ڪري تہ پيرو وسان ڪٿي آهي.

ڪن صدائون سيد کي، ايءَ منڪر مانَ مري
هڪ حڪم حاڪم جو، هرڪو ڏاڍي ڪوئن ڏري
قادر ڪم ڪري، ڪوڙين تين ڪلاڪ ۾.

3. ڪوڙين ڪم ڪلاڪ ۾ تو باري بنائي
فقير ديگون فتر جون تو چوڏهين چاڙهائي [1]
ميڙو بهرم شير جو لال بينو لائي
اچي گوهر گُل کي تو سڪُ بہ ستائي [2]
"سائين! آه بخيلي بچوءَ کي تو سورهيہ سڏائي[3]
هادي انهي حرن سان مون کي ملائي"
"ڪفر کي ڪاهي، ماريندا سون ميدان ۾."[4]"

4. مارو ڪيو ميدان ۾ جنگ ڏيئي جوانن
سڏي اُتاريو سڪ کي اچي ايمانن[5]
ٽِياڪُڙ ڪُل ٿهي ويا، جت ڪڙڪو ڪيو ڪانن[6]
هڪ لغاري لڙي پيو تنهن کي وڏيو وريامن
ڪَني جي خانن، ڏني جنگ جَزيد سان.

5. ڏيئي جنگ جزيد سان، هليا منڪر کي ماري
جولي تي جولان ڪيا، قول ڏنا ڪاري
سڏي اُتاريو سڪُ کي آٿي بَچُو بيهاري
هنيائين ڪان ڪاپار ۾ سيد سنياري
هُن تي هٿوراڙيون ڏنيون، ڏسن بہ - نالين باري
وِرنَ وهاري، ڏنس تاثيرا طنبوءَ ۾[7]

6. ڏيئي تاثيرا طنبوءَ ۾ هليا بَتيون بَچائي[8]
فوجون جي فرنگ جون چڏيون ڪانن ڪنبائي

---

(1) فقير. يعني بهرم بري جي درگاهه جو گوهر فقير. فتر = ننگر.
(2) گوهر فقير کي دبائي ۽ بڇ جوي تہ دعا ڪر تہ مون کي حر ملن.
(3) اهي الفاظ جڙ جولا سنگ جا آهن.
(4) اهي الفاظ جڙ فقيرن جا آهن.
(5) ايمانن = بهادرن.
(6) ٽياڪڙ = ٽيئين ڏر وارا. يعني تہ عام ماڻهو جيڪي ڪنهن جا طرفدار ڪين هئا.
(7) تاثيرا = ايذاء.
(8) بٽيون بچائي = ڪانَ هڻي.

"پيرو" پنهنجي پلٽن کي تو سڏيو سمجهائي:
اسان تي ماڙ مرشد جي، اجهو سو آهي
ماريندا سون ميدان ۾ ڪفر کي ڪاهي
مکي ملهائي، وني جوان ويهي رهيا.

7. ونيو جوان ويهي رهيا ڪانـ ڪيائون ڪان
پوشاڪون جي پَٽَ جون سونَهريون تن سان
اڳي هٿا مَشرَ مُلڪ ۾، وري تنُن واڪان[1]
گهڻو گهرن ڪينڪي، جيئن جو جيڏان
سٽي صاحب هليو حال حقيقت هان.
انجنيري اهجان، اچي سَهڙيا سانگهڙ شهر ۾[2].

8. اچي سهڙيا سانگهڙ شهر ۾ تيو طنبن تي تاهُوت
پاڳيا ڪَل پَچي ويا، ٿيو مڪيءَ ۾ ماهُوت
حضرتي حُرنَ جو ٿيو سندرو ثابوت[3]
بازيون ڪيون بَهُوت، پر هنن کي پتو پيوئي ڪونڪو[4]

9. پتو پيو ئي ڪونڪو، ڪيائون هنر هزار
ڏاها پورا ڏيهه ۾ تڏ چلائيون چوڏار[5]
وزيرن وَڪيلن کي تي آچيائون پان پگهار[6]
ڏيون انعام انهن کي جيڪي طور لهن طُومار
ڪا تن جي خبر چار، آٿي سڏ سٿائيو.

10. صاحب اُن جي سُڏ جون تو ڪرين پڇيو پچارون[7]
هتي غازين گهائي چڏيون ڪيئي قطارون
سپاهين کي سانگهڙ واٽ ۾ موهيو ڏين مارون[8]

---

[1] مشر = مشهور.
[2] انجنيري = جرنيلي. انگريزن جي ملٽري جي جرنيلن جا.
[3] حضرتي = حضرت پير پاڳاري جا.
[4] انگريزن جي فوج گهڻيون حرڪتون هلايون.
[5] ڏاها پورا = جاسوس.
[6] پگهار ڏي آچيائون ته حرن کي پيدا ڪريو.
[7] اڌر ساٿين جو جواب.
[8] مرهيو = چٽي ڪئي.

اتــن جلســو جنـگ جـو، آئـي ڏڍا کيــائون دارون[1]
تـن جـون تڪــرارون. صـاحب! اٿئـي ســر تـي.

11. صـاحب ســر نــه ڪــڙو ڪيــو، انجنيــري اُتــلـيو[2]
منهنجــو مـــڪيءَ وارن ســان حڪــم ڪونــه هليــو
آءٌ نـــه وجــان اوڏهيـــن، وجــي بنهنجــا پــان بليــو
هُن کي هفيز وارن مان هٿ آيو. نه ڪر جٿيءَ چور جهليو[3]
ڪُـوڙيو ڪـند ڏاڙهيـن جـا، تـا تـي تـي ڪـن تـلو[4]
قيـدي قيـد پلـو. انهـن حـرن جـي حـڪمات ڪـئن.

12. حـُـرن جـي حــڪمات جــو ڏاڍو تيــو ڏهڪــار
بــارهن ڇٺــا بيلــي ۾ آهـــن نــام ڪــتيا نــروار
هــڪ نيڪـي نـالو تـن جـو، پيــا ســورهيه هئـا ســچيار
مـــاري تـــن منڪـــرن جـــا ڏڙ وڌي ڪيـــائون ڏار
هڪــل تــي، هــٿ - تــاڙ تيــا، ڪـــتا ســپ ڪوليــار
پيــرا چـتائن پـــره جـو، اُتــي هـــتن ســؤن هـــتيار
ســـــي جــا هــن ســاڌ جــي وڌي ويـا وڌ بــار
"تيمي ڪل ناس ڪري، ڪيائون گـروءَ جو سـهـُـن مار"[5]
پــوءِ جـڌي بچـا بـار، پجــي ويــا هـــن پـــو [illegible][6]

13. پجــي ويــا هـــن پـــوءِ مـــان واتيـــا ويجهـــي حـــا
ســـئائون ســانگهڙ شــهر ۾ ڪڙڪـا ڪـان جـــا
پـــهـــي مـــهجـــن پــاڻ ۾ ڪـــڙا خـــط ڪيـــا
"صـاحب! ماڙهـوملڪ ڇڏي ويـا. توکـي ڪـل نـه ڪـا"[7]
تپـــالون جـــي نيشـــــنن تـــان واچيـــدي ويـــا

---

[1] ڏڍا کيائون = گڏ ٿري ڏگ کيائون.
[2] جرنيل عمبو
[3] هن کي = هن کي. هفيز وارن [illegible] انگريزن جي [illegible]
[4] [illegible]
[5] هٿ وارن ساهوڪار سيٺين جي زباني [illegible]
[6] پوءِ = ڏيپ. سٺ پڄي ويا
[7] واتين لکي فرياد ڪيا.

پـــــرزا پٺنچــن جــا. وجــي راٿـــي وٿ رجــوع ٿيــا[1]
پـــــرزا پٺنچـــن جـــا ڪٺـــي ويهـــي وانجيـــائونس
ڪـــري ڪـــاغذ اوڏهـــون لاءِ "لــُــوڪس" لکيـــائون[2]
صـاحب آيـــو سـيگهه مـــان تنهـــن کـــي ائيـــن جيـــائون
سائين! سَـواسيا گهـمن مکـيءَ ۾ بـارهن آهـن ڀـانهون[3]
مـاري ڪُـتي ملڪ کي پنهنجو جـــڳ ڪـڙو ڪيـائون[4]
هنن سان حاجت ناهي هڪ جي، آهـن کـي بنهه بلائـون.
تنهنجــي رعيــت رولائــون. پلٽــڻ ونـــي وڃ پـــاڻ ســـان.

15. پلٽــڻ ونـــي وڃ پـــاڻ ســـان. ڪـــر پنهنجـــي پختـــائي
هـــُــو رڳـــي وڙهـــن تـــا رات جـــو. اچـــي لائـــن لڙائـــي
هيڪـــاري حـــُـــرن ســـين آهـــي راڄـــن رَهـــائي[5]
مـــلـــــت آهـــي مـــارايو "جولـــي" کـــي جـــائي[6]
دپ گهٽـو ڪـج ڊوه جـو. متـــان ڪـوٽ وڃئـي ڪـائي
مـــڪـــــي ســـپ مـــَـــواسيا آهـــن صـوبـــا صلاحـــي[7]
ڪـر پنهنجي پختـائي، اتـي قـانون هلـي ٿـي ڪانڪـا.

16. قـــانون جـــي کيـــائين ڪانڪـــا. اختيـــار رکـــي آيـــو
آرانيـــو مـــڪـــــيءَ ۾ ليوڪـــس اچـــي لايـــو[8]
حـــُـــر اوهـــان تـــي دُر ٿيـــا. مـــدد ڏيئـــي جهلايـــو[9]
زابـــر اوهـــان جـــي زور تـــي تـــا وڙهـــن بولايـــو
نيـــٺ نـــــ ســـر نـــايو. ويئـــي ويـــل گـــذر تـــي.

---

(1) پرزا = درخواستون
(2) ليوڪس = Lucas نالي انگريز آفيسر.
(3) سواسيا گهمن = سست ٿيا گهڻن.
(4) پنهنجو جڳ = پنهنجو جڳ ۾ جڻ.
(5) راڄ يعني عام رعيت ۽ راڄ جون سان مراد آهن.
(6) ملت = جون ۽ راڄن جو ملي هڪ ٿي. جولي ڪري = جولانگي ڪري.
(7) مکي جي ديه.
(8) آرانيو لايو = ڇڙن اچي پاريو
(9) در ٿيا = اوهان تي تانت ٿيا (ـ اوهان ٿي ڪين لڪاءِ آهي)

17. ويٺي ويل گذر تي، ان کي پٽو ڪونه پيو
هن گهريا ڪم ڪريم ڪوئن جنهن جڳت آ جوڙيو
ملڪ آ محمد مير جو، جنهن تي ڪلمون راس ٿيو
آهي اُميد اُمت کي لال لهي ايندو
شافع ٿيندو، شادمان ٿئي، مُرسل اچي منهنجو
جَمجما سلطان جنهن روءِ زمين جو چڙهي سير ڪيو
ڪونه ٻڌوسون ڪڏهين نيٺ آ نيبهه جو
امرُ سين آيو. هي پارت ٿيو آ پير جو[1] .

18. پارت پنيان پير جي ڏنا سورهين سمن[2]
ڦري چتايو فلنگ کي وڙڪي وزيرن
چڙهي آيا چوگان تي، اچي ملهايو مردن
وانگاري ويهي رهيا، هو آڙُ نه اوڏو ڪن
هو "گُلو" گڏ منجهن، "تَڳيو" "پِيرو" پاڻ ۾ .

11. "تڳيو" "پيرو" پاڻ ۾، هو مَت ڪوئن ڪيئن مڙن
هوڏنهن اسي ڪوئن اُمت گهٽي. هيڏنهن تولي ڪي آهي تن
تڪَ ٻلي تاهو لڳا. ڪڙڪا ڪيا ڪانن
تي زاري زميندارن سَين، سي اوڏا ڪين اچن
ڪَري ڪاٺ ڪُلهن تي تا پوءَ مان دور پڇن
جو سُورهيه سڪ منجهن، سو عقاب جيئن آئيو[3] .

20. عقاب جيئن آئيو ڪُڙ هو ڪڏائي
پڙهائي "پيرُو" چڏيا سنگتي سمجهائي:
افسر آيو ڪونڪو ڪمانيءَ جهڙو ڪاهي
هيءَ مبهل هن ڪوئن مڙئو ئي ناهي

---

[1] پير صاحب جو هي حڪم ابو آهي تہ ارمان اچي سر ڏيو.
[2] سمن = سڏ، پيغام (تہ فلاڻي ڏينهن فلاڻي جاءِ تي حاضر ٿينداسون). پير جي پارت پنيان = پنهنجي مرشد پير صاحب جي چوڻ پويان.
[3] سورهيه سڪ = جولاسنگ جو پٽ مياسنگ. جيڪو گهوڙو ڪڏائي اڳتي وڌيو تہ پنهنجي پيءُ جولاسنگ جو وير وٺي.

هو بہ مينهن مٿي تي ايو ڏيري وسائي
ڪان ڪيرائي، نيئي اُتوڙي اُتو ٿيو.

21. اُتوڙي اُتو ڪيو، ڪيا ريفلن رڙهات
زور وني ظاهر ٿيا ڪَڏي سپ ڪنوات
پلٽن تہ پلٽي پئي، ماڙهن لڳي مات
سڪي ويا سپاهين کي ڪلهن مٿي ڪات
انجڻيون اُٿلي پيون ڦٽن ڏنا ڦات
ريفلن ريڙيون ڪيون، ڪان ڪيا ڪٺهات
ڳارا ڏيئي ڳات، ٿيا شير شهيد، شادمان چئي.

22. ٿيا شير شهيد، شادمان چئي، جوٽون ڏيئي جوان
هلي آيا حب مان، ڪيائون ڪوڙن واري ڪان
بيشڪ بهادر هئا، گهڻو تڳيا تان نہ
هڪڙي جا حاضريءَ ۾ جاڙ ڪري ويا جوان[1]
ساراهجي سبحان، حُرن هيڪڙيائي ڪئي[2].

23. حُرن هيڪڙيائي ڪئي، وڙهي انهيءَ وير
نہ تہ سِر ڪٺي سامهون ٽئي ڪان اڳيان ڪير
ڪاهي پيا ڪٽڪ ۾ هو دهليا ڪين دلير
فرنگ فريشان ٿيو، جنهن پان سڏايو سير
ڪَدي چِڏيا ڪان جا اخوان اُڏيڙ
پوءِ پڇي ورتائون پيڙ، ٽاٽا ڪُل تُڏجي ويا.

24. ٽاٽا ڪُل تُڏجي ويا، وينا نہ واپاري
اُمالڪ اُٿي ويا اهي ڪَمي ۽ ڪاري
هندو هٽ تاڙيون ڪري لڏيا لاچاري
تڙيئون ڪنهن تحصيل سان سانگهڙ جي صوبيداري
ڪچ پنج ۽ ناڙي، ويون اخبارون انگريز جون.

---

[1] بچو بچو ورتو حاضري ۾. اها ميار مٿن رهجي وئي
[2] هيڪڙيائي ڪي = هڪ اهڙي بهادري ڪري ڇڏي جيڪا بيان ڪان ٻاهر آهي.

25. اخبــــارون انـــگريز جـــون، چلـــي ويـــون چـــوڏار
جــن اصــل تــي انعــام کنيــو پــروجـــن پڳهـــار[1]
ٺلــون تـــــلي پـــاڻ ۾ کيـــا وڏاکـــن ويچـــار
تــ اصلـي ســورهيہ ســنڌ تــي هئــا تــالپور تيليــدار
متـــان کـــا ميرائـــي ٿئـــي انهـــن جـــي آڌار
حيـلا لک هـــزار، انهـــن ڏاڍيـــون ڏاهپـــون کيـــون.
26. ڏاڍيـــون ڏاهپـــون کيـــون، وڏاکيـــائون وس
مـــارو مـــکـــي کنڌيـــن بنهـــ نـــ ٿئـــي بـــس
هنيـــائون تـــي حکـــم ســـان ڏيـــو ڏنـــالين کـــي دس
پيـــا هئـــا پـــڙ پٽـــن تـــي کارتوســـن جـــا کـــس
اهي ڏيندا ڏيهن کي ڏس، جـن کـي گـڏيا هٿ حـرن جـا.

هي بيت سگهڙ حاجي محمد علي پٽ رحميداد خان بداڻي مري. وينل لڳ قلهڏيون ٻڌايا. جنهن سان اسان جي 6-اپريل 1968ع تي ڪچهري ٿي. چيائين تہ جڏهن ٻچو ۽ پيرو ٿيا تڏهن شادمان ۽ سندس ياءُ شادي پڪا جوان مڙس هئا. حاجي محمد علي چيو تہ اها عام خبر آهي تہ حرن ست ورهيہ حڪومت ڪئي."

**تاجي دل جو چيل بيت**

تاجو ذات جو دل، وينل ڪانئيو تعلقو مني، ان وقت جو عوامي شاعر هو، جنهن جڏهن "راڻي پور جي راڻن ۽ تروٽ واري جنگ"[2] تي بيت چيا تہ شروعات ٿي حُرن جي بهادري ۽ جولاسنگ جي مارجڻ سان ڪيائين تہ:

بـــارڻ تـــن بـــهروٽيـــن جـــو تيـــو هنـــدوءَ کـــي هـــر کـــان
تـــ: ڏاتـــر مـــون ڏيکـــارين تـــن ديميـــن جـــو دهمـــان
پـــوري ويهـــ "پيـــرو" ڪئـــي جنهـــن مکـــي ڪئـــي ميـــدان
ويهـــون رنـــگ وســـاڻ کـــي جنهـــن پـــوءِ نـــ لڪـــايو پـــاڻ
"جولاســـنگ" جبـــل هـــو جنهـــن ســـک وڏايـــو شـــان
پـــر پهلـــوان پهـــري جـــو ڏريـــون رکيـــر نـــ ڏيـــان

[1] پروجن = پروجهن. سياڻن سمجهہ وارن.
[2] مٿي ڏسو.

بيــــٺ پيلاســـي چـــــــئيون باهــــ بندوقـــون بـــان
"جولــي" جـــي جسـم مـان لنگهيـا ڪـــَرابينن ڪـان.

**ٻي حر تحريڪ ۽ انگريزن سان جنگ**

پهرينءَ حر تحريڪ (1896ع) بعد انگريزي حڪومت کي يقين ٿي چڪو هو ته جيڪڏهن "حر جماعت" ۽ "پير پاڳاري" جي گاديءَ کي ختم نه ڪيو ويو ته هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ جي پنيرائي ٿيندي رهندي. تنهنڪري هنن حـر جماعت توڙي پير صاحب پاڳاري کـي ختـم ڪرڻ لاءِ منظم طور تـي ڪارروايون جاري رکيون. جماعت مان هر سگهي ۽ صحتمند نوجوانن کي سنڌ اندر لوڙهن ۾ بند ڪيائون ۽ هر چُرندڙ ۽ طاقتور فرد کي هندستان ۾ جدا جدا جاين ڏانهن جلاوطن ڪيائون. "لوڙهن" جو اهو سلسلو هلندو پئي آيو. تان جو پير پاڳاري شمس العلماءَ شاهه مردان عرف ڪوٽ ڌڻي، حرن تان انهي عذاب لاهڻ لاءِ انگريزي حڪومت کي مطمئن ڪرڻ جي هر طرح ڪوشش ڪئي. 1914ع واري پهرين جنگ عظيم ۾ حڪومت آزمائش طور ڪانئن ماڻهو گهريا. پير صاحب نه فقط پنج سؤ ماڻهو فوج ۾ ڏيئا ڪيا، پر ٻي مالي مدد پڻ ڪئي، تڏهن وڃي لوڙهن جو خاتمو ٿيو. انهيءَ هوندي به انگريزن هن گاديءَ کي اک ۾ رکيو.

ٻئي طرف پيرصاحب پاڳاري توڙي سندن جماعت، انگريزن کي نفرت جي نگاهه سان ٿي ڏٺو.انهيءَ ڪري جو هڪڙو ته انگريز ڌاريا حاڪم هئا، ٻيو ته انگريزن، ڪيترن ئي بيگناهن کي سخت سزائون ڏنيون ۽ حـُـرن تـي بيجا سختيون ڪيون هيون. تنهن ڪري انگريزن سان وفادار ٿي رهڻ بدران، حرن هنن جي خلاف محاذ کڙي ڪرڻ لاءِ موقعا پئي تلاش ڪيا. آخرڪار پير صاحب پاڳاري سورهيه صبغت الله شاهه (ثاني) جي دؤر ۾ عملي طرح "ٻـي حـــر تحريڪ" شروع ٿي.

پير صاحب صبغت الله شاهه ثاني ٻارهن ورهيـن جي ننڍيءَ عمر ۾ گادي نشين ٿيو. سندن ولادت 13-صفر سن 1327هه ۾ ٿـي ۽ پنهنجي والد شمس العلماءَ شاهه مردان شاهه جي وفات (7- ربيع الاول 1339هه) بعد "پير پاڳاري" جي حيثيت ۾ دستاربندي ڪيائون. سندن ننڍي عمر هئڻ ڪري، هڪ طرف سندن ويجهن ۽ وڏن عزيزن کي اها اميد ٿي ته هيءَ ننڍو پير پاڳارو سندن صلاح تي اٿندو ويهندو. ٻئي طرف انگريز حڪومت جي هوشيار ۽ چالاڪ ڪامورن

اهو ويچار ڪيو تہ هن ننڍڙي پير تي اثر وجهجي ۽ کين سکيا اهڙي نموني ڏجي جيئن خانداني روايتن کان منهن موڙي انگريزن جو دوست ۽ وفادار ٿي رهي. پر پير پاڳاري صبغت الله شاهہ پنهنجن عزيزن توڙي انگريزي حڪومت جي آفيسرن جي اشارن تي هلڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو.

پير صاحب جي آزاد طبيعت انگريزن کي سخت ڳڻتيءَ ۾ وجهي ڇڏيو ۽ انهن اهو فيصلو ڪيو، تہ جيڪڏهن پير صاحب تي جلد ئي ڪو قدم نہ کنيو ويو تہ انگريزن جي خلاف هڪ وڏو ممڻ مچي ويندو. جلد ئي انگريزي حڪومت کي پير صاحب جي پنهنجن عزيزن مان فريادي ۽ شاهد ملي ويا. جن پير صاحب تي هنيل الزامن جي سلسلي ۾ شاهديون ڏنيون ۽ انگريزن جي ججن ڪيس هلائي کيس ڏهہ سال سزا ڏيئي سنڌ کان ٻاهر رتناگري جيل ۾ نظربند ڪيو.

اتان آزاد ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب جن نئين سر پنهنجي مريدن جي اصلاح ۽ تربيت طرف ڌيان ڏنو. سانگهڙ جي پرسان "گڙنگ" بنگلي کي پير صاحب جن پنهنجي نئين تحريڪ جو مرڪز بنايو. مريدن کي حڪم ڏنائون تہ ڪوبہ ماڻهو انگلنڊ جو ٺهيل ولائتي ڪپڙو نہ پائي. هن حڪم انگريزن کي پڙڪائي ڇڏيو ۽ حڪومتي طاقت پير صاحب جي خلاف حرڪت ۾ اچي ويئي. انهيءَ دوڙ ۾ پير صاحب جن جي طرفان جماعت کي حڪم پهتو تہ اهي مڙس جي غازين جي صف شامل ٿيڻ چاهين سي پنهنجا نالا لکائين. هن حڪم کان پوءِ ڪيترائي مريد غازين جي صف ۾شامل ٿي ويا ۽ روز بروز سندن تعداد ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

هن جماعت ۾ شامل ٿيل غازين ۾ سرفروشي جو زبردست جذبو پيدا ٿيڻ لڳو. پير صاحب جن انگريزن جي تسلط کان پوريءَ طرح واقف هئا. پاڻ اندروني طور جماعت جي اصلاح ڪندا رهيا ۽ کين قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ڪندا رهيا. ولائتي ڪپڙي نہ پائڻ واري حڪم کان پوءِ غازين جي تحريڪ انگريز حڪمرانن کي سخت ڳڻتيءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو تہ هاڻي شايد سندن خلاف هڪ باقاعدہ تحريڪ ئي شروع ٿئي وڃي. انگريزن "غازي تحريڪ" کي ناڪام بنائڻ جون عملي ڪوششون شروع ڪري ڏنيون. هر هڪ ڏوهہ کي بنا جانچ جونچ جي حرن ڏانهن منسوب ڪري، خاص خاص برجستن ماڻهن جي گرفتاريءَ لاءِ رڪارڊ ناهيا. ننڍين وڏن حرن لاءِ پوليس ٿاڻن تي هفتيوار حاضريون مقرر

ڪيون ويون ۽ ڪن تي هفتي جي بدران هر ٽئين روز. بلڪ روزانيون حاضريون مقرر ڪيون ويون. پير صاحب جن جي گڙنگ واري بنگلي تي چوڪي لاءِ پوليس جو مختصر عملو مقرر ڪيو ويو. پير صاحب انهن پابندين خلاف احتجاج ڪيو ۽ حرن جي حاضرين ڏانهن ڌيان ڇڪايو ته جيڪي ماڻهون انن ڏهن ميلن جي مفاصلن تان پيدل هلي اچي ٿاڻن تي حاضريون ڏيندا. سي پنهنجن ٻارن ٻچن جي گذران لاءِ ڪهڙو پورهيو ڪري سگهندا. پر هن احتجاج تي انگريزي حڪومت ڪو ڌيان نہ ڏنو. ويتر حرن تي ظلم ۽ سختيءَ کي وڌائي ڇڏيو. انهن حالتن کان متاثر ٿي پير صاحب حاضري ڏيندڙن مان ڏزن کن برجستہ ماڻهن کي سڏي چيو تہ "فقيرو! هاڻي اڳتي لاءِ اوهين حاضري نہ ڏيو".

حرن جي حاضرين نہ ڏيڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو پير صاحب کي انگريزن نظربند ڪيو ۽ مٿن بغاوت جي الزام ۾ مقدمو هلايو. آخر 20- مارچ 1943ع تي انين ٻجي هيءُ آزاديءَ جو اڳواڻ سر ڏيئي سرهو ٿيو. هن صدمي حُرن جي جماعت جي جزبي کي اُڀاريو. انهن سيني آڏو اهوئي مقصد هو تہ ڪنهن بہ طرح انگريزي اقتدار کي ختم ڪيو وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ هنن جو پهريون قدم 1942ع ۾ ٽنڊي آدم وٽ لاهور ميل کي ڪيرائڻ وارو هو. انهيءَ لاءِ تہ حڪومت جي آمدرفت واري وسائل کي ڌڪ هڻجي. انهيءَ واقعي بعد حرن پنيان هيڪاري باهہ ٻري ويئي. بي انداز فوج ۽ پوليس سانگهڙ. ٺرپارڪر، نوابشاهہ ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ ڪاهي پيئي. هزارين بيگناهہ جهلجي جيلن جي حوالي ٿيا. سوين حرن کي ڦاسي ڏني ويئي. سڄيءَ سنڌ سان "مارشل - لا" لاڳو ڪيو ويو. جو ٻہ ٽي سال هليو. انگريزن جي حڪومت جي دؤر ۾ دنيا جو اهو پهريون مثال هو جو ايڏي ڊگهي عرصي لاءِ هڪ علائقي سان "مارشل - لا" لاڳو ڪيو ويو.

جيئن جيئن حرن خلاف سرڪار طرفان سختيءَ ۾ اضافو ٿيندو رهيو. تيئن تيئن حرن بہ پنهنجون ڪارروايون زور ڪيون. سرڪاري عملدارن کي مارڻ ۽ پوليس ۽ فوج سان مقابلن ۾ ڪونہ گهٻرايائون. هزارين بيگناهہ شخص عيال سميت لوڙهن ۾ بند ڪيا ويا. سوين ڳوٺ ساڙي ميدان ڪيا ويا. مکيءَ جي ڍنڍ تي ڪاٽي، ٻيلو وڍايو ويو. اهڙي طرح حرن جا ڳوٺ. بنيون ۽ ٿانڪ سڀ تباهہ ڪيا ويا. ايتري مصيبت ۽ سختي سهندي بہ حرن آن نہ مڃي ۽

مقابلو ڪندا رهيا. انهيءَ تحريڪ ۾ جن حر فقيرن اڳواڻ بنجي حڪومت جي طاقت جو مقابلو ڪيو سي هي هئا: وريام فقير خاصخيلي، غلام علي چانگ، علي شير خاصخيلي، منو خاصخيلي، شيخيو راڄڙ، محرم ڏاهري، عبدالله راڄڙ، سهراب راڄڙ، دودو ڪوري، مصري لغاري، امام بخش سنجراڻي، راڻو مري، عثمان هگورو، گلو وساڻ، جڙيو خاصخيلي، ابل ماڪاڻي، عمر ورياهه، ڦوٽو چانگ، همير ماڇي، چاڇڙ ٽانوري، ميرو نظاماڻي، رحيم هگورو ۽ ٻيا، جن وڏيون همتون ڪيون. سرڪار طرفان انهن فقيرن جي گرفتاري يا مارجڻ تي انعامن جو اعلان ڪيو ويو. ڪي فقير دوبدو مقابلا ڪندي شهيد ٿيا، ۽ ڪي جهلجي وڃي جيلن جي حوالي ٿيا. مقابلن جو اهو سلسلو 1947ع تائين هليو. جڏهن انگريزن ملڪ ڇڏيو، ان بعد قومي آزادي واري دؤر ۾ پاڪستان اندر پنجن سالن تائين انگريزن جا پڙهايل ڪامورا حُرن خلاف ڪارروايون ڪندا رهيا، ۽ حُرن بہ ويندي 1952ع تائين اهڙن ڪرتوتن وارن ڪامورن جا مقابلا ڪيا.

ان بعد جڏهن پير صاحب پاڳاري جي گادي وري بحال ٿي، تڏهن موجوده پير صاحب پاڳاري جنا بہ شاهه مردان شاهه ثاني سيني حُرن اڳواڻن کي پاڪستاني حڪومت جي پيش پوڻ جو اعلان ڪيو. هيءَ بي حر تحريڪ (1942 - 1952ع) انگريزن خلاف آزادي جي جنگ هئي، جنهن جي اڳواڻي خود پير صاحب سورهيہ صبغت الله شاهه ڪئي.

هن بي تحريڪ ۾ حُرن جيڪي جنگيون ڪيون، تن کي سنڌ جي عوامي شاعرن ڳايو. اهي بيت ۽ بيان لوڪ ادب سلسلي جي نائين ڪتاب "واقعاتي بيت" ۾ تفصيل سان ڏنل آهن (ص ص 529 - 277). هت مثال خاطر سگهڙ قادر بخش جا ميري فقير نظاماڻي جي مقابلن ۽ شهيد ٿيڻ بابت چيل بيتن مان ڪي ڏجن ٿا.

مـــردن ڪيـــا مقـــابلا، ڏســـومردن جـــا ميـــدان
حڪومـــت هڪـــل ڪـــري، جاڳايـــا جـــوان
"بڇـــو" منجهـــن بادشـــاهه، "پيـــرو" پهلـــوان
لڳـــي جنـــگ غرغنـــاءِ، ٿيـــو گـــوڙ وڏو گهمســـان
ســـوال ســـئا بڌاســـون ڪيتـــرا آدم مـــان انســـان
پـوءِ "ميـري" جـو ميـدان، مـون آهـي ڏنـو اکيـن سـان.

آهي ڏنو اکين سان، مون ميري جو ميدان
کيائين مقابلا ملتري سين، جنگيون جوتيون جوان
جنگيون هن جوان کيون، جت هئا ملتري مکان
الله ڏنو هو ايڏو ان آدم کي ايمان
پهريون پهلوان، ميرو انهي ملک ۾.

ميرو انهي ملک ۾، کيو پهلوان پرور
پنج سو پندرهن جڻا، ملتري ۾ مشر
گهيرو کيئون تنهن گهوٽ کي، اچي واهن جهليائون ور
کي کري پيا هئا ڪَٽيي ۾، کنين جهنگ جهليا تي جهر
حکومت واري هکل کئي، پئي خان خبر
گجي شينهن گُـڙي نکتو، نعرو هڻي نر
هکل سان حاضر، اچي مرد بينو ميدان ۾.

مرد بينو ميدان ۾، سنججي تيو هو سوار
"علىؑ" اچ کئي ويو، هائي سپ هتيار
هڻي نعرو حيدري هن ڏاڍو وڏو ڏهکار
کيا فـَير فتير تي، ڏهکايئين تي ڏار
هلي سو هک وار، اچي مرد بينو ميدان ۾.

مـَرد بينو ميدان ۾، پدرو پان اچي
گولين جو تنهن گهوٽ تي تو متان مينهن وسي
بارهين کان پوءِ بي بجي، کاڙهو قيام هجي
پئي ملتري منجهي، بڌيو هکل حاڪم جي.

بڌيو هکل حاکم جي، هئا کوهن منجهه کڙکا
بن ميلن ۾ "بروج" چئي، هئا گولين جا گڙکا

ميــل پنڌ ۾ مــاڙهن ســُـئا، ان دانـــَــهه جــا دڙكــا
ميــري جٺــن ڦهڪــا. کيــا هٺــا بندوقــن جــا پــر ۾.

بندوقـــن جـــا پـــر ۾، هٺــا گوليـــن جـــا گهمســـان
گهوگهــٽ هٺــا گهــن منشــن جــا، دونهــن جــا دوفــان
جهنــگ ڇــڏيو ويـــا جـــانور، هـــاٿي ســـپ حيـــوان
پکـــي ســـپ پرڏيهـــ ويـــا، چـــَـرخ چڙهـــي چوغـــان
ات بينوآهـــي بـــــَـــر ۾، مـــرد جهليـــو ميـــدان
واکــا هٺــا وٺــن ۾، ڪڙڪــا ڪــن پيــا ڪــان
زميـــن مثـــل ٿانـــدي جيئـــن، اُپ گجـــي آسمـــان
اتـي بـــ پـــڙ جهليـــو پهلــوان، بينــو آهــي بــَـــر ۾.

بينـــو آهـــي بــَــر ۾، پيــو ڪيهــر ڪــُــڏائي
وڏائيـــن مـــارو ملتـــري ۾. پيـــو ڪٺـــڪ ۾ ڪـــاهي
"مكـــي" "ســـانگهڙ" ســـپ بينـــو مــَــرد بـــ ملهـــائي
پـــوءِ لاڳاپـــا لاهـــي، ســـر ڏيئـــي ســـرهو ٿيـــو.

-

باب ڏهون

# انگريزن جي دور جا جهيڙا ۽ مقابلا

## 1. نومڙين ۽ جوکين جي جنگ

نومڙين ۽ "آري پوٽن" جوکين جي هيءَ جنگ اندازا 65-1870ع ڌاري لڳي. نومڙين جو "آري پوٽن" جوکين تي ڪو وير بيٺل هو، سو وير وٺڻ لاءِ حملو ڪياٿون. جوکين جو "پنڊ" پاڙو، آري پوٽن سان انهيءَ حملي ۾ نہ بيٺو. "بنديچا" جوکيا، آري پوٽن سان بيٺا تيا. مقابلي ۾ تراريون هليون تہ جوکيا اُنين جي هينان ۽ پويان وڃي لڪا. پوءِ حمزائي جوکيو جيڪو همت وارو مڙس هو سو هڪل ڪري ميدان ۾ آيو. تڏهن بيا جوکيا بہ اچي وڙهيا. پنهورن جو ڏرار سچيڏنو زنگياڻي بروچ اتي آيو تہ ڪنهن بنديچي جوکيي هن کي ناحق ماري وڌو. اُن کي اُتي ئي دِڪياٿون. جوکين جو مرشد ڪڙيو شيخ، تنهن کي جنگ جي خبر پئي تہ اهو بنان سنجن گهوڙي تي سوار ٿي، سڄ لٿي مدد لاءِ اچي پهتو.

هن جنگ جو احوال براهمر منديءَ حمراڻي براهماڻي ڪرمتي بلوچ پنهنجي هينئين بيت ۾ بيان ڪيو آهي.

الله جـل جلالـه، الله تو هـارو
جيئن جنهين کي لکيو، صحيح پـاڙيندا سو
پاٽاري "آري پوٽي" جي، هـُـئين پنڊ پيڙو[1]
ڪٺي ڪـُر ڪـِسي وتين، پيراڻا پيرو[2]
بادل جو، براهـم چئي، ڪئڙوءِ منهن ميرو[3]
اوباهي پنهنجي اُنين تان، جهليو ڊِپ ڊيرو
هڪڙا پيهي تيا پُـنئين هيٺ، بين کي تيو وڳ ويرو
لاکو پنهنجي لڄ تان، ڏئي تو پانهون نہ پيرو[4]
"آري تو نہ اُجاريو، ڪري دل ديرو[5]
واڳهـ واڍوڙي هليا، ڪري متي پـڙ پيڙو

---

(1) آري پوٽ = جوکين جو پاڙو
(2) پيراڻو جوکيو.
(3) بادل جوکيو شايد پيراڻي جو پيءُ هو.
(4) لاکو نومڙيو.
(5) آري جوکيو.

هڪل ڪري حمزائي اُتيو. ڪو اڳيئون اربيلو[1]
هڪل ڪري حمزائي اُتيو. ڪو سورهيہ سويلو
چئي: "ڪوڙ هٿڙان ڪاڏي وِيسي" جي آئيون اويلو[2]
لڄون لوٺيون جن جون. تن ڪي سور جاڳي ويو سو
ڪاڇائيءَ گبول سين. وجي حاجي هٿين پيو
تنهن ڪي متي تان. منڊو چئي. ڪو بسَني بانئو ويو
سرواهين شُتر سين. ان ڪي چڙهي چُوتا ڪيو[3]
سو ناحق ماريو ننگ تي. نيائين گنج شهيدي گو
ڪن جون بنيون وجن بود تي. ڪن جو پائي اگهيو پوءِ
بنديچا. براهم چئي. ڪناءِ قضيو تيو[4]
زنگياڻي جي زهر جو پيتوءِ پيالو
سچيڏنو شُتر سين. جيسين وير ورائي نہ ويو[5]
تانسين آڏيءَ کينديں اڏڪا. صبوح سويلو
جئن چاڪر رکي چت ۾. عارب وير ورائي ويو[6]
تان ڪو اُڌر (عذر) اني ڪي. تون ڪهڙو پلئہ چڪينديں پوءِ
"باڳي" برحال ڳالهڙي. تہ مڙهہ نہ منزل ڪو[7]
"سومي" سَرهي ڳالهڙي. تہ هي مَر امانت هوءِ[8]
جيڪي هوندس جيئرا. سي پاڻهي ڪيندس پوءِ
هڪ پاڏا پنهوارن جا. تين جهڻ جهلوءِ

---

"ڏنَا" ڏوتي ڏيهہ ۾. چؤڪس بيٺي چوءِ:
تہ پٽ نہ رهندي پاربيا. تو احمد ائين چوءِ

---

[1] حمزائي جوکيو. جو وڏي همت وارو هو.
[2] "ڪوڙ هٿڙان ڪاڏي ويسي" جوکين جي ڪوهستاني ٻولي جا الفاظ.
[3] سرواهين = نرارين. شتر = جلدي.
[4] اي بنديچا. توکان گناهہ ٿيو (بنديچو پاڙو جوکين جو).
[5] سچيڏنو زنگياڻي پنهنجي پٽ يا پاءُ جو وير رکندو.
[6] عارب برفت جو چاڪر کان وير وٺڻ ڏانهن اشارو.
[7] باڳي پنهور چيو تہ هي مڙه مائٽين پيڙو نہ ٿي سگهندو سو هتي تا ڍڪيونس.
[8] سومو پنهور.

ويـر پـاڻ تـي پرائـو آهـي، لاڄـو لـنبين جـو[1]
اَجهـو آسـڻ اوهـان جـو، متـان تـڏو تپـي پـوءِ
چـو وَٽ ۾ چـاڪر جـي، اڳـي گانـڊو گـودڙ هـو[2]
ڏاڙهـي جـا ڏيـوڙي تنهنجـي، سـُـڪيي سمجهـ پـوءِ
هيڪڙا آهن مَتـڻ بِلا باراڻين جا، بيو آهين قرضي ڪَرمت جو
آڪـڙ رک مَ ان سـين، تـون هـل گـذر غـاريبو
تـان ڪـو تڳيـن ڏينهـڙو، تـون ڪـدي وڄـان ڪـو
وجهيـن جـوڳ جبـل ۾، ڳـاڱين ڳـاري ڪـو
ڪـيڙين ڪائي ڪارڙين، توتـي آهي آهُـر اڏوهي ڪيو[3]
جيئن ماڊ پچي مِيڻَ، تيئن تنهنجو سيخين سڙي ساهـ پيو[4]
اوءِ تان ولن ساريون، ڪڦڪن ڪاريون، ان جون پليون پڦڪن پوءِ[5]
مـِيران جـي مَنهـَن سين، ڪـَـر ڪنهـَي سـو[6]
اُلتـي جـو اولاٿـيءَ تـي، ڪڙيـو ڪـاهي پيـو
ملاٿـي مجليـس سـين، اهـي دعـاڳي دنـڳن جـو
ڪلمـو جـو چونـدو، هونـدو سـو ايمـان سـين.

---

[1] لنبين جو = ڏگهن زوراورن (نومڙين) جو.

[2] متان اوهان جو تڏو پوءِ تپي.

[3] اهي الفاظ ۽ ٻيا هيٺيان گفتا شاعر "ڏنا" نالي وڏ - واتي مائي جي زباني چوايا آهن. جيڪا چوي ٿي ته: اوهان ۾ بہ ڪي اهڙيون آهن جيئن چاڪر جوکيي جي سٿ ۾ "گودڙ" هو جو ڪيس جنگ ۾ ڇڏي ويو.

[4] ميڻ = ٽانڊن جي ڄر.

[5] پوءِ = واهـ واهـ.

[6] ميران ڪڙيو شيخ.

## 2. گبولن ۽ ٻـُرن جو مقابلو[1]

انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو تہ ماڻهن ۾ ڀاڄ پئي. ملير جا خوجا ۽ ميمڻ، گبولن جي راڄ سان گڏجي، حب ندي جي پراڙ لاڪيٽي لڪ تي وڃي وينا. آخر جڏهن ملڪ ۾ اَمن ٿيو تڏهن ميمڻن، گبولن کي چيو تہ هاڻي اسان کي پنهنجي مُلڪ پهچايو. پوءِ انهن جو قافلو نڪتو ۽ گبول ساڻن ساڻي تي نڪتا. جن مان ٻچو وڏو ۽ ٻچو ننڍو (ٻئي ڀاڙو نوتاڻي، پاڻ ۾ ماسات هئا) وڏا پهلوان هئا. واٽ تي ٻـُرا سات ڦرڻ لاءِ سامهان ٿيا. تڏهن ميمڻن مان ڪنهن چيو تہ اسين سيد آهيون، انهي تي ٻـُرا مُڙي ويا. پر ٻرن چيو تہ بڪيا آهيون ماني هجيوَ تہ ڏيو. هنن ماني ڏني جا ٻـُرا وٺي پنڌ پيا. ان وقت ٻچو وڏو جو شڪار سانگي نڪري ويو هو سو بہ اچي سهڙيو. حقيقت معلوم ڪري چيائين تہ: مري پوءِ آڻ مڃيندا سون. چوندا تہ مڙس سچي سات مان مانيون ڦري ويا، سو مانيون ٻـُرن کان کسي ڪٺي ٻڌائين. ٻـُرا روانا ٿيا پر اڳتي هلي اُٿلي پيا. جو چيائون تہ: مڙسن کان آندل مانيون ڦري ورتائون. هڪ ٻـُرو جوان مڙس اڳتي وڌي آيو، هتان ٻچي وڏي بندوق سَجي. پر هو مڙس ڪڏندو، ور ڪندو، وڏندو آيو. نيٺ ٻچي وڏي بندوق هنيس تہ وڃي ڪريو. اتي وري جو ٻـُرن بندوقون چوڙيون سو ٻچو بہ وڃي ڪريو. اتي ننڍي ٻچي جـُلهہ ڪئي پر ماين ورائي ڪٺي جهليس، تنهن جي هڪل پئي پوي تہ "هڻ ڙي ٻچا هڻ". ننڍي ٻچي کي مايون جهليو بيٺيون هيون جو هڪ ٻـُري وڏي اچي ترار هنيس، جنهن چيلهہ وٺان ڪٺي چڏيس. ٻـُرا پوءِ پنهنجو مڙس ڪٺي هليا ويا.

گهڻي وقت بعد ٻـُرا گڏجي ميڙ ڪري پيريءَ ۾ ملوڪ خان گبول وٽ خون بخشائڻ آيا. تنهن چين تہ: اوهين ڏراڙ آيا آهيو ۽ اوهان جو وڏو ڪونہ آيو آهي. پر اوهين وري بہ وڃو ملڪ ابراهيم وٽ. هو اُتي ويا تہ ملڪ بہ ساڳيو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ: انگريزن جي وقت تائين اسين ڪونہ ٿا ڪـُجون. باقي خون اوهان تي آهي. جنهن جو پاڻهين حساب وٺنداسون.

---

[1] هي روايت پيريءَ خان گبول جي زباني تاريخ 20- اپريل 1951ع تي جکري (ڪراچي) ۾ ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪئي.

شاعر جعفر گبول پاڙو نوتاڻي وينل لياري ۽ حب ندي جي وچ تي، هن مقابلي جو بيان پنهنجن بيتن ۾ ڪيو. جن مان ڪن جا ٽاٽا هن طرح آهن.

1. ڪياسون پيڙا ڪراچي تي خوجا ميمڻ واپاري
تن ڪي ڏناسين لاڪيٽا لانچائي، بٺي شير شڪاري[1]
قضا ڪلتاري، جو اچي ماريا مڙس مياچ ۾[2].

2. ماريا مڙس مياچ ۾ نرمل نوتاڻي
جُڙي جنگ، جعفر چئي، ڪو سنگتي نه هئن ساڻي
نه ته بُرين ۾، بروچ چوء، هوند گهوتين وڌي گهاٽي
اها هُينِ اُهجاڻي، "هڻ هڻ" وائي وات ۾.

3. لاڪيٽي لَڪ تان اچي بچي پريو بار
سو مَيا مُهاري هليو، توڏا ڪري تيار
سر ڏيڻ، سرٽيون جهلڻ، اهي پنجاهيين جا پار
ڏيئي سر ڏاتار، تون ملڪ ۾ مشهور ٿئين.

4. ملڪ ۾ مشهور ٿئين، آڙبنگ آنگيرا
بُرين جا بروچ چوء، تو تي دبايا ديرا
هو جا واهه چون ويرا، سا نر توکي نصيب ٿي.

---

[1] لانچائي = جانچي. بٺي = وڏو ۽ تندو بحو ٿي جنا.
[2] مياچ = ڪراچي جي الهندي هڪ جو.

## 3. گبولن ۽ گدرن جو مقابلو[1]

ملير طرف مباڪاٽي (هاٽي) علياڻي گبول، جن جو وڏو حاجي نالي هو. انهن جو گدرو "ملير" نالي سو بہ ڏاڍو مڙس ساماٽو. سندس پٽ نـڊو بہ همت وارو هو. انهيءَ ڪري ملير گدري، گبولن جي غرض ڪانہ تي ڪِيي. گبولن جي پاڙي گدرن جي مينهن ڦـري، جنهن تي "ملير" مينهن ڪي ونگ وجهائي مُٺ سورائي ڇڏيو[2]. گبولن ڏٺو تہ مڙس جي متي ۾ واءَ آهي، سو حاجي ۽ ٻيا جملي ست همت ڀريا مڙس نڪتا ۽ ملير جون مينهون ڪڍي ڪاهي هليا.

صبح جو نـڊي پيءُ کي چيو تہ: زالن جي پيرن جهڙا ننڍڙا پير مڙسن جا، تن اڄي مينهيون ڪڍيون آهن. اتي ملير چيس تہ: پـُل مرَ! هنن جو هڪڙو پير رڪيب ۾ تہ ٻيو ڪٺ تي آهي. اهي ملير جا مور آهن ۽ گڏيي خبرون پونديون.

پوءِ ملير گدرو ۽ ٻيا ست مـڙس چوندبِ واهر لاءِ پويان نڪتا. وتيجي ۽ پپري جي ڊوري جي وچ ڏاري شاه حسـڻ جي سامهون ڪاري جـو ڊورو، اُتـي مڙسن کي وڃي گڏيا. ڏنائون تہ عيدو گدرو مينهـن سان بينـو هو ۽ گبـول ستا پيا هئا. عيدو کان پڇيائون، تڏهن چيائين تـہ: اول مـون سين وڙهي پوءِ اڳتـي وڃو. پوءِ ان کي مارياڻون. پوءِ ٻنهين طرفان ست ئي مڙس، هڪ ٻئي کـي مـَٺ مـَٺين کي سامهان تيا ۽ ٻولائي وڙهيا.

وجيـو ميـر مليـر مـان، حـاجي مينهـون ڪـاهي
جن مينهـن مان منگهيـون ڏڏُيـون، تـن سـاريون تـي سـعيي
پيئـن پرهـ جـو پيـر تـي چـُـريا گـدرا رَنـد رمـائـي[3]
پـُـٺ نـِـدو پـيءُ مليـر، مليـو گـائوني ڳالهـائي:
"ابا! متـان وجـن مينهيـون ڪـُـنڍيون ڪـُـرکي ڪچولائـي
سـر ڏينداسـين سـوپ تينـدي، جيئـڻ جـان ڪـي آهـي،
اڃـي ٻهتـا پنهنجيـن کـي حيـلا هـٺ هلائـي

---

[1] راوي هاشم گدري جي زباني ڳوٺ محمد صديق ۽ علي بخش هديہ (تعلقو ميرپور ساڪرو) واري ڪچهري ۾ تاريخ 2 جنوري سنہ 1962ع تي قلمبند ڪيل.

[2] مٺ سورائي ڇڏڻ = ڦر وارو ٻج ڪڍائي ڇڏڻ.

[3] رند رمائي = پيرا ڪٽي.

اول گـــــڏين اڳ ۾ عيـــــدو شـــير انـــــائي
عيـــــدو اورانگهـــــي هليـــــا موٽـــي مـــــردن ڏي
اڳيان گهِـانج، سَـهَـتڪ، براهم، پـُـرتوس، ميرل، حاجي آهي
ڪديـــاَ ڪَـڳ ڪــــپن مـــان تـــن ڇڳيــرن ڇٽڪـــائي
ســــورهيہ ٽئــڙاَ سمهيـــن ٻـــروچ مـــصريون مرڪـــائي
براهـــم نـــِـدو گـــڏ ٽئـــا ٻئـــي تـــَراڙيـــــن تـــاڪي
ٻهريــــن پيــــل پــَـــــچنڊي اڇـــي نـــدي نـــاڏ ڪـــري
ســـا خـــان جهلـــي هٿـــي ڪيـــڙي ۾ خـــانيري ڪـُـــهٽي
نهنـــگ نـــدو مـــاريو ســـو ڪونٽـــر وڏائـــون ڪيـــري
حسـين گـڊرو هلـي چـُـريو ٽيـو لنـڊين جـي ليڪـي[1]
لڪـي جٽـن ڪـانگ ليـن ۾ تـــو ڪليــلُ ڪوڪـائي[2]
وجهـــو ٻـــانهين ٻـــروچ ڪـــي هـــاٿي چوڙنـــگ چيرائـــي
گهگهـــو وجهـــوس گوجـــرو ٻـــي چنـــي چٽرائـــي
"مليـــر" ميهـــي ســـانهہ جٽـــن آيـــو هاتـــِـنگ حـــاجيءَ ڏي
ســــانهن ســــگَ اڙائيــــا، وڙهــــن واري تـــــي
مـــانجهي "مليـــر" مهٽيـــو وڏئيـــن گـــڊرو راهـــہ ڪـــري.

---

[1] هلي چُريو = ڀڳو.
[2] ڪليل ڪيول سو ٻه لين ۾ وڃي لڪو.

# 4. سڪڻ نئن لڳ لنين واري لڙائي[1]

انگريزن جو دور هو. وَسون تيون تہ پَوا بروچ وينل گهگهر جا، سي سانگ سان لڏي اچي سڪڻ نئن[2] تي وينا، جتي بئي مال سان گڏ سندن گهوڙيون بہ چيڪ پيون چرنديون هيون. جوکين مان ڪي ڏنگا مڙس هئا، سي گهوڙيون ڪاهي ويا. پوَن جو چڱو مڙس ڪرقل پوَو هو، سو بارهن مڙس ساڻ ڪري گهوڙيون وراڻڻ نڪتو. ساڻس قادو گبول، ملهوغ، موليڏنو، حاجي درياهي، سکيو منداڻي، شيرخان، جلاب، حمر، پنهو، عمر، عالي ۽ ڪَرقل جماڻي (ڪاڻو) گڏ هئا. رَند (پيرو) ڪٺي ملير جي نئن ڏانهن روانا ٿيا. هڪ هنڌ جبل جي ٻُـني تي چڙهي ڏنائون تہ گهوڙين تي وجي نظر پين. ان وقت گهوڙين سان رڳو بہ مڙس چاري هئا. واهر ڏسي هڪڙو وٺن جي آڏ ڏيئي نڪري ويو، باقي بئي کي جهلي وڌائون. اتي جوکين جي "مهمت" پاڙي مان عيسو وڏيرو لنگهي آيو ۽ بروچن کي چيائين تہ: اها ميار مون تي، باقي هي نندو آهي، هن کان ٿي، هن کي ڇڏيو. اتي ڪَرقل راجداري ڪري عيسي کي مانُ ڏنو ۽ مڙس کي ڇڏيائون. ان ڏينهن چامائي جوکين ۾ شادي هئي. راڄوٽي صلح بعدَ ڪرقل ۽ سندس سڄي واهر کي دعوت ڏنائون تہ ماني کائي پوءِ وڃو. مڙس وڃي وينا ۽ جيستائين هنن ماني کاڌي تيسين پاڻڏي نالي ٽيپرن جي پاڙي مان، تنهن ڪرقل ۽ عيسي جيڪا راڄوٽي ڪئي، تنهن کي ڦتايو ۽ فتور وڌو. ۽ اها ڳالهہ بيهاري تہ هنن بارهن مڙسن کي سَتي سولو ڪنداسون ۽ گهوڙيون بہ نہ ڏينداسون. سو وڃي مقابلي لاءِ جهجها مڙس تيار ڪيائون. بروچن مان حاجي درياهي کي سُڌس پئجي وئي، تنهن همراهن کي هڪل ڪئي تہ مڙس جهيڙي لاءِ گڏ ٿيا پيا تين، اوهين بہ اتي سنپرو. پوءِ هي مڙس بہ اُتي پيا. پڙ وارن وٺن جون لنيون وڍيائون. جيستائين هو مڙس سنپري آيا تيسين ڪَرقل پنهنجي همراهن کي همٿايو تہ: مڙس ٿي بيهو، اڄ مرڻ جو ڏينهن آهي. ڏيسر ۽ نور محمد حملاڻي جوکيو گهوڙين تي چڙهي ٻاهران اچي پهتا. تن هنن مڙسن کي ڏسي چيو تہ: هنن سان ٻڄڻ پيٺي ڪانهي. پاڻڏي جن کي جهيڙي لاءِ تيار

[1] سگهڙ حاميد خان رند، هاشم گدري ۽ حاجي پير محمد جي روايتن کي پيش ترتيب ڏنل.
[2] سڪڻ جي نئن، ملير جي نئن کان اوپر طرف آهي.

ڪيو هو، تن کي سمجهايائون پر هو مڙي مُڇ ٿيا، نه مُڙيا ۽ جُلهه ڪيائون.

ٻنهين طرفن سيني مڙسن وٺ لنيون هيون ۽ هن مقابلي ۾ رڳي لنبازي ٿي. جوکين جو ڏڍو هو ۽ جيڪي ڇڱا هٿا سي جهيڙي ۾ نه پيا، باقي ڇاليهن مڙسن، هنن ٻارهن تيرهن مهمانن تي حملو ڪيو. ملهوڻ ۽ ڪرڦل پائر هٿا. ملهوڻ سامهون هڪڙي مڙس کي ٻک وجهي ٿوري وقت لاءِ ڍال ڪري جهليو، ائين جو جيڪا لٺ اچي سا ان کي پٺي لڳي. ٻين سيني مڙسن لنيون هنيون ۽ ميدان ڪري بينا، باقي ٻه ڄڻا ڪرڦل ڪاٺو ۽ عالي جُماڻي لنين جو تاءُ نه جهلي سگهيا ۽ ڀڳا. پانڌي جي چوريل طرف ٻه پيرا جهـلون ڪيون، پر هنن چوويهه مڙس ڪيرائي انهن کي هٽايو ۽ سوپارا ٿي، گهوڙيون ڪاهي آيا. قائم سُپاڙ هينئين بيتن ۾ هن مقابلي کي بيان ڪيو آهي. ڏهن مڙسن جي همت کي ساراهيو آهي ۽ ٻه جيڪي ڀڳا تن کي ننديو آهي.

الله جــــل جلالـــــــه، الله ئـــــي توهـــــار
مينهـن ونـا، منـد تـي، آيـا سـانگ لڳـي سـنگهار
پــتَ ســجاڻيو پانهنجــا، هــو چــارين تــا چــوڏار
چــوڙي اُنــــي پڇــــڏيون، گهوڙيــــون متــــي ڍار
ڪــن چنــدن کــي چــوريءَ جــي هٿــي لــب لغــار
اچـي هـريائون هوتيـن جـون، گهوڙيـون منجهـان ڍار[1]
صبح جـو سونچو تيـو، کـي پـَـونگيـن اِيءَ پچـار[2]
سينهن سائيندادڻي سنيوڙا، ڪري گهوڙيـن جي گفتار[3]
مـاڻهو تنـي موڪليـو، آءُ تـون ڪراقـل قلعيـدار[4]
تـن سـين گـڏ جـي گبـول آئيـو، قـادو ڪنگتهـار[5]
گبوليـن جـي گهـُـتَ جـي، هئـي پاتـارين پچـار[6]
اڳـي "منـو" چڙهنـدو هـو "مـل" تـي، ڪٿيـو ڇيـل ڇگـار[7]

---

[1] هريائون = ٻڌائون ۽ (ڪاهيائون). ڍار = جهنگ.
[2] پونگين = ملوڪ مڙسن.
[3] سائيندادڻي = پون جو پارو جنهن مان ڪي اتي هٿا.
[4] ڪرڦل جيڪو ڏاڍو مڙس هو. ان مان پيو ڪرڦل جماڻي (ڪاٺو) ٻه واهر سان گڏ آيو پر ٻوء اهو ڀڳو.
[5] ڪنگتهار = گورو ۽ سهڻو. قادو گبول هست وارو ۽ ملوڪ مڙس هو.
[6] گبت جي = حملي ۽ هست جي.
[7] منو گبول اڳ تي گذريو. جنهن جي گهوڙي جو نالو "مل" هو. ("ڏسو متي پنيور وارو مقابلو").

هي پڻ ڪيرائيندا ڪوٽن ڪي، وجهي ڏوڪين ڏار
هن نيئي رند، روانو ڪيو، ملير سامهين مهاڙ [1]
سي خان چڙهيا "ڪَر ڪَري" تان جان درس ڪيائون ديدار [2]
تان گهوٽين جو گهوڙين تي، وجي نظر نميو نروار
آڏو اُني چڪاسيو تہ آهي ڪٽڪ ڪارونيار
تڏ هڪ لسو تيو لَيُن ڏي، وجهي وڻ وچار
هڪرو مڙس هتين جهلي، وريا تيڏيءَ وار
اچي پهتا پانهنجين ڪي، ونئي دُرس دئار [3]

---

عيسو مهمت آئيو، تنهن گويا ڪي گفتار:
تہ هي ريت آهي راجوين جي، ناهہ صلاح سرڪار [4]
چڏيو اوهين چوڪر ڪي، رکو مون تي ميار
تڏ مانُ ڏنائون مهمت ڪي، چڏيائون پرس پچار [5]
تنهن مانيون ڪارايون مردن ڪي، ڪل ڪري ڪينڪار [6]
پاروئڙو "پانڌي" هو، "تيير" ات تئونتيار [7]
تنهن چوري مڙس چڙهايا، حملي لاءِ هيڪار
هڪڙا وينا هُني وٽ، بين تي جنگ جوڙي جنسار
سي سينهن چڙهي سيچاٽين تي، نڪري تيا نروار [8]
"سُڪڻ" اُڪري سنوان تيا، ڪي "بيگائي" بچڪار [9]
ڏسندي تنهن ڏيسر ڪي، پيو دل منجهہ ڌڌڪار [10]

---

(1) گهوڙين جي پيرن وارو رند، ملير جي نئن طرف لڳو جيڪو هو وٺي هليا.
(2) ڪر ڪرو = پيري جي اسٽيشن ڪان اتر طرف ڇئن پنجن ميلن تي مڪان.
(3) پانهنجين ڪي = پنهنجين گهوڙين ڪي.
(4) ريت آهي راجوين = راجداري رسم موجب راجوٽي ڪنداسون. باقي (انگريز) سرڪار وٽ فرياد جي ضرورت ناهي.
(5) جنهن مڙس ڪي جهليو هئائون تنهن جي پچر ڇڏيائون.
(6) عيسي مهمت پوءِ هنن جي ماني ڪئي.
(7) پاروئڙو = پہ ويڙهائو. فتني باز. پانڌي نالي تيرن جي پاڙي مان. تئونتيار = جهيڙو مچائيندڙ.
(8) سيچاٽين تي = گهوڙين تي.
(9) سڪڻ جي نئن. بيگائي = جوکين جي بيگ پاڙي جو. ان ات وٺل بروچن مهمانن تي بچ ڪئي.
(10) حملي ڪندڙن ۾ ڏيسر نالي هو. جنهن جڏهن بروچن کي سامهون ٿيندي ڏٺو تہ دهلجي ويو. جو هو بہ وڏي نالي ۽ هست وارا هئا.

"حملائي! هوتن ڏانهن تون "نور محمد" نهار[1]
واگهه وڏوڙا، سينهن سنيوڙا، اڇن ڪرمتي ڪُر اُجا"[2]
نيَپرَندي نڪاءَ ٿيو، ڪِي وانجهيٺن وارو وارَ[3]
ڪرقل ڪسونبو ڪديو، تي پيالين پچار
پڪون تن پيتيون، هئي متي جن مدار
سونو نڪ سيني منجهه هو ڪرقل ڪُر اُجار
ڪرقل تنهن ڪڙهي جي هئي اڙدن منجهه اُپڪار
شيرو جلاب ساريان، هئا جنگ جا جهونجار
هنيو تُوڙو، لايو جهيڙو، جلاب اوڏي وار
مرڪڻ منائي، سدا ساٽي، آيو اَيڏ وڏي اُپڪار
سڪيي سانگو نه ڪيو ساهه جو، مر ڪورا ٿيئي ڪپار
ڏينهن ڏاڏي جو آهيسين اچوڪو، مرڻ گهاءُ مزار
قائم چئي، ڪرمتين جا، آءُ ڪهڙا ڏيان پار
ملوغ ماريون، خوب ڪاريون، جنهن جو جيءُ نه آيوجار
حمر هنيون چِٺيون چيون جوڪيا جاد ڪندا جهونجهار
درياهي هنيون ديميَن ۾ جيئن هڻي دودو دعويدار
عمر وڏيون اُجلون ڪيون، جيئن ڪرڪي لوڏي لار
موليڏنا، تو جي چنا، تن جو جيءُ پيو منجهه جار
گجي گبول آئيو، ڪري گوڙ گرنار
قادو تيو واڏو، جنهن ڏنا ور وينجهار
پيءُ ڏاڏي پدرا، اگين جا اوجار
تن چوويهه مڙس چڪي ڪيا، هاڻ متن ناهه ميار
عالي ويو خالي، جنهن هٿ نه سَجيو هيڪار
جَسُ جُماڻي وجائي، تيو ڪانئرين جي قطار
ڪرقل ڪاٺو، تُڪن هاٿو، ناهي پون سندو يار.

—

[1] ڏسو: هنن پنهنجن همراهن سان نورمحمد حملاني جوکيي کي چيو ته: مڙس ڏي ڏس ته ڪرمتي سينهن واري ڏک پيا ڏين.
[2] وڏوڙا = وڏونا، غصي ۾ ڪاوڙ واري حالت ۾. اڇن = سامهون هو ۽ مقابلي لاءِ پيا اچن.
[3] نيپرندي = گڏجندي، ٻنهين طرفن جي مڙسن جو مقابلي ۾ هڪ ٻئي سان ٽڪرندي.

## 5. رندن ۽ هديه قبيلي وارن جي لٽين سان لڙائي[1]

انگريزن واري وقت ۾ رند ۽ هديه قبيلن جو ڪـَڪـَراند جي ڏوري جي اُپرندي ۽ ماڪي جي اُلهندي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ زمين تان تڪرار ٿيو. ٽڏهن ترار ڪانه هئي رڳي لٺ هئي. رندن زوري زمين تي نار چاڙهيا، جيڪي هديهن پٽي پٽي وِتايا (اُجلايا). الهڏنو ۽ عيسب هديه ٻئي همت پريا مڙس هئا. راڄواٽين جي پاڙي مان حسڻ، مُهند، سومار ۽ مبارڪ ساٿن گڏ آيا. جاڙو گدرو هديهن جو طرف وڙهيو. رندن مان همت پريو "سُمهڻ" هو، جنهن زوري نار چاڙهيا. ٻيو ساٿس قادر بخش هو.

الله جـــل جلالـــــ ڪـــري الله ٿـــي توهـــار
سُـمهڻ سنبهي نڪتو، هو منجهن قـادر بخـش قـرار
هـٿ وجهـي هـدَيـن وجـي ڪديـا نـانيو ڪـوڙي نـار
جهڙي هئي روح ۾ رندن کي، تهڙي ڪيائون خاشيءَ ۾ ڪينڪار
پر ڪڙهو ليکيان ڪرمتي، تنهن ٿي ماريا بهادر ٻي ميار
الله ڏنــو احــدي هـــو، منجهـــن عيســب اجهـــي دار
راڄواٽـــــي راڄ مــــان آيــــا پــــورا چـــــار[2]
تـن ۾ حسـڻ رڳـا هوڪـارا ڪيـا، اڇـي دريـاٽي دڏ ڪـار
مهنــد مڙيوئـــي ڪينڪــي، ســنيون ٿـــي ســومار
مــــڙدن ۾ مبــــارڪ چمڪيــــو ٿـــــي چـــوڏار
گـدري جـي گهمـر ۾ هئـي "جـاڙي" جـي جيڪـار.

—

واڳهــ پـــٽ وليـــداد جـــو ســُـــمهڻ ســـاماٿو
ڪــاهي پيــو ڪـنـڪ ۾. جٺـن گهـــمي تـــو گهـــاٿو
لڳيــس لـــٺ ڪپـــار ۾. چـــڏيائين پولهـــو پــُـــراٿو.

—

[1] هي بيان سگهڙ هاشم گدري جي زباني، هديهن جي ڳوٺ واري ڪچهريءَ ۾ تاريخ 2- جنوري 1963ع تي قلمبند ڪيو ويو.
[2] راڄواٽي. ڪرمتين جو پاڙو.

# 6. علي بخش نظاماڻيءَ جا مير علي مراد جي پهلوانن سان مقابلا[1]

مير علي مراد خان جي وقت ۾ علي بخش نداماڻي (نظاماڻي) خيرپور رياست جي شوراهه تعلقي ۾ هڪ وڏو سورهيه مڙس هو. مير جي گاهين جي ڪاڻ نه ڪيندو هو ۽ گاهه توڙي اَن جي اڌ ڀَتَئي ڪان وڌيڪ هڪ تيلي يا هڪ ڪکُو به ڪڻ نه ڏيندو هو. گاهين پڻي اهڙو ڪو وجهه ڳوليو جيئن علي بخش جو گاهه ڀئي مٿا ڪڻ.

هڪ سال مير علي مراد ناري جي شڪار تي چڙهيو ۽ اتان موٽيو ته اچي "ڏاڏر" ۾ منزل ڪيائين. وهٽن لاءِ گاهه ڀني جي ضرورت هئي. علي بخش جا جوَ ڀوڪيل هئا ۽ اها ڀني ويجهي هئي. گاهي سج لٿي جو اها ڀني جانچي آيا ۽ ڀوءِ وڏي اسر اچي ان ۾ ڏاٽا وڌائون. علي بخش کي خبر پئجي وئي، تنهن گاهين کي ماري ڪٽي ڀوئتي روانو ڪيو. هنن مٿا اگهاڙا ڪري اچي مير آڏو فرياد ڪيو ته: سائين! علي بخش نه ڪڏهن گاهه جي ڀتئي جو اڌ ڏئي ته نه وري ان جي ڀتئي ڏئي. اڄ اسان کي ڪٽيو اٿس، سڀاڻي سرڪار جي ڀئي ڪنهن نوڪر کي ڪٽيندو.

ان ڏانهن تي مير صاحب پنهنجي خاص ماڻهو پياري مگسيءَ کي حڪم ڏنو ته وڃي علي بخش جي پيدايش تي نپو رکي ۽ علي بخش کي ٻه وني آڻي حاضر ڪري. سرڪاري تپيدار شيخو ميمڻ به ساڻس گڏ چڙهيو. مگسي سگهو مڙس هو. سو جڏهن علي بخش جي ڳوٺ آيا ۽ علي بخش کي سڏيائون ته مگسي دڙڪي داٻ سان ڳالهايو ته سرڪاري حڪم آهي ۽ تنهنجي پيدايش ضبط آهي. علي بخش چيو ته: اڌ ڀتئي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، باقي پيدايش[2]

---

[1] هن ڳالهه جو بيان اسان ناري، جونڊڪي ۽ سوراهه ۾ ڪيل ڪچهرين ۾ ٻڌو. سوراهه لڳ وسنل نظاماڻين کان پڇيو جن چيو ته ان وقت جو هڪ بيت آهي پر اهو ماڻهو موجود ناهي. اتفاق سان اهو بيت جيڪو هيٺ ڏنل آهي سو اسان کي مرحوم محمد عالم خان شاهل زئي جمالي (تعلقو اوستو محمد، بلوچستان) جي ڳوٺ سندس اوطاق تي 29 ڊسمبر 1972ع تي ڪيل ڪچهريءَ ۾ اتي جي ڪنهن سگهڙ کان مليو.

[2] پيدايشي نپي، يعني اَنَ ۽ گاهه تي سرڪاري نپو هڻي جو ڪوبه کڻي نه سگهي جيستائين فيصلو ٿئي.

نکو نپڻ ڏيندس تہ نکو کٽڻ ڏيندس. اتي پياري مگسي زور ڏيکاريو ۽ اڳتي وڌي علي بخش تي جُلهہ ڪيائين، پر علي بخش جي ڀهرئين ڌڪ سندس ٻئي ٻانهون وڍي ڇڏيون. اتي شيخو ميمڻ ۽ ٻيا پڳا ۽ اچي مير کي ٻڌايائون تہ علي بخش حملو ڪري پياري جون ٻئي ٻانهون وڍي وڌيون ۽ پيارو مري ويو هوندو.

تڏهن مير صاحب، بکر خان لاشاري کي سپاهہ ساڻ ڪري حڪم ڏنو تہ علي بخش کي ڪنهن بہ طرح آڻي حاضر ڪري. ان وقت دستور هوندو هو تہ جڏهن بہ ڪو اچي حاضر ٿيندو هو تہ فيصلو ٿيندو هو ۽ فيصلي کان اڳ ڪنهن کي بہ ڪا تڪليف ڪانہ پهچندي هئي، پر ان کان اڳ بکر خان مير جي حڪم تي ڪنهن ڪلهوڙي کي حاضر ڪيو هو جيڪو فيصلي کان اڳ مير جي نوڪرن جي هٿان قتل ٿي ويو هو. سو بکر خان مير صاحب کي چيو تہ مون کي اهڙو لکيل حڪم ملي تہ فيصلي کان اڳ علي بخش کي ڪا تڪليف ڪانہ پهچندي. مير اهڙي "لکيي" ڏيڻ جو حڪم ڪيو. مير صاحب ان وقت ڍنڍ ۾ شڪار لاءِ لٿل هو.

بکر خان اهو لکيو بہ کنيو ۽ قرآن شريف بہ کنيو. علي بخش اهو ڏسي بکر خان جي پليڪار ڪئي. بکر خان چيو تہ مير صاحب توکي گهرايو آهي، پر هو توسان ناراض ڪونهي، فيصلو ٿيندو. علي بخش چيو تہ: مير مون سان ڪيئن نہ ناراض هوندو جو ڪالهہ ڪالهوڙي سندس گاهي ماريا اٿم ۽ تازو تازو پياري مگسي کي ماريو اٿم. تڏهن بکر خان کيس لکيو ڏيکاريو ۽ قرآن شريف جو قسم ڏنو. تڏهن علي بخش بوڇڻ کي ڪمربند ڪري ان ۾ شڪليو هنيو ۽ هلڻ لاءِ تيار ٿيو. سندس ماءُ مائي سونڙ جهليس تہ: ابا! توتي خون جو مامرو آهي، سو سمجهي قدم کڻ. علي بخش چيو تہ: امان، آءٌ سر تو ڏيان قرآن شريف تي، جي مران تہ منهنجو نالو ڪٽي پوٽي تي رکجان[1].

جڏهن بکر خان کيس وٺي آيو ۽ علي بخش اچي ڪچهري ۾ مير صاحب جو سلام ڪيو تہ مير سلام نہ جهليو ۽ حڪم ڪيائين تہ: هٿيار ڇوڙي ڪچهري ۾ اءُ. علي بخش چيو تہ: هٿيار، سر ۽ ڏاڙهي سنوان آهن. تڏهن سيد صالح شاهہ کي مير حڪم ڪيو تہ: بروچ کان هٿيار کس. علي بخش چيس تہ:

[1] هن مان ظاهر آهي تہ علي بخش ان وقت چاليهن - پنجيتاليهن سالن جو هوندو جو سندس پٽن کي بہ ٻار ٿي چاوا.

سيد تون نہ اچ. پر هن حملو ڪيو ۽ علي بخش جي ڀهرئين ڏک ڪيس ڪٺي ڇڏيو. اتي ڪو پَلهہ هو جو مير جو پهلوان هو. مير ان کي ٻچ ڪئي، جنهن علي بخش کي وارو ڏئي نہ ڏنو ۽ يڪا ست وار لاڳيتا ڪيا، جيڪي هن سپر ڏيئي ڇنڊيا، ۽ پوءِ جو پَلهہ کي علي بخش پاسيرو ڏک هنيو سو چليهہ وٽان ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏيائينس.

پوءِ علي بخش سڌو مير علي مراد جي طنبو تي حُلهہ ڪئي ۽ هڪ رسي ڪپيائين جو مڙس جي ڪانچ طنبو جي اڳ واري "جهَڳڙ ڪِلي" ۾ وچڙي وئي. اجا انهيءَ وچڙ ۾ هو جو گهرام مري اچي پويان ڏک هنيس. علي بخش ڏسي چيس تہ: تون منهنجو مٽ هئين، توکي تہ سامهون تي وڙهڻ کپي ها. ائين چئي ڏک جهلي گهرام کي ڏک هنيائين جو ڪجهہ سپر ۾ ۽ ڪجهہ پٽڪي ۾ لڳو ۽ گهرام باهڙجي وڃي ڪِريو ۽ ذرا دير کان پوءِ سامت ۾ آيو. پوءِ وڃي مير کي چيائين تہ: علي بخش کي ڏک لڳو آهي سو ڄاڻ تہ مئو، پر هت شڪار گاهہ ۾ رڳو شڪار وارا آهن ۽ سپاهہ ٿورو آهي. انهيءَ ڪري سرڪار کي هتان منزل ڪوچ ڪرڻ گهرجي جو نظاماڻي ڄاڻ تہ علي بخش جي واهر ۾ پهتا. پوءِ مير حڪم ڪيو تہ مڏي ڪٺو. تڏهن قائم شر مير کي دلداري ڏني ۽ عرض ڪيو تہ: منهنجي دعوت قبول ڪريو ۽ مون وٽ هلي منزل ڪريو. آءٌ شرن کي چؤڪي تي بيهاريندس ۽ ڪنهن جو ٻہ وار ونگو نہ ٿيندو. پر مير صاحب جيئن چڙهيو تہ مهراڻن واري واٽ سان سڌو اچي ڪوٽ ڏجي پهتو.

علي بخش جي هن سورهيائيءَ کي ان وقت جي سگهڙ خير محمد نالي پنهنجي هينئين "تڪ - بندي" ۾ بيان ڪيو:

ناري جي ٻہ شڪار تي مير صاحب چڙهيو آ
ڪيڏي شڪار ناري جو، مير "ڏاڏر" لٿو آ
هت سڄ لٿي جو گاهين، جنءُ جانچي ڇڏيو آ
سڄ اُيريو ئي ڪينڪي گاهين ڏانتو ڪوڙيو آ
خبر پئي علي بخش کي، ڪديائين گاهين ڪٽ چتاءَ
گاهي سڌو متي اگهاڙو، مير ڏي ڀڳو آ
چئي: اچ ماريا سي گاهي سائين، سينهہ ٻئي جي متي آ
مير سڏيو: ڙي پيارا مگسي تنهنجي مهل اچوڪي آ

شيخُو ميمڻ کوهَڙُ هو سو پيل چاڙهيو آ
هکلي اچي نداماڻي کي ڪَيئَون سڏ وراءِ
نکري آءُ ڙي نداماڻي، توتي حڪم مير جو آ.

**(علي بخش چيو):**

چار گهرڙيون گهوڙي خاطر مون بہ پرکيون آ[1]
اچي ڪم سرڪار جي مان ڪوئن وني اڏ وراهہ
بنهين ڏرين مير کي ڏيڻ جوڙ بہ نا.

—

ڪجهہ ڳالهايو پياري مگسي، ڪجهہ علي بخش آ
چڏ چڪليو نداماڻي، وڏئين مگسيءَ جون بيئي بانهون لاه[2]
هرڻ تکا، ڦاڙها تکا. تن کوئن شيخو تکو آ
تين ٽپين سان مير سان وجي معلوم تيو ڳالهاءِ
تَہ نداماڻي مگسي سنديون وڏيون بيئي بانهون لاهہ.
تہ مير سڏيو: ڙي بَکو تنهنجي مهل اچوکي آ[3]
چئي: ڪَرين ڪار ڪلهوڙي واري تہ بکو ڪين بہ چڙهيو آ[4]
بہ اکر "يلي تي" مان کي لکي ڏج وراءِ[5]
بکو لاشاري، سنگت ساري، جُودوئن تياري کيڙي آ
اڳ پر "ڪلام رب جو"، پنيون بکو آ[6]

—

هکلي اچي نداماڻي کي کيائين سڏ وراءِ
نکري آءُ اي علي بخش، توکي حڪم مير جو آ
"مامو" "مامو" کري اچي علي بخش مليو آ

---

[1] گهوڙيون = پانيرن (ٻج جون).
[2] "چڏ چڪيلو" = هن شڪيلو. (يعني نداماڻي هتي جو تراز).
[3] بکو = بکر خان لاشاري.
[4] ڪلهوڙي واري ڪار = اڳ ڪلهوڙي کي بکر خان وني آيو هو جنهن کي فيصلي کان اڳ ماريو ويو هو.
[5] يلي تي = قرآن شريف تي.
[6] ڪلام رب جو = ڪلام الله.

چئــي: مامــا بكــو خيــر جــي تــون ورنــدي ڏي بـــ وراءِ
بكـــو چئـــي: ميـــر علـــي مـــراد توتـــي ڏاڍو راضـــي آ
چئـي: مامــا بكـو، ميـر اسـان تـي كـاڏهون راضـي آ.

---

چئي: ابـا، تنهنجـي منهنجـي وچ تـي، هـيءَ "كـلام رب جـو"[1]
تـڏ جـوڙي سـندو بـروچ بوچـڻ كمـــر ويڙهيـــو آ[2]
ســونڻ نــالي مــائي مــاڻس، كمــر چكــي جهلــي آ
چئي: ابا علي بخش! مامرو اتئي خون جو، تون پرجهي پير بـ پـاءِ
چئــي: امــان گهٽــا اتئــي پٽــا، تينــدءِ گهٽــا پوتــا
"علــي بخــش" پوتــي تــي كٽــي ركجــانءِ نــانءَ وراءِ
ســو تــو ڏيــان قــرآن تــي، جئــن ڏوكــڙ گهوريــو آ.

---

پـــوءِ چكيلــــو بـــروچ كـــــــرتَ ۾ وڏو آ
ڳــالهين كنــدي ســي اچــي ميــر وٽ ســلامي تيــا[3]
تــ نكــو ميــر ســلام موتــايو، نكــا توجهــ وڏي آ
تــ چـــَپ وات ۾ ڏيئــي، بــروچ بيهــي رهيــو آ
چئي: سلام تـِي اي مير سونهارا، علي بخش تيـو اوطـاقي آ[4]
چئــي: هتيــار چــوڙي ڦٽــا كــري پــوءِ تــي اوطــاقي آءُ
چئي: سائين هتيار پنهوار ڦٽا كري، سِـر ڏاڙهـي ڏيـڻ جوڙ بـ نـاه
تـ ميــر صــاحب ســيد صــالح شــاه كــي حكــم ڏنــو آ
تــ حـــُكمي هتيــار بــروچ كــوڻ كســي تــون وراءَ.
علـي بخش چئـي: سـيد سـونهارا تـون مـان تـي كيـن بـ آ.
تنهنجـــي ڏاڏي منهنجـــي ڏاڏي كلمـــون پڙهيـــو آ

---

1. تنهنجي منهنجي وچ ۾ = ٻنهي جي وچ ۾ شاهد ء امين.
2. جوڙي = جوڙي جو تلهو هٿ جو اڻيل كپڙو.
3. ڳالهين (هجي زير سان. مقامي بولي جو محاورو) = ڳالهيون كندي.
4. تي = اٿئي. اوطاقي تيو آ = تنهنجي هن اوطاق تي آيو آ.

کنهين ڳالهين سيد سونهارو کين ٻہ مڙيو آ
ڏکو ڏنائين ٻروچ کي، ڪهري کو چتاءِ[1]
چڏ چڪيلوندامائي! ڳاٽ - هڏي واري تلوار ابتائي موڻ نکري پئي آ[2]
تڏ ست تراريون پلهه ٻي اتي کوڙيون آ[3]
سي ستئي تراريون ٻروچ سپر متي جهليون آ
چڏ چڪيلو ندامائي! پلهہ کي وڏئين لکئون لاهہ
پوءِ جُلهہ کيائين طنبوءَ تي ات مير ٻہ متي آ[4]
ڏور کپيائين طنبوءَ جي، هي عالم شاهد آ[5]
تڏ سُتڻ جهڳڙ ڪلي ٻروچ جي وچڙي وئي آ[6]
اتي پُنيري تلوار اچي گهرام مري هنئي آ
کنڌ کٽي گهرام مري ڏي، مالُم کيائين ڳالهاءِ[7]
"تون تہ منهنجو مٽ هئين، تون اڳيئون اچي هام وَراءِ"[8]
چوريءَ وڙهڻ پريَوئڻ، اهو کم چور جو آ
چڏ چڪيلو ندامائي! ڪجهہ جهليو هوس پڳ ٻيو سپر لاهيون آ[9]

—

تئين گهڙي کان پوءِ مري سامت آيو آ[10]
چئي: پيچ پچان اي مير سونهارا
دٻ دٻان تي ويڙهي ويندءِ، اجهي ندامائي آيا
"آٽيو پلو مهري"، چوڻ مير جو تيو آ

---

(1) چتاء = چتائي.
(2) ڳاٽ هڏي = ڳاٽ واري هڏي کان تلوار لڳي تہ جسم چيري اچي چيلهہ (ابتائي) تائين بيٺي.
(3) "پلهہ" ذات جو جيڪو مير صاحب جو پهلوان هو.
(4) طنبو وارو تلهو بي زمين کان متي هوندو هو.
(5) عالم شاهد آ = جهان شاهد آ.
(6) جهڳڙ ڪلو = طنبوءِ جو اڳ وارو ڪلو.
(7) مالم کيائين ڳالهاءِ = (گهرام مري کي) پنهنجو گفتو معلوم ڪرايائين. کيس چيائين.
(8) هام وراء = ٻولائي ڏک هڻ.
(9) سپر کي لاهي (ودي) چڏيائين.
(10) سامت آيو = هوش ۾ آيو.

ديڳڙا ڀوڙ پلاون جا اتي دميا چڏيون آ
تڏ قائم شر مير کي ڏاڍي دلداري ڏني آ
هتئون منزل مان وٺ ڪر تون ٻالم بي پرواه
ريڍو ڪير، جواري ماني، جهجهو ڪندس، ڪر دلجاءِ
شرن سندي چوڪي توتي ٿت بيهاريندس ٿاءِ[1]
پر ڪنهين ڳالهين مير سونهاروڪين ٻ مڙيوآ
وني يڪ مهراڻين جي، اڇي "ڏجي" لٿو آ[2]

---

[1] ٿت = پڪي پوري. ٿاءِ = جاءِ. ان جاتي مقرر.
[2] مهراڻن جي يڪ وٽ = مهراڻن جي پر وٽي.

# ضميمو-1

[هيٺ "اُوڏاپر جي جنگ" جو احوال ڏجي ٿو، جيڪو هن ڪان اڳ متن ۾ نہ آيو آهي. شايد هيءَ جنگ مغلن جي دور جي آخر ۾ لڳي ۽ اُن کي "باب چوٿين" ۾ شمار ڪرڻ گهرجي. ان ڪان پوءِ "جنگو خان جمالي ۽ بُلي بداڻي جي جنگ" بابت بہ وڌيڪ روايتون ڏجن ٿيون، جيڪي اڳ متن ۾ نہ آيون. انهن کي "باب پنجين" ۾ 66 - 74 صفحن تي ڇپيل روايتن سان گڏي پڙهڻ گهرجي.]

## اُوڏاپُر جي جنگ[1]

گجرات طرف ڪرمتي بلوچ ويا. بگهياڙن جي پاڙي مان جمعدار گياندار ۽ پيروز ٻئي پائر ڪنهن راجا وٽ هئا. ٻيا بہ ساٿن پنهنجا ماڻهو هئا، جنهنڪري اُتي سندن زور هو. انهيءَ تي راجا کي سندس ماڻهن چيو تہ هنن کي رياست مان ڪڍ. تنهن تي راجا ڪين رياست مان نڪرڻ جو حڪم ڏنو. ڪرمتين انهي تي جنگ نہ ڪئي، پر پگهارن جي عيوض راجا جو ڇوڪرو جهليائون. پوءِ راجا وارا پڇي نہ سگهيا. نيٺ عهدنامو ٿيو، جنهن ۾ راجا وري ڪين نوڪريءَ ۾ رکيو. اُنهي صلح ۾ اهو شرط بہ هو تہ اسين اوهان جي ڪوٽ لڳ پنهنجو ڪوٽ وجهائينداسون ۽ بانگ صلوات بہ ڪنداسون. انهي شرط موجب پوءِ دين ڳڙهہ ٻڌائون. پلئہ هڙَ پيروز جي پُٺ ۾ هئي. راڻِي پوءِ راجا کي مجبور ڪيو تہ ٻروچن سان رهاءِ.

"راڻي سُمهي نہ ڊوليي، پيروز ٺي پَڙاءَ"[2]

پيروز ۽ گياندار، بگهياڙن جي "رودراڻي" پاڙي مان هئا. پيروز پوءِ راجا کي چيو تہ: جهڙو تون راجا آهين، ائين اسان جو بہ "ملڪ"آهي، جو هتي رياست ۾ آيل آهي، تنهن سان جيڪر تون ملين تہ سُٺو ٿيندو. راجا چيو تہ: چڱو، اُن کي دعوت ڏيئي آڻ. پوءِ پيروز، مَلڪ کي راجا طرفان دعوت ڏني. راجا انهي موقعي تي وڏا انتظام ڪرايا ۽ مَلڪ جي وڏي عزت ڪئي.

---

[1] روايت حاجي سرمان خان مرحوم ۽ سندس لائق فرزند حاجي محمد سردو بگهيار (تعلقو ميرپور ساڪرو). حاجي محمد سرڊي چيو تہ اوڏاپر، گجرات طرف آهي.

[2] پڙاءَ = ڊپ.

هتان (سنڌ مان) ننڊو خان رجيرو بگهياڙ، پين بروچن (خود جمعدار گياندار ۽ پيروز کي اوڏاپور ۾، يا پين بروچن کي جهونا ڳڙهه طرف) سان ملڻ ويو. چون ٿا تہ جيئو نوتياڻي هديو. ننڊي جو مامو اُت هو يا وري ننڊو ۽ جيئو ٻئي هتان گڏجي ٻيءَ رياست ۾ اُتي جي بروچن کي ملڻ ويا. اُتي پهتا تہ هنن بلوچن سان اڳئي کا جنگ هئي، هي بہ وڃي ساڻن پيڙا ٿيا. اُتي بلوچ نوڪريءَ ۾ هئا، پر جنهن راجا وٽ نوڪريءَ ۾ هئا، ان سان جنگ هئي. پوءِ جنگ ۾ بروچن واري طرف جي هار ٿي. بندوق لڳي تہ گهوڙي جي تنگ مان مَٿي ننڊي کي دُڏ ۾ لڳي ۽ مڙس ميدان ۾ ڪري پيو. مير عالي پاڙو (مَلڪاڻين مان) محمداڻي وٽانئس اچي لنگهيو. ننڊي کي نہ ڪنيائين، پر وڃي جيئي کي ٻڌايائين تہ ننڊو ڪريو پيو آهي. پوءِ جيئو آيو. اُٿ هُشايائين. اُٺ اچا پهريان گوڏا مس ڪوڙيا تہ پويان دشمن اچي ڪڙڪيا. هي لٽوئي ڪونہ ۽ اُتان ئي اُٺ اُٿاري هليو ويو. ننڊو اُتي ئي رهيو، جنهن کي پوءِ دشمنن ماريو.

نِنڊي عالي تواريو، اِيءَ اول اهجاڻي
تہ متان مون کي ڇڏيين مَيا محمداڻي
سا مير نہ لائي من سين، گوشو ڪيائين
نوتياڻي کي نگهہ ۾ وڃي سگهو سَليائين
تہ جِيا! "ننَڊو" جنگ ۾ ڏس اکين اڳيائين
سو مَرڪي مامو آئيو، پڙ پيٺج تائين
پر نڪي نيائينس پاڻ سين، نڪي نباهيائين
ساه ڏيڻ نہ سُترو، جيڪس ڏاڏي ڏنائين.

پوءِ ننڊي جي لوٽ ڪڻڻ لاءِ همراهن کي چيائين، پر سيني عذر ڏنو تہ اسان جا وهٽ تڪل آهن. ٻيلهہ ڪٿي ڪين سگهندا. انهيءَ تي "هارڻ" گدي چيو تہ: منهنجي گهوڙي نڪا اٻري نڪا بيمار، ٻيلهہ بہ ڪڍندي. سو آءٌ تو مڙس کي ڪڍان.

سنيجو سڪر ٿيو. جنهن "هارڻ" هاڪ هڻي
تہ هلو ننڊو آڻيون. پاڻ رڻ مان خاڪ ڪڍي.

پوءِ ننڊي کي ڪڍي اچي راجا واري طرف جي بروچن جي ڳوٺ ۾ ڪيس دفن ڪيائين.

چون ٿا تہ (1) نکر (2) سرماڻ (3) نندو. ٽيئي پُٽ وڏي خليفي عيسب جا هئا. خليفي نِندي کي جهليو هو تہ پاڻ پير آدم جي پاڙي جا وينل آهيون. پاڻ وٽ سيڪجهہ آهي، تون اوڏانهين نہ وڃ. پر نِندو اوڏانهين (اوڏاپور) ويو جو اُتي ماريو. هتان پوءِ نندي جي ماءُ، پُٽ جي قبر ڏسڻ ۽ مائٽن کي ملڻ لاءِ اُتي ويئي. موڪلائڻ وقت جيئي پيڻ کي چيو تہ: ادي! هٿ ڏي تہ توکي اُٺ تي چاڙهيان (جو اُٺ تي بار وڌو لَڏيل هو). مائي جواب ڏنو تہ: ادا! تو نِندي کي هٿ ڏيئي کونہ چاڙهيو، سو تنهنجو هٿ مون کي کهڙي ڪم جو؟ مائيءَ هٿ کونہ ورتو. جِيئو بہ پوءِ موٽي هِت آيو ۽ هتي ئي مُئو.

نِندي جي ماءُ جو نالو "مَلِي" هو. نِندو اُتي امانت ڪري دفنايل هو. تنهنڪري مائي مَلي اوڏانهن وئي. مائي ۽ سندس ٻانهي گڏجي اُتي ڍنگريدار ڪري وينا. تان جو نندي جو لاش ڪيائي، ڪٺائي اچي هت "قدمن واري مقام" (ڳوٺ راڄ ملڪ لڳ گهارو) ۾ دفنايائين.

---

# جنگو خان جمالي ۽ بُـلي بداڻي جي جنگ[1]

## خليفي محمود نوحاڻيءَ جي روايت

بُلو ڪوسو، پارو بداڻي، "بُـلي جون بنيون" جـو ويـنل هو. اها جوءِ تعلقي سيوهڻ ۾ جهانگارن کان اٺ ميل اولهه طرف "ڪوٽ باروچي" ۽ "ڪائي" جي وچ تي آهي. بُلي جا ست پائر هئا (1. ڪوڏو، 2. جهندو، 3. علي خان، 4. بُـلو ۽ بيا)، جن ۾ بُـلو وڏو هاٺو ۽ ڏاڍو مڙس هو. تندي رحيم خان ڏانهن جمالين جو مال هنيائين، جنهن ۾ راڏو جمالي مارجي ويو. پوءِ راڏي جي زال جنگو جمالي وٽ آئي ته منهنجي مڙس جو وير وٺي ڏي. پوءِ جمالين جي فوج چڙهي.

سائينداد نوحاڻي، وينل ڪائي جو وڏو پهلوان هو (نوحاڻي اصل گاج تي وينل هئا). بلي ۽ سائينداد پريٺ هڪبئي جون خبرون ٻڌيون هيون. هڪ دفعي گس تي گڏيا. هڪبئي کان خبرون پڇيائون. نالي ٻڌڻ سان ٻنهي هڪبئي کي چيو ته: مون توکي آسمان تي پئي ڳوليو، اڄ گس تي گڏيو آهين! پوءِ ٻئي ترارين ڪڍي وڙهيا، پر ڪوبه مڙس ڪونه گهايو ۽ تڪجي پيا. ساهي ڪڍي اُٿيا ته ٻنهي مان ڪهن هڪ، ٻئي کي چيو ته: "اُٺي يار!". اتي ٻئي ڪڍي ترار ڦٽي ڪئي ۽ چيائين ته: يار تي ڪا ترار هلندي! پوءِ ٻئي يار بنيا[2].

جڏهن جمالين جي فوج چڙهي، سائينداد، بلي جي مدد لاءِ ميدان ۾ آيو. ميدان ۾ ويٺي جوش مان حـُقي جون تڪڙيون تڪڙيون ڦوڪون پريائين. بُـلي پڇيـو تـه چيائين ته: "اهي فراق جون ڦوڪون آهن. جنگ ۾ الائجي ڪهڙا مرن ڪهڙا بچن."

اُن کان اڳ راڄ، بُلي وٽ آيو ته: جمالين جو توسان وير آهي، هتان لڏي هل. انڪار ڪيائين. بالآخر چيائين ته: چڳو، منهنجون مينهون ڪاهيو. پوءِ چيائين ته: منهنجي مينهن جيڪي هتي چيڻا لاٿا آهن، اهي چونڊيو. آخر چيائين ته: بـُني ڪٿو ته آءُ هلان. اتي راڄ بيوس ٿي ڪئي بس ڪئي.

---

(1) هي روايت خليفي محمود نوحاڻي جي زباني تاريخ 4-مارچ 1968ع تي حيدرآباد ۾ قلمبند ڪئي وئي.

(2) ساري سلسلي جنهن جي وينل لڳ هوسڙي تعلقي حيدرآباد ڪچهري تاريخ 24- آڪٽوبر 1967ع تي ... مير بجار خان وٽ تلوار بـلي بداڻي جي هئي. هن طرح جو جمالين ۽ ڪوسن جي جنگ لڳي، جنهن ۾ بـلو مارجي ويو. سندس تلوار جمالين کي هٿ آئي، جيڪا اچي مير بجار خان کي ڏنائون. جنهن جو نالو 'ڪونج' هو.

جھنڊي کي ڪنھن ٽڪريءَ تي بيھاريائون تہ جمالين جي فوج جي جانچ رک. پر فوج ٻنھيءَ جي پر ڏيئي اچي ٻلي جي لشڪر ۾ پئي. جھنڊي کي پوءِ خبر پئي، تڏھن ٽپ ڏيندو اچي ميدان ۾ پيو[1]. پھرئين ڌڪ سان جھنڊي جا آنڊا نڪري پيا، پر تڏھن بہ ترار ھٿ ۾ ڪيو دشمن تي ڪاھي آيو. ڪنھن چيس تہ: جھنڊا! آنڊا پيا لڙڪنئي. چيائين تہ: "اِھي ترار جا عالي بند آھن". پوءِ ھڪ دشمن کي ماري مٽ ڪري، پاڻ بہ مُئو.

اُنھيءَ جنگ ۾ جمالين جي فوج جو اڳواڻ جنگوُ ھو. ڪنھن شاعر انھيءَ جنگ بابت ٻـلي ۽ جنگو جي سوالن جوابن جا بيت چيا تہ:

بلو: آءُ ڙي جَنگوُ آءُ

سُرڪيءَ سُڪيلي جو توڪي رت چڪايان ساءَ
انھيءَ تَڙ متاءَ، سات نہ نينديـن سَنرو.
جنگو: سات بہ نيدوساڻءِ سَنرو، تار منجھان تاري
سِر صدقو لڄ تان جا آئي اوتاري
مَھائين ماري، ونندوساڻءِ رت "راڏي" جو.
بلو: جي ونندين رت راڏي جو تہ ھت نہ لھندين ھنڌ
ڪلھن نہ ھونڌءِ ڪنڌ، گھٹو سارينڌين سنڌ کي.

## رحميداد فقير چانديي جي روايت[2]

"چِني" تعلقو جوھي، ڪوسن جو مرڪز ھو. چني کان ڏکڻ طرف ٽڪر تي گولي جي پُٽ شھداد ڪوسي جو قبو. گولو متي جبل ۾ "لوھي" ۾ رھندو ھو. جنھن کي پنھورن ماريو. حيدر پنھور چِني کان اُتر - اوير جي ڪنڌ تي ديھہ "اراڙو" جو وينل ھو. سندس مسجد اڃا تائين بيني آھي. قيصر پنھور "سامتاڻي" ۾ ("يانن" کان پنج ميل اُتر طرف) رھندو ھو. سندس مسجد بہ اتي بيني آھي.

گولي ڪوسي وارا مال ھٹي سنڌ ڏانھن ويندا ھئا. ھڪ ڀيري بوبڪن ۽ يانن جي وچ تي پنھورن جو مال ھنيائون. منزل اچي ڪيائون علي مراد خان شاھاڻي جي ڳوٺ جي ڏکڻ طرف ديھہ بشام ۾ (بشام ڪوسي جي نالي سان ديھہ). پويان پنھور بہ لشڪر وني اچي وينلن متان پيا ۽ گولي کي ماريائون (سندس قبر بہ اتي آھي). پوءِ ميان نصير محمد ڪلھوڙي وٽ فيصلو ٿيو. جنھن موجب اولھہ طرف جبل کان وني

---

[1] جھنڊي جي ٽپن واري جاءِ تي اڃا تائين پيرن جا نشان رکيل آھن.

[2] ھي روايت اسان کي سنہ 1958ع ۾ جوھي طرف ڪيل ڪچھري ۾ رحيمداد فقير چانديي ٻڌائي. ان وقت سندس عمر 85 سال ھئي.

"تاڙي" تائين. يعني اوپر ڏانهن سيوهڻ تعلقي جي دنگ تائين. اهو مُلڪ خون جي عيوض کوسن کي ڏنو ويو. اڳ اهو ملڪ پنهورن جو هو.

پوءِ کوسن زور ورتو ۽ راڄن کي تائي ڪنيائون. تنهنڪري خود ميان (غالباً ميان نور محمد) هنن جي مارائڻ پويان پيو. پڳ وارا روحالائي کوسا (جيڪي هن وقت "ڪاٽڙي" تعلقو ڪـڪڙ ۾ وينل آهن) هئا جن کي ميان خدا آباد ۾ گهرايو. جڏهن کوسا اندر آيا ته دروازا بند ٿي ويا ۽ ماڻهو هنن تي اُٿي پيا. جعفر کوسو ترار لڪايو کنيو آيو هو. تنهن وينل مير بهرام تي حملو ڪيو. پر مير ڪيڙي آڏو ڏني. پوءِ ترار ڪٽي وار ڪيائين ته ڪيڙي توڙي جعفر منجهان وچي ٻاهر پئي. انهيءَ تي شاعر چيو ته:

**"بچي ويو بهرام. نه ته دست چڙهيو هُون ديوَ جي"**

پوءِ بلوچن جي ستر راڄن گڏجي کوسن کي لڏائي ڪڍيو.

ٻـُلو وڏو بهادر هو. ٻه شاهاڻي راڏو ۽ راوت خان مارپائين. انهن جون مايون ويون جنگو خان جمالي وٽ ته وير ونئي ڏي. جنگو خان ماين سان "هائو" ڪئي. ٻـُلي جڏهن اها خبر ٻڌي ته جنگو خان، شاهاڻين لاءِ چيلهه ٻڌي آهي، تڏهن بيت چوائي موڪليائين ته:

آ جـَـنگوُ جنـگ تـي، مـان پهـرو ڏيـان پيراڻـو
ترڪـن ۽ تراريـن جـا توڪـي چـَـڪايان سـاءَ
انهـيءَ تـڙ مٿـاءَ سـاٽ نـه نـِـيندين سـنرو

جنگجو جواب ڏنو ته:

ٻـُـلا، ساٽ ٻه نيندو سانءِ سـَنرو، انهيءَ تڙ مٿان تـاري
منهنجـو سِـر صدقـو لڄـن تـوئن، آيـون پيهـي اوتـاري
هاڻي مهائون ماري، وننڌوسانءِ رت راڏي راوت خان جو.

جنگو لشڪر ونئي چڙهيو، جن ۾ هڪڙا جمالي ٻيا بروهي ناناڻا، ۽ ڪَنبِيرو لُنڊ ٻه ساڻس هئا. سَجـُـون پچايائون. جنگو چيو ته هڪڙو پاڳو وڏيڪ ناهجو، جو جيڪو ٻـُلي سان انگ ۾ مَٽ ٿئي، اُهو پنهنجي پٽي توڙي وڏيڪ پاڳو ڪائي. اهو پاڳو جمالي ۽ بروهي نه ڪاڏو. پر لُنڊ ڪائي ويو.

جنگ جو چڙهيو. پر ٻـُلي کي ڄاڻ ڪونه ڪيائين ۽ اوچتو وڃي ٻـُلي تي ڪڙڪيا. ٻـُلي کي سندس مائٽن چيو ته لشڪر ٿو اچي، وڙهڻ جي واهه ڪانهي. هتان هل. چيائين ته "ٻـُـني چـري ته ٻـُلو چـُري". هوڏانهن جنگو

پنھنجي لشڪر کي چيو تہ: بندوقون نہ ھٽجوءَ. جو بُلي وٽ لشڪر ڪونھي، باقي ترارين جي جنگ ڪجوءَ. پوءِ لُنڊ اڳ ۾ سامھون ٿيو:

آيو لُنڊ لوڙيون ڪندو جنھن ڪِنوڻ ڪنوائي
بيھڻ بُلي نہ ڏنس، ويس ڪني سان ڪائي
سَرسي سائينداد ڪئي جنھن ڪُنڊي ڪڙڪائي.

سائينداد نوحاڻي، بُلي جو دوست ھو. لنڊ کي اول بُلي ڏڪ ھنيو، مٿان سائينداد ھنيس تہ لُنڊ چار ٽڪر ٿي ويو. اتي جنگو کي سندس لشڪر چيو تہ: جنھن ٻہ ياڳا ڪاڏا سو چار ٽڪر ٿي ويو، ھاڻي ترار ۾ پچڻ پيٽي ڪانھي، موڪل ڏي تہ بندوقون ھڻون. جنگو چيو تہ: ناموس ڪانہ ٿينديوَ جو ھُو مڙس آھن ٿي. اُھي ٿي ھئا: بُلو، سندس ڀاءُ علي خان ۽ ٽيون ھو سائينداد نوحاڻي. بُلو ۽ علي خان ڀَٽ عرضي جا ھئا.

اَھدي پٽ عرضي جا سڀ ساماڻا شينھن
ھڪڙو اٿن شوق شڪار جو، ٻيو گھمن راتا ڏينھن
بُلي خان بُنيءَ تي مَھند وسايا مينھن
پوءِ ڪُنڊيون نيندا ڪيئن، جنھن جون وٿون وٿاڻن ۾.

جمالين پئي ڪوشش ڪئي تہ بُلي جون مينھون ھڻون، جيڪي سڄيون چرنديون ھيون.

جمالين سندي راڄ ۾ ڪا جا چورپچور
آيا چاڄي چام بُلي جا سُڄا م ڇڏ ڊور
مينھون چرن مور، مانجھي مير بلي جون.
بُلي جي پائرن جي ڪندو ڪونہ ڪچي
نوحاڻي ننگ تي اڄي بيٺو مرد مَچي
لوھو ۾ رچي لال ٿيا، جئن ڪُھنبي لاک رَچي
پوءِ جن جي ساک سچي، سي مري مور شھيد ٿيا.

بلي واري بني تي پنج قبرون آھن: ٽن ٽن پائرن جون، بُلي، علي خان ۽ جھنڊي جون. چوٿين سائينداد جي ۽ پنجين عرضي جي.

---

# ضميمو - 2

## مير بهرام خان جي شهادت

[هن واقعي جي هي روايت لاڙ جي آهي، جنهن تي ساڪري طرف جي بگهياڙن (ڪلمتي بلوچن) جي شاعر بڪر گدي بيت چيا. سڄو واقعو بيتن ۾ هو پر ڪي ٿورا ياد رهيا جيڪي راقم (نبي بخش) 1952ع ۾ مرحوم حاجي سرماڻ بگهياڙ (ڪلمتي) جي زباني قلمبند ڪيا.]

حڪمران ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي، ميربهرام ۾ ڪن ڳالهين جو شڪ آندو ۽ کيس چيائين ته: "مير بهرام، جي ڪن ڪڙهي ته؟" مير بهرام چيو ته: "پوءِ نڪ جو مر ڏجيس": يعني ته جي ڪن سُئي ڳالهه ڪلي ته نڪ وڍائيندس، پٽ وجائيندس، اتي ڪلهوڙي مير بهرام کي مارائڻ جو پهه ڪيو. مصري نالي جانوري ٻروچ اهو سر معلوم ڪيو ۽ ميربهرام کي سجاڳ ڪيائين:

"مصري نالي جانوري چيو ائين ٻولائي ٻروچ،
ته صباح سيج چڙهندين مور، لاٿون لهندين گهوٽ."

تان چئي:

اسان استادن (مرشد) کي مَنو مور نه گهريو،
پاڇا پٽر پاهنجو ڪنو ڪونه ڪندو،
پر جي امر ائين هوندو، ته رضا تي راضي آهيون.

ميان گهڻن کي ڪن ڏنا، پر ميربهرام کي مارڻ تي ڪو ڪونه سنديو. آخرڪار جعفر ڪوسي آهو (آسرو) ڏنو. منصوبي واري ڏينهن جعفر اندر تلوار ڪٽي سنيري وينو هو. مير بهرام اندر ميان وٽ ويو ته سندس تلوار ذرا ٻاهر نڪتل هئي. انهيءَ تي ميان چيس ته: "بهرام اڄ تنهنجي تلوار تي اُگري!" چيائين ته: "سائين دشمن ڏٺا اٿس". چيائين ته: "آءٌ به تنهنجو دشمن!" چيائين ته: "جنهن جي گهر ۾ ڪوسو سو منهنجو ڪو سڄڻ!" انهي وقت ئي جعفر وار ڪيو. مير وينئي ئي سپر ڏني ۽ پنهنجي ڏڪ سان جعفر کي ماري وڌائين.

هن منصوبي بعد مير بهرام کي پڪ ڏني تہ ميان مارائيندو سو وڏي پٽ بجار کي حج تي موڪليائين ۽ ننڍي صوبدار کي ساڻ رکيائين. ميربهرام کي مِٺي کوسي چوائي موڪليو تہ:

بر سنيهو بهرام کي منهنجو پانڌي نيئي پهچاءِ،
تہ "ميري" نانءُ منو چوي وٽان پاڻ وڃاءِ،
سِپر ساهہ ڏنياءِ، نہ تہ دوست چڙهيو هئين ديوَ جي.

(جواب):

چٺي سپر سيڙو ساهہ جو توري پيچ تمام،
ائين کوسا سڀ خوار ٿيا ان اونڌي عقل ساڻ،
ڏس ڪيئن لپڻ سان ليپٽ ٿيو تنهنجو جنگ ڏيءُ جعفر خان!

پٽ صوبدار تڏهن ميربهرام کي صلاح ڏني تہ:

"بانڪا اُٺي بهرام، پڙ پائرن جا پاءُ،
هل جان هلون هالار ڏي، جان ڪٽڪون ڪچ مٿاءُ،
گهورون ڏيون گجرات ۾، جيئن وڻ ستون ڏي واءِ،
پوءِ موٽي تنهن ماڳاءِ، اچي خبرون کوسن جون لهون."

ميربهرام وڏو داناءُ ۽ دلير هو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو وڏو وزير هو ۽ هن جي پٽ ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي کي فسادين جي هٿن ۾ نٿي ڇڏڻ چاهيائين. پانيائين تہ ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو سياڻو ٿيندو ۽ پنهنجي طاقت نہ ٿوڙيندو. هن واقعي کي بہ درگذر ڪري ميربهرام دستور موجب ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي کي سمجهائيندو رهيو. پر ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي سمجهيو ۽ ليڪي بدخواهن جي وَر چڙهي ويو. هڪ ڏينهن ميربهرام ۽ سندس پٽ صوبدار کي ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو گهرايو ۽ پنهنجن ماڻهن کي بہ سڏيائين:

عام ڪچهري اتيا، آيا وڃيءُ منجهہ وريام،
ميان ماڻهو موڪليو ميڇ ڏيئي کي مام،
الله بخش، پيروز، راڄيا، آءُ تون مير بهرام،
آن کي گهوٽ گهرائيو سنڌ سندي سلطان،
سي چارئي ڇُري هليا جن هٿا اميري ارڪان،

هـي (صوبـدار) پـڻ عهـدي اتيـو لڳـو ان جـي لام،
سـي دوسـي آيـا در تـي جـت دائـم هـٿـا دربـان،
ات ميـــر موتـــائي جهليـــو آڏي پـــائي آڻ،
توکي حکم ناهـ هلڻ جو اتـي جميعت وٽ جوان!
سـو کوپـي جيئـن کـر کٽـي وڏوٽـو وريـام،
کـو جـو کوکـٽ در تـي، اڳيـان نـ ارکـان!

ٻيا ٻاهر ٻيهي رهيا جو اندر مير کي مارڻ جو منصوبو تيار هو. سو پنهنجي پٽ صوبدار کي اندر هلڻ کان منع ڪيائين. پر اشاري طور سجاڳ ڪرايائين تـ: الله بخش (ليکي) مون جهڙو وڏو آهي (منهنجو مٽ آهي). لڙکو شيدي مير صاحب جو خاص نوکر اندر هليو. جڏهن مير شهيد ٿيو تـ ٻاهر اچي صوبدار کي ٻڌايائين، جنهن الله بخش کي ليٽائي وڌو.

کـو جـو کوکـٽ در تـي، اڳيـان نـ ارکـان!
تـ ميـر کٽـي شمشـير سـان ليکـي ليٽـايو،
هو کوٽ جهليو ڪاهو، نـ تـ مير تکيا هٿا منجهيان!

الله بخش کي صوبدار ماريو تـ ٻيا متس وري ويا ۽ پاڻ بهادريءَ سان وڙهندي شهيد ٿيو.

جهڙيون هنيون صوبدار هيڪڙي تهڙيون جي چونديل هڻن چار،
تـ ڏڙ ڏبـي ڏوڙهيـو ڪـري، رُڪ در پيچـي ڪـن بـازار،
تـ راڄي بـ تي رنگ ڏنو جا ڪيائون ڪلهوڙي سان ڪار!

يعني: تـ راڄو رنگ ڏسي ها، جا ڪلهوڙي سين ڪارڪن ها. غلام محمد لغاري صوبدار سان گڏ وڙهيو ۽ شهيد ٿيو:

غـلام محمـد کـي گـدو چـوي هٿـي آزيءَ سين اُپکـار،
ســهٺي ائيـــن چٺـــي تـــ: "نهيـــن کپيـــندي يـــار!"
تنهـــن کـــي جـــوان جـــواب ڏنـــو ســـورهيـ صوبـــدار:
تـــ "کيـــڙي چـــا ڦٽـــي کـــر، ڏون هٿـــان ســـين مـــار!"

مير بجار حج تي ويل هو، تنهن کي اتي خبر پهتي:

حـاجي ويـو حـج تـي بـانکو ميـر بجـار،
خبر پهتي خان کي، تـ ههڙو ٿيـو آچار،

میر بھرام ماریو پیو سورھیہ صوبدار،
ڪري اي قرار، وريو ان ولائتان.

—

وريو ان ولائتان ان جني قرار ڪيا،
بادشاھ سين بکر چئي اچي ٻول ٻڌا،
ڏريو جڏ ڏناءِ، تڏ تي ڪُر ٻُر ڪلھوڙن ۾.

مير بجار سڌو قلات جي خان (بادشاھ) وٽ آيو. ھتان ميان محمد سرفراز ڪلھوڙي قلات جي خان کي لکيو تہ بجار اچي ٿو ان کي مارائجانءِ. بجار وجي لشڪر گھريو. تہ ھن لشڪر ڏيڻ کان انڪار ڪيو. پر ھين چيو تہ جي پنھنجو لشڪر نہ ڏين تہ بہ جي عام ماڻھو بجار سان خوشي سان وڃن تن کي اجازت ڏي. خان اھا موڪل ڏني ۽ گھڻا ماڻھو بجار پاڻ سان ڪيا. پويان ميان محمد سرفراز ڪلھوڙي مير فتح علي ۽ ٻين کي مارائڻ جي ڪئي پر ايتري ۾ ميربجار بہ اچي پھتو.

**پرڳڙين ۽ نوحاڻين جو جھيڙو:**

ٽالپرن جي دور ۾، حڪومت جو مدار راڄن جي رضا تي ھو. يعني تہ اھا راڄن جي رضا واري حڪومت ٿي. ھر ڳوٺ ۽ راڄ ۾ جيڪي ڏاڏايون ٿينديون ھيون تن جا فيصلا اتي جا راڄ ڪندا ھئا. پر جڏھن مٿي ميرن صاحبن وٽ فيصلا ويندا ھئا تہ بہ راڄن جي رخ موجب فيصلا ٿيندا ھئا ۽ ڏنگي ۽ ڏاڍي خلاف ٿيندا ھئا. بنيادي اصول اھو ھو. تہ جي بہ ڏريون وڙھن تہ بہ رضاناما ٿين تہ جيئن اڳتي لاءِ امن رھي. وڏو فساد جھان خان پرڳڙي ۽ ڪنگوري جي نوحاڻين جي وچ ۾ ٿيو. جھان خان بہ ڏاڍائي ڪئي پر نوحاڻين اجا وڌيڪ ڏاڍائي ڪئي، ۽ حيدرآباد ۾ فيصلو 'قتل جو عيوض قتل' ٿيو. اڳ جھان خان ۽ ٻيا جملي چوڏنھن مڙس، ۽ نوحاڻين جا ست مڙس مئا. عيوض ۾ ستن نوحاڻين کي قتل ڪرڻ جو حڪم ٿيو. مير صاحب جڏھن ڪچھري مان اُٿي ويو. تڏھن نوحاڻين اڳواڻن جو قتل شروع ٿيو: پنج قتل ٿيا ۽ باقي ٻن کي جھان خان جي ماءُ اچي ڇڏايو. ان بعد رضانامي واري اصول موجب وري بہ ٻنھي ڌرين کي ناريو ۽ ناھيو ويو. ميرن پاڻ سرڪار جي (پنھنجي) طرفان نوحاڻين کي پرچايو. جيڪي نوحاڻي قتل ٿيا ھئا تن جون زيرون ٻڌايون ۽ ڪن تي قبا نھرايا. تاريخ 12- آگسٽ 1996ع تي مون سيف الله خان نوحاڻيءَ سان گڏ ڪُنين واري لال ڇتي مقام کي ڏٺو. جيڪو ڏُنبالي کان

ڊگهڙي ويندي رستي لڳ ڪبي طرف آهي. جملي تيرهن قبرون چٽن سان پٿر جون پڪيون ٻڌايل جن مان ستن تي نالا هيسب خان، جعفر خان، حاجي شهڪ فقير نوحاڻي ولد رامڻ، (حاجي شهڪ جو پٽ) رامين، جاني ولد ڪلو، سعيد خان ولد پاهڙ ۽ يارو ولد سالار.

جهان خان پرڳڙي وارا ٽنڊي حيدر (پراڻي) جا وڏا هئا. جهان خان ۽ ٻيا مڙس جيڪي مارجي ويا تن جون قبرون راقم ڏٺيون. پٿر جون ٻڌايل سهڻيون، شهيدن جي مقام ۾، انهن رستي تي جيڪو حيدرآباد کان ٽنڊو قيصر وڃي ٿو. سيني تي نالن آڏو شهادت جي ساڳي تاريخ جمعہ 11- محرم الحرام 1212هہ لڳل آهي. اترين قطار ۾ شهيدن جون پنج قبرون (جن مان آخري الهندين جهان خان جي) ۽ ٻي ڏاکڻي قطار ۾ ڇهہ قبرون جن مان اپرندين ۽ آخري الهندين نمبرن جون اجا هيٺ ڏکڻ وچ تي هڪ قبر ۽ ان کان اولهہ طرف احمد خان پرڳڙي جي جنهن 28- شعبان 1277هہ تي وفات ڪئي ۽ ان کان ڏکڻ- اولهہ ٿوري فاصلي تي حيدرخان پرڳڙي جي قبر جنهن مهيني صفر سنہ 1265هہ ۾ وفات ڪئي. ستن شهيدن جون قبرون هيٺينءَ طرح.... قطار، الهندي کان اپرندي: جهان خان، عبدالله سمي، رستم خان، حمزه خان، غلام حيدر خان. ڏاکڻي قطار، الهندي کان پهرين قبر حسن خان ۽ اپرندي واري آخري قبر بهادر خان بن محمد خان.

تاريخ 12- آگسٽ 1996ع تي ڪنگوري (تعلقو ڊگهڙي) ۾ سيف الله خان نوحاڻي وٽ ڪچهري تي، جنهن ۾ دودو خان ۽ ٻيا پائر آيا ۽ هن واقعي بابت هينيان وڌيڪ احوال مليا.

- پهريائين جهان خان پرڳڙي نوحاڻين جي ڳوٺ ڪتب تي چڙهائي ڪئي. ميرن صاحبن تائين خبر پهتي تہ هنن يڪدم ڏهہ جلالاڻي سوار اُماڻيا جن ڊوهيون ڏيئي جهان کي موٽايو. پوءِ بہ فتح باغ جي وڃي دري ۽ دولت کي مارياڻين.

- نوحاڻين جڏهن جهان خان جي ڪوٽ تي حملو ڪيو تڏهن جهان خان سميت 16 ماڻهو مئا. نوحاڻين مان هينيان مئا: حيدر سحاڻاڻي، سعيد خان سحاڻاڻي، ملوڪ محمدواڻي (ڪونج جو لڳ چوهڙ جمالي) رامين غلاماڻي ۽ جاني هيسباڻي: بہ نوحاڻي فتح باغ تي مئا جملي ست ڄڻا. انهيءَ ڪري قتل عيوض قتل جو فيصلو ٿيو ۽ مير صاحب ستن نوحاڻين کي قتل ڪرڻ

جو حڪم ڏنو جن مان مان هي پنج قتل ٿيا: وڏيرو هيسب خان، جنهن کي ريشم جا ڪپڙا پارايائون. حاجي شهڪ رامڻ جو پيءُ، رامڻ پاڻ، هوت خان ۽ جعفر خان. باقي گبر خان ۽ شير خان بچي ويا جو جهان خان جي ماءُ پاهر اچي ڇڏايا.

- ڪُنب مان جيڪي نوحاڻي حملي ۾ شامل ٿيا هئا تن مان هڪ مئو سنجراڻي بہ هو، جنهن جو نالو بيت ۾ اچي ٿو تہ:

"منو پٽ مراد جو هو سنجراڻي ساڻن"

جاني ۽ جعفر خان کي بيت ۾ ڏنل جَس تہ:

"جاني جعفر خان هئا، شرف وڏي شان سان."

**دستين جو ٻگهي خان کي مارڻ:**

ٻگهي خان (ٻَڪو خان) دستي تي پنهنجي دَستين جو وير هو، سو هو اچي شرن جي سردار احمد خان شر (اُباوڙو- ڏهرڪي) وٽ سام ٿيو. احمد خان وڏي ڪوٽ ۾ وڏو در وجهايو ۽ ڪُرفن ڪَڙن سان بند ڪرايو. ٻگهي خان کي اندر رهايو ۽ پهرو رکايو. تڏهن ٻگهي خان چيس تہ: جي دستي ڏاڍا ٿي، تنهنجي ماڻهن کي هنائي، اچي ڪوٽ تي حملو ڪن تہ پوءِ دروازو کولائي ڇڏجان تہ مان انهن سان ميدان ۾ وڙهان ۽ ائين نہ ٿئي جو مون کي هتي اندر اچي مارين. احمد خان اهڙي خاطري ڏني.

دستين جڏهن حملو ڪيو تڏهن شر هٽي ويا ۽ دستين اچي ٻگهي خان کي ماريو. ٻگهي خان ان وقت احمد خان کي وڏا سڏ ڪيا تہ دروازو کولاءِ، پر ڪو کولڻ وارو ئي ڪونہ هو. احمد خان تي اِها ميار رهجي وئي. تڏهن پارو سگهڙ احمد خان ڏي بيت چوائي موڪليو تہ:

احمد خان ارڏي کي ڏيو پارو جا پيغام،
تہ دستي ڪري مستي تنهنجي ماري وئڙا سام،
ٻَگهي ٻئي ٻولاوا ڪيا اُتي سگ انڪايو سانهہ.
هاڻ تون گانڌو پري گام. هلاءِ وڃي هتي کي.

احمد خان ان جو جواب موڪليو تہ:

احمد خان ارڏي جا ڏيو پاروءَ کي پيغام.
تہ دستي ڪري مستي منهنجي ماري وئڙا سام.

ڪٺنـدس هـاٿي ڪـاهوڙي تـي، تـن جـو پـاٿيءَ منجهـان پيـر،
ورائـي ونـنـدس ويـر، بـَــگهي خــان بـروچ جــو.

پر پوءِ اها هام بہ پوري ڪان ڪيائين، ۽ بگهي خان جي طرفدارن پنهنجي تـڪي لاهڻ لاءِ اچي احمد خان کي بہ ماريو.

**ماڙيجن ۽ هوتي انڙ جي جنگ:**

هيءَ جنگ اوباوڙي طرف ٺٺوٺ جي تڙ تي لڳي. 8- جون 1962ع ۾ ڳوٺ فتح علي خان پٽافي (تعلقو ميرپورماتيلو) ۾ ڪيل ڪچهري ۾ سگهڙ شاعر غمتار مهر هن جنگ جا بيت ٻڌايا. جن مان هينيون هڪ بيت لکيم ۽ پوءِ وچ ۾ ٻي ڪا اهڙي ڳالهہ تي جو سچو احوال ۽ بيت لکڻ رهجي ويا. هينيون بيت پهاڪي طور ماڙيچي ٻولائي چيو تہ: وير ونندس، وير نہ ويندو! وير تڏهن وجي جڏهن جوئر جو سنگ ڏيي مان نڪري پر ٻُور نہ آڻي، يا پاهڻ پاٿيءَ ۾ ڳري وڃي.

اڳـي انـڙ کـي چيـو مـاڙيچي مذڪـور،
سنگ ڏيي ۾ سال ٽئي جهلي نہ پهچڻ ٻور،
پاهڻ پاٿيءَ ۾ ڳري، تڏ وڃي وير ضرور.

**پوُتاڻين ۽ براهين جي جنگ:**

بروهي، ڇـٽن جون ٻنيون ڪندا هئا. چيائون تہ اَنُ ڪونہ ڏينداسون. مقابلي جي تياري ڪيائون. صديق ۽ وريل لشڪر جا اڳواڻ هئا! جـُمڪي ۽ اُپـڪ ڏورن اتي لشڪر گڏ ٿيو. ڇٽن جي سردار اميد علي ڀرتاڻي وڏو لشڪر گڏ ڪيو ۽ جنگ لاءِ چڙهيو تہ بروهي مقابلي جي طاقت نہ ساري سگهيا. شاعر علي محمد پٽ زرب باراڻي ٻـِـڪڪ. وينل ديهہ موئيدان ڳوٺ عطر خان ٻـِـڪڪ، هن جنگ بابت هينيون بيت چيو:

بروهــــي پوتــــاڻي پــــاڻ ۾ لايـــــو ويـــــر وڏيـــــرن،
صديــــق لشـــڪر لاٿيـــو هوتـــا وريـــل واهـــر ڪـــن،
بروهيـــــن وڏا ٻهنـــــش ڪيـــــا تڪبـــــر توبچـــــن.
نيت ڪوٺي. ميزل ڇوٽي. ڪـي مصلحت هئـي موڙهـن.
ڏينداســين جنـگ جــــمڪي ۾ اُپــڪ پاســي تـــن[1].

ايهـا ڳالهـ اميـد علـيءَ کـي ڪڙڪـي پيئـي ڪـن،
تنهـن پوتـائي تـي يـار جتايا جيڪـي ماڇا تـا مرڪـن [1]،
ٻـُـڌي جمـالي جنـگ جـو هـو لشـڪر لانچيـو تـن [2]،
ٻهلـول تـن سـان پيـڙا هـئـا ڇـُـتـا ڇپـرن [3]،
حقـي ڏٺـي حسـب جـا ڪـي ٻهـدري ٻـاريچن،
حملـو ٻـڌي هليـا هـئـا ڪـي دعـا دريشـن [4]،
صديقـاڻي سـنبهيا هـئـا سـي گنجـا ڪيـن گسـن(5)،
ٻـڪـڪ اڳ ئـي ٻهـدر هـئـا هنيـو نعـرو نوتـاڻين(5)،
هوڪـو ٻـڌي هليـا سـي توراڻـي ڪيـن ترسـن [5]،
اوتمـاڻي اڳ ۾ جهليـو ٻـَـج بنديچـن [6]،
پرجهـل پـائر پوتـاڻي جـا ڇـُـتا ڇيهـ ڪـن،
بروهيـن کـي بنـد ڪـري جهليـا گهـٽ گهوٽـن،
ڪـن جـون اڙون آنـدار، ڪـي ڏونئـر ڏگ وٺـن [7]،
ڪي هـئا ڪڙکيا ڪوٽڪر تي، ڪي سينهين لڪن سـُـڄن،
ڪي مرد مٿيا مانـدڙکي تـي، ڪـي ڪيلرڙي ڪـڏن [8]،
صبـوح مـان پـي سـويرو لايـو پڙکـو بندوقـن،
دارونءَ دونهـون ڪيـو هـو، جـٺـن پـَـپ تـي نـوءُ پـون [9]،
گوليـن گـس ٻـڌا هـئـا، ڪـي ڪـُـڏ ڪارتوسـن،
نکـو شـرو شـوري کـي، نکـا ڪمـي ڪـانن [10]،
تانـارن جـي ترارين تـي، سـي مانـار تـا مڙهجـن [11]،

---

(1) يار جتايا = پائرن کي ٻڌايو. ماڇا = ڇٽن جو پاڙو.
(2) جمالي لوهي جا (دريجي کان اولهه) سي ٻه اميد علي جي مدد ۾ آيا.
(3) ٻهلول = ڇٽن جو پاڙو.
(4) دريشن = درويشن.
(5) ڇٽن جا پاڙا.
(6) ٻج پاسو. اوتماڻي بنديچا.
(7) آنڌارا ۽ ڏونئر ٻئي جبل.
(8) ماندڙکي ڊورو. ڪليرڙي = جبل جو لڪ.
(9) نوءُ يا نوو = ڌند.غبار. سنهڙي بوند ڇيٽ واري مهيني ۾. اُب وارو نسونو جو جبل ڍڪجي وڃي.
(10) شورو = ڪٽيل دارون
(11) تانار ۽ مانار = ترارين جي ميانن تي چمڙا، پٽا. ڇٽ گل.

نڪا هئين سوس سيهي جي، پريون ڏنگيون داروئن[1]،
پسي جوڙ جنگ جي ڪيو بس بس بروهين،
مرڻ کان ڀي موٽڻ پلو، ڪي صلاح سنگتين،
پوءِ ڇپي ڇپرن، هن ڪني ايريو سج سارڻ ۾[2].

## راجسين پوٽن فقيرن ۽ هاليپوٽن جو جهيڙو:

دل قبيلي جي لنجن مان، غوث بهاؤالدين جو خليفو راجسين سومراڻي ٿيو، جنهن جي درگاهه ندي شهر کان ٻه ميل کن اُتر طرف آهي. سندس اولاد مان گهڻن وڃي ڪڇ وسايو. ٽالپورن جي دور ۾ خليفو صابر وڃي ڪڇ جي علائقي ٻني ۾، ڪارنگي ۽ نڪريالي جي جهلن (تڙن) تي وينو[3] . سندس چار پٽ جن مان وڏو گل محمد جنهن جي ڏينهن ۾ اتي هاليپوٽن سان تڪرار ٿيو. خليفي گل محمد کي سنبت 1907ع ۽ سنبت 1912ع ۾ ٻارنهن جهل مليا هئا. هاليپوٽن مان رَبو پٽ پاهڙ جو اڳواڻ هو، تنهن کي عيوض ۾ ڪڇ جي راءِ ٻيا تڙ ڏنا ربو اڳيان تڙ نه ڇڏيا. انهي جنگ نامي جو بيت ته:

رَبو! راءِ ٻولائيو، پُٽ تون پاهڙ جا،
وٺ تون 'پنديارو'، راءِ جي هٿا،
چئي: ڪين ڇڏيندس ڪڏهين 'هوڙڪو' هٿا،
سگهيون رسن سيم ڪي، وينيون وَڙ متا،
ڪيئن ڇڏيان آءٌ 'ڏومه ڏو' ڏاڏاڻو ڏيها،
'اُڏهي' اجهور موڪرو، ناهڪا 'نڪريانا'!

## ڪاري جعفراڻي راڄڙ جو سورج مل ڪي مارڻ:[4]

سورج مل ڪپري کان 6 ميل اتر مٺو جو هو، ڪارو راڄڙ ٻه اتي جو جنهن سورج مل جي ماءُ جا ٿڃ پيتي هئي. ٻئي هڪ جيڏا ڇوڪرا. مٺو جي ڍنڍ ۾ پئي وهتا ته ڪارو، سورج جي متان لنگهي ويو. سورج ڪي ڏمر ٿيو. وڏا ٿيا ته ٻئي پهلوان ڏاڙا هڻڻ لڳا. ميرن ٽالپورن جو وقت هو. ڪارو. رحيم يار خان ۽

---

(1) سوس = ڪوٽ.
(2) سارڻ = بلوچستان ۾.
(3) جتي سندس مقام آهي. ڪڇ ۾ 'تڙ' کي 'جهل' چون.
(4) روايت عبدالڪريم فقير راڄڙ جنهن سان 21- نومبر 1968ع تي ڪچهري ٿي.

بھاولپور واري پاسي نڪري ويو. هيڏانهن سورج مل شاهہ ڳڙهہ ڪي قريو ۽ لڏيو واٽيو راڄڙن جو تنهن کي بہ ڪٽي آيو. لڏيي چيو تہ: ڪارو جعفراڻي جيئرو آهي تہ منهنجي واهر ٿيندو.

مُهيون ڏاريجو راڄڙ زميندار هو. سو ويہ وارڻ لاءِ نہ چڙهيو. جڏهن ڪارو آيو تہ چڙهيو. سارين جو ڪرو پٺي ونديائون ۽ سورج مل اُتي هو. پويان ڪارو اچي مئو ۾ پيو ۽ شهر قريائين. نڪرياڻي مائي تنهن هٿ ۾ ڪٽي چيو تہ: مون توکي ڪير پياريو هو! ڪاري ڪاتي ڪڍي تہ ڪپي چيو تہ: مون وارو تڻ مون ودي ڇڏيو. اتان پهاڪو تہ: راڄڙ ماءُ جي تج وڍڻ وارا!

سورج مل پوءِ ڪاري جي پويان پيو ۽ ٻن ڪوهن تي اچي رسيو. ٻئي طرف لهي پيا. آخرڪار چيو تہ: ٻين کي نہ مارايو باقي پنهنجو فيصلو آهي. انهي مقابلي ۾ سورج مل ماريو. سندس ماڻڪي ترار نہ وڙهي، اها ڪاري ڪنئي جا اچا تائين ڪاري جي پوين وٽ آهي.

مُهيون ڪندي جي موڙ ۾ وينو ڪري ويچار،
نڪا ڪري هلڻ جي، نڪا ڪري پچار،
سوپ ڏجئين سچا ڏٽي، ڪاري ڪي ڪلتار،
پڙ پائنيا ڪاري جا سانوڻ صمند. آري ٽئي مرد متار،
آري هٺي آواريون ڏئي نہ ويريءَ وار،
سي سورج مل جي ڪيائون ڏڙ ڪان ڏار،
هُن جي ڳورئين ڳانا لاٿا هيڪوٽا ۽ هار،
سي سائو سپ ڄمار، وير وساري ويهي رهيا.

## سيري يا اونگر واري جنگ:[1]

هن جنگ جو بيان اڳ تفصيل سان موجود آهي. هينيان وڌيڪ ڳالهہ معلوم ٿيا:

- هن ۾ سٺ امير ماريا جن ۾ هڪ جمعو خان هو جيڪو عارب خان براهماڻي جو پاءُ هو.
- دريا خان پٽ نورمحمد حملاڻي جو مول وارو. سو سنپال تي هو.

---

[1] زباني اميد علي شهڻو، ڪڇهري ڳالهہ عارف خان. 16- فيبروري 1986ع.

- ڄام عالي آيو ۽ مينگل لشڪر وني آيو.
- صلح جون ڳالهيون، اهو بهانو. پوءِ جڏهن لشڪر ويو تہ بجار جنگ جوٽي.
- گهوڙيون دريا خان وارن جون: "تاڙٽيون جبلين ۾ ٽيون راٽيون رت رئن."
- عزت خان قلات مان آيو. تنهن بجار کي خون بخشي ڇڏيو. پر عارب خان براهماڻي (بلوچ) ڄام بجار کي چيو تہ: آءٌ تنهنجو لڪن ڪٽيو ياءُ ڪونہ آهيان، پر سيال آهيان، آءٌ پنهنجو وير ڪونہ ڇڏيندس. پوءِ اهو وير راهيجي واري جنگ ۾ ورتائين جو ڇاڪر کي ماريائون.
- سيدي ذات جو ڇورو، ۽ موسو لهاراڻي وات تي گڏيا جن کي بہ عارف خان ڪنيو. (دادا ڀائي جي سيمنٽ فيڪٽري وٽ حيات هوٽل، اها راهيجي آهي).
- مرڻ وقت ڇاڪر سوپاري ڪڍي ڏني ۽ چيائين تہ: سنائي سيدن کي سلام ڏجانءِ تہ ست تورباڪون جهلي پوءِ مٺ کي ماري مئو آهيان.
- ڇاڪر چيو تہ منهنجو مٺ موٺو آهي، چيائين تہ: "پوءِ پيي موٺيو!"

### ڪرمتين، جوکين ۽ رانوڙن جي جنگ:

بگهياڙ تي، دوهڙي واري پٽڻ واري ايراضي ۾. رانوڙن جي سرداري هئي. 18 صدي جي شروع ۾ تڪرار ٿيو جنهن ۾ ملير ۽ ساڪري جا ڪرمتي ۽ جوکيا هڪ طرف ٿيا ۽ رانوڙ ٻئي طرف. ان جنگ ۾ رانوڙن سرسي ڪئي. ان جنگ جو هڪ بيت تہ:

نل ڏسي نهڪيا، ڪويو[1] ڪرمتين،
جوکيا نہ وڏيا جنگ تي، جان کي ڄام ٻجون ڪري تن،
رنگ رانوڙن لائيو، جن جي گڙ گڙ ڪي گرزن.

### اٺمين واريون جنگيون:

ڪراچي تي حملي واري جنگ ۾ جنهن ڏينهن محمد پوٽو نوتڪ ماريو. ان ڏينهن جوکين مان ڄام مهر علي جي ٻيڙي پوئتي موٽي. مٿس ميار رکيائون تہ:

وڏي وَٽ نہ جهلي تو مهمت مهر عالي
جت رٽون تي ورهائيون ات تون ڪس وئين خالي

---

[1] نهڪيا = ڀيهي رهيا. ڪويو = ست ٿيا

چيائون تہ: ٻيڙيءَ جو سکاڻ جهري ٻيو انهي ڪري موٽيا، تڏهن ڪنهن چيو تہ:

سُڪان جهري، آئي سري، سا ڪراچي پهتي ڪيئن!

ان جنگ ۾ هڪ بروچ ترار چڪ ۾ ڪري دشمن جي ٻيڙي تي حملي لاءِ سمندر ۾ ٽپيو ۽ وچ ۾ ٻڏي ويو. ان کي ساراهيائون تہ:

ڪري مصري منهن ۾، تڪ مان تري آيو تيئن،

جنهن ڪيو اڇڻ سان ايئن، سو ڪو ٻيو دودو ڏيمين وچ ۾.

## چورڙي واري جنگ:

گبولن دنگ ڪڏيو پر برفتن ٻيو تہ: ٻارڻ جي سير دنگ آهي، هيڏانهن گبولن کي نہ ڇڏيندا سين. تاڻي جو ملڪ احمد خان حملاڻي ۽ تاڻي عارب خان جا بلوچ هڪ طرف ٿيا. ملڪ اڳ رندن کي ڪوتراڇ ۾ رهايو هو سي بہ ملڪ سان پيڙا ٿيا.

گبولن ماريو حاجي نالي سونهيري کي، پوءِ سوٺهيرن ۽ سينارن گڏجي وچي ماريو ديرڪ خان گبول کي.

برفتن جو لشڪر چڙهيو: پوءِ، ڇتو، راڏو، صديق، مگيلڏو (چارئي برفت) ۽ ٿلو رند انهن تي گبولن حملو ڪيو. عيسو گبول ۽ مگيلڏو براهماڻي يار هئا، عيسي چيو مگيلڏي کي تہ: وارو اتئي جو اوهان ٿورا آهيو ۽ اسين گهاڻا آهيون. مگيلڏي ترار هنئي تہ عيسو بہ اڌ ٿي ويو. غازي رند کي گبولن جي گولي لڳي سو مئو.

لڳو گل غازي کي حاضر منجهہ هينئين.

مول وارو لشڪر اڇي غيبي تي لٿو ۽ تاڻي احمد خان وارو لشڪر اڇي ٿجوريءَ تي لٿو. پوءِ صلاح ڪيائون تہ `پوڪڻ` تي گڏباسون. اتان چڙهيا سو وچي لئن جي وٽن ۾ اولاڪ ٻڌائون. چورڙو ڏلهہ جي پريان ۽ ٻنڌڻي جي اوريان، ۽ اتي جي گبولن جو پاڻي جهليائون، گبولن پاڻيو تہ ٻئي طرف کان ايندا. تن کي خبر ئي ڪانہ پئي تہ ڪو برفتن پاڻي جهلي ڇڏيو. پائي خان رند وڃي چورڙي جو تڙ جهليو. انهيءَ ڪري گبولن جي هار ٿي.

---

# 1- ماڻهن، قومن ۽ قبيلن جي نالن جي فهرست

(ش)

# ڏسٽي - 2

## (ماڳن مڪانن جي نالن جي فهرست)

(ٻ)



(پ)



(ڀ)

# PREFACE

This is the eighth book, in serial order, compiled under the Sindhi Adabi Board's Folklore and Literature project, approved in 1956, for the collection, compilation and publication of sindhian folklore.

The work on this project was started in January 1956, and the first two years were devoted mainly to the collection of the oral tradition and the written record. The oral tradition was reduced to writing through a net-work of field workers, one stationed in each taluka area. The compilation and publicaton work commenced from 1959. So far 36 volumes have been published and this is 37th volume published under this project.

JANGNAMA (plu) or War Ballads is the subject matter of this book. These ballads (mainly the bait compositions) pertain to the fights and Forays between various opposing parties, the more orgnized battles between groups and tribes, or the wars between the ruling chiefs. The texts of have been recorded from oral tradition current in different parts of Sindh and some of the adjoining areas. The earliest brief composition that has come to light pertains to the year 970 A. H. (1562 A.D) when Murid Khan Baloch killed Mirza Muhammad Saleh, the Tarkhan ruler of Thatta. The latest composition are those pertaining to the period of British rule on Sindh, mainly the 19th century.

Besides its literary value, the material which has been collected and compiled in the present book is of historical importance. It is an entirely new source of information which throws light on a number of events not recorded in historical works.

Hyderabad, Sindh  **N.A. Baloch**
18th March 1984

| | | |
|---|---|---|
| Ist Edition | 1984 | 2000 Copies |
| **2nd Edition** | **2007** | **1000 Copies** |


**[Price: Rs. 230-00]**


***To be had from***

**SINDHI ADABI BOARD KITAB GHAR**

Tilak Incline, Hyderabad

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)

**E-mail Address: sindhiab@yahoo.com**

**Website: www.sindhiab.com**

Printed at Zaki Sons Printers, by Manager, Syed Sikandar Ali Shah & Published by Aijaz Ahmed Mangi Secretary Sindhi Adabi Board, Jamshoro, Sindh, Pakistan

SINDHI FOLKLORE & LITERATURE
BOOK - VIII

# THE WAR BALLADS

Compiled & Edited

**N.A. BALOCH**
M.A.,L.L.B. (Alig), M.A., Ed. D. (Columbia)



**SINDHI ADABI BOARD**
JAMSHORO, SINDH
2007

